# زبدة الفقہ

ياڱو ٻيو

## (كتاب الصلاة)

مؤلف

سيد زوار حسين شاھ

سنڌيڪار

عبدالحي ابڙو

دعوة اڪيڊمي

بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد

# مطبوعات جو سلسلو ۴۸

ڪتاب: زبدة الفقه (پاڳو پيو)

مولف: مولانا سيد زوار حسين شاه رح

مترجم: عبدالحي ابڙو

ڪمپوزنگ: اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر- لطيف آباد نمبر ۴ حيدرآباد سنڌ

ڪمپوزر: ڀٽو اسدالله- ظهيرالدين ڀٽو

ڇپيندڙ: ایس ٹی پرنٹرز راولپنڈی پاکستان فون نمبر ۷۲۸۱۸

ڇپائيندڙ: دعوة اڪيڊمي بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي- اسلام آباد

ڳاڻاٽو: ٻه هزار

اشاعت جو سال: ۱۹۹۸

# فهرست

# پيش لفظ

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلواة والسلام علىٰ رسوله الكريم وعلىٰ آله واصحابه اجمعين وعلىٰ فقهاء الاسلام والمسلمين ومن تبعهم باحسان الىٰ يوم الدين-

دين اسلام پنهنجي پيروڪارن جي تعليم تربيت جو جوڳو بندوبست ڪيو آهي ۽ زندگي جي هر معاملي لاءِ تفصيلي هدايتون ڏيندي ۽ رهنمائي ڪندي قاعدا قانون مقرر ڪيا آهن. انهن قاعدن ۽ قانون جي علم کي شريعت ۾ فقہ چيو ويندو آهي.

فقہ جو علم ايترو تہ وسيع آهي جو هر شخص ان تي عبور حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ نہ وري هر ڪنهن کي ايتري فرصت آهي جو فقہ جا وڏا وڏا ڪتاب پڙهي مسئلا معلوم ڪري سگهي. البتہ فقيهن سڀورن عوام ۽ خواص جي سهولت خاطر فقہ جي اصولن ۽ جزئيات تي هر زماني ۾ ۽ هر ٻولي ۾ ڪتاب لکي مسلمانن جي رهنمائي ڪئي آهي. انهن رڳو اهڙا مسئلا ئي بيان نہ ڪيا جيڪي عملي طرح پيش اچن ٿا، پر اهڙن مسئلن تي بہ ڳوڙهو ويچار ڪيو اٿن ۽ انهن جو حل ڳوليو اٿن جيڪي ايندڙ زماني ۾ ڪنهن وقت پيش اچي سگهن ٿا. اهڙي جاڪوڙ زندگي جي هر گوشي ۽ هر معاملي ۾ ڪئي اٿن، پوءِ ڪٿي اهي مسئلا عقائد سان واسطو رکندا هجن يا عبادتن سان، معيشت ۽ معاشرت سان لاڳاپيل هجن، توڙي عدالتي ۽ ملڪي، حڪومتي ۽ بين الاقوامي معاملا هجن، مطلب تہ ڪو گوشو خالي نہ ڇڏيو اٿن.

شريعت سڀوري ان ڳالهہ تي بہ زور ڏنو آهي تہ هر مسلمان پنهنجي زندگي ۾ پيش ايندڙ مسئلن جي ڄاڻ حاصل ڪري تہ جيئن پنهنجي زندگي الله ۽ رسول جي حڪمن مطابق گذاري سگهي ۽ شريعت جي خلاف ڪو ڪم ڪانئس سرزد نہ ٿئي.

دعوة اڪيڊمي ان ڏس ۾ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ مختلف موضوعن تي هر ٻولي ۾ ڪتاب تيار ڪرائي ڦهلائي رهي آهي. ان سلسلي ۾ اڪيڊمي سنڌي ٻولي ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇاپائي پڌرا ڪيا آهن ۽ ڪيترائي ڇاپائي

۽ تياريءَ جي مرحلن ۾ آهن.

علم فقہ تي هن کان اڳ ۾ مشهور ڪتاب 'تعليم الاسلام' چئن حصن ۾ اڪيڊمي طرفان شائع ٿي چڪو آهي. ان سلسلي جو هي ٻيو ڪتاب 'زبدة الفقہ' ٽن ڀاڱن ۾ پيش ڪجي ٿو. اهو ڪتاب تعليم الاسلام کان مسئلن جي تفصيل، تشريح ۽ وسعت ۾ مٿيرو آهي. جنهن ۾ بنيادي عبادتن جي باري ۾ ڪافي اهڙا اصولي ۽ جزئي مسئلا اچي ويا آهن جن جي عام طرح سان عبادتن جي ادائگي ۾ ضرورت پوي ٿي. هي ڪتاب مسجد جي انهن امام ۽ خطيب صاحبن ۽ مسئلا بيان ڪندڙ دوستن لاءِ پڻ ڪارائتو آهي جيڪي وڏا ڪتاب پڙهڻ جي سگهہ ۽ فرصت نٿا رکن. انشاءَ الله انهن کي ضروري مسئلا هن ڪتاب ۾ ملي ويندا.

ڪتاب مولانا سيد زوار حسين شاه رحمة الله جو مرتب ڪيل آهي. پاڻ برک عالم، صوفي، فقيہ ۽ داعي هئا. مولانا جن سڄي ڄمار دين جي دعوت، تبليغ ۽ شريعت جي تعليم، تدريس ۽ مسلمانن جي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ڪرڻ ۾ گذاري. پاڻ مختلف موضوعات تي ٽيهارو کن ڪتاب لکيائون، جن ۾ فقہ جي موضوع تي 'عمدة الفقه' جي نالي سان چئن جلدن ۾ هڪ ضخيم ڪتاب پڻ شامل آهي جيڪو پنهنجو مٽ پاڻ آهي، پر جيئن تہ اهو ڪتاب ڪافي ضخيم هو، تنهن ڪري ان جو خلاصو زبدة الفقہ جي نالي سان لکيائون جيڪو دعوة اڪيڊمي سولي سنڌيءَ ۾ پيش ڪري رهي آهي. هن کان اڳ ڪتاب جو پهريون ڀاڱو پيش ڪيو ويو هو، هاڻ ٻيو ڀاڱو ڇاپائي پڌرو ڪيو پيو وڃي.

ڪتاب جو سنڌي ترجمو اسان جي نوجوان عالم عبدالحي ابڙي جن ڪيو آهي، جيڪو بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي جي شريعہ فيڪلٽي ۾ استاد آهي. لهذا فقيہ جو لکيل ڪتاب هڪ سنڌي فقيہ جي ترجمي سان پيش ڪري رهيا آهيون.

مان پنهنجي رفيق ڪار مولانا امير الدين مهر جو پڻ ٿورائتو آهيان جن جي سهڪار سان ڪتاب تياري ۽ ڇاپائي جي مختلف مرحلن مان گذري قارئين جي هٿن تائين پهتو آهي. الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ اسان جي نيڪين کي قبول فرمائي ۽ خطائن ۽ لغزشن کان درگذر ڪري ۽ ڪتاب کي عام مسلمانن لاءِ مفيد بنائي. آمين.

جون 1994ع

ڊائريڪٽر جنرل
دعوة اڪيڊمي
بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي
اسلام آباد

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مهاڳ

نحمده ونصلي علىٰ رسوله الكريم اما بعد: عن انس قال قال رسول الله صلي الله عليه وسلم: طلب العلم فريضة علىٰ كل مسلم [ابن ماجہ- البيهقي المشكواة- كتاب العلم] (علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان تي فرض آهي) اها ۽ اهڙيون ٻيون ڪئين حديثون علم جي فضيلت ۾ آيل آهن. هر زماني ۾ عالم سڳورا ديني علم ڦهلائڻ ۽ سکڻ سيکارڻ ۾ مصروف رهيا آهن. الله سبحانہ وتعاليٰ هن عاجز جي دل ۾ علم جي اشاعت جي ڪوشش ۾ ڀاڱي ڀائيوار بنجڻ ۽ آخرت لاءِ ذخيرو بنائڻ لاءِ ڪتاب 'عمدة الفقه' کي ترتيب ڏيڻ جو خيال وڌو. اهڙيءَ ريت ان ڪتاب جو پهريون حصو جيڪو ڪتاب الايمان ۽ ڪتاب الطهارة تي مشتمل آهي وس آهر احتياط ۽ مناسب تفصيل ۽ ننڍن ننڍن مسئلن سان پيش ڪيو ويو، جنهن جي عام مقبوليت همت وڌائي. ٻيو حصو شروع ڪرڻ وقت اهو وهم گمان بہ نہ هو تہ ڪو عمدة الفقہ جو ٻيو حصو يعني ڪتاب الصلاة ايترو ضخيم ٿي ويندو، پر الله تعاليٰ جي فضل سان اهو بہ چڱي جامعيت، شرح ۽ تفصيل سان شايع ٿيو. عام خاص سڀن ڪيس پسند ڪيو. ٽيون حصو جيڪو ڪتاب الصوم ۽ ڪتاب الزکواة تي مشتمل آهي سو بہ ساڳيءَ شرح ۽ تفصيل بلڪہ حوالن سان شايع ٿيو ۽ هاڻ چوٿون حصو يعني الحج تصنيف هيٺ آهي ۽ اميد آهي تہ جلد ئي پورو ٿي پڙهندڙن تائين پهچندو. ان بابت اندازو آهي تہ ضخامت ۽ جامعيت ۾ ٻين حصن کان ڪنهن نموني بہ گهٽ نہ هوندو. الله سبحانه وتعاليٰ جو نهايت شڪر ۽ احسان آهي جو هي ڪتاب مقبول عام ٿيو ۽ خاص ڪري عالمن سڳورن هن کي ڏاڍو پسند فرمايو.

عمدة الفقه ٽئين حصي جي ترتيب ۽ تاليف وقت هن عاجز کي خيال آيو تہ عمدة الفقہ پنهنجي جامعيت ۽ ضخامت جي لحاظ کان اهل علم لاءِ ڀڪ سان فائدي مند آهي پر عام ماڻهن لاءِ عام طور تي وڏيڪ تفصيلي ڪتاب پڙهڻ لاءِ

وقت ڪيڻ ۽ تفصيلي جزئي مسئلن کي ياد ڪرڻ مشڪل آهي. ان ڪري چونه عمدة الفقه جي هر حصي جو هڪ خلاصو تيار ڪجي جنهن کي عام ماڻهو به آسانيءَ سان ذهن ۾ محفوظ رکي سگهي ۽ جيڪڏهن عام اسڪولن ۾ ٻارن کي ۽ مسجدن ۾ وڏي عمر وارن کي باقاعده ان جي تعليم ڏني وڃي ۽ تبليغي مجلسن ۾ ان جو درس شروع ڪيو وڃي ته پڪ سان ان جا تمام سٺا نتيجا نڪرندا. ان سانَ گڏوگڏ ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي نصاب ۾ ان کي شامل ڪرڻ اسلامي عقيدن ۽ سکيائن جي پڪيرڻ ۽ معاشري جي اسلامي تربيت لاءِ نهايت فائدي مند ثابت ٿيندو. اهڙيءَ طرح هن خيال عملي شڪل اختيار ڪئي ۽ عمدة الفقه جي پهرين حصي جو خلاصو ڇپرائي پيش ڪجي ٿو. عمدة الفقه جي خلاصي جو نالو "زبدة الفقه" تجويز ڪيو ويو آهي. پهرين حصي جي ڪتاب الايمان واري ڀاڱي جي خلاصي کي پهريون حصو ۽ ڪتاب الطهارة جي خلاصي کي ٻيو حصو قرار ڏنو ويو آهي. آئنده ان شاءالله العزيز رهيل حصن جو خلاصو [ٽيون ۽ چوٿون] به شائع ٿيندو.

هوندئن ته عام فهم اردو زبان ۾ ارڪان اسلام بابت ڪئين مختصر ڪتاب ۽ رسالا، جهڙوڪ تعليم الاسلام ۽ رڪن دين وغيره گهڻي عرصي کان شايع ٿي عام مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن ۽ عام مسلمانن کي ڪانئن ديني فائدو رسي رهيو آهي، تنهن هوندي به "زبدة الفقه" پنهنجي اختصار ۽ اجمال هوندي به تمام گهڻي ننڍين ننڍين جزئي مسئلن تي مشتمل آهي، جيڪي ڪنهن هڪ مختصر رسالي يا ڪتاب ۾ ملي نٿا سگهن. نئين دور جي گهرجن مطابق زبان تي خاص ڪري توجه ڏنو ويو آهي ته اها عام فهم ۽ آسان هجي ۽ مسئلن جي ترتيب به من موهيندڙ آهي جنهن ڪري ياد رکڻ ۾ آساني ٿيندي.

اميد ته پڙهندڙ هن رسالي کي پسند ڪندي هر هڪ ننڍي وڏي ۾ ان جي تعليم کي رواج ڏيندا. جيڪڏهن ڪين منجهس ڪا غلطي ڏسڻ ۾ اچي ته مهرباني ڪري ان جو ڏس ڏيندا ۽ جيڪي ڪميون ڪوتاهيون هجن تن بابت پنهنجي مشورن سان نوازيو ته جيئن ٻئي ڇاپي ۾ ان جو سڌارو ڪري سگهجي ۽ ڪتاب جي افاديت ۾ واڌارو ٿئي. چوته مقصد صحيح عقيدن ۽ دين جي تعليم جو پکيڙڻ ۽ تبليغ آهي، جنهن ۾ هرمسلمان ٻاران توفيق ۽ حيثيت آهر حصو وٺڻ ضروري آهي. جيئن اسان سڀني کي ثواب دارين حاصل ٿئي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ هن عاجز کي خلوص نيت عطا فرمائي ۽ هن عاجزانہ پيش ڪش کي قبول فرمائي. اهل اسلام کي ڪانئس پوريءَ طرح لاڀ پرائڻ ۽ عمل ڪرڻ جي سعادت نصيب فرمائي. آمين - وصلوات الله وسلامه عليٰ سيد المرسلين وعليٰ آله واصحابه اجمعين. برحمتک ياارحم الراحمين. الحمد لله الذي هدانا لهذا وماكنا لنهتدي لولا ان هدانا الله. سبحان ربک رب العزة عما يصفون وسلام علي المرسلين والحمد لله رب العالمين.

احقر

سيد زوار حسين غفر لہ ولوالديہ

جمعو ١١ صفر سنہ ١٣٩٣ھ

مطابق ١٦ مارچ سنہ ١٩٧٣ع

مترجم [عبدالحي ابڙو]

پهرين رمضان المبارک ١٤١٠ھ

٢٨ مارچ ١٩٩٠ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله وكفيٰ وسلام عليٰ عباده الذين اصطفيٰ اما بعد:

زبدة الفقہ جو پهريون ڀاڱو يعني عمدة الفقه جو خلاصو كتاب الايمان ۽ كتاب الطهارة وارو حصو گذريل سال پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش كيو ويو هو، نهايت مقبوليت ۽ پسند كان علاوه كن ديني مدرسن فائدي مند هئڻ كري ان كي پنهنجي تعليمي نصاب ۾ شامل كري حوصلو وڌايو، اهل نظر جي قدرداني ۽ دوستن جي همت ڏيارڻ جي آدار تي عاجز زبدة الفقہ ياگي ٻئي يعني عمدة الفقہ كتاب الصلاة جي خلاصي جو كم شروع كري ڏنو جيكو پوري تيڻ كان پوءِ سهڻي نموني طباعت جي زيور سان سينگارجي پڙهندڙن جي آڏو آهي. معياري خوشخطي ۽ ڇاپائي سان گڏوگڏ زبان جي رواني، سولي عبارت ۽ دل ۾ ويهندڙ ترتيب جي خاص طرح سان پابندي كئي وئي آهي. اميد آهي تہ ڏسندڙ پسند فرمائيندا ۽ پنهنجي اثر واري حلقي ۾ ان كي پكيڙي، ڀلائي جي كم ۾ شريک ٿيندا.

الله تعاليٰ عاجز ليكک ۽ ڇاپائيندڙ كي خلوص عطا فرمائي، هن حقير پيشكش كي قبوليت جو شرف عطا فرمائي، پنهي جهانن جي سعادتمندي جو ذريعو بڻائي ۽ عاجز ۽ سڀني واسطيدارن ۽ اهل اسلام كي انهن شرعي مسئلن تي پوريءَ طرح عمل كرڻ جي توفيق ڏئي، بجاه سيد المرسلين صلوات الله وسلامه عليہ وعليٰ آله واصحابہ اجمعين برحمتک يا ارحم الراحمين -

احقر

سيد زوارحسين (غفر له ولوالديه)

جمعو ۱۳ صفر ۱۳۹۴ھ

مطابق ۸ مارچ ۱۹۷۴ع

# ڪتاب الصلاة

اسلام جو ٻيو رڪن نماز آهي: الله تعاليٰ جي عبادت ۽ بندگي جو هڪ خاص طريقو جيڪو الله تعاليٰ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي وسيلي اسان کي سيکاريو آهي ان کي نماز چئجي ٿو. عقيدو سڌارڻ کان پوءِ بدني عبادتن ۾ نماز سڀ کان افضل ۽ پهلي عبادت آهي، ۽ اها محڪم فرض ۽ اسلام جو وڏي ۾ وڏو رڪن آهي. نماز هر عاقل بالغ مسلمان مرد ۽ عورت تي، ڪٿي آزاد هجي يا ٻانهو، فرض عين آهي. ان جو انڪاري (نہ مڃيندڙ) ڪافر ۽ قتل جي لائق آهي ۽ ان جو ڇڏڻ حرام ۽ تمام وڏو گناهہ آهي. هڪ وقت جي نماز بہ ڄاڻي ٻجهي ڇڏي ڏيندڙ فاسق آهي. اها نج بدني عبادت آهي، ڪنهن حالت ۾ بہ ڪو شخص ڪنهن ٻئي جي طرفان ان کي ادا نہ ٿو ڪري سگهي ۽ زندگي ۾ نماز جي عيوض ۾ ڪجهہ مال فديي طور ادا ڪري ڇڏڻ بہ جائز نہ آهي، البت مرڻ وقت قضا ٿيل نمازن جي فديي ادا ڪرڻ لاءِ وصيت ڪرڻ گهرجي جيڪو وارث سندس ترڪي مان ادا ڪن ۽ بناوصيت جي بہ وارث ان جي پاران ڏئي ڇڏن تہ قبول ٿيڻ ۽ معافي جي اميد آهي. پنج وقتن جون نمازون فرض عين آهن (وقتن جو تفصيل اڳتي ايندو)- جڏهن ٻار ستن سالن جو ٿي وڃي ۽ اٺين سال ۾ پير رکي تہ کيس نماز سيکارڻ ۽ پڙهائڻ ان جي ولي ۽ سرپرست تي واجب آهي ۽ جڏهن ڏهن سالن جو ٿي وڃي ۽ يارهين ۾ پير رکي تہ کيس مارڪٽ ڪري نماز پڙهائڻ واجب آهي، هٿ سان ٿي پيرا وچولي نموني سان هڻجي، ڪاٺيءَ سان نہ هڻجي ۽ منهن تي بہ نہ هڻجي، سٺين نيڪ ڪمن جي ڪرڻ ۽ براين کان پاسو ڪرڻ جي عادت انهيءَ عمر کان وجهڻ گهرجي، البتہ روزو ان وقت رکرايو وڃي جڏهن ٻار کي ان جي رکڻ جي طاقت حاصل ٿي وڃي.

نماز پڙهڻ جا فائدا: نماز پڙهڻ جا گهڻائي فائدا آهن، جن مان ڪي هي آهن: (١) نمازيءَ جو بدن ۽ ڪپڙا پاڪ صاف ۽ اڇا اجرا رهن ٿا. (٢) نمازي ڪان الله تعاليٰ راضي ۽ خوش ٿيندو آهي. (٣) حضوراڪرم صلي الله عليه وسلم جن نمازي ڪان راضي ۽ خوش ٿيندا آهن. (۴) نمازي الله تعاليٰ وٽ نيڪ شمار ٿيندو آهي. (۵) نمازي گهڻن ئي گناهن ڪان محفوظ رهندو آهي. (٦) ماڻهو سندس دنيا ۾ به عزت ڪندا آهن ۽ آخرت ۾ به آرام ۽ سک ماڻيندو.

# نماز جا وقت ۽ مسئلا

نماز فرض ٿيڻ جو ظاهري سبب وقت آهي، شريعت نماز ادا ڪرڻ لاءِ پنج وقت مقرر ڪيا آهن، جيڪڏهن انهن وقتن ۾ نماز پڙهي وڃي ته ادا ٿيندي ۽ وقت ڪان اڳ پڙهي وئي ته نماز بنهه نه ٿيندي ۽ وقت گذرڻ ڪان پوءِ پڙهي وئي ته ان نماز کي ادا نه، پر قضا چئبو. پنجن فرض نمازن جا جيڪي وقت مقرر آهن، انهن جو تفصيل هي آهي:

(١) فجر (صبح) جي نماز جو وقت. سج اڀرڻ ڪان تقريبا ڏيڍ ڪلاڪ اڳ اوڀر طرف ڪان آسمان جي ڪناري تي ويڪر ۾ يعني اتر ڏکڻ ۾ هڪ اڄاڻ (روشني) ظاهر ٿيندي آهي ۽ جلدي جلدي ساڄي پاسي پکڙندي ويندي آهي ايستائين جو سموري آسمان تي پکڙجي ويندي آهي ان کي صبح صادق چوندا آهن. انهيءَ صبح صادق جي اڀرڻ ڪان فجر جي نماز جو وقت شروع ٿيندو آهي. صبح ڪاذب جو اعتبار نه آهي ۽ اها اها اڄاڻ آهي جيڪا صبح صادق ڪان اڳ اوڀر پاسي آسمان تي ڊيگهه ۾ يعني اولهه اوڀر ۾ هڪ ٿنڀي جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندي آهي جنهن جي هيٺان سمورو افق ڪارو هوندو آهي، اها اڄاڻ ڪجهه

وقت رهي ختم ٿي ويندي آهي، ان کان پوءِ صبح صادق جي روشني ظاهر ٿيندي آهي جيڪا ساڄي کاٻي پکڙندي نڪرندي آهي. فجر جي نماز جو وقت صبح صادق کان شروع ٿي سج اڀرڻ کان اڳ تائين رهندو آهي، جڏهن سج جو ٿورڙو ڪنارو به نڪري اچي ته فجر جو وقت ختم ٿي ويندو آهي.

(٢) **ظهر** (اڳين) ۽ **جمعي جي** نماز جو وقت، زوال يعني سج لڙڻ کان شروع ٿيندو آهي ۽ هر شيءِ جو پاڇو (اصلي پاڇي کان علاوه) ٻيڻي ٿيڻ کان اڳ تائين رهندو آهي. جڏهن پاڇو ٻيڻو ٿي وڃي ته ظهر جو وقت ختم ٿي ويندو آهي نيڪ ٻن پهرن جي وقت هر شيءِ جو جيترو پاڇو هجي اهو ان جو اصلي پاڇو آهي.

(٣) **عصر** (وچينءَ) جي نماز جو وقت، جڏهن هرشيءِ جو پاڇو اصلي پاڇي کان علاوه ٻه مثل (يعني ٻيڻو) ٿي وڃي ته عصر جو وقت شروع ٿي ويندوآهي ۽ سج لهڻ کان گهڙي کن اڳ تائين رهندو آهي.

(٤) **مغرب** (سانجهي) جي نماز جو وقت، جڏهن سج لهي وڃي ته مغرب جو وقت شروع ٿي ويندو آهي ۽ شفق جي لهي وڃڻ کان اڳ تائين رهندو آهي، اولهه پاسي ڏانهن جيڪا ڳاڙهاڻ ان وقت هوندي آهي ان کي شفق چئبو آهي، صاحبين وٽ شفق احمر (ڳاڙهاڻ) تائين ۽ امام ابوحنيفه رح وٽ شفق ابيض (اڇاڻ) کان اڳ تائين مغرب جو وقت رهندو آهي ۽ انهيءَ تي فتويٰ ۽ عمل آهي.

(٥) **عشاء** ۽ **وتر** جي نمازجو وقت، شفق جي لهي وڃڻ کان پوءِ عشاء جو وقت شروع ٿي ويندو آهي ۽ صبح صادق ٿيڻ کان اڳ تائين رهندو آهي وتر جي نماز جو به اهوئي وقت آهي، پر وتر عشاء جي فرض کان اڳ نه پڙهجي ڇوته انهن ۾ ترتيب رکڻ واجب آهي. پر ويسر ڀل ۾ ڪنهن پڙهيو ته جائز آهي.

**ٻنهي عيدن جي** نماز جو وقت، سج جي چڱيءَ طرح نڪري اچڻ يعني هڪ نيزو مٿي ٿيڻ ڪان پوءِ شروع ٿيندو آهي ۽ ٻن پهرن ڪان اڳ تائين رهندو آهي اها نماز جلدي پڙهڻ افضل آهي پر عيدالفطر اول وقت ڪان ڪجهه دير ڪري پڙهڻ مستحب آهي.

# نمازن جا مستحب وقت

**فجر** نماز جو مستحب وقت، جڏهن روشني ٿي وڃي ۽ ايترو وقت هجي جو مستحب قراءة سان سنت مطابق چڱيءَ طرح نماز ادا ڪري سگهجي، ۽ نماز مان فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ ايترو وقت باقي رهي جو سج ايرڻ ڪان اڳ ٻيهر سنت مطابق نماز پڙهي سگهجي تہ اهڙي وقت نماز پڙهڻ مستحب ۽ افضل آهي، اهو حڪم هر وقت لاءِ آهي، پرقربانيءَ واري ڏينهن حج ڪرڻ وارن لاءِ مزدلفہ ۾ فجر جي نماز اول وقت ۾ پڙهڻ افضل آهي. عورتن لاءِ هميشہ فجر جي نماز اول وقت ۾ پڙهڻ مستحب آهي ۽ ٻين نمازن ۾ ڪين مردن جي جماعت جو انتظار ڪرڻ ڪپي ۽ جماعت ٿي وڃڻ ڪان پوءِ نماز پڙهڻ ڪپي.

**ظهر** (ٻپهريءَ) جي نماز جو مستحب وقت، اونهاري جي موسم ۾ ايترو دير ڪري پڙهڻ جو گرميءَ جي تيزي گهٽجي وڃي، مستحب آهي، ۽ سياري ۾ اول وقت ۾ پڙهڻ افضل آهي پر ان ڳالهہ جو خيال رکڻ گهرجي تہ ظهر جي نماز هر حال ۾ هڪ مثل پاڇي ۾ پڙهي وڃي. جمعي جي نماز هميشہ اول وقت ۾ پڙهڻ مستحب آهي. جمهور جو اهو قول آهي ۽ انهيءَ تي فتويٰ آهي، ڇوتہ ان ۾ ميڙ گهڻو هوندو آهي ۽ ماڻهو اڳ ۾ ئي آيل هوندا آهن ان ڪري دير ڪرڻ سان ڪين تڪليف ٿيندي.

**عصر** (وڇينءَ) جي نماز جو مستحب وقت، سيارو هجي ڪٽي

اونهارو، هر موسم ۾ عصر جي نماز دير سان پڙهڻ مستحب آهي، مگر ايتري دير نہ ڪجي جو وقت مڪروهہ ٿي وڃي.

**مغرب** (سانجهيءَ) نماز جو مستحب وقت. مينهن ۽ جهڙ واري ڏينهن کان سواءِ هميشہ مغرب جي نماز جلدي يعني اول وقت ۾ پڙهڻ مستحب آهي.

**عشاء** (سومهڻيءَ) جي نمازجو مستحب وقت. رات جي هڪ ٽهائي تائين مستحب وقت آهي، ان کان پوءِ اڌرات تائين دير ڪرڻ مباح آهي، ان کان پوءِ مڪروه وقت آهي. وتر جي نماز کي پڇاڙيءَ رات تائين پوئتي ڪرڻ ان شخص لاءِ مستحب آهي جنهن کي پنهنجي سجاڳيءَ جو پڪو يقين هجي ان ڪري اهڙي شخص لاءِ تهجد نماز کان پوءِ صبح صادق کان پهريائين وتر نماز پڙهڻ مستحب آهي، پر جيڪڏهن سجاڳ ٿيڻ جو پورو ويساهہ نہ هجيس تہ ان لاءِ عشاء کان فورا پوءِ وتر پڙهڻ افضل آهي ۽ مستحب آهي، ڪيس عشاء نماز کان پوءِ سمهڻ کان اڳ وتر پڙهي ڇڏڻ گهرجي. جهڙ ۽ برسات واري ڏينهن هميشہ فجر، ظهر ۽ مغرب جون نمازون ڪجهہ دير ڪري پڙهڻ بهتر ۽ مستحب آهي جيئن چڱيءَ طرح وقت ٿي وڃي ۽ شڪ نہ رهي، پر عصر ۽ عشاء جون نمازون مستحب وقت کان پهريان ادا ڪرڻ مستحب آهي.

**فائدو:** ٻہ فرض نمازون ڪنهن عذر خاطر هڪ وقت ۾ گڏائي نہ پڙهجن، نہ سفر ۾ ۽ نہ حضر ۾ ۽ نہ بيماري جي حالت ۾- پر عرفات ۽ مزدلفہ ان حڪم کان الڳ آهن، عرفات ۾ جيڪڏهن ظهر ۽ عصر جي نمازن کي گڏائي پڙهڻ جا شرط موجود هجن تہ اهي ٻئي نمازون ظهر جي وقت ۾ پڙهجن ۽ مزدلفہ ۾ مغرب ۽ عشاء جون نمازون عشاء جي وقت ۾ پڙهيون وڃن (ان جو تفصيل انشاءالله حج جي بيان ۾ ايندو).

## اهي وقت جن ۾ نماز جائز نہ آهي ۽ جن ۾ مکروهہ آهي

نماز جا مکروه وقت ٻن قسمن جا آهن، پهرين قسم ۾ ٽي وقت آهن:

(١) سج اڀرڻ وقت، يعني سج جي ڪناري ظاهر ٿيڻ کان سج جي اندازي طور هڪ نيزي جيترو مٿي ٿيڻ تائين (تقريبا ويهہ منٽ).

(٢) استواء، يعني ٺيڪ ٻن پهرن جو وقت جيڪو شرعي نصف النهار کان سج لڙڻ تائين آهي. فجر ٿيڻ کان سج لهڻ تائين روزانو جيڪو وقت آهي ان جي پهرين اڌ جي پڄاڻي تي شرعي نصف النهار شروع ٿيندو آهي، ان کي ضحوه ڪبريٰ بہ ڪوٺيو ويجي ٿو.

(٣) سج لهڻ وقت، يعني جڏهن اس ڪمزور ۽ پيلي ٿي وڃي ۽ سج تي نظر ڄمڻ لڳي تہ ان وقت کان سج لهڻ تائين وارو وقت (تقريبا ويهہ منٽ)- انهن ٽن وقتن ۾ ڪابہ نماز ادا هجي ڪٽي قضا، جائز نہ آهي ۽ شروع ڪرڻ سان شروع نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن اڳ ۾ شروع ڪيل نماز جي ختم ٿيڻ کان اڳ انهن ٽن وقتن مان ڪو وقت داخل ٿي وڃي تہ اها نماز باطل ٿي ويندي آهي، پرسجده تلاوت ۽ هيٺيون پنج نمازون شروع ٿي وينديون آهن:

١- ان جنازي جي نماز جيڪو انهن ٽنْ وقتن مان ڪنهن وقت ۾ تيار ٿيو هجي بناڪراهت جي جائز بلڪہ افضل آهي ۽ دير ڪرڻ مکروهہ آهي.

٢- جيڪا سجدي واري آيت انهن ٽن وقتن مان ڪنهن وقت ۾ تلاوت ڪئي وئي هجي، ان جو سجده تلاوت ان وقت جائز آهي پر مکروهہ تنزيهي آهي ۽ مکروهہ وقت جي ختم ٿيڻ تائين دير ڪرڻ افضل آهي.

٣- انهيءَ ڏينهن جي عصر جي نماز جيتوڻيڪ ايترو دير سان پڙهڻ مڪروهہ تحريمي آهي پر جيڪڏهن وقت ايترو تنگ ٿي ويو ۽ ڪنهن اجا تائين عصر جي نماز نہ پڙهي هجي تہ ان وقت ضرور پڙهي وٺي، ۽ جيڪڏهن وقتي عصر جي نماز سج لهڻ کان پهريائين شروع ڪري ڏنائين تہ ان جو پڄڻ جائز نہ آهي ڪٿي سج لهي رهيو هجي. اهو فرض ادا ٿي ويندو.

٤- نفل نماز، توڙي سنت مؤڪده هجي يا غيرمؤڪده، مڪروه تحريمي سان شروع ٿيندي پر ان کي پڄي صحيح وقت ۾ ادا ڪرڻ واجب آهي.

٥- نذر مقيد جي نماز، يعني اها نماز جنهن کي انهن ٽن وقتن مان ڪنهن وقت ۾ ادا ڪرڻ جي باس ڪئي وئي هجي.

٦- اها سنت ۽ نفل نماز جيڪا انهن ٽن وقتن مان ڪنهن وقت ۾ شروع ڪري پڄي ڇڏي وئي هجي. اهي ٻئي يعني نمبر ٥ ۽ ٦ واريون نمازون بہ انهن وقتن ۾ مڪروه تحريمي سان شروع ٿي ويندون ۽ انهن کي پڄي صحيح وقت ۾ ادا ڪرڻ واجب آهي. مطلب تہ انهن ٽن وقتن ۾ هر قسم جي نماز ۽ سجدي ادا ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي، سواءِ ان ڏينهن جي عصر ۽ ان جنازي جي نماز جي جيڪو ان وقت آندو ويو هجي.

ٻيو قسم، اهي وقت آهن جن ۾ رڳو نفل ۽ٿي واٽي پڙهڻ ۽ واجب لغيره نماز ادا ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، تنهن ڪري فجر جي سنت کان سواءِ هر قسم جون سنتون ۽ نفل ڪٿي تحية المسجد ۽ تحية الوضوء هجي، ۽ نذر مقيد جي نماز هجي يا مطلق جي، طواف جون ٻہ رڪعتون هجن يا سجده سهو جيڪو انهن نمازن ۾ واجب ٿئي جن جو انهن وقتن ۾ ادا ڪرڻ مڪروهہ آهي، ۽ جنهن نفل نماز يا واجب لغيره

ڪي مستحب يا مڪروهہ وقت ۾ شروع ڪري پڇي ڇڏيو ويو هجي، ڪٿي اها صبح جي سنت هجي، انهن سڀني جو انهن وقتن ۾ ادا ڪرڻ مڪروهہ تحريمي آهي ۽ انهن کي پڇي ٻئي غيرمڪروهہ وقت ۾ ادا ڪرڻ واجب آهي. انهن کان سواءِ باقي سڀ نمازون يعني پنجگانہ فرض نمازون، نماز واجب لعينه يعني وتر نماز، جنازه نماز، سجده تلاوت ادا ۽ قضا هر طرح بناڪراهت جي جائز آهن، اهي وقت هي آهن:

١- طلوع فجر، يعني صبح صادق کان فجر نماز ادا ڪرڻ کان اڳ وارو وقت، ان ۾ صبح جي ٻن رڪعتن سنت مؤڪده کان سواءِ هر قسم جي نفل نماز ۽ واجب لغيره قصدا ادا ڪرڻ مڪروهہ تحريمي آهي.

٢- فجر جي فرضن کان پوءِ سج اڀرڻ کان گهڙي کن اڳ تائين وارو وقت.

٣- عصر جي فرض نماز کان پوءِ وني سج جي رنگ مٽجڻ کان گهڙي کن اڳ تائين وارو وقت.

٤- سج لهڻ کان پوءِ مغرب جي فرض نماز شروع ٿيڻ کان اڳ وارو وقت، جيئن مغرب جي نماز ۾ دير نہ ٿئي، ٿورڙي دير يعني ٻن رڪعتن کان گهٽ وچوني مڪروهہ ناهي ۽ ٻن رڪعتن جي اندازي جيتري يا ان کان وڌيڪ (پر تارن جي ڳتجڻ کان اڳ تائين) دير ڪرڻ مڪروهہ تنزيهي آهي ۽ ان کان پوءِ يعني تارن جي ڳتجڻ (گهڻو ظاهر ٿيڻ) تائين دير ڪرڻ مڪروهہ تحريمي آهي.

٥- جڏهن جمعي جي ڏينهن امام خطبي لاءِ حجري کان نڪري يا پنهنجي هنڌ تان منبر تي چڙهڻ لاءِ اٿي ان وقت کان جمعي جي فرض جي ختم ٿيڻ تائين- يعني جڏهن امام خطبي لاءِ اٿي ان وقت کان وني نيڪ خطبي جي وقت (ڪٿي پهريون خطبو هجي يا ٻيو يا انهن

جو وچون وقفو هجي) ۽ جمعي نماز جي فرض شروع ٿيڻ کان ختم ٿيڻ تائين واري وقت دوران جمعي جون سنتون پڙهڻ بہ مڪروهہ تحريمي آهي، البت جيڪڏهن سنتون امام جي اٿڻ کان اڳ شروع ڪيون ويون هجن تہ اهي چار رڪعتون پوريون ڪجن، اهوئي صحيح آهي، جمعي کان علاوه هر خطبي جو بہ اهوئي حڪم آهي.

٦- جڏهن فرض نماز لاءِ تڪبير (اقامت) ٿي وڃي، پر صبح جي ٻن رڪعتن سنت لاءِ هي حڪم آهي تہ جيڪڏهن جماعت فوت ٿيڻ جو ڊپ نہ هجي توڙي آخري قعده ۾ شريڪ ٿي وڃي تہ فجر جي سنت پڙهڻ جائز آهي پر جماعت جي صف کان پري ٿي پڙهجي، ۽ جيڪڏهن جماعت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ هجي ۽ امام جي سلام کان پهريائين جماعت ۾ شامل ٿيڻ ممڪن نہ هجي تہ انهن سنتن کي ڇڏي جماعت ۾ شامل ٿيڻ کپي.

٧- جيڪڏهن ڪنهن نماز جو وقت تنگ ٿي وڃي تہ ان وقت جي فرض کان سواءِ ٻيون سڀ نمازون مڪروهہ تحريمي آهن، وقت جي تنگي مان مراد مستحب وقت جي تنگي آهي.

٨- عيدن جي نماز کان اڳ گهر، مسجد يا عيدگاه ۾ نفل نماز پڙهڻ مڪروهہ آهي ۽ عيد جي نماز کان پوءِ مسجد ۽ عيدگاه ۾ نفل پڙهڻ مڪروه آهي، گهر ۾ پڙهڻ مڪروه ناهي، اهوئي معتبر قول آهي.

٩- عرفات ۾ جيڪڏهن شرطن جي موجودگيءَ سان ظهر ۽ عصر ٻئي نمازون گڏائي پڙهيون وڃن تہ انهن جي فرضن جي وچ ۾ نفل ۽ سنت پڙهڻ مڪروهہ تحريمي آهي ۽ بعد ۾ بہ مڪروه آهي جوتہ عصر نماز کان پوءِ نفل مڪروه آهن، ساڳيءَ ريت جيڪڏهن مزدلفہ ۾ مغرب ۽ عشاء جون نمازون گڏائي پڙهيون وڃن تہ انهن جي وچ ۾ بہ

نفل ۽ سنت نماز مڪروهه تحريمي آهي پر اتي بعد ۾ مڪروهه ناهي، ان ڪري مزدلفه ۾ مغرب ۽ عشاء جون سنتون ۽ وتر عشاء جي فرض کان پوءِ پڙهڻ گهرجي.

١٠- پيشاب يا پاخاني جي حاجت وقت يا ريح جي دٻاءَ کي جهلي ڪا نماز پڙهڻ ڪٿي فرض هجي يا نفل، مڪروهه تحريمي آهي. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن کاڌو موجود هجي ۽ نفس جو ان ڏي لاڙو هجي ته ان وقت نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، اهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڪو ٻيو سبب هجي جنهن جي ڪري نماز جي رڪنن کان توجه هٽي وڃي ۽ خشوع ۾ خلل پوي ۽ نمازي ان کي ختم ڪري سگهندو هجي ته ان کي ختم ڪرڻ بنان نماز پڙهڻ مڪروهه تحريمي آهي، پرجيڪڏهن وقت ختم ٿي رهيو هجي ته نماز پڙهي ڇڏي ۽ ڪنهن ٻئي وقت ٻيهر پڙهي.

١١- ٻه وقت اهڙا آهن جن ۾ رڳو وقتي نماز جو ادا ڪرڻ مڪروهه تحريمي آهي، **پهريون:** مغرب جي فرض نماز ۾ بناعذر جي تارن جي چڱيءَ طرح ظاهر ٿيڻ تائين دير ڪرڻ. **ٻيون:** عشاء جي فرض نماز بناعذر جي اڌرات کان پوءِ پڙهڻ مڪروهه تحريمي آهي.

# اذان ۽ اقامت جو بيان

جيئن تہ وقت نماز لاءِ ظاهري سبب آهي ۽ اذان وقت جي شروع ٿيڻ جو اعلان آهي، ان ڪري نماز جي وقتن کان پوءِ اذان ۽ اقامت جو بيان ڪجي ٿو.

اذان: لغت ۾ اذان جي معنيٰ خبر ڏيڻ آهي، ۽ شريعت جي اصطلاح موجب خاص نمازن لاءِ خاص لفظن سان خاص طريقي تي نماز جي خبر ڏيڻ کي اذان چئجي ٿو.

اذان جا ٻول: اذان جا هي پندرهن ٻول آهن:

الله اكبر الله اكبر، الله اكبر الله اكبر، اشهد ان لا اله الا الله، اشهد ان لا اله الا الله، اشهد ان محمدا رسول الله، اشهد ان محمدا رسول الله، حي علي الصلاة، حي علي الصلاة، حي علي الفلاح، حي علي الفلاح، الله اكبر الله اكبر، لا الــه الا الله- صبح جي اذان ۾ ٻہ جملا وڌيڪ آهن، يعني حي علي الفلاح کان پوءِ الصلاة خير من النوم ٻہ دفعا چوي. اهڙيءَ طرح ان ۾ سترهن ٻول ٿي ويندا.

تڪبير (اقامت): جڏهن نماز لاءِ بيهڻ لڳبو آهي تہ نماز شروع ٿيڻ کان اڳ هڪ شخص تڪبير (اقامت) چوندو آهي، جيڪو شخص اذان چوندو آهي ان کي مُؤذِن چوندا آهن ۽ جيڪو شخص تڪبير (اقامت چوندو) آهي ان کي مُڪَبِّر چوندا آهن.

تڪبير (اقامت) جا ٻول: تڪبير (اقامت) جا سترهن ٻول آهن، يعني فجر جي اذان کان سواءِ باقي اذانن ۾ جيڪي پندرهن ٻول آهن اهي ئي تڪبير (اقامت) ۾ بہ چيا ويندا آهن پر حي علي الفلاح کان پوءِ ٻہ ٻول وڌائي چئبا آهن يعني قد قامت الصلاة ٻہ ڀيرا چوڻ گهرجي.

## اذان ۽ اقامت چوڻ جو سنت طريقو:

اذان ڏيندڙ شخص ٻنهي ناپاڪائين کان پاڪ ٿي مسجد کان الڳ ڪنهن مٿانهين جڳهه تي قبلي ڏانهن منهن ڪري بيهي، ۽ پنهنجي ٻنهي ڪنن جي سوراخن ڪي شهادت جي آڱرين سان بند ڪري پنهنجي طاقت آهر بلند آواز سان اذان ڏئي پر ايتري قدر نه جو ڪيس تڪليف ٿئي، پهرين آواز ۾ ٻه ڀيرا الله اڪبر چوي پوءِ ٻئي آواز ۾ به ٻه دفعا الله اڪبر چوي يعني ٻن آوازن ۾ چار ڀيرا الله اڪبر چوي، پوءِ اشهد ان لا اله الا الله ٻه ڀيرا ٻن آوازن ۾، پوءِ اشهد ان محمدا رسول الله ٻه ڀيرا ٻن آوازن ۾ چوي، پوءِ حي علي الصلاة ٻه ڀيرا ٻن آوازن ۾ چوي ۽ هر ڀيري ساڄي پاسي منهن ڦيرائي، پوءِ حي علي الفلاح ٻه ڀيرا ٻن آوازن ۾ چوي ۽ هر ڀيري ڪاٻي طرف منهن ڦيرائي، ساڄي يا ڪاٻي طرف منهن ڦيرائڻ ۾ سينو ۽ پير قبلي کان نه ڦرڻ ڪپن، پوءِ الله اڪبر ٻه ڀيرا هڪ آواز ۾ چوي، پوءِ لا الــه الا الله هڪ ڀيرو چوي، فجر جي اذان ۾ حي علي الفلاح کان پوءِ الصلاة خير من النوم ٻه ڀيرا چوي ۽ ان ۾ منهن نه ڦيرائي.

اقامت جو سنت طريقو به اهوئي آهي جيڪو اذان جو آهي پر ڪن ڳالهين ۾ فرق آهي:

(١) اذان مسجد کان ٻاهر بلند جڳهه تي چئي ويندي آهي ۽ تڪبير (اقامت) مسجد جي اندر زمين جي عام سطح تي، جيتوڻيڪ اُچي جڳهه تي به جائز آهي. (٢) اذان بلند آواز سان چئي ويندي آهي ۽ اقامت جهڪي آواز سان. (٣) اذان آهستي آهستي چئي ويندي آهي ۽ اقامت تيز تيز- (٤) اقامت ۾ حي علي الفلاح کان پوءِ قد قامت الصلاة ٻه ڀيرا وڌيڪ آهي ۽ فجر جي اذان ۾ جيڪو الصلاة خير من النوم وارو

جملو چيو ويندو آهي اهو اقامت ۾ نہ چئبو آهي. (۵) اقامت چوڻ وقت ڪنن جا سوراخ بند نہ ڪيا ويندا آهن. (٦) اقامت ۾ حي علي الصلاة ۽ حي علي الفلاح چوڻ وقت ساڄي کاٻي طرف منهن نہ ڦيرايو ويندو آهي، جيتوڻيڪ ڪن وٽ اهو بہ اذان وانگر مستحب آهي.

## اذان ۽ اقامت جي صحيح ۽ مڪمل ٿيڻ جا شرط:

(١) اذان ۽ اقامت جو عربي زبان ۾ خاص انهن لفظن ۾ هجڻ جيڪي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کان نقل ٿيل آهن : ڪنهن ٻي زبان ۾ يا حديث ۾ آيل لفظن کان سواءِ ٻين لفظن سان اذان ۽ اقامت صحيح نہ ٿيندي، ان صورت ۾ ٻيهر مسنون لفظن ۾ چئي وڃي.

(٢) فرض ادا نماز جي اذان لاءِ ان نماز جو وقت هئڻ؛ وقت کان پهريائين اذان ڏني وئي تہ صحيح نہ ٿيندي، وقت ٿيڻ تي ٻيهر چوڻ گهرجي.

(٣) مؤذن جو مسلمان هئڻ؛ ڪافر جي اذان صحيح نہ آهي. ان ڪري ٻيهر ڏيڻ گهرجي.

(۴) مؤذن جو مرد هجڻ؛ عورت جي اذان صحيح نہ آهي، ٻيهر ڏيڻ گهرجي.

(۵) مؤذن جو عقلمند هئڻ؛ جيڪڏهن ٻي سمجهہ ٻار، چري يا مست بانگ ڏني تہ ٻيهر ڏيڻ گهرجي.

## اذان ۽ اقامت جون سنتون، مستحب ۽ مڪروه ڳالهيون:

(١) اذان ۽ اقامت ٻئي بلند آواز سان چئجن، پر اقامت اذان جي ڀيٽ ۾ جهڪي آواز سان چئجي، جيڪڏهن ڪو رڳو پنهنجي نماز لاءِ اذان چئي تہ آواز جهڪو يا بلند رکڻ بابت ڪيس اختيار آهي، پر وڌيڪ

ثواب بلند آواز ۾ آهي، مسجد کان ٻاهر مٿاهين جڳھ تي اذان ڏجي، مسجد ۾ ڏيڻ مڪروه تنزيهي آهي، پر ضرورت خاطر ڪنهن ڪنڊ ۾ جائز آهي. جمعي جي ٻي اذان مسجد جي اندر منبر جي سامهون چوڻ مڪروه ناهي بلڪ سيني مسلمانن جو اهوئي معمول آهي. مؤذن لاءِ طاقت کان وڌيڪ آواز اونچو ڪرڻ مڪروه آهي، اقامت زمين تي يعني عام مٿاڇري تي ۽ مسجد ۾ چئي وڃي، بلند جڳھ تي به جائز آهي، اقامت لاءِ آواز ڪي گهڻو بلند نہ ڪجي بلڪ ايترو بلند هجي جو مسجد جي نمازين کي جماعت ٿيڻ جي خبر پئجي سگهي، اذان جو ساڄي يا کاٻي پاسي هجڻ ضروري نہ آهي، پر ساڄي يا کاٻي جنهن پاسي آبادي وڌيڪ هجي ان پاسي ڏانهن اذان ڏيڻ وڌيڪ مناسب آهي، اقامت بہ ساڄي يا کاٻي هر طرف چوڻ بنا ڪراهت جي صحيح آهي، جيڪڏهن اڪيلو نمازي پنهنجي لاءِ اذان ڏئي يا ٻيا جماعتي موجود هجن تہ اذان بلند جڳھ تي ڏيڻ سنت نہ آهي.

(٢) جيڪڏهن اذان ڏيڻ جو منارو ڪشادو هجي ۽ هڪ هنڌ بيهي اذان چوڻ ۾ ماڻهن کي چڱيءَ طرح ڄاڻ نہ ٿي سگهي تہ بهتر هي آهي تہ حي علي الصلاة ۽ حي علي الفلاح چوڻ وقت ساڄي ۽ کاٻي پاسي اهڙي ريت گهمي جو منهن ۽ سينو قبلي کان نہ ڦري ۽ ساڄي پاسي واري طاق کان مٿو ڪڍي حي علي الصلاة ۽ کاٻي پاسي واري طاق کان مٿو ڪڍي حي علي الفلاح چوي، ان صورت کان سواءِ اذان جي وچ ۾ گهمڻ مڪروهہ آهي.

(٣) اذان جا لفظ جهلي جهلي ادا ڪجن ۽ اقامت جلدي جلدي بنا رڪجڻ جي چئجي، اهوئي مستحب طريقو آهي. اذان اقامت وانگر ۽ اقامت اذان وانگر چوڻ جائز نہ آهي پر مڪروهہ آهي، اهڙي اذان ٻيهر چوڻ مستحب آهي پر اهڙي اقامت جو دهرائڻ مستحب نہ آهي، جهلي

جهلي يا هوريان هوريان چوڻ جو مطلب هي آهي تہ هر ٻن جملن جي وچ ۾ ڪجهہ بيهڻ گهرجي ۽ ان جو اندازو هي آهي تہ اذان جو جواب ڏيندڙ جواب ڏئي سگهي، بنابيهڻ جو مطلب ملائڻ ۽ جلدي ڪرڻ آهي، الله اڪبر ٻہ ڀيرا چوڻ ڪان پوءِ بيهجي، هر الله اڪبر تي نہ بيهجي، يعني الله اڪبر الله اڪبر گڏائي، پوءِ ٿوري جهٽ بيهي ٻيهر الله اڪبر الله اڪبر گڏائي چئجي ۽ بيهي، چوتہ سڪتہ (بيهڻ) جي لحاظ ڪان الله اڪبر ٻہ ڀيرا گڏجي هڪ ڪلمون آهي، پوءِ هر ڪلمي تي بيهندو وجي. اذان ۽ اقامت ۾ هر ڪلمي تي وقف جو سڪون ڏيندو رهي يعني ٻئي ڪلمي سان زبر زير پيش ڏئي نہ ملائي، پر اذان ۾ اصطلاحي وقف ڪري يعني ساهي پٽي ۽ اقامت ۾ سڪون (زبر زير پيش نہ ڏيڻ) جي نيت ڪري چوتہ اقامت ۾ بيهڻو نہ آهي. اذان ۾ هرٻئي ڀيري واري الله اڪبر يعني ٻئي، چوٿين ۽ ڇهين الله اڪبر جي "ر" کي جزم ڏجي ۽ حرڪت نہ ڏجي، ان کي پيش سان پڙهڻ غلط آهي ۽ هر پهرين الله اڪبر يعني پهرين، ٽئين ۽ پنجين جي "ر" ۽ تڪبير (اقامت) ۾ هر الله اڪبر جي "ر" کي بہ جزم ڏجي ۽ جيڪڏهن ملائجي تہ وقف جي نيت سان "ر" جي زبر سان ملائڻ سنت آهي، پيش سان ملائڻ سنت جي خلاف آهي، الله اڪبر جي لفظ الله جي الف (همزه) کي معنيٰ جي ڄاڻ هوندي ۽ ڄاڻي واڻي مد ڏيڻ سان ڪفر لازم اچي ٿو، پر بناقصد ۽ ارادي جي چوڻ ڪفر تہ نہ آهي پر وڏي غلطي آهي، ۽ اڪبر جي ب کي مد ڏيڻ بہ وڏي غلطي آهي.

(۴) اذان ۽ اقامت جي ڪلمن ۾ سنت طريقي مطابق ترتيب رکجي، ترتيب مٽجي وڃي يا ڪو ڪلمون وسري وڃي تہ ترتيب صحيح ڪري يا رهيل ڪلمون چئي ان ڪان اڳتي وارا ڪلما ٻيهر چئجن، جيڪڏهن ترتيب کي صحيح نہ ڪيو ويو تہ بہ اذان ٿي ويندي.

(٥) سواري تي نہ هئڻ جي صورت ۾ اذان ۽ اقامت ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪجي ائين نہ ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي ۽ ورجائي چوڻ مستحب آهي. سوار لاءِ سفر ۾ پنهنجي لاءِ اذان ۽ اقامت سواري تي چوڻ صحيح آهي. پر اقامت لاءِ ڪيس هيٺ لهڻ کپي. جيڪڏهن هيٺ نہ لٿو تہ بہ جائز آهي. سواري تي قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري نہ آهي. پر جماعت لاءِ سوار تي اذان نہ چوي. حضر ۾ سواري تي اذان چوڻ مڪروهہ آهي پر دهرائڻ نہ کپي. امام ابويوسف رح وٽ جائز آهي.

(٦) اذان ۾ حي علي الصلاة چوڻ وقت پنهنجو منهن ساڄي پاسي ۽ حي علي الفلاح چوڻ وقت کاٻي پاسي ڦيرائجي. سينو ۽ پير قبلي کان نہ هٽڻ کپن. اڪيلو نمازي پاڻ لاءِ اذان چوي تہ بہ اهوئي حڪم آهي. نماز کان سواءِ ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ جهڙوڪ ٻار جي پيدا ٿيڻ وقت سندس ڪن ۾ اذان ڏجي تہ ان ۾ بہ انهن ٻنهي موقعن تي منهن ڦيرائجي. اقامت ۾ منهن نہ ڦيرائجي. ڪن وٽ اقامت ۾ بہ ڦيرائڻ گهرجي.

(٧) تلحين يعني اهڙو ڳائڻ جنهن سان لفظن ۾ ڦيرڦار اچي وڃي مڪروه آهي پر اهڙي سريلي آواز سان اذان ڏيڻ يا قرآن پڙهڻ جنهن سان لفظن ۾ ڦيرڦار نہ ٿئي بهتر ۽ چڱو آهي. آواز کي سريلي ڪرڻ سان هميشہ لفظن ۾ ڦيرڦار اچڻ ضروري ناهي.

(٨) صبح جي اذان ۾ حي علي الفلاح کان پوءِ ٻہ ڀيرا الصلاة خير من النوم چوڻ مستحب آهي.

(٩) اذان ڏيڻ وقت پنهنجون ٻئي شهادت آڱريون ٻنهي ڪنن جي سوراخن ۾ رکڻ مستحب آهي. ٻئي هٿ ڪنن تي رکڻ بہ صحيح آهي پر آڱرين کي ڪنن جي اندر رکڻ وڌيڪ بهتر آهي. اقامت ۾ ائين نہ ڪجي بلڪہ هٿ عام حالت وانگر ڇڏيل هئڻ کپن.

(١٠) "تثويب" متاخر فقيهن وٽ مغرب کان سواءِ هر نماز لاءِ بهتر آهي، تثويب مان مراد هي آهي تہ مؤذن اذان ۽ اقامت جي وچ ۾ ٻيهر اعلان ڪري، هر شهر جي تثويب اتان جي رواج مطابق ٿيندي آهي جنهن سان ماڻهو سمجهي وڃن تہ جماعت تيار آهي. جهڙوڪ الصلاة الصّلاة چوڻ يا قامت قامت چوڻ، يا الصلاة رحمكم الله چوڻ يا ان مفهوم ۽ معنيٰ جا لفظ پنهنجي ٻولي ۾ چوڻ جهڙوڪ اردو سنڌي ۾ "جماعتْ تيار آهي" وغيره چئجي، بهتر اهو آهي تہ اذان ۽ اقامت جو ڪو لفظ تثويب ۾ استعمال نہ ڪيو وڃي، انهن کان علاوه ٻيا لفظ هئڻ گهرجن.

(١١) اذان ۽ اقامت جي وچ ۾ اهڙين ٻن يا چئن رڪعتن جيتري وڇوٽي رکڻ مستحب آهي جن جي هر رڪعت ۾ ڏهہ آيتون پڙهي سگهجن يعني ايتري جهڙ بيهي اقامت چئجي تہ جيڪي ماڻهو کائڻ پيئڻ ۾ مشغول هجن يا پيشاب پائخانو ڪري رهيا هجن سي فارغ ٿي نماز ۾ شريڪ ٿي سگهن ۽ مستحب وقت جو خيال ڪندي هميشہ ايندڙ نمازين جو انتظار ڪجي. اذان ۽ اقامت جو ملائڻ يعني انهن ۾ وڇوٽي نہ ڪرڻ فقيهن جي اتفاق سان مڪروهہ آهي. مغرب جي اذان ۽ اقامت ۾ بہ وڇوٽي رکڻ ضروري آهي، ان جو اندازو امام ابوحنيفہ رح وٽ جيتري دير ۾ ٽي ننڍيون يا هڪ وڏي آيت پڙهي سگهجي اوتري جهڙ خاموشي سان بيهڻ مستحب آهي پوءِ اقامت چئجي ۽ صاحبين رح وٽ ٻنهي خطبن جي وچ ۾ ويهڻ جي اندازي جيترو ويهڻ گهرجي ۽ اهو اختلاف رڳو ايتري ڳالهہ ۾ آهي تہ بيهڻ افضل آهي يا ويهڻ. امام ابوحنيفہ رح وٽ بيٺو رهڻ افضل آهي ۽ ويهڻ جائز آهي، پر صاحبين رح وٽ ويهڻ افضل ۽ بيٺو رهڻ جائز آهي.

(١٢) اذان ۽ اقامت جي وچ ۾ دعا گهرڻ مستحب آهي.

(١٣) اذان جو مستحب وقت اهوئي آهي جنهن ۾ مناسب وقفي کان پوءِ جماعت مستحب وقت ۾ ادا ٿي سگهي، ۽ اذان مستحب وقت جي شروع ۾ ۽ اقامت وچين وقت ۾ چئجي.

(١۴) بيهي اذان چوڻ مستحب آهي ۽ ويهي چوڻ مڪروهه آهي ان ڪي ٻيهر چوڻ گهرجي. منفرد (اڪيلو نمازي) پاڻ لاءِ ويهي اذان چوي ته جائز آهي ۽ ورجائڻ جي ضرورت نه آهي.

(١۵) اذان ۽ اقامت لاءِ نيت شرط ناهي، پر بنانيت جي ثواب نه ٿو ملي، نيت هي آهي ته دل ۾ هي ارادو ڪري: ”مان هي اذان الله تعاليٰ جي راضپي ۽ ثواب لاءِ چوان ٿو، ٻيو ڪو مقصد ناهي.“

(١٦) اذان ۽ اقامت جي حالت ۾ ڪا ٻي ڳالهه ٻولهه نه ڪرڻ، ڪٿي سلام يا سلام جو جواب يا ڇنڇ جو جواب ئي ڇونه هجي، نه ان وقت جواب ڏجي نه فارغ ٿيڻ کان پوءِ، جيڪڏهن اذان جي وچ ۾ گهٽي ڳالهه ٻولهه ڪيائين ته اذان ٻيهر چئجي، ۽ ٿورڙي ڳالهه ٻولهه جي صورت ۾ دهرائڻ نه گهرجي، اقامت ڪنهن به حالت ۾ نه دهرائجي.

(١٧) مؤذن لاءِ اذان جي حالت ۾ گهمڻ ڦرڻ مڪروهه آهي، جيڪڏهن ڪنهن گهمندي ڦرندي اذان ڏني ته اهڙي اذان دهرائڻ گهرجي.

## مؤذن سان واسطو رکندڙ سنتون، مستحب ۽ مڪروه ڳالهيون

(١) مؤذن کي عقلمند هئڻ گهرجي، چري، مست ملنگ ۽ بي سمجهه ٻار جي اذان ۽ تڪبير مڪروه آهي. اهڙي اذان دهرائڻ گهرجي، اقامت نه دهرائجي، جيتوڻيڪ سمجهدار ڇوڪري (ڪٿي بلوغت جي ويجهو نه به هجي) جي اذان بناڪراهت جي صحيح آهي پر بالغ جي اذان افضل آهي، جيڪڏهن ڪو نشي جي حالت ۾ اذان ڏئي ته ڪٿي اهو نشو

مباح هجي تڏهن بہ مڪروهہ آهي ۽ ان جو دهرائڻ مستحب آهي.

(٢) اذان ڏيندڙ مرد هجي، عورت ۽ ڪڌڙي جي اذان مڪروهہ تحريمي آهي، ان ڪي دهرائڻ گهرجي نہ تہ اذان ڇڏڻ جو گناهہ ٿيندو.

(٣) مؤذن صالح ۽ متقي هجڻ ڪپي، فاسق جي اذان مڪروهہ آهي ڪٿي اهو عالم هجي پر اهڙي اذان نہ دهرائجي، جيڪڏهن ان فاسق عالم ڪان سواءِ ڪو ٻيو متقي عالم نہ هجي تہ امامت ۽ اذان لاءِ فاسق عالم جاهل پرهيزگار ڪان بهتر آهي.

(۴) اذان ۽ اقامت جي سنت طريقي ۽ ضروري مسئلن جي ڪيس ڄاڻ هجي، ۽ قبلي ۽ نماز جي وقتن جي سڃاڻ بہ رکندو هجي، تڏهن اهو اذان ڏيڻ جي ثواب جو حقدار ٿيندو.

(۵) وڏي ۽ ننڍي ناپاڪائيءَ ڪان پاڪ هجڻ، احتلام واري جي اذان مڪروه تحريمي آهي، ان ڪري اهڙي اذان دهرائجي پر اقامت نہ دهرائجي ڇوتہ اقامت جي دهرائڻ جو حڪم شريعت ۾ نہ آيو آهي ۽ اهڙي اذان جو دهرائڻ ڪن وٽ واجب آهي ۽ ڪن وٽ مستحب ۽ اهوئي صحيح آهي، بي وضو شخص جي آذان مڪروهہ نہ آهي، پر اهڙي عادت وجهڻ صحيح نہ آهي، بي وضو جي تڪبير (اقامت) مڪروهہ آهي پر اها نہ دهرائجي.

(٦) مؤذن رعب دار هجي، ماڻهن جي حال جي ڄاڻ رکندڙ ۽ مهربان هجي، جيڪڏهن ماڻهن ڪان تڪليف رسڻ جو ڊپ نہ هجي تہ جماعت سان نماز نہ پڙهندڙن کي تنبيه ڪندڙ هجي.

(٧) اذان جي پابندي ڪندڙ هجي.

(٨) ثواب لاءِ اذان ۽ اقامت چوي، ان جي ڪا اجرت ۽ معاوضو نہ وٺي، بنا گهرڻ جي ماڻهو سندس خدمت ڪن تہ جائز آهي.

(٩) بهتر آهي تہ اهوئي نماز جو امام هجي ۽ اهو بہ بهتر آهي

تہ مؤذن ئي اقامت بہ چوي، جيڪڏهن مؤذن موجود نہ هجي ۽ ڪو ٻيو شخص اقامت چوي تہ بناڪراهت جي جائز آهي، جيڪڏهن اهو موجود هجي تہ ٻئي شخص لاءِ ان جي اجازت ڪان سواءِ اقامت چوڻ مڪروه آهي جڏهن تہ مؤذن ان ڳالهہ کي محسوس ڪندو هجي، پر جيڪڏهن محسوس نہ ڪندو هجي بلڪ راضي هجي يا اجازت ڏئي تہ بناڪراهت جي جائز آهي.

(١٠) سندس آواز بلند هجي.

(١١) ٻانهي، ڳوٺ يا جهنگ جي رهاڪو، ولد الزنا، اکين کان معذور ۽ ان شخص جي اذان جيڪو ڪن نمازن جي اذان ڏئي ۽ ڪن جي نہ ڏئي جائز آهي مگر مڪروه تنزيهي آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو ٻيو اذان ڏئي تہ افضل آهي، جيڪڏهن نابين سان گڏ ڪو اهڙو شخص هجي جيڪو کيس نماز جا وقت صحيح طرح سان ٻڌائيندو رهي تہ ان صورت ۾ ان جي اذان اکين واري جي اذان وانگر آهي، ٻانهي لاءِ پنهنجي مالڪ جي اجازت ڪان سواءِ اذان ڏيڻ جائز نہ آهي پر رڳو پاڻ لاءِ چوي تہ اجازت جي ضرورت نہ آهي.

(١٢) جيڪڏهن اذان يا اقامت جي وچ ۾ مؤذن مري ويو يا گونگو ٿي ويو يا ويسر ڀُل خاطر رڪجي ويو ۽ ڪو ٻيو ٻڌائڻ وارو نہ آهي يا سندس وضو ڀڄي پيو ۽ هو وضو ڪرڻ لاءِ هليو ويو يا بيهوش ٿي ويو تہ انهن پنجن ئي صورتن ۾ نئين سر اذان يا اقامت چوڻ مستحب آهي، ڪٽي ساڳيو شخص چوي يا ڪو ٻيو شخص، پر وضو ڀڄي پوڻ جي صورت ۾ بهتر آهي تہ اذان ۽ اقامت کي پورو ڪري پوءِ وضو ڪرڻ وڃي ۽ نئين سر تڏهن چوي جڏهن ايترو وقفو اچي وڃي جنهن کي "فاصل" (وڇوٽي) ليکي سگهجي، ٿورڙي وقفي جهڙوڪ کنگهڻ يا کنگهڪار ڪرڻ وغيره جي صورت ۾ نئين سر نہ چوڻ گهرجي.

(١٣) مؤذن کي تڪبير اقامت لاءِ ماڻهن جو انتظار ڪرڻ گهرجي ۽ هميشہ جلدي ايندڙ ڪمزور نمازي لاءِ ترسڻ گهرجي ۽ محلي جي رئيس ۽ وڏي آدمي جو سندس خاص هئڻ خاطر انتظار نہ ڪري، پر جيڪڏهن اهو شرير هجي ۽ ان جي شر جو انديشو هجي ۽ وقت ۾ بہ گنجائش هجي تہ ان جو انتظار ڪجي، جيڪڏهن وقت تنگ هجي تہ پوءِ ان لاءِ بہ نہ ترسڻ گهرجي.

(١٤) اذان ۽ اقامت جو اختيار مسجد ٺاهيندڙ کي آهي اهو نہ هجي تہ سندس اولاد پوءِ سندس ڪٽنب وارن کي آهي. جيڪڏهن محلي وارن اهڙي شخص کي مؤذن يا امام مقرر ڪيو جيڪو مسجد ٺاهيندڙ جي مؤذن يا امام کان بهتر آهي تہ اهوئي شخص افضل آهي.

(١٥) هڪ شخص لاءِ هڪ ئي وقت ۾ ٻن مسجدن ۾ اذان ڏيڻ مڪروه آهي، جنهن مسجد ۾ فرض ادا ڪري اتي ئي اذان چوي.

(١٦) جيڪڏهن هڪ مسجد جا ڪئين مؤذن هجن، جيڪڏهن اهي هڪ ٻئي جي پٺيان اچن تہ جيڪو پهريائين اچي اهوئي وڌيڪ حقدار آهي.

(فائدو) جن موقعن تي اذان جو دهرائڻ واجب هوندو آهي ان جو مطلب هي آهي تہ اذان کي سنت مطابق ادا ڪرڻ لاءِ ان جو دهرائڻ ضروري آهي.

## اذان ۽ اقامت جا اِحڪام

(١) پنجن وقتن جي فرض عين نمازن ۽ جمعي جي نماز جماعت سان ادا ڪرڻ لاءِ اذان ڏيڻ مردن تي سنت مؤڪده علي الڪفايہ آهي، يعني هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ هڪ شخص جي اذان ڪافي آهي، جيڪڏهن ڪنهن بہ شخص نہ ڏني تہ اتان جا سڀ ماڻهو گنهگار

ٿيندا. اذان اسلام جي شعائر مان آهي ۽ ان کي ڇڏي ڏيڻ ۾ دين جي هيٺائي ۽ حقارت آهي. جيڪڏهن ڪنهن شهر وارا اذان ڇڏڻ تي ٻڌي ڪن تہ امام محمد رح وٽ ساڻن جنگ ڪرڻ حلال آهي ۽ امام ابويوسف رح وٽ اهي مارڻ ۽ قيد ڪرڻ جي لائق آهن. اقامت بہ پنجن ئي فرض عين نمازن ۽ جمعي لاءِ سنت هئڻ ۾ اذان وانگر آهي بلڪ اذان جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مؤڪد آهي، باقي ڪنهن نماز لاءِ اذان ۽ اقامت سنت ۽ جائز نہ آهي ڪٿي اها نماز فرض ڪفايہ هجي يا سنت ۽ نفل وغيره.

(٢) عورتون ڪٿي اڪيلي سر نماز پڙهن يا جماعت سان، انهن لاءِ اذان ۽ اقامت سنت نہ آهي، اذان ڏيڻ جي صورت ۾ ڪين گناهہ ٿيندو پر نماز ٿي ويندي، عورتن جي جماعت مڪروهہ آهي جيتوڻيڪ امام بہ عورت ئي هجي.

(٣) ڇوڪرن ۽ ٻانهن جي جماعت لاءِ اذان ۽ اقامت جائز نہ آهي.

(۴) مسجد ۾ اذان ۽ اقامت کان سواءِ فرض نماز جماعت سان پڙهڻ مڪروه آهي.

(۵) مقيم جيڪڏهن گهر ۾ اڪيلي سر يا جماعت سان نماز پڙهي تہ ان لاءِ اذان ۽ اقامت مستحب آهي سنت مؤڪده نہ آهي، پر شرط هي آهي تہ محلي يا ڳوٺ جي مسجد ۾ اذان ۽ اقامت ٿي چڪي هجي نہ تہ اذان ۽ اقامت ٻنهي جو ڇڏڻ مڪروه آهي رڳو اذان جو ڇڏي ڏيڻ مڪروه نہ آهي، اقامت جو ڇڏڻ مڪروه آهي.

(٦) مسافر آبادي کان ٻاهر جيتوڻيڪ اڪيلو نماز پڙهي رهيو هجي ان لاءِ اذان ۽ اقامت ٻنهي جو ڇڏڻ مڪروه آهي، جيڪڏهن اذان چيائين ۽ اقامت نہ چيائين تہ جائز پر مڪروه آهي ۽ جيڪڏهن اذان نہ چيائين ۽ اقامت چوڻ بناڪراهت جائز آهي، بهتر اهو آهي تہ ٻئي چوي، اهڙي طرح جيڪڏهن مسافر جا سڀ سنگتي موجود آهن تہ اذان نہ

چوڻ بناڪراهت جي جائز آهي ۽ اقامت نہ چوڻ مڪروه آهي ۽ ٻنهي جو چوڻ مستحب آهي سنت مؤڪده نہ آهي. جنهن ڳوٺ ۾ اهڙي مسجد آهي جنهن ۾ اذان ۽ اقامت ٿيندي آهي ان ڳوٺ ۾ گهر جي اندر نماز پڙهندڙ جو حڪم اهوئي آهي جيڪو شهر جي اندر گهر ۾ نماز پڙهندڙ جو هوندو آهي، ۽ جيڪڏهن ان ڳوٺ ۾ اهڙي مسجد نہ آهي تہ اهو مسافر جي حڪم ۾ آهي.

(٧) جيڪڏهن شهر يا ڳوٺ کان ٻاهر باغ يا پوک وغيره ۾ آهي ۽ اهو هنڌ ويجهو آهي تہ ڳوٺ يا شهر جي اذان ڪافي آهي وري بہ اذان ڏيڻ اوليٰ آهي ۽ جيڪڏهن اهو هنڌ پري آهي تہ شهر جي اذان ان لاءِ ڪافي نہ آهي، ۽ ويجهي هئڻ جي حد هي آهي تہ شهر جي اذان اتي ٻڌڻ ۾ ايندي هجي.

(٨) جيڪڏهن جهنگ پَٽ ۾ جماعت سان نماز پڙهي وڃي ۽ اذان نہ ڏجي تہ مڪروه نہ آهي پر اقامت نہ ڏيڻ مڪروه آهي.

(٩) قضا نمازون جيڪڏهن مسجد کان علاوه جهنگ پَٽ وغيره ۾ پڙهي تہ انهن لاءِ اذان ۽ اقامت چوي ڪٽي اڪيلي سر پڙهي يا جماعت سان، ۽ جيڪڏهن مسجد ۾ يا اهڙي هنڌ جتي ماڻهن کي خبر پوندي هجي قضا نماز جماعت سان پڙهي تہ اذان ۽ اقامت نہ چوي ۽ جيڪڏهن منفرد (اڪيلو) هجي تہ ايتري آواز سان چوي جيڪو پاڻ ٻڌي سگهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن جماعت وارا بہ ايتري آواز سان چون جو ٻين ماڻهن کي خبر نہ پوي تہ مڪروه نہ آهي. جهنگ پَٽ وغيره ۾ جتي ٻيا ماڻهو نہ هجن بلند آواز سان اذان ڏيڻ مڪروه ناهي بلڪہ سنت آهي.

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن جون ڪئين نمازون فوت ٿي ويون ۽ انهن کي هڪ ئي مجلس ۾ قضا ڪري تہ پهرين نماز لاءِ اذان ۽ اقامت چوي ۽ باقين ۾ کيس اختيار آهي، وڻيس تہ ٻئي چوي يا رڳو اقامت

چوي، هر نماز لاءِ ٻئي چوڻ بهتر آهي جيئن قضا ادا جي طريقي مطابق بنجي وڃي.

(١١) صبح کان سواءِ ٻين نمازن جي اذان وقت کان اڳ بالاتفاق جائز نہ آهي، صبح جي اذان بہ امام ابوحنيفہ رح ۽ امام محمد رح وٽ وقت کان پهرين چوڻ جائز نہ آهي ان کي دهرائڻ گهرجي، انهيءَ تي فتوئي آهي، اقامت اتفاق سان وقت کان پهريائين جائز نہ آهي ان کري دهرائڻ گهرجي.

(١٢) مستحب آهي تہ اقامت ۽ نماز جي شروعات گڏ هجي ۽ گهٽي وڃوٽي نہ ٿئي.

(١٣) عرفات ۾ ظهر ۽ عصر کي گڏائي پڙهڻ جي صورت ۾ هڪ اذان ۽ ٻہ تکبيرون (اقامت) چئجن ۽ مزدلفہ ۾ مغرب ۽ عشاء کي هڪ اذان ۽ هڪ اقامت سان ادا ڪجي.

(١۴) ڪئين مؤذنن جو گڏجي اذان ڏيڻ جائز آهي ان کي اذانِ جوق چئجي ٿو، وڏين وڏين مسجدن ۾ ان جو رواج آهي، حرمين شريفين ۾ بہ ان جو رواج آهي.

## نماز کان علاوه اذان ۽ اقامت چوڻ جا مستحب موقعا

فرض عين نمازن کان علاوه ڪنهن بہ نماز لاءِ اذان ۽ اقامت سنت نہ آهي پر ڪجهہ موقعا اهڙا آهن جن ۾ اذان ۽ اقامت يا رڳو اذان مستحب آهي جيڪي هي آهن:

(١) جڏهن ٻار پيدا ٿئي تہ ان جي ساڄي ڪن ۾ اذان ۽ کاٻي ڪن ۾ اقامت چوڻ.

(٢) جيڪو شخص رنج ۽ غم ۾ مبتلا هجي ۽ ڪو ٻيو شخص

ان جي ڪن ۾ اذان ڏئي تہ ان شاءالله سندس غم دور ٿي ويندو.

(٣) مرگھي واري مريض جي ڪن ۾.

(۴) جيڪو شخص ڪاوڙ جي حالت ۾ هجي ان جي ڪن ۾.

(۵) بدمزاج يعني جنهن جون عادتون خراب ٿي ويون هجن ڪٿي اهو انسان هجي يا ساهوار چوپايو وغيره ان جي ڪن ۾.

(٦) ڪافرن سان سخت لڙائي جي وقت.

(٧) باهہ لڳڻ وقت ۽ سڙيل شخص جي ڪن ۾-

(٨) جن جي سرڪشي وقت يعني جتي ڪو جن ظاهر ٿئي ۽ اهو ڪنهن کي تڪليف رسائيندو هجي.

(٩) مسافرن جي پٺيان.

(١٠) جڏهن مسافر جهنگ پٽ ۾ رستو وڃائي ويهي ۽ ڪو ڏس ڏيڻ وارو نہ هجي، انهن سيني صورتن ۾ اذان ڏيڻ مستحب آهي، ميت کي دفن ڪرڻ وقت يا دفن ڪرڻ کان پوءِ قبر وٽ اذان چوڻ ڪنهن حديث مان ثابت نہ آهي ۽ نہ سلف صالحين کان نقل ٿيل آهي، ان ڪري ائين ڪرڻ بدعت آهي.

## اذان جي جواب ڏيڻ جو بيان

(١) جيڪو شخص سنت اذان ٻڌي ڪٿي اهو مرد هجي يا عورت، پاڪ هجي يا احتلام سان، ۽ اها اذان نماز لاءِ هجي يا ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ جهڙوڪ نئين ڄميل ٻار جي ڪن ۾ اذان ڏني وئي هجي تہ ان جي ٻڌندڙ لاءِ اذان جو جواب ڏيڻ مستحب آهي ۽ ڪن ان کي واجب بہ چيو آهي مگر معتبر قول ۽ حنفي فقيهن جي ظاهر مذهب مطابق نماز جي اذان جو زبان سان جواب ڏيڻ مستحب ٿي آهي ۽ عمل وسيلي جواب ڏيڻ واجب آهي، ان ڪري جيڪو شخص مسجد کان ٻاهر آهي

ان تي عملي جواب ڏيڻ يعني مسجد ۾ اچڻ واجب آهي ۽ زباني جواب مستحب آهي، جيڪڏهن ڪنهن زبان سان اذان جو جواب ڏنو ۽ عملي جواب نہ ڏنائين يعني جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪو عذر نہ هئڻ جي باوجود مسجد ۾ نہ آيو تہ ان ڪي جواب ڏيندڙ نہ ليکبو، ۽ جيڪو شخص مسجد ۾ موجود هجي ان جو عملي جواب (جيڪو واجب هو) موجود آهي هاڻ ان لاءِ رڳو زبان سان جواب ڏيڻ مستحب آهي.

(٢) جيڪو اذان جو آواز نہ ٻڌي مثال طور ٻري هجي يا ٻوڙو هجي تہ مٿس اذان جو جواب ڏيڻ واجب نہ آهي ڪٿي ڪيس اذان ٿيڻ بابت ڄاڻ هجي.

(٣) جيڪڏهن اذان غلط چئي وڃي تہ ان جو جواب نہ ڏجي بلڪہ اهڙي اذان ٻڌڻ بہ نہ گهرجي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن کي هڪ ئي مسجد جون ڪئين اذانون ٻڌڻ ۾ اچن جيئن تہ وڏين مسجدن ۾ جوق جي اذان جو رواج آهي يا ڪئين مسجدين جون اذانون هڪ ٻئي کان پوءِ گڏوگڏ ٻڌڻ ۾ اچن تہ مٿس رڳو پهرين اذان جو جواب واجب آهي ڪٿي پنهنجي مسجد جي هجي يا ڪنهن ٻئي جي، البت بهتر آهي تہ سڀن جو جواب ڏئي.

(۵) هلندي اذان ٻڌي تہ افضل آهي تہ اذان جي جواب لاءِ بيهي رهي.

(٦) اذان ۽ اقامت ٻڌڻ وقت ڪا ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪري ۽ انهن جي جواب ڏيڻ کان سواءِ ڪو ٻيو ڪم نہ ڪجي ايستائين جو نہ سلام ڪجي ۽ نہ سلام جو جواب ڏجي (ائين ڪرڻ خلاف اوليٰ آهي).

(٧) اذان ۽ اقامت جي وقت قرآن مجيد بہ نہ پڙهجي، جيڪڏهن پهرين کان پڙهي رهيو هجي تہ پڙهڻ ڇڏي اذان يا اقامت جو ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ افضل آهي ۽ جيڪڏهن جاري رکي تہ بہ جائز آهي،

جيڪڏهن اقامت جو جواب نہ ڏئي ۽ ان وقت دعا ۾ مشغول رهي تہ بہ
جائز آهي.

(٨) جيڪڏهن ڪنهن ڪان اذان جو جواب ڏيڻ وسري وڃي يا
ڄاڻي ٻجهي نہ ڏئي ۽ اذان ختم ٿيڻ ڪان پوءِ خيال اچيس يا هاڻ جواب
ڏيڻ جو ارادو ڪري تہ جيڪڏهن گهڻي دير نہ گذري هجي تہ جواب
ڏئي ڇڏي نہ تہ نہ ڏئي.

(٩) جيڪڏهن هڪ اذان ڪان پوءِ ڪو ٻيهر اذان ڏئي تہ
احترام پهرين اذان لاءِ آهي.

(١٠) جمعي جي پهرين اذان ٻڌندي ئي خريد وفروخت ۽ ٻيا
سڀ ڪم ڇڏي، جنهن مسجد ۾ جمعي جي نماز ٿيندي آهي نماز لاءِ
ان مسجد ۾ وڃڻ واجب آهي، ڪٿي اها پهرين اذان ڪنهن بہ مسجد
جي هجي، البت جن تي جمعو نماز واجب ناهي انهن لاءِ اهو حڪم نہ
آهي، ۽ اهي خريد وفروخت ۽ ٻيا ڪم ڪري سگهن ٿا. جمعي جي ٻي
اذان جيڪا امام جي اڳيان ڏني ويندي آهي زبان سان ان جو جواب ڏيڻ
مڪروه آهي البت دل ۾ ان جو جواب ڏئي ڇڏجي، زبان يا نڙيءَ ڪي نہ
چورجي.

## اذان ۽ اقامت جي جواب جو طريقو

اذان جو جواب ڏيڻ مستحب آهي، ان جو جواب هن ريت ڏجي
جو جيڪو لفظ مؤذن کان ٻڌجي اهوئي چئجي، پر حي علي الصلاة ۽ حي
علي الفلاح جي جواب ۾ لاحول ولا قوة الا بالله چئجي يا ٻنهي هنڌن تي
اهي لفظ بہ چئجن ۽ لاحول..... الخ بہ چئجي، جيئن ٻنهي حديثن تي
عمل ٿي وڃي. صبح جي اذان ۾ الصلاة خير من النوم جي جواب ۾
صدقتَ وبَررتَ چئجي، اقامت جو جواب بہ فقيهن جي اتفاق سان

مستحب آهي جيڪو اذان وانگر آهي، ۽ قد قامت الصلاة جي جواب ۾ اقامها الله وادامها چئجي، ابوداۇد جي روايت ۾ ان ڪان پوء هي لفظ وڌيڪ آيل آهن: مادَامت السماواتُ والاَرضُ واجعلني مِن صَالِحي اَهلِها- اذان جي پڄاڻي تي مستحب آهي تہ مؤذن ۽ اذان ٻڌندڙ ٻئي درود شريف پڙهي هي دعا پڙهن: اللهم رب هذه الدعوة التامة والصلاة القائمة. آت محمد ن الوسيلة والفضيلة. وابعثه مقاما محمودا ن الذي وعدته. انک لا تخلف الميعاد- اذان جي دعا لاء هٿ کڻڻ ڪنهن حديث کان ثابت نہ آهي ان ڪري هٿ نہ کڻڻ ئي افضل آهي البت کڻڻ بہ بناڪراهت جي جائز آهي، ڇوتہ عام طرح دعا ۾ هٿ کڻڻ ڪئين قولي ۽ فعلي مشهور حديثن کان ثابت آهي.

## اهي صورتون جن ۾ اذان جو جواب نہ ڏجي

انن صورتن ۾ اذان جو جواب نہ ڏجي: (١) نماز جي حالت ۾ ڪٿي نماز جنازه هجي. (٢) خطبو ٻڌڻ جي حالت ۾، ڪٿي خطبو جمعي جو هجي يا ڪنهن ٻي شيء جو. (٣) جماع جي حالت ۾ (٤) پيشاب يا پائخانو ڪندي، البت جيڪڏهن انهن شين کان فراغت کان پوء گهٽي دير نہ گذري هجي تہ جواب ڏيڻ گهرجي نہ تہ نہ ڏجي. (٦،٥) حيض ۽ نفاس جي حالت ۾. (٧) ديني علم پڙهڻ يا پڙهائڻ جي حالت ۾. (٨) کاڌو کائڻ جي حالت ۾.

# نماز جي شرطن جو بيان

نماز جا شرط اهي فرض آهن جيڪي نماز کان ٻاهر آهن ۽ انهن کان سواءِ نماز واجب يا صحيح نہ ٿيندي آهي، ان ڪري نماز جا شرط ٻن قسمن جا آهن:

**پهريون:** نماز جي واجب ٿيڻ جا شرط، اهي پنج آهن: (١) اسلام يعني مسلمان هئڻ، ڪافر تي نماز فرض نہ آهي. (٢) عقل مند هئڻ، بي عقل (چري) تي نماز فرض نہ آهي. (٣) بلوغ، نابالغ تي نماز فرض نہ آهي. (٤) نماز کان عاجز نہ هئڻ، مثال طور عورتن جو حيض ۽ نفاس کان پاڪ هئڻ وغيره. (٥) وقت، يعني اسلام آڻڻ يا بالغ هجڻ يا چريائپ يا بيهوشي کان پوءِ يا حيض نفاس کان پاڪ ٿيڻ کان پوءِ نماز جو وقت ملڻ ڪٿي اهو ايترو هجي جنهن ۾ رڳو تڪبير تحريمہ چوڻ جي گنجائش هجي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن کي ان کان بہ گهٽ وقت ملي تہ مٿس ان وقت جي نماز فرض نہ آهي.

**ٻيون:** نماز جي صحيح هئڻ جا شرط، اهي گهڻائي آهن، پر جيڪي مشهور آهن ۽ هر نماز سان واسطو رکن ٿا اهي ست آهن: (١) نجاست حڪمي يعني وڏي ۽ ننڍي ناپاڪائي کان پاڪ هئڻ، يعني جنهن تي غسل فرض آهي ان جو غسل ڪرڻ ۽ جيڪو بي وضو آهي ان جو وضو ڪرڻ. (٢) نجاست حقيقي کان پاڪائي، يعني نمازي جي بدن، ڪپڙن ۽ نماز جي هنڌ جو نجاست حقيقي کان پاڪ هئڻ، ڪٿي نجاست هلڪي هجي يا وڏي. (٣) اوگهڙ ڍڪڻ. (٤) قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ. (٥) وقت هئڻ. (٦) نيت ڪرڻ. (٧) تڪبير تحريمہ چوڻ.

ڪن ڪتابن ۾ انهن شرطن کي هن ريت بيان ڪيو ويو آهي:

(۱) بدن جي پاڪائي. (۲) ڪپڙن جي پاڪائي. (۳) جڳھ جي پاڪائي. (۴) اوگهڙ ڍڪڻ. (۵) نماز جو وقت هئڻ. (٦) قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ. (۷) نماز جي نيت ڪرڻ" - انهن تڪبير تحريمھ کي نماز جي رڪنن سان ملايو آهي. ڪن وقت کي سبب هئڻ ڪري الڳ ڪيو آهي، ۽ ڪن ڪنهن ٻئي انداز سان بيان ڪيو آهي، پر مطلب سڀن جو ساڳيو آهي. انهن شرطن جو مختصر بيان الڳ الڳ هيٺ ڏجي ٿو، البت تڪبير تحريمھ جو بيان رڪنن سان ٿيندو.

۱- بدن جي پاڪائي: پنهنجي بدن کي حڪمي ۽ حقيقي پليتيءَ کان پاڪ ڪرڻ نمازي تي فرض آهي، حڪمي پليتي اها آهي جيڪا ڏسڻ ۾ نھ اچي سگهي پر شريعت جي حڪم موجب ان کي پليتي ليکجي ٿو، اها ٻن قسمن جي آهي. ۱- حدث اڪبر يا جنابت يعني غسل جو فرض ٿيڻ. ۲- حدث اصغر يعني بي وضو هجڻ. جنابت واري شخص جي غسل ڪرڻ ۽ بي وضو جي وضو ڪرڻ سان بدن حڪمي نجاست کان پاڪ ٿئي ٿو، ان جو تفصيل طهارت جي بيان ۾ گذري چڪو آهي.

حقيقي نجاست اها ناپاڪائي آهي جنهن کي ڏسي سگهجي جهڙوڪ پيشاب، پاخانو، رت ۽ شراب وغيره. ان جا ٻھ قسم آهن، غليظ ۽ خفيف، انهن جو تفصيل بھ طهارت جي بيان ۾ گذري چڪو آهي. حقيقي نجاست کان بدن کي پاڪ ڪرڻ ان وقت فرض آهي جڏهن پليتي ايتري لڳل هجي جو نماز ادا ڪرڻ ۾ روڪ بڻجي ۽ ان کي پاڪ ڪرڻ اهڙي فعل کان سواءِ ممڪن هجي جنهن جو برو هئڻ ان کان گهٽ وڌيڪ هجي مثال طور جيڪڏهن ماڻهن جي اڳيان اوگهڙ ظاهر ڪرڻ کان سواءِ پليتي صاف ڪري نھ ٿو سگهي تھ پليتي سوڌو نماز

پڙهي ڇڏي. حقيقي پليتي جو اندازو جيڪو نماز ادا ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بنجي ٿو ۽ جنهن جو ڌوئڻ فرض آهي ان جو تفصيل هي آهي تہ نجاست غليظہ (پائخانو ۽ رت وغيره) جيڪڏهن درهم کان وڌيڪ هجي تہ ان جو ڌوئڻ فرض آهي ۽ ان جي هوندي نماز پڙهي وئي تہ نماز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن درهم جيتري آهي تہ ان جو ڌوئڻ واجب آهي ۽ ان جي هوندي نماز جائز تہ ٿي ويندي پر مڪروه تحريمي آهي جنهن جو دهرائڻ واجب آهي ۽ ڄاڻي ٻجهي ايتري پليتيءَ کي لڳل رکڻ بہ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن درهم کان گهٽ آهي تہ ان جو ڌوئڻ سنت آهي. جيڪڏهن نجاست غليظہ گهاٽي آهي جهڙوڪ پائخانو تہ درهم جي وزن جو اعتبار آهي جيڪو ساڍا چار ماسا آهي. ان ڪري جيڪڏهن جٽي واري نجاست غليظہ وزن ۾ ساڍي چئن ماسن کان گهٽ آهي پر پکيڙ ۾ درهم (روپئي) جيتري هجي تہ نماز آڏو رڪاوٽ نہ بڻبي ۽ جيڪڏهن ڇڊي آهي جهڙوڪ پيشاب ۽ شراب وغيره تہ اها هڪ روپئي جي پکيڙ جيتري هڪ درهم ليکي ويندي آهي. جيڪڏهن نجاست خفيفہ لڳل هجي تہ جڪڏهن اها بدن يا ڪپڙي جي چوٿين حصي کان گهٽ آهي تہ معاف آهي يعني نماز جي صحيح هئڻ آڏو رڪاوٽ نہ بڻبي. پليت هجڻ بابت ظاهري بدن جو اعتبار آهي ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن پليت سرمو اکين ۾ وڌو تہ اکين جو ڌوئڻ واجب نہ آهي.

## ٢- نمازي جي ڪپڙن جو پاڪ هئڻ:

(١) جيڪي ڪپڙا نماز پڙهندڙ جي بدن تي هجن جهڙوڪ قميص، سٿڻ، ٽوپي، پٽڪو، ڪوٽ ۽ جورابا وغيره انهن سڀن جو پاڪ هئڻ ضروري آهي، يعني انهن مان ڪنهن تي نجاست غليظہ جو هڪ درهم کان وڌيڪ نہ هئڻ ۽ نجاست خفيفہ جو ڪپڙي جي چوٿين حصي

تائين نہ هئڻ نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ شرط آهي، ان ڪري جيڪڏهن
نجاست غليظہ هڪ درهم يا ان ڪان گهٽ ۽ خفيفہ ڪپڙي جي چوٿين
ڀاڱي ڪان گهٽ آهي تہ نماز مڪروه ٿيندي.

(٢) جيڪڏهن نمازي جي بدن سان لڳل ڪپڙو پاڪ آهي ۽
ان جو وڌيل حصو جيڪو بدن ڪان الڳ فرش وغيره تي آهي اهو پليت
آهي تہ جيڪڏهن پليت حصو نمازي جي چرڻ پرڻ سان چرپر ڪري ٿو
تہ نماز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن ايترو وڏو آهي جو چرپر نہ ٿو ڪري تہ
نماز ٿي ويندي.

(٣) ان شيءِ جو بہ پاڪ هجڻ فرض آهي جنهن کي نمازي
کنيو بيٺو آهي جيڪڏهن اها شيءِ پنهنجي طاقت سان بيهڻ نہ هجي، مثال
طور نمازي جي جهولي ۾ ٻار ويهي رهيو يا ساڻس چنبڙي چڙهي ويو ۽
ان ٻار کي بيهڻ جي سگهہ نہ آهي ۽ ڪيس ايتري نجاست لڳل آهي
جنهن هوندي نماز صحيح نہ ٿيندي آهي ۽ اهو (ٻار) ايترو وقت رهيو
جنهن ۾ هڪ رڪن ادا ڪري سگهجي يعني ٽي ڀيرا سبحان الله چئي
سگهجي تہ نماز فاسد ٿي ويندي. جيڪڏهن ان ڪان گهٽ رهيو تہ نماز
فاسد نہ ٿيندي، ۽ جيڪڏهن ٻار کي نمازي جي جهلڻ جي ضرورت نہ
هجي يعني ڪيس پاڻ بيهڻ جي سگهہ هجي ۽ اچي نمازي کي پاڻ چنبڙيو
هجي تہ نماز فاسد نہ ٿيندي ڪٿي ڪيترو وقت بہ اتي رهيو هجي.

(٤) جيڪڏهن نمازي جي جسم تي اهڙي شيءِ هجي جنهن
جي نجاست پنهنجي اصلي هنڌ تي هجي ۽ ٻاهر ان جو ڪو اثر نہ هجي تہ
نماز صحيح ٿي ويندي، مثال طور جيڪڏهن نمازي جي ٻانهہ يا ڪيسي
وغيره ۾ اهڙو آنو هجي جنهن جي هيڊاڻ رت بنجي وئي هجي يا آني ۾
مئل چوزو هجي تہ نماز صحيح ٿي ويندي ڇوتہ نجاست پنهنجي پيدا
ٿيڻ واري هنڌ ۾ آهي جيئن جو پاڻ نمازي جي پيٽ ۾ سندس پيشاب

پائخانو وغيره رهندو آهي ۽ اهو نماز کان روڪ نہ بڻندو آهي.

(۵) جيڪڏهن نماز پڙهندي شهيد ان جي ڪلهي تي هو ۽ شهيد جي بدن يا ڪپڙن تي گهڻو رت لڳل هو تہ نماز صحيح ٿي ويندي ڇوتہ شهيد جو رت جيستائين سندس بدن يا ڪپڙي تي آهي ۽ ڪپڙا سندس جسم کي ڀهريل آهن تہ پاڪ آهي ۽ جيڪڏهن رت بدن يا ڪپڙي کان الڳ ٿي ويو يا ڪپڙا بدن کان الڳ ٿي ويا تہ هاڻ اهو ناپاڪ ليکيو ويندو.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن نڪتل ڏند کي ٻيهر وات ۾ رکي ڇڏيو ۽ نماز پڙهيائين تہ نماز جائز ٿي ويندي ڪٿي درهم جي اندازي کان وڌيڪ هجي اهوئي صحيح آهي، ڇوتہ آدمي جا ڏند پاڪ آهن، اهڙيءَ طرح سوئر کان سواءِ سيني جانورن جا ڏند ۽ هڏا پاڪ آهن جيڪڏهن مٿن سٿڻ لڳل نہ هجي، ڪٿي ڪنهن مئل جانور جا هجن يا جيئري جا، ان ڪري جيڪڏهن نماز پڙهندي ڪنهن جي ڳچيءَ ۾ پٽو هو جنهن ۾ ڪتي يا بگهڙ جا ڏند آهن تہ نماز صحيح آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن ان حال ۾ نماز پڙهي جو وٽس ڪئو، ٻلي يا نانگ هيو تہ نماز صحيح ٿي ويندي پر گنهگار ٿيندو ۽ اهوئي حڪم انهن سڀن جانورن جو آهي جن جي اوپر سان وضو جائز آهي.

(٨) جيڪڏهن ڪو شخص جبو پائي نماز پڙهندو رهيو ۽ ان جبي جي اندر ڪپهہ وغيره ڀريل هئي پوءِ ڪڏهن ان مان مئل ڪئو نڪتو تہ جيڪڏهن ان جبي ۾ ڪو سوراخ هو يا ڦاٽل هو تہ اهو ٽن ڏينهن ۽ راتين جون نمازون ورائي پڙهي ۽ جيڪڏهن تازو مئل نڪتو جو سڄيو ياڦاٽو ناهي يا خشڪ نہ ٿيو آهي تہ هڪ ڏينهن رات جون نمازون دهرائي پڙهي، جيڪڏهن ڪو سوراخ يا ڦاٽل نہ هجي تہ ان جبي سان جيتريون نمازون پڙهيون اٿائين سي سڀ ورائي پڙهي.

(٩) جيڪڏهن اهڙا ٻه ڪپڙا پهري نماز پڙهيائين جو هرهڪ تي درهم جي اندازي کان گهٽ پليتي لڳل آهي پر جيڪڏهن ٻنهي کي گڏ ڪجي ته درهم کان وڌيڪ ٿئي ته ٻنهي کي گڏائبو ۽ ان سان نماز صحيح نه ٿيندي، جرابا به لباس ۾ شامل آهن. جيڪڏهن ڪپڙن ۽ جرابن مان هرهڪ تي درهم کان گهٽ پليتي لڳل هجي ۽ ٻنهن جي پليتي گڏجي درهم کان وڌيڪ هجي ته نماز صحيح نه ٿيندي، جيڪڏهن هڪ ئي ڪپڙي تي ڪئين هنڌن تي نجاست لڳل هجي تڏهن به ان کي گڏائي ڏسبو، جيڪڏهن درهم جي اندازي کان وڌيڪ هجي ته نماز نه ٿيندي. مطلب ته جسم تي لباس يا ٻي جيڪا به شيءِ هجي ته سڀ جي الڳ الڳ پليتي کي گڏائي ڏٺو ويندو.

(١٠) جيڪڏهن هڪوٽي ڪپڙي تي درهم جي اندازي کان گهٽ نجاست لڳل هجي جيڪا ٻئي پاسي کان ٽپي ظاهر ٿئي ۽ ٻنهي پاسن جي نجاست گڏجي درهم جي اندازي کان وڌيڪ ٿي وڃي ته ان کي نه گڏايو ويندو ۽ ان ڪپڙي سان نماز صحيح ٿيندي.

(١١) جيڪڏهن ٻيٽي ڪپڙي جي هڪ تهه (وڪڙ) تي درهم جي اندازي کان گهٽ نجاست لڳي ۽ ٻي تَهه تائين پهچي وئي ته امام ابويوسف رح وٽ ان جو حڪم هڪوٽي ڪپڙي وانگر آهي ۽ نماز جي صحيح ٿيڻ ۾ رڪاوٽ نه بڻبي، ان قول ۾ آساني آهي، ۽ امام محمد رح وٽ ٻنهي تهن جي نجاست کي گڏ ڪبو، پوءِ جيڪڏهن درهم جي اندازي کان وڌيڪ ٿئي ته نماز صحيح نه ٿيندي، ان قول ۾ وڌيڪ احتياط آهي.

(١٢) جيڪڏهن نمازي وٽ نماز جي حالت ۾ اهڙو درهم هو جنهن جا ٻئي پاسا پليت هئا ته معتبر راءِ مطابق نماز جائز آهي ڇوته اهو ڪل هڪ درهم آهي.

(۱۳) جيڪڏهن نمازي کي پنهنجي ڪپڙي تي درهم جي اندازي کان گهٽ نجاست مغلظہ ڏسڻ ۾ اچي ۽ وقت ۾ گنجائش هجي تہ افضل هي آهي تہ ڪپڙو ڌوئي نماز شروع ڪري ۽ جيڪڏهن اها جماعت ڪانئس فوت ٿي وڃي ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ جماعت ملي وڃيس تہ بہ اهوئي حڪم آهي ۽ جيڪڏهن جماعت نہ ملڻ يا وقت ختم ٿيڻ جو ڊپ هجيس تہ ائين نماز پڙهي، اهو حڪم ان وقت آهي جڏهن جماعت سان شامل ٿي ويو هجي پوءِ ڪيس نجاست جو پتو پيو هجي، پر جيڪڏهن اڃا شامل نہ ٿيو هجي پر جماعت جي ويجهو پهچي ويو آهي ۽ جماعت وارا نماز ۾ آهن ۽ ڌوئڻ جي صورت ۾ هن کي جماعت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ آهي تہ بهتر آهي تہ نماز ۾ شريڪ ٿي وڃي ۽ ان کي نہ ڌوئي.

(۱۴) جيڪڏهن پنهنجي ڪپڙي تي درهم جي اندازي کان وڌيڪ نجاست مغلظہ لڳل ڏسي ۽ ان جي لڳڻ جو وقت معلوم نہ ٿئيس تہ فقيهن جي اتفاق سان حڪم هي آهي تہ ڪابہ نماز نہ دهرائي، اهوئي معتبر قول آهي.

(۱۵) جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ٻئي جي ڪپڙي تي درهم کان وڌيڪ نجاست ڏسڻ ۾ اچي تہ جيڪڏهن ڪيس گهڻو گمان هجي تہ ٻڌائڻ تي هو نجاست کي ڌوئي ڇڏيندو تہ ان کي ٻڌائڻ فرض آهي ۽ ان صورت ۾ چپ رهڻ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن ان کي اهو گهڻو گمان نہ هجي، يا اهو گمان هجي تہ هو ان جي ڪا پرواهہ نہ ڪندو تہ ڪيس ٻڌائڻ نہ ٻڌائڻ جو اختيار آهي يعني چپ رهڻ بہ جائز آهي، هر امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر لاءِ اهو اصول آهي، ۽ ان ۾ اهو بہ شرط آهي تہ پنهنجي ذات کي نقصان رسڻ جو خوف نہ هجي، ان ڪري جيڪڏهن نقصان جو خوف هجي تہ ڪيس امربالمعروف ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو

اختيار آهي پر ڪرڻ افضل آهي، ۽ جيڪڏهن ان حالت ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو ته شهيد ٿيندو.

(١٦) جيڪڏهن نمازي کي پاڪ ۽ پليت ڪپڙي ۾ شڪ پئجي وڃي ته سوچ ويچار ڪري ۽ غالب گمان تي عمل ڪري ۽ سندس غالب گمان ۾ جيڪو ڪپڙو پاڪ هجي ان سان نماز پڙهي، جيڪڏهن ڪنهن اهڙي ڪپڙي سان نماز پڙهي جيڪو سندس خيال مطابق پليت هو پوءِ نماز کان فارغ ٿي ڪيس معلوم ٿيو ته اهو پاڪ هيو ته اها نماز جائز ٿي ويندي.

## ٣- نماز جي جڳهه جو پاڪ هئڻ:

(١) نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ نماز پڙهڻ جي جڳهه جو پاڪ هئڻ شرط آهي، ان مان مراد قيام (بيهڻ) ۽ سجدي جا هنڌ آهن، يعني رڳو ٻنهي پيرن، ٻنهي گوڏن ۽ پيشاني جي هنڌ جو پاڪ هجڻ شرط آهي. زمين يا جنهن ٻي شيءِ تي نماز پڙهي رهيو هجي ان جي سموري حصن جو پاڪ هجڻ شرط نه آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن اهڙي فرش يا تڏي تي نماز پڙهي جنهن جو هڪ پاسو پليت هيو ۽ نمازي جي ٻنهي پيرن ۽ سجدي جو هنڌ پاڪ آهي ته نماز جائز آهي ڪٿي اهو فرش وڏو هجي يا اهڙو ننڍو هجي جو هڪ پاسي کان چورڻ سان ٻيو پاسو چرندو هجي، جوته جيڪا شيءِ نمازي جي بدن سان لڳل ناهي جهڙوڪ فرش يا ڪپڙي جو مصلو وغيره، ته جيڪڏهن سجدي جي عضون کي لڳندڙ هنڌ پاڪ آهي ته ان تي نماز مطلقا جائز آهي ڪٿي اهو ننڍو هجي يا وڏو.

(٢) جيڪڏهن نڪ رکڻ جو هنڌ پليت هجي ۽ پيشاني رکڻ جو هنڌ پاڪ هجي ته بنااختلاف جي نماز صحيح آهي. اهڙي طرح

جيڪڏهن نڪ رکڻ جو هنڌ پاڪ هجي ۽ پيشاني رکڻ جو هنڌ پليت هجي ۽ نڪ تي سجدو ڏئي تہ بنااختلاف جي ان جي نماز ٿي ويندي چوتہ عذر جي ڪري رڳو نڪ تي سجدو ڏيڻ ڪافي آهي. جيڪڏهن نڪ ۽ پيشاني ٻنهي جو هنڌ ناپاڪ هجي ۽ نڪ ۽ پيشاني ٻنهي تي سجدو ڪيائين تہ وڌيڪ معتبر قول اهو آهي تہ ان جي نماز صحيح نہ ٿيندي، ۽ رڳو نڪ تي سجدو ڪيائين تہ امام ابوحنيفہ رح کان هڪ روايت مطابق نماز صحيح ٿي ويندي چوتہ نڪ هڪ درهم کان گهٽ جڳہ تي لڳندو آهي.

(٣) جيڪڏهن نجاست غليظہ نمازي جي هڪ پير هيٺان درهم کان وڌيڪ هجي ۽ ٻئي پير جي جڳہ پاڪ هجي ۽ نمازي ٻئي پير رکي نماز پڙهي تہ ان ۾ فقيهن جو اختلاف آهي. وڌيڪ معتبر قول اهو آهي تہ سندس نماز جائز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن پاڪ جڳہ وارو پير رکيائين ۽ ناپاڪ جڳہ وارو پير مٿي کڻي ورتائين تہ نماز جائز ٿي ويندي. بناضرورت جي هڪ پير تي بيهي نماز پڙهڻ مکروهہ آهي، ۽ جيڪڏهن ٻنهي پيرن هيٺان نجاست آهي ۽ هرهڪ پير هيٺان درهم جي اندازي کان گهٽ آهي پر ان کي گڏ ڪجي تہ درهم جي اندازي کان وڌي ويندي تہ ان کي گڏائي ڏٺو ويندو ۽ ان سان نماز جائز نہ ٿيندي، اهڙيءَ طرح سجدي ۽ پيرن جي جڳہ واري نجاست کي بہ گڏائي ڏٺو ويندو.

(٤) جيڪڏهن سجدي ۾ هٿن يا گوڏن جي هيٺان واري جڳہ درهم جي اندازي کان وڌيڪ پليت هجي تہ صحيح قول مطابق نماز صحيح نہ ٿيندي.

(٥) جيڪڏهن نمازي پاڪ هنڌ تي نماز پڙهي ۽ سجدو بہ پاڪ هنڌ تي ڪيائين پر سجدي ۾ سندس ڪپڙو وغيره سڪل پليت هنڌ تي پوندو رهيو تہ سندس نماز صحيح ٿي ويندي.

(٦) جيڪڏهن نجاست نمازي جي ڪپڙي تي درهم جي اندازي کان گهٽ لڳل هجي ۽ پيرن جي هيٺان بہ درهم کان گهٽ هجي ۽ گڏ ڪجي تہ درهم کان وڌي ويندي تہ جمع نہ ڪبي ۽ نماز صحيح ٿي ويندي.

(٧) جيڪڏهن نمازي پاڪ هنڌ تي بيٺو هو پوءِ پليت جڳہ تي وڃي بيٺو وري اڳين پاڪ هنڌ تي موٽي آيو تہ جيڪڏهن پليت جڳہ تي ايترو وقت نہ رهيو جنهن ۾ ننڍو رڪن ادا ڪري سگهجي يعني ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جيتري جهٽ نہ رهيو تہ ان جي نماز صحيح ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن رڪن جي ادائگي جيترو وقت رهيو تہ نماز صحيح نہ ٿيندي.

(٨) جيڪڏهن ڪنهن پليت جڳہ تي بيهي نماز شروع ڪئي پوءِ پاڪ جڳہ تي هليو ويو تہ نماز شروع ٿي نہ ٿي، نئين سر پاڪ جڳہ تي نيت ٻڌي.

(٩) جيڪڏهن فرش تي پليتي لڳي ۽ جڳہ جي خبر ناهي تہ ان صورت ۾ جنهن جڳہ بابت نمازي جي دل ۾ پاڪائيءَ جو غالب گمان هجي اتي نماز پڙهي.

(١٠) نجاست جي هنڌ پنهنجي بدن جو ڪو حصو (جهڙوڪ هٿ وغيره) رکي سجدو ڪرڻ سان نماز جائز نہ ٿيندي، اهڙيءَ طرح جيڪو ڪپڙو نمازي جي بدن سان لڳل آهي جهڙوڪ ٻانهہ وغيره جو وڌيل حصو وڇائي ان تي سجدو ڪرڻ سان بہ معتبر قول مطابق نماز صحيح نہ ٿيندي. ڇوتہ اهو بدن جي تابع آهي (۽ ان جي حڪم ۾ آهي) .

(١١) جيڪڏهن زمين يا فرش تي سڪل پليتي هجي ۽ ان تي ڪو ڪپڙو وڇايو ويو تہ جيڪڏهن اهو ڪپڙو ايترو سنهو آهي جو ان مان پليتي نظر ايندي هجي يا ان جي بوءِ ايندي هجي تہ ان تي نماز جائز

نہ آهي ۽ جيڪڏهن اهڙو گهاتو آهي جنهن مان پليتي نظر نہ اچي ۽ ان جي بوءِ بہ نہ اچي تہ ان تي نماز پڙهڻ جائز آهي، ۽ جيڪڏهن سجدي جي عضون وارو هنڌ پاڪ هجي تہ ويجهي يا پري کان پليتي جي بوءِ اچڻ نماز ۾ رڪاوٽ نہ بڻندي، پربناضرورت جي ڄاڻي ٻجهي اهڙي هنڌ نماز پڙهڻ مڪروه آهي.

(١٢) جيڪڏهن مصلي جو ڪپڙو ٻيٽو هجي ۽ ان جو مٿانهون تهہ پاڪ هجي ۽ هيٺاهون ناپاڪ هجي تہ جيڪڏهن اهي ٻئي تهہ هڪ ٻئي سان سبيل نہ هجن ۽ مٿانهون تهہ ايترو ٿلهو هجي جو هيٺان واري نجاست جو رنگ يا بوءِ محسوس نہ ٿئي تہ ان تي نماز صحيح آهي، پر جيڪڏهن ٻئي تهہ سبيل هجن تہ احتياط طور ان تي نماز نہ پڙهجي، ۽ جيڪڏهن هڪ ئي ڪپڙي جا ٻہ تهہ ڪيا ويا، مٿانهون تهہ پاڪ هجي ۽ هيٺاهون ناپاڪ هجي تہ ان تي نماز جائز آهي.

(١٣) جيڪڏهن پليت زمين تي ڪجهہ سڪل مٽي وڌي وئي تہ جيڪڏهن مٽي ايتري ٿوري آهي جو پليتي جي بوءِ اچي ٿي تہ نماز جائز نہ آهي، ۽ جيڪڏهن ايتري گهڻي آهي جو بوءِ نہ ٿي اچي تہ نماز صحيح آهي، جيڪڏهن پليت زمين کي گاري، راڳي يا چوني سان ليپو ڏنو ويو ۽ سڪي ويو تہ ان تي نماز جائز آهي، پليت ڪپڙو وڇائي ان تي مٽي وجهي نماز پڙهڻ جائز نہ آهي.

(١٤) سرون جيڪڏهن هڪ پاسي کان پليت هجن تہ ٻئي پاڪ پاسي تي نماز پڙهڻ جائز آهي، ڪٿي انهن سرن سان زمين تي فرش ٻڌل هجي يا ائين رکيل هجن.

(١٥) جنڊ جي پٿر، دروازي جي تختي، يا ٿلهي فراس ۽ قالين ۽ اهڙي ٻي سخت شيءِ جو جيڪڏهن مٿيون حصو پاڪ ۽ هيٺيون پليت آهي تہ ان تي نماز جائز آهي. اهڙي ۽ ٿلهي فرش ۽ ڪاٺ جو ٻہ اهوئي

حڪم آهي جنهن ڪي چيري ٻه ٽڪر ڪري سگهجي.

(١٦) پيرن ۾ جتي، جرابا يا موزا پائي پليت هجڻ تي نماز پڙهڻ جائز نه آهي ڇوته اهي نمازي جي تابع آهن، پر جُتي لاهي ان جي مٿين پاڪ حصي تي بيهي نماز پڙهڻ جائز آهي، ڪٽي زمين سان لڳندڙ حصو پاڪ هجي يا ناپاڪ.

(١٧) جيڪڏهن ڪنهن جانور جي پٺي تي نماز پڙهي وڃي ۽ ان جي زين تي درهم جي اندازي کان وڌيڪ نجاست لڳل آهي ته معتبر قول مطابق نماز جائز آهي، انهيءَ تي فتويٰ آهي.

## جن جڳهن تي نماز پڙهڻ مڪروهه آهي

(١) رستو- (٢) اٺ، ڳئون، ڏاند، رڍ، ٻڪري ۽ ٻين جانورن جو واڙو- (٣) گهوڙي تي (۴) جانورن جي ڪوس جو هنڌ- (۵) پائخاني جو هنڌ ۽ ان جي ڇت - (٦) غسل خانو ۽ حمام ۽ انهن جي ڇت- (٧) ڪعبي شريف جي ڇت (ڇوته اهو تعظيم ۽ ادب جي خلاف آهي ۽ حديث پاڪ ۾ به ان کان روڪيو ويو آهي، مسجد جي ڇت جو به اهوئي حڪم آهي جڏهن ته بناضرورت جي هجي)- (٨) قبرستان، پر جيڪڏهن قبرستان ۾ نماز لاءِ الڳ جاءِ ٺهيل هجي ۽ ان جاءِ تي ڪا قبر نه هجي، نمازي جي سامهون به ڪا قبر نه هجي ۽ اتي ڪا نجاست به نه هجي ته اهڙي جاءِ تي نماز پڙهڻ مڪروه نه آهي. جيڪڏهن قبر نمازي جي ساڄي، کاٻي يا پويان هجي يا جيڪڏهن سامهون هجي ته ستره جي اندازي جيتري ڪا شيءِ نمازي ۽ قبر جي وچ ۾ اوٽ هجي ته ڪا ڪراهت نه آهي- (٩) نالي ندي وهڻ جو هنڌ (ڇوته ٻوڏ ۽ پاڻي جي وهڪري ۾ اتي اچي پليتي ڪرندي آهي) - (١٠) اٽي پيهڻ جي جنڊ وٽ - (١٢) گند اڇلائڻ جو هنڌ - (١٣) ناجائز قبضو ڪيل (ڦريل)

زمين يا پرائي زمين جنهن ۾ ڪجهه پوکيل هجي ۽ مالڪ کان اجازت به نه ورتي وئي هجي، نه ته مجبوري جي حالت ۾ رستي ۾ پڙهجي- (١۴) جهنگ ۽ پٽ تي ستره کان سواءِ نماز پڙهڻ - ستره جو تفصيل نماز جي مڪروه ڳالهين ۾ آهي، (گاهه، تڏي ۽ ڪپڙي وغيره جي دري تي نماز پڙهڻ ۽ سجدي ڪرڻ ۾ ڪا ڪراهت ناهي پر زمين تي افضل آهي ڇوته ان ۾ عجز ونياز آهي).

**(فائدو)** اڄ ڪلهه احتياط طور سفر ۾ پاڻ سان مصلو ۽ پاڻي لاءِ ڪرو ۽ لوٽو وغيره کڻڻ بهتر آهي.

## ۴- اوگهڙ ڍڪڻ:

(١) ستر عورت يعني جسم جي جنهن حصي کي ڍڪڻ فرض آهي جڏهن ماڻهو کي ان تي قدرت هجي ته ان جو ڍڪڻ نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ شرط آهي ڪٿي اهڙي شيءِ سان ڍڪجي جنهن جو عام حالتن ۾ پهرڻ جائز نه آهي جهڙوڪ مرد لاءِ ريشم ۽ پٽ، بناعذر جي ائين ڪرڻ گناهه آهي. نماز کان سواءِ ماڻهن جي سامهون يا اڪيلائپ ۽ اونده ۾ به اوگهڙ ڍڪڻ فرض آهي، پر ڪنهن صحيح مقصد مثال طور پيشاب، پائخاني، استنجي، طهر، علاج ۽ حلال مباشرت وغيره لاءِ اوگهڙ جو ضرورت مطابق ظاهر ڪرڻ جائز آهي.

(٢) مرد لاءِ دن جي هيٺان کان گوڏن تائين اوگهڙ آهي، دن اوگهڙ ۾ داخل نه آهي، گوڏا اوگهڙ ۾ داخل آهن، آزاد عورت (ٻانهي نه) جي منهن، ٻنهي هٿن ۽ پيرن کان سواءِ سمورو بدن اوگهڙ آهي، عورت جي مٿي وارا ۽ لڙڪندڙ وار سڀ اوگهڙ آهن، عورت جي ڪَرائي (ٻانهه) به اوگهڙ آهي، ڪن وٽ عورت جو آواز به اوگهڙ ۾ داخل آهي ان ڪري احتياط ضروري آهي. ڪٿي عورت تي نماز ۾ منهن ڍڪڻ فرض

نہ آهي پر غيرمردن جي سامهون منهن ظاهر ڪرڻ يا نماز پڙهڻ بہ جائز نہ آهي. ٻانهي جي اوگهڙ بہ اهائي آهي جيڪا مرد جي آهي ان سان گڏوگڏ سندس پيٽ ۽ پٺي بہ اوگهڙ آهي ۽ پاسو، پيٽ ۽ پٺيءَ جي تابع آهي. خنثيٰ مشڪل (ٽين جنس) جيڪڏهن ٻانهو آهي تہ ان جي اوگهڙ ٻانهي وانگر آهي ۽ جيڪڏهن آزاد آهي تہ ان جي اوگهڙ آزاد عورت وانگر آهي. چئن سالن جي عمر تائين ٻار جو بدن اوگهڙ نہ آهي، ان جو ڍڪڻ ضروري ناهي ۽ ان جو ڏسڻ ۽ هٿ لائڻ مباح آهي. ان ڪان پوءِ ڏهن سالن تائين پيشاب پائخاني وارو هنڌ ۽ انهن جي چوڌاري وارو حصو اوگهڙ (عورت غليظہ) ۽ ڍڪڻ جي لائق ٿي ويندو آهي. ڏهن سالن ڪان پوءِ ان لاءِ اوگهڙ ڍڪڻ جو حڪم بالغ وانگر آهي، پندرهن سالن جي ڇوڪري کي عورتن ۾ وڃڻ ڪان منع ڪيو وڃي، ۽ جيڪڏهن نشانين جي لحاظ سان پندرهن سالن ڪان اڳ بالغ ٿي وڃي تہ انهيءَ وقت ڪان روڪيو وڃي.

(٣) جيڪو عضوو بدن سان گڏ هوندي اوگهڙ ۾ داخل آهي اهو بدن ڪان الڳ ٿيڻ ڪان پوءِ بہ اوگهڙ آهي ۽ ان جو ڏسڻ جائز نہ آهي.

(۴) جڏهن شهوت پيدا ٿيڻ جو شڪ هجي تہ ري ڏاڙهي ڇوڪر جو منهن ڏسڻ حرام ۽ منع آهي، بناشهوت جي ڏسڻ مباح آهي ڪٿي اهو خوبصورت هجي.

## اوگهڙ جي عضون جو تفصيل:

مرد جي اوگهڙ جا اٺ عضوا آهن: (١) شرمگاه (آلہ تناسل) پنهنجي سمورن حصن سميت هڪ عضوو آهي. (٢) ٻئي خصيا (آنورا) پنهنجي اردگرد سميت هڪ عضوو آهن. (٣-۴) هر هڪ ڀنڊڻ الڳ الڳ عضوو آهي. (٥) پائخاني جو هنڌ پنهنجي چؤگرد سميت ڀنڊڻن ڪان الڳ

هڪ عضوو آهي. (٦-٧) هرهڪ ران چڏي جي پاڙ کان گوڏي تائين الڳ الڳ عضوو آهي، گوڏو ان ۾ شامل آهي. (٨) دن جي هيٺان کان زيرناف جي ايريل هڏي تائين (يعني آلہ تناسل جي پاڙ تائين) وارو حصو هڪ عضوو آهي.

ٻانهيءَ لاءِ اوگهڙ جا عضوا نو آهن: (١-٢) ٻئي رانون مرد وانگر. (٣- ۴) ٻئي ٻنڊڻ. (۵- ٦) اڳين ۽ پوئين شرمگاهہ پنهنجي اردگرد سميت. (٧) دن جي هيٺان نهائين ۽ ان سان لڳ جيڪو زيرناف جي ايريل هڏي تائين هنڌ آهي ۽ ان جي سامهون پٺيءَ جي پاسي سڀ گڏجي هڪ عضوو آهي. (٨) پيٽ يعني سيني جي هيٺان کان دن جي هيٺان واري ڪناري تائين، دن بہ پيٽ ۾ شامل آهي. (٩) پٺيءَ جو اهو حصو جيڪو پيٽ جي سامهون آهي ۽ ٻنهي پاسن جو جيڪو حصو پيٽ سان لڳ آهي اهو پيٽ ۾ شامل آهي، ۽ جيڪو پٺيءَ سان لڳ آهي اهو پٺيءَ ۾ شامل آهي. هڪ روايت مطابق ٻانهيءَ جو سينو ۽ ٻئي ڇاتيون الڳ الڳ اوگهڙ آهن، ۽ هڪ قول مطابق ٻئي پاسا الڳ الڳ مستقل اوگهڙ آهن، اهڙيءَ طرح ٻانهيءَ جي اوگهڙ جا ڪل عضوا چوڏهن تي وڃن ٿا.

آزاد عورت جي پنجن عضون منهن، ٻنهي هٿن ۽ ٻنهي پيرن کان سواءِ سمورو بدن اوگهڙ آهي، ۽ اهي ٽيهہ عضوا آهن:

(١) مٿو، يعني پيشاني جي مٿان کان ڳچيءَ جي شروعات تائين، ۽ هڪ ڪن کان ٻئي ڪن تائين، يعني جيتري هنڌ تي عام طرح وار ڄمندا آهن. (٢) مٿي جا وار جيڪي ڪنن کان هيٺ لڙڪيل هجن الڳ عضوو آهن. (٣- ۴) ٻئي ڪن، بہ الڳ الڳ عضوا آهن. (۵) ڪنڌ ڳچي سميت. (٦ - ٧) ٻئي ڪلها. (٨- ٩) ٻئي ٻانهون ٺونٺين سميت. (١٠- ١١) ٻئي ڪرائيون ٺونٺين کان هٿ جي سنڌن تائين. (١٢) سينو،

ٻچي جي سنڌ کان ٻنهي ڇاتين کان هيٺ تائين. (١٣-١٤) ٻئي پستان، جيڪڏهن ڇڳيءَ طرح ايري ڇڪا هجن، جيڪڏهن ٻنهه نہ ايريا هجن يا معمولي ايريا هجن جو الڳ عضوو نہ ٻنجي سگهن تہ سيني سان گڏ آهن، الڳ عضوو نہ ليکبا. ٻنهي ڇاتين جي وچ واري جڳهہ هر حال ۾ سيني ۾ داخل آهي، الڳ عضوو نہ آهي. (١٥) پيٽ، سيني جي حد ختم ٿيڻ کان دن جي هيٺان واري ڪناري تائين، دن جي پويان وارو حصو بہ پيٽ ۾ شمار ٿيندو آهي. (١٦) پٺي، يعني پوئين پاسي ڏانهن سيني جي سامهون کان چيلهہ تائين. (١٧) ٻنهي ڪلهن جي وچ وارو هنڌ بغل جي هيٺان کان سيني جي هيٺين حد تائين، ٻنهي پاسن ۾ جيڪا جڳهہ آهي ان جو اڳيون حصو سيني ۾ ۽ پويون حصو ڪلهن يا پٺي ۾ شامل آهي، ان کان پوءِ ٻنهي پاسن ۾ چيلهہ تائين جيڪا جڳهہ آهي ان جو اڳيون حصو پيٽ ۾ ۽ پويون حصو پٺي ۾ شامل آهي. (١٨) دن جي هيٺان نهائين ۽ ان سان لڳ جيڪو هنڌ آهي اهو ۽ ان جي سامهون پٺيءَ ڏانهن سڀ گڏجي هڪ عضوو آهي. (١٩-٢٠) اڳين ۽ پوئين شرمگاهہ پنهنجي اردگرد سميت. (٢١-٢٢) ٻئي ٻنڊڻ. (٢٣- ٢٤) ٻئي رانون، ڇڏن کان گوڏن تائين، گوڏا بہ شامل آهن. (٢٥-٢٦) ٻئي پنيون، پيڏين سميت. (٢٧-٢٨) ٻنهي هٿن جي پٺ. (٢٩-٣٠) ٻنهي پيرن جون تريون. (ڪن وٽ هٿن جي پٺي ۽ پيرن جون تريون اوگهڙ نہ آهن).

عورت جو منهن جيتوڻيڪ اوگهڙ نہ آهي پر فتني جي ڪري نامحرم جي اڳيان ان جو کولڻ منع آهي، اهڙيءَ طرح نماز ۾ بہ عورت لاءِ منهن ڍڪڻ فرض نہ آهي، پر غيرمردن جي آڏو سفر وغيره ۾ منهن ڍڪي نماز پڙهي، خاص ڪري جوان عورتن لاءِ ان جي پابندي ضروري آهي ۽ غيرمحرم ڪي بہ ان ڏانهن نظر ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ هٿ لائڻ تہ اجان وڌيڪ منع آهي.

## اوگھڙ ڍڪڻ بابت مسئلا

(١) جيڪڏهن آزاد بالغ عورت وٽ اهڙو لباس آهي جيڪو سندس بدن ۽ مٿي جي چوٿين حصي کي ڍڪي سگھي ته بدن ۽ مٿي جي چوٿين حصي جو ڍڪڻ فرض آهي، جيڪڏهن ڪپڙو ايترو آهي جو جنهن سان مٿي جي چوٿين حصي کي نه ٿو ڍڪي سگھجي پر ان کان گھٽ حصي کي ڍڪي سگھجي ٿو ته ان حصي کي ڍڪڻ واجب ناهي افضل ۽ مستحب آهي. جيڪڏهن بلوغت کي ويجهو ٿيل ڇوڪري مٿي جي چوٿين حصي کي ڍڪي سگھڻ جي صورت ۾ نه ڍڪيو ته مٿس نماز ٻيهر پڙهڻ واجب نه آهي، جيڪڏهن اگھاڙي هئڻ يا بناوضو جي نماز پڙهيائين ته نماز کي دهرائڻ جو حڪم ڏنو ويندو ۽ بنارَئي جي پڙهيائين ته نماز ٿي ويندي، پر بهتر هي آهي ته رئي سان پڙهي.

(٢) نماز ۾ پنهنجي اوگھڙ ٻين کان لڪائڻ ته فقيهن جي اتفاق سان فرض آهي، پر پنهنجي پاڻ کان لڪائڻ اڪثر عالمن وٽ فرض نه آهي، ان ڪري جيڪڏهن گريبان مان ڪنهن کي پنهنجي اوگھڙ تي نظر پئجي وئي ته نماز نه ڀڄندي، اهوئي معتبر قول آهي، پر ڄاڻي ٻجهي پنهنجي اوگھڙ ڏانهن نهارڻ مڪروه تحريمي آهي.

(٣) ٻين کان اوگھڙ ڍڪڻ جو مطلب هي آهي ته پنهنجي بدن کي چئني پاسن کان ڍڪڻ ضروري آهي، هيٺان ڍڪڻ ضروري ناهي، ان ڪري گوڏ ۽ پوتڙي جي هيٺان اوگھڙ جو نظر اچڻ نماز ۾ رڪاوٽ نه بڻندو جيڪڏهن چئني پاسن کان اوگھڙ ٺيڪ طرح ڍڪيل هجي.

(٤) جيڪڏهن ڪنهن اونده ۾ اگھاڙو ٿي نماز پڙهي ۽ وٽس ڪپڙو موجود آهي ته نماز جائز نه ٿيندي.

(٥) سنهو ڪپڙو جنهن مان بدن ڏسڻ ۾ ايندو هجي اوگھڙ

ڍڪڻ لاءِ ڪافي ناهي، اهڙو ڪپڙو پهري نماز پڙهڻ جائز نہ آهي جيڪڏهن اهو اوگهڙ واري عضون تي هجي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن چادر يا رَئي سان عورتن جي وارن جي ڪاراڻ ڏسڻ ۾ اچي، تہ نماز نہ ٿيندي.

(٦) ٿلهو ڪپڙو جنهن مان بدن جو رنگ نظر نہ ايندو هجي پربدن سان اهڙيءَ ريت چنبڙيل هجي جو بدن جي عضون جي شڪل معلوم ٿيندي هجي، اهڙي ڪپڙي سان نماز ٿي ويندي، پر ٻين ماڻهن لاءِ ان جي عضون جي شڪل ڏانهن نظر ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ ماڻهن جي سامهون اهڙو ڪپڙو پائڻ منع آهي، خاص ڪري عورتن لاءِ تہ پاڻ وڌيڪ منع آهي.

## نماز ۾ اوگهڙ کلڻ وڃڻ جا مسئلا:

(١) نماز ۾ اوگهڙ واري ڪنهن عضوي جي چوٿين حصي ڪان گهٽ جو کلي وڃڻ معاف آهي ڪٿي ڪيتروئي وقت کليل رهي، چوٿين ڀاڱي يا ان ڪان وڌيڪ اوگهڙ کلي وڃڻ سان نماز ڀڄي پوندي آهي جيڪڏهن هڪ رڪن (ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ) جيترو وقت کليل رهي، ان ڪري جن عضون جو ڍڪڻ فرض آهي انهن مان ڪو عضوو نماز ۾ چوٿون حصو يا وڌيڪ ظاهر ٿي پوي ۽ نمازي ان کي فورا (رڪن جي مقدار ڪان اڳ) ڍڪي ڇڏي تہ نماز نہ ڀڄندي ۽ جيڪڏهن هڪ رڪن جيترو وقت کليل رهيو تہ نمازُ ڀڄي پوندي. اهو حڪم ان صورت ۾ آهي جڏهن بنا ارادي جي ظاهر ٿي پيو هجي، پر جيڪڏهن پنهنجي ارادي يا پنهنجي فعل سان کوليائين تہ رڪن جي مقدار جي رعايت نہ آهي بلڪہ فورا ئي نماز ڀڄي پوندي ڪٿي رڪن جي مقدار ڪان اڳ ان کي ڍڪي ورتائين. جيڪڏهن نماز شروع ڪرڻ وقت اوگهڙ جي ڪنهن

عضوي جو چوٿون حصو کليل هجي ۽ انهيءَ حالت ۾ نمازي تکبير تحريمه چئي ته نماز شروع ئي نه ٿي، ڪٿي رڪن جي مقدار کان گهٽ وقت گذري.

(٢) معتبر راءِ آهي ته اوگهڙ وڏي هجي يا هلڪي، ان جو حساب چوٿين ڀاڱي سان ئي ڪيو ويندو آهي، ستر جو وڏو يا هلڪو هئڻ رڳو ڏسڻ جي حرام هئڻ جي لحاظ کان آهي.

(٣) مرد ۽ عورت جي پيشاب ۽ پائخاني جو هنڌ ۽ ٻنهن جو آس پاس ستر غليظ (وڏي اوگهڙ) آهي، ان کان سواءِ سڀ ستر خفيف (هلڪي اوگهڙ) آهي. (گوڏو ران جي مقابلي ۾ هلڪي اوگهڙ آهي، ان ڪري گوڏي ظاهر ڪندڙ کي نرمي سان روڪيو وڃي ۽ ران کوليندڙ کي سختي سان روڪيو وڃي پر جيڪڏهن ڳالهه نه مڃي ته ڪيس مارڪٽ نه ڪئي وڃي، پر جيڪڏهن ڪو ستر غليظ (وڏي اوگهڙ) کوليو ويٺو هجي ۽ ڏسندڙ مارڪٽ ڪرڻ جي سگهه رکندڙ هجي جهڙوڪ حاڪم يا پيءُ ته مارڪٽ ڪرڻ گهرجي.

(٤) چوٿين حصي مان مراد اوگهڙ وارن عضون مان هرهڪ جو پنهنجو چوٿون حصو آهي. جيڪڏهن هڪ عضوي ۾ ڪئين هنڌ ٿورو ٿورو ظاهر ٿيا هجن ته انهن کي گڏائي ڏٺو ويندو. جيڪڏهن ٻن يا وڌيڪ عضون جا ڪجهه حصا ظاهر ٿيا هجن ته انهن کي به گڏايو ويندو، پر انهن جو حساب انهن مان ننڍي ۾ ننڍي عضوي جي چوٿين ڀاڱي مطابق ڪيو ويندو.

## اگهاڙپ ۾ نماز پڙهڻ جا مسئلا

(١) جنهن کي پاڪ يا پليت ڪپڙو نه ملي سو ويهي نماز پڙهي ۽ اشاري سان رڪوع ۽ سجدو ڪري اهوئي افضل آهي. ويهڻ جي

شڪل بابت ٻه قول آهن: پهريون هي ته جهڙيءَ ريت مرد يا عورت التحيات ۾ ويهندا آهن انهيءَ ريت ويهي اشارن سان نماز پڙهي، ڇوته ان ۾ وڌيڪ پردو آهي ۽ قبلي ڏانهن پير ڪرڻ کان به بچي ويندو، ان ڪري ڪن فقيهن ان قول کي ترجيح ڏني آهي. ٻيو قول هي آهي ته پنهنجا ٻئي پير قبلي ڏانهن ڪري ويهي ۽ ٻئي هٿ رانن جي وچ ۾ عورت غليظه (وڏي اوگهڙ) تي رکي، ڪن ان قول کي ترجيح ڏني آهي.
جيڪڏهن ڪٿي ڪيئي اگهاڙا شخص هجن ته پري پري الڳ الڳ نماز پڙهن، ۽ جيڪڏهن جماعت سان پڙهڻ گهرن ته امام وچ ۾ ٿئي، جيڪڏهن اگهاڙو معذور شخص بيهي رڪوع ۽ سجدي سان نماز پڙهي يا ويهي رڪوع ۽ سجدي يا بيهي اشارن سان نماز پڙهي ته به جائز آهي. رات هجي يا ڏينهن، جهنگ پٽ هجي يا گهر، هرهنڌ اهو حڪم هي، اهوئي معتبر قول آهي.

(٢) ڪپڙي ملڻ مان مراد ان تي قدرت هئڻ آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن ان کي ڪپڙو ڏئي ڇڏيو (ڪٿي اڌار طور ئي ڏنو) ته معتبر راءِ مطابق ان جو استعمال مٿس واجب آهي، ۽ ان لاءِ اگهاڙپ ۾ نماز پڙهڻ جائز نه آهي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن ٻئي شخص وٽ ڪپڙو آهي ۽ اگهاڙي شخص کي غالب گمان آهي ته هو گهرڻ سان ڏئي ڇڏيندو ته مٿس گهرڻ واجب آهي، پوءِ جيڪڏهن هو نه ڏئي ته اگهاڙپ ۾ نماز پڙهي ڇڏي.

(٤) جيڪڏهن ڪو ساڻس وعدو ڪري يا ڪيس ڪپڙي ملڻ جي اميد هجي ته نماز ۾ ان وقت تائين دير ڪري جيستائين وقت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ نه هجي ۽ جڏهن ڪيس وقت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ ٿئي ته اگهاڙپ ۾ ئي نماز پڙهي وٺي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن غسل يا

وضو لاءِ پاڻي نہ ملي پر ملڻ جي اميد هجي، يا پاڪ هنڌ نہ ملي پر ملڻ جي اميد هجي تہ ان وقت تائين دير ڪجي جيستائين وقت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ نہ هجي، پر دير ڪرڻ مستحب آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن بناانتظار جي پليت ڪپڙي سان يا پليت جڳہ تي نماز پڙهي ڇڏي تہ بہ جائز آهي.

(٥) جيڪڏهن اگهاڙپ ۾ نماز پڙهندڙ کي نماز ۾ ڪپڙو ملي وڃي تہ نئين سر نماز پڙهي.

(٦) جيڪڏهن ڪپڙو بها سان ملندو هجي ۽ هن وٽ پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ رقم هجي ۽ اگهہ بازار جهڙو هجي تہ خريد ڪرڻ واجب آهي، پر جيڪڏهن وڪڻندڙ بازار جي اگهہ کان گهڻو وڌيڪ گهري تہ ان جو خريد ڪرڻ واجب ناهي، جيڪڏهن مالڪ اڌار ڪرڻ تي راضي هجي تہ خريد ڪرڻ واجب ٿيڻ گهرجي.

(٧) جيڪڏهن ڪا پوري يا هنڌ بسترو ملي وڃي تہ ان سان اوگهڙ ڍڪي نماز پڙهجي، اگهاڙپ ۾ نہ پڙهجي، جيڪڏهن گاهہ سان اوگهڙ ڍڪي سگهندو هجي تہ بہ اهوئي حڪم آهي.

(٨) جيڪڏهن پيو ڪجهہ نہ هجي ۽ ڪنهن اهڙي پاڪ گپ يا چڪ يا آلي مٽي تي قادر هجي جيڪا پوري نماز تائين بدن تي موجود رهي سگهي تہ اها اوگهڙ وارن عضون تي هٽي ڇڏي، جيڪڏهن پڪ هجيس تہ اها بيهي رهندي تہ ان کان سواءِ نماز جائز نہ ٿيندي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پن ويڙهڻ يا اهڙي ميري پاڻي ۾ ويهي نماز پڙهڻ تي قادر هجي جنهن مان اوگهڙ نظر نہ اچي تہ بہ اهوئي حڪم آهي. اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪنهن بہ شيءِ جي ملي سگهڻ جي صورت ۾ يا مٽي وجهي پاڻي کي گدلو ڪري سگهڻ جي صورت ۾ اگهاڙو شخص صاف پاڻي ۾ ويهي نماز نہ پڙهي، جيڪڏهن ائين نہ ڪري سگهندو هجي تہ پوءِ

گهٽ ظاهر ٿيڻ سانگي صاف پاٽي ۾ نماز پڙهڻ واجب آهي.

(۹) جيڪڏهن مرد کي اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ريشمي ڪپڙي کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ ملي تہ مٿس انهيءَ ڪپڙي سان نماز پڙهڻ فرض آهي ۽ اگهاڙو نماز پڙهڻ جائز ناهي، بناعذر جي ريشمي ڪپڙا پائڻ مردن لاءِ حرام آهي ۽ نماز مڪروه تحريمي آهي، عورتن لاءِ هرحال ۾ ريشمي ڪپڙا پهرڻ ۽ انهن سان نماز پڙهڻ جائز آهي.

(۱۰) جيڪڏهن بيهي نماز پڙهڻ سان عورت جي اوگهڙ ايترو ظاهر ٿئي جنهن سان نماز جائز نہ ٿيندي آهي ۽ ويهي پڙهڻ سان ڪجهہ بہ ظاهر نہ ٿئي تہ ان کي ويهي نماز پڙهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن سجدي ڪرڻ وقت عورت جي اوگهڙ واري ڪنهن عضوي جو چوٿون حصو ظاهر ٿئي تہ سجدي کي ڇڏي ڏئي.

(۱۱) جيڪڏهن ڪنهن اگهاڙي شخص کي رڳو ايترو ڪپڙو ملي جنهن سان ٿورڙي اوگهڙ ڍڪي سگهجي تہ ڪن وٽ پوئين شرمگاه کي ۽ ڪن وٽ اڳين شرمگاهہ کي ڍڪجي، اهو اختلاف افضل هجڻ ۾ آهي، جيڪڏهن ڪپڙو ان کان وڌيڪ هجي تہ اڳين پوئين شرمگاهن کان پوءِ ران کي، پوءِ گوڏي کي ڍڪي. عورت ران کان پوءِ پيٽ ۽ پٺي کي، پوءِ گوڏي کي ڍڪي، پوءِ باقي بدن هڪجهڙو آهي. ٻنڊڻ ۽ زيرناف پيشاب ۽ پائخاني جي هنڌن سان گڏ آهن ان ڪري ران کان اڳ انهن کي ڍڪڻ گهرجي. جيڪڏهن اگهاڙپ واري شخص کي رڳو ايترو ڪپڙو ملي جنهن سان اوگهڙ وارن عضون مان سڀ کان ننڍي عضوي کي ڍڪي سگهجي تہ انهيءَ جو ڍڪڻ فرض آهي نہ تہ نماز فاسد ٿيندي.

## اوگھڙ ڍڪيندڙ ناپاڪ شيءِ بابت مسئلا

(١) جيڪڏهن ڪنهن اهڙي شيءِ ڪان سواءِ جيڪا بنيادي طرح ناپاڪ هجي ڪا ٻي شيءِ اوگھڙ ڍڪڻ لاءِ نہ ملي (جهڙوڪ مئل ساهواريءَ جي پاڪ نہ ڪيل کل) تہ اهڙو شخص نماز ۾ اوگھڙ نہ ڍڪي بلڪہ اگھاڙپ ۾ ئي نماز پڙهي، نماز کان سواءِ عام حالت ۾ ان کل سان اوگھڙ ڍڪي، ۽ جيڪڏهن اها شيءِ بنيادي طرح ناپاڪ ناهي بلڪہ ڪنهن ٻاهرين پليتي جهڙوڪ پيشاب، پائخاني يا رت وغيره جي لڳڻ سان ناپاڪ ٿي آهي تہ جيڪڏهن اها سموري شيءِ ناپاڪ ٿي وئي آهي يا ان جو چوٿين ڀاڱي کان گھٽ حصو پاڪ آهي تہ ڪيس اختيار آهي تہ ان ڪپڙي سان، ويهي رڪوع ۽ سجدي سان نماز پڙهي ۽ اهو مستحب ۽ افضل آهي يا اگھاڙپ ۾ نماز پڙهي، ۽ جيڪڏهن ان جو چوٿون ڀاڱو پاڪ آهي تہ ان سان نماز پڙهڻ واجب آهي. اهو حڪم ان وقت آهي جڏهن نجاست کي پاڪ ڪرڻ يا گھٽ ڪرڻ لاءِ ڪا شيءِ نہ ملي، پر جيڪڏهن اهڙي شيءِ ملي وڃي تہ نجاست کي پاڪ ڪرڻ يا گھٽ ڪرڻ واجب آهي.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن وٽ ٻہ ڪپڙا هجن ۽ انهن مان هرهڪ تي درهم جي اندازي کان وڌيڪ نجاست غليظ لڳل آهي تہ جيڪڏهن انهن مان ڪو بہ ڪپڙو چوٿين ڀاڱي جيترو پليت ناهي تہ ڪيس اختيار آهي تہ جنهن سان وڻيس نماز پڙهي، پر مستحب هي آهي تہ گھٽ پليتي واري سان پڙهجي، ۽ جيڪڏهن هڪ چوٿين ڀاڱي کان گھٽ پليت هجي ۽ ٻيو چوٿين ڀاڱي جيترو تہ جيڪو گھٽ پليت هجي تنهن سان نماز پڙهجي ٻئي سان نماز جائز نہ ٿيندي. ۽ جيڪڏهن هرهڪ چوٿين ڀاڱي جيترو پليت آهي يا انهن مان ڪو هڪ چوٿين ڀاڱي کان وڌيڪ ۽

ٽن چوٿن $(\frac{٣}{٤})$ کان گهٽ آهي ۽ ٻيو چوٿين ڀاڱين جيترو هجي تہ ٻنهن جو حڪم ساڳيو آهي، ڪنهن سان بہ نماز پڙهي سگهي ٿو. پر افضل هي آهي تہ گهٽ نجاست واري سان پڙهي ۽ جيڪڏهن هڪ جو چوٿون ڀاڱو پاڪ هجي ۽ ٻيو چوٿين ڀاڱي کان بہ گهٽ پاڪ هجي يا سمورو ناپاڪ هجي تہ جنهن جو چوٿون ڀاڱو پاڪ آهي تنهن سان نماز پڙهي، نہ تہ نماز نہ ٿيندي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن ڪپڙي جي هڪ پاسي ۾ رت يا ڪا ٻي پليتي لڳل هجي ۽ ان جو ايترو حصو پاڪ هجي جو ان سان گوڏ ٻڌي سگهجي تہ ان حالت ۾ بناڍڻ جي نماز پڙهڻ سان نماز نہ ٿيندي، ڪٽي ان جي هڪ پاسي کي چورڻ سان ٻيو پاسو چرندو هجي يا نہ چرندو هجي.

(٤) جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ پاڪ ريشمي ڪپڙو آهي ۽ عام ڪپڙو بہ آهي پر ان تي درهم جي اندازي کان وڌيڪ پليتي لڳل آهي تہ ريشمي ڪپڙي سان نماز پڙهي.

(٥) جيڪڏهن ڪنهن جا سڀ ڪپڙا پليت آهن ۽ پاڪ پاڻي بہ موجود آهي تہ ڌوئي آلي ڪپڙن سان نماز پڙهي ڇڏي ۽ قضا نہ ڪري.

(٦) جيڪڏهن اوگهڙ ڍڪڻ جي ڪپڙي يا ان کي پاڪ ڪرڻ واري شيء تي سگهہ نہ رکڻ ۾ ماڻهن پاران رڪاوٽ هجي تہ اگهاڙپ ۾ يا ناپاڪ ڪپڙن سان نماز پڙهي ڇڏي پر رڪاوٽ ختم ٿيڻ تي نماز جو دهرائڻ ضروري آهي. ۽ جيڪڏهن رڪاوٽ ڪنهن شخص پاران نہ هجي بلڪہ قدرتي هجي تہ نماز پڙهي ڇڏي ۽ متس ان جو دهرائڻ واجب ناهي.

## نماز لاءِ مستحب لباس وغيره

مستحب هي آهي تہ مرد ٽي ڪپڙا پائي نماز پڙهي: (١) ازار (گوڏ يا سٿڻ وغيره) (٢) قميص (٣) پڳ. جيڪڏهن ڪو هڪ ئي ڪپڙي سان بدن ڍڪي نماز پڙهي تہ بناڪراهت جي جائز آهي. عورت لاءِ بہ مستحب اهو آهي تہ ٽي ڪپڙا پائي نماز پڙهي جيڪي هي آهن: (١) ازار (گوڏ يا شلوار وغيره) (٢) قميص (٣) رئو. جيڪڏهن عورت ٻن ڪپڙن يعني گوڏ يا شلوار يا رئي ۾ نماز پڙهي تہ نماز جائز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن رڳو هڪ ئي اهڙي ڪپڙي سان نماز پڙهي جنهن سان ان جي سموري اوگهڙ ڍڪجي وڃي تہ نماز ٿي ويندي. جيڪڏهن ٻہ ماڻهو هڪ ئي وقت ۾ هڪ ڪپڙي سان نماز پڙهن ۽ هرهڪ ان جي ڪناري سان اوگهڙ ڍڪي ڇڏي تہ جائز آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو شخص ڪپڙي جي هڪ ڪناري سان پنهنجي اوگهڙ ڍڪي نماز پڙهي ۽ ٻيو ڪنارو ڪنهن ستل شخص تي وجهي ڇڏي تہ جائز آهي. جيڪڏهن ڪنهن وٽ هڪ اهڙو ڪپڙو هجي جو ان سان رڳو جسم کي ڍڪي سگهي يا ان کي وڇائي نماز پڙهي سگهي ۽ نماز لاءِ ڪيس پاڪ جڳہ نہ ٿي ملي تہ اهڙو شخص ان ڪپڙي سان پنهنجي جسم کي ڍڪي ۽ نماز انهيءَ هنڌ ئي پڙهي ڇڏي.

## ٥- قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ

(١) قدرت رکڻ جي صورت ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ شرط آهي. مسلمانن جو قبلو ڪعبو شريف آهي جيڪا هڪ چوڪنڊي عمارت آهي ۽ عربستان جي شهر مڪي پاڪ ۾ واقع آهي، ان کي خانو ڪعبو، ڪعبة الله، بيت الله ۽ بيت الحرام چئجي

ٿو. نماز ڪٿي فرض هجي يا نفل، سجده تلاوت هجي يا جنازي نماز، هر نماز ۾ سجدي لاءِ ضروري آهي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪجي، قدرت رکڻ جي صورت ۾ ان کان سواءِ ڪا نماز نہ ٿيندي، قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ حقيقتا هجي يا حڪما، مثال طور بيماري يا دشمن جي ڊپ کان قبلي ڏانهن منهن نہ ڪري سگهي تہ جنهن پاسي ڏانهن منهن ڪري سگهندو هجي، يا قبلي جي خبر نہ هئڻ ڪري اندازي سان جنهن پاسي ڏانهن منهن ڪري اهو سندس حڪمي قبلو آهي. قبلو مسجود اليه آهي (يعني ان ڏانهن منهن ڪري سجدو ڪيو وڃي ٿو) مسجود له ناهي (يعني جنهن لاءِ سجدو ڪيو وڃي) بلڪہ مسجود له الله تعاليٰ آهي، ۽ اهو پاسو آزمائش، هڪجهڙائي ۽ اتحاد لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي.

(٢) جيڪو شخص مڪي پاڪ ۾ آهي ان لاءِ خود ڪعبي شريف ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي ڪٿي وچ ۾ ڪا ڀت يا جبل ٽڪر وغيره اوٽ هجي يا نہ هجي، اهو ان وقت لاءِ آهي جڏهن ڪعبي جي ذات جي تحقيق ممڪن هجي، مثال طور ڇت تي چڙهي ڏسي سگهندو هجي ۽ جيڪڏهن اهڙي تحقيق ممڪن نہ هجي تہ مڪي وارن لاءِ بہ رڳو ان جي پاسي ڏانهن منهن ڪرڻ ڪافي آهي. جيڪڏهن ڪنهن رڳو "حطيم" ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ۽ ڪعبي شريف جو ڪو حصو سندس سامهون نہ رهيو تہ نماز نہ ٿيندي.

(٣) جيڪو مڪي کان ٻاهر هجي ۽ خاني ڪعبي تي سندس نظر نہ پوندي هجي تہ ان جو قبلو ڪعبي شريف جو رخ (پاسو) آهي، ان جي منهن جو ڪجهہ حصو ڪعبي شريف يا سندس فضا جي سامهون بالڪل صحيح طرح يا ان جي ويجهو ويجهو واقع هجي. صحيح طرح هئڻ مان مراد هي آهي تہ ان جي منهن جي سڌ کان جيڪڏهن هڪ سڌو ليڪو ڪڍيو وڃي تہ اهو ڪعبي يا سندس فضا تان لنگهي.

ويجهي هئڻ مان مراد هي آهي تہ اهو ليڪو ڪعبي پاڪ يا سندس فضا ڪان بنهہ هٽيل نہ هجي بلڪہ ڪنهن حد تائين منهن جي سطح ڪعبي يا سندس فضا جي سامهون رهي (ان جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو).
پاڪستان، هندستان، برما، چين، جاپان ۽ ڪيترن ئي ٻين ملڪن ۾ قبلو اولهہ پاسي ڏانهن آهي. ڪعبي جو رخ، دليل يعني نشاني سان معلوم ڪيو ويندو آهي. اهو دليل يا نشاني شهرن ۽ ڳوٺن جا اهي محراب آهن جيڪي اصحابن سڳورن يا تابعين اڏايا هئا، جيڪڏهن اهي نہ هجن تہ ان ڳوٺ جي ماڻهن ڪان پڇا ڪجي، رڳو هڪ ماڻهو ڪان پڇڻ ڪافي آهي. دريائن، سمنڊن ۽ جهنگن پٽن ۾ قبلي جو دليل سج چنڊ ۽ تارا آهن، پاڪستان ۽ هندوستان وغيره ۾ قطب تارو نمازي جي ساڄي ڪلهي وٽان هوندو آهي.

(۴) خانہ ڪعبہ جي عمارت ڪان هيٺ لٿل جاءِ مطابق تحت الثريٰ يعني ستين زمين جي هيٺان ڪان عرش تائين واري وچين فضا قبلو آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو زمين جي اندر اونهين کوهہ ۾ يا بلند جبلن تي يا هوائي جهازن وغيره ۾ نماز پڙهي تہ جيڪڏهن ڪعبي جي فضا ان جي سامهون آهي تہ نماز صحيح ٿيندي. ڪعبي پاڪ جي اندر يا ان جي ڇت تي ڪو نماز پڙهي تہ جيڏانهن وڻيس منهن ڪري سگهي ٿو.

(۵) قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ مان مراد قبلي ڏانهن سينو ڪرڻ آهي، منهن ڪرڻ شرط ناهي، البت سنت آهي.

## قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ڪان عاجز هئڻ بابت مسئلا:

(۱) جيڪڏهن ڪنهن بيمار جو منهن قبلي ڏانهن ناهي ۽ هو ائين ڪرڻ تي قادر بہ نہ آهي ۽ نہ ان وٽ ڪو ٻيو اهڙو شخص آهي

جيڪو سندس منهن کي قبلي ڏانهن ڦيرائي يا اهو آهي تہ سهي، پر منهن ڦيرائڻ سان بيمار کي نقصان رسي ٿو تہ جنهن پاسي ڏانهن سندس منهن هجي اوڏانهن نماز پڙهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي جي مدد سان قبلي ڏانهن منهن ڪري سگهندو هجي ۽ اهڙو شخص موجود هجي ۽ ان سان بيمار کي نقصان بہ نہ ٿئي تہ اهو معذور نہ سمجهيو ويندو، ان لاءِ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي، نہ تہ نماز نہ ٿيندي. اهوئي معتبر قول آهي.

(٢) جنهن کي قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ۾ ڪو ڏپ هجي، ڪٿي دشمن جو هجي يا درندي يا چور جو هجي تہ اهڙو شخص جيڏانهن منهن ڪرڻ تي قادر هجي اوڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ڇڏي. جيڪڏهن ان جو عذر قدرت پاران هجي ڪنهن مخلوق جي طرفان نہ هجي جهڙوڪ بيماري، ڪراڙپ، دشمن جو ڏپ وغيره تہ بعد ۾ نماز نہ دهرائي، پر جيڪڏهن عذر مخلوق جي طرفان هجي جهڙوڪ قيد ۾ هجي ۽ ماڻهو ڪيس روڪن تہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ بنان نماز پڙهي ڇڏي ۽ جڏهن عذر ختم ٿي وڃي تہ اها نماز ٻيهر پڙهي.

(٣) ڪو ٻيڙي ۾ فرض يا نفل نماز پڙهي تہ ان تي بہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ واجب آهي، ۽ نماز ۾ ڪشتي جي ڦرڻ سان گڏ اهو پاڻ بہ قبلي ڏانهن ڦرندو وڃي نہ تہ نماز نہ ٿيندي. اهڙيءَ طرح ريل ۾ بہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي. ۽ جيڪڏهن نماز پڙهندي ريل ڦرڻ ڪري منهن قبلي کان هٽي وڃي تہ نمازي کي بہ ڦري قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ گهرجي نہ تہ نماز نہ ٿيندي، پر جيڪڏهن ريل ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ تي قادر نہ هجي تہ جنهن پاسي ڏانهن منهن ڪرڻ تي قادر هجي اوڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ۽ ٻيهڻ جي سگهہ نہ هجيس تہ ويهي پڙهي. پر بناعذر جي ٻيهڻ ۽ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ

کي نہ ڇڏڻ گھرجي ۽ بھانا نہ ڳولڻ گھرجن، اڄ ڪلھ ماڻھو ان ڳالھ
کان غافل آھن ۽ ان جي پرواھ نہ ٿا ڪن.

## اندازي سان قبلو معلوم ڪرڻ بابت مسئلا:

(١) آبادي ۾ پراڻن محرابن ۽ مسجدين وسيلي قبلو معلوم ڪرڻ گھرجي، جيڪڏھن ڪٿي اھي نہ ھجن تہ اھڙي شخص کان پڇا ڪجي جيڪو اتان جو رھاڪو ۽ قبلي جي ڄاڻ رکندڙ ھجي، سندس گواھي مڃي ويندي ھجي ۽ پڇا ڪندڙ جي آواز کي ٻڌي سگھندو ھجي، جيڪڏھن نمازي ان کان بہ عاجز ھجي تہ مٿس پنھنجي اندازي سان قبلي جو رخ مقرر ڪري نماز پڙھڻ واجب آھي. پراڻن محرابن ۽ مسجدن جي ھوندي ڪنھن کان پڇڻ صحيح ناھي ۽ نماز جائز نہ آھي. انھن جي موجود نہ ھئڻ جي صورت ۾ مٿي ذڪر ڪيل شرطن واري شخص جي موجود ھوندي بہ ان کان نہ پڇڻ ۽ پنھنجي اندازي سان قبلي جو رخ مقرر ڪرڻ جائز نہ آھي. مطلب تہ پھرين صورت جي ھوندي پوءِ واري صورت کي اختيار ڪرڻ جائز نہ آھي.

(٢) جيڪڏھن ڪنھن مٿي بيان ڪيل شرطن مطابق اندازي سان قبلو مقرر ڪري نماز پڙھي، نماز پڙھڻ کان پوءِ کيس معلوم ٿيو تہ سندس اندازو غلط ھو تہ نماز ٻيھر نہ پڙھي، پر جيڪڏھن نماز منجھہ ئي خبر پيس يا راءِ بدلجي ويس ۽ غالب گمان ڪنھن ٻئي طرف بابت ٿي ويس تہ نئين اندازي مطابق اوڏانھن منھن ڦيرائي ڪٿي سجده سھو ۾ ھجي ۽ رھيل نماز ان ريت پوري ڪري. نئين سر پڙھڻ جي ضرورت ناھي، جيڪڏھن ان صورت ۾ فورا اوڏانھن نہ ڦري بيٺو ۽ ھڪ رڪن جيتري دير ڪيائين تہ نماز نہ ٿيندي.

(٣) قبلي جي معلوم ڪرڻ جا جيڪي ذريعا مٿي بيان ٿيا تن

تي قدرت رکڻ جي صورت ۾ اندازو لڳائڻ جائز نہ آهي، عورت لاءِ بہ پڇڻ ضروري آهي. اهڙي وقت ۾ ڪيس شرم نہ ڪرڻ ڪپي بلڪہ پڇي نماز پڙهي نہ تہ سندس نماز نہ ٿيندي. جيڪڏهن قبلي جي ڄاڻ رکندڙ شخص جي هوندي ڪانئس نہ پڇيائين ۽ اندازي سان نماز پڙهي ڇڏيائين تہ جيڪڏهن قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي وئي تہ نماز ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن صحيح پاسي ڏانهن نہ پڙهيائين تہ نماز نہ ٿيندي. قبلي جي ڄاڻ رکندڙ ڪنهن شخص جي موجود هئڻ جي حد هي آهي تہ جيڪڏهن ڪيس وڏي آواز سان سڏجي تہ ٻڌي وٺي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن کي جهنگ ۾ قبلي بابت شڪ پئجي وڃي ۽ اندازي سان ڪنهن پاسي کي قبلو سمجهي ۽ ٻہ ڀروسي جوڳا ماڻهو ٻڌائن تہ قبلو ٻئي پاسي ڏانهن آهي تہ جيڪڏهن اهي ٻئي بہ مسافر آهن تہ انهن جي چوڻ تي نہ هلي، پر جيڪڏهن اهي اتي جا رهاڪو هجن يا ايڏانهن گهٽي اچڻ وڃڻ ڪري يا ڄاڻ جي ڪنهن ٻئي طريقي سان کين قبلي جي خبر هجي تہ انهن جي چوڻ مطابق عمل ڪري نہ تہ نماز نہ ٿيندي، هر شخص لاءِ پنهنجي اندازي تي عمل ڪرڻ لازم آهي ٻئي جي اندازي تي عمل ڪرڻ ضروري ناهي.

(۵) جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن شهر ۾ وڃي ۽ اتي محراب يا مسجدون موجود هجن تہ انهن جي مطابق نماز پڙهي. اندازي سان نہ پڙهي ۽ جيڪڏهن جهنگ ۾ آهي ۽ آسمان صاف آهي ۽ هو تارن سان قبلي جي سڃاڻ ڪري سگهي ٿو تہ بہ اندازي سان نماز نہ پڙهي، جيڪڏهن انهن ٻنهي صورتن ۾ اندازي سان قبلي جو رخ مقرر ڪري نماز پڙهندو ۽ اهو پاسو قبلي جي مطابق ثابت نہ ٿيو تہ نماز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن قبلي جي مطابق ثابت ٿيو تہ نماز ٿي ويندي.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن اهڙي مسجد ۾ ويو جتي محراب نہ هيو

۽ ڪيس قبلي جي ڄاڻ نہ هئي ان ڪري اندازي سان نماز پڙهيائين پوءِ خبر پيس تہ ڪانئس غلطي ٿي وئي آهي تہ نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي، ڇوتہ هو اتي جي رهاڪن کان قبلي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ تي قادر هو. ۽ جيڪڏهن معلوم ٿيس تہ ان جو رخ قبلي ڏانهن هو تہ نماز ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن ان اتي رهندڙ ۽ قبلي جي ڄاڻ رکندڙ شخص کان ان بابت پڇا ڪئي پر هن نہ ٻڌايو جنهن ڪري ان اندازي سان نماز پڙهي تہ جائز آهي، ڪٿي بعد ۾ خبر پوي تہ قبلي جي پاسي ڏانهن منهن نہ هو. جيڪڏهن اهو شخص نماز پڙهڻ کان پوءِ ٻڌائي تہ بہ نماز نہ دهرائي ويندي. اونداهي رات يا مينهن وغيره ۾ نمازي تي پڇا ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي گهرن جا دروازا کڙڪائڻ واجب ناهي، پر جيڪڏهن سڏ ڪرڻ ۽ پڇڻ ۾ تڪليف نہ ٿئي تہ اندازي لڳائڻ کان اڳ پڇا ڪرڻ واجب آهي، اونده ۾ قبلي جو محراب معلوم ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن سولائي سان پتو نہ پئجي سگهي تہ ڀتين کي هٿ لڳائي معلوم ڪرڻ بہ واجب نہ آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن کي قبلي جي طرف بابت شڪ ٿيو ۽ مٿي بيان ڪيل نشانين سان قبلو معلوم ڪرڻ کان عاجز آهي، ۽ اندازي سان ڪنهن طرف کي قبلو قرار ڏيڻ کان سواءِ ٻي ڪنهن پاسي ڏانهن نماز پڙهڻ شروع ڪري ڇڏيائين، پوءِ جيڪڏهن نماز ۾ ئي سندس شڪ ختم ٿي ويو ۽ پڪ ٿي ويس تہ هن جو رخ ٺيڪ قبلي ڏانهن آهي يا قبلي ڏانهن ناهي يا ڪا خبر نہ پيس تہ هرحال ۾ نئين سر نماز پڙهي، ۽ جيڪڏهن نماز کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ غلطي جي خبر پيس يا ڪا خبر نہ پيس يا گهڻو گمان اهو ٿيس تہ هن ٺيڪ قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي آهي تہ انهن ٽنهين صورتن ۾ بہ نماز نہ ٿيندي، تنهن ڪري نئين سر نماز پڙهي، ڇوتہ شڪ جي صورت ۾ مٿس اندازو لڳائڻ

فرض هو جيڪو ان ڇڏي ڏنو، ۽ جيڪڏهن نماز مان فارغ ٿيڻ کان بعد
ڪيس يقيني طور تي معلوم ٿي وڃي ته ان نيڪ قبلي ڏانهن نماز پڙهي
آهي ته عالمن جي اتفاق سان سندس نماز ٿي وئي، پيهر نه پڙهي.

(٨) جيڪڏهن اندازي سان هڪ طرف کي قبلو قرار ڏنائين پر
نماز ان بدران ٻئي پاسي ڏانهن منهن ڪري پڙهيائين ته فتويٰ ان تي آهي
ته هر حال ۾ پيهر نماز پڙهي.

(٩) جيڪڏهن اندازي سان ڪنهن طرف بابت غالب گمان نه
ٿئي بلڪه سندس خيال مطابق سڀ طرف قبلي هجڻ ۾ برابر هجن ته ان
صورت بابت ٽي قول آهن، ڪن جو چوڻ آهي ته نماز ۾ اوتري تائين
دير ڪري جيستائين سندس گمان ڪنهن هڪ پاسي ڏانهن ٿي وڃي.
ڪن چيو آهي ته چئن طرفن ڏانهن منهن ڪري هڪ هڪ ڀيرو نماز
پڙهي، اهو قول وڏيڪ معتبر ۽ احتياط جوڳو آهي. ڪن جو چوڻ آهي
ته چارئي طرف ان لاءِ برابر آهن، ڪنهن هڪ پاسي کي اختيار ڪري
اوڏانهن نماز پڙهي. علامه شامي انهيءَ کي معتبر مڃيو آهي. والله اعلم-

(١٠) جيڪڏهن اندازي سان قبلو مقرر ڪري نماز شروع
ڪيائين، هڪ رڪعت ادا ڪرڻ کان پوءِ سندس راءِ مٽجي ٻئي طرف
لاءِ ٿي وئي ۽ ٻي رڪعت ٻئي طرف منهن ڪري پڙهيائين وري ٽين يا
چوٿين رڪعت ۾ سندس راءِ پهرين رڪعت واري پاسي ڏانهن مٽجي وئي
ته ان بابت فقيهن جو اختلاف آهي، ڪن چيو آهي ته ڪيس پهرين
رڪعت واري طرف ڏانهن منهن ڪري نماز پوري ڪرڻ گهرجي، اهوئي
معتبر قول آهي، ڪن چيو آهي ته نئين سر نماز پڙهي، جيڪڏهن ڪنهن
شبهي جي ڪري اٽڪل سان هڪ رڪعت هڪ طرف ڏانهن پڙهي، پوءِ
سندس راءِ مٽجي وئي جنهن ڪري ان ٻي رڪعت ٻئي طرف ڏانهن منهن
ڪري پڙهي، اهڙيءَ طرح چارئي رڪعتون چئني پاسن ڏانهن منهن

ڪري پڙهيائين تہ جائز آهي.

(١١) اٽڪل سان قبلو مقرر ڪرڻ جهڙيءَ طرح نماز لاءِ ضروري آهي ساڳئي طرح سجده تلاوت لاءِ بہ ضروري آهي.

## اندازي سان قبلو مقرر ڪندڙ جي پويان نماز پڙهڻ بابت مسئلا:

(١) جيڪڏهن ڪنهن اندازي سان قبلو مقرر ڪري نماز پڙهي ۽ هڪ ٻئي شخص سندس پويان اندازي لڳائڻ کان سواءِ نماز ادا ڪئي تہ جيڪڏهن امام ٺيڪ قبلي ڏانهن رخ ڪري نماز پڙهي تہ امام ۽ مقتدي ٻنهن جي نماز صحيح آهي، پر جيڪڏهن امام جو اندازو غلط ثابت ٿيو تہ امام جي نماز ٿي ويندي ۽ مقتدي جي نہ ٿيندي.

(٢) هڪ شخص اندازي سان ڪنهن طرف ڏانهن رخ ڪري نماز شروع ڪئي پوءِ نماز ۾ خبر پيس تہ قبلو ٻئي طرف آهي جنهن ڪري نماز ۾ ئي اوڏانهن ڦري بيٺو، پوءِ هڪ شخص آيو جنهن کي سندس اڳين حالت معلوم هئي ۽ ان نماز ۾ اوڏانهن منهن ڪري ان جي اقتداء ڪئي تہ امام جي نماز ٿي ويندي مقتدي جي نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن ڪيس پهرين شخص جي حالت بابت ڄاڻ نہ هئي، يا ڄاڻ هيس پر ان جي اندازي مطابق ان ساڳئي پاسي ڏانهن قبلي هجڻ جو ان کي غالب گمان ٿيو هو، ۽ هاڻ راءِ متجڻ تي هن بہ اندازو لڳايو ۽ سندس غالب گمان امام جي اندازي مطابق ٿي ويو تہ اهڙي مقتدي جي نماز بہ ان امام جي پٺيان جائز ٿي ويندي.

(٣) ڪنهن نابين هڪ رڪعت قبلي کان هٽيل پاسي ڏانهن منهن ڪري پڙهي پوءِ هڪ شخص اچي ان کي قبلي ڏانهن منهن ڪري بيهاريو ۽ ان جي پٺيان نماز پڙهيائين تہ جيڪڏهن نابين کي نماز شروع ڪرڻ وقت اهڙو شخص مليو هو جنهن کان هو قبلي بابت ڄاڻ حاصل

ڪري سگهندو هو پر هن ائين نہ ڪيو تہ اهڙي امام ۽ مقتدي ٻنهن جي نماز فاسد آهي، پر جيڪڏهن ڪيس اهڙو ماڻهو نہ مليو هو تہ نابين جي نماز صحيح آهي ۽ مقتدي جي صحيح ناهي. جيڪڏهن نابين کي اهڙو ماڻهو نہ ملي جنهن کان قبلي بابت پڇا ڪري سگهي تہ مٿس محراب جو ڳولڻ واجب نہ آهي، ۽ جيڪڏهن اهڙو ماڻهو موجود هو ۽ ڪانئس پڇڻ کان سواءِ هن نماز پڙهي ڇڏي تہ جيڪڏهن ٺيڪ قبلي ڏانهن پڙهيائين تہ نماز ٿي وئي نہ تہ نہ ٿيندي.

## ڪعبي شريف جي اندر نماز پڙهڻ جا مسئلا:

(١) ڪعبي پاڪ جي اندر ۽ ٻاهر يعني مسجد الحرام ۾ هر نماز فرض توڙي نفل پڙهڻ بنا ڪراهت جي صحيح آهي، ڪٿي اڪيلو پڙهي يا جماعت سان، ڪٿي ستره (اوٽ) کان سواءِ پڙهي، اتي نمازي جي اڳيان لنگهڻ معاف آهي. ڪعبي شريف جي ڇت تي نماز پڙهڻ مڪروه آهي، جيڪڏهن ڪعبي جي اندر جماعت سان نماز پڙهي وڃي ۽ امام جي چوڌاري صفون ٺاهيون وڃن تہ ڪعبي ڏانهن منهن ڪرڻ ۾ جماعتين جا منهن الڳ الڳ طرفن ڏانهن ٿيندا، پر جنهن مقتدي جي پٺي امام جي منهن ڏانهن ٿيندي تہ ان جي نماز نہ ٿيندي ڇوتہ اهو امام جي اڳيان هوندو، ۽ جنهن مقتدي جو منهن امام جي منهن ڏانهن هجي ۽ امام ۽ مقتدي جي وچ ۾ ڪا آڙ نہ هجي تہ ان جي نماز جائز پر مڪروه ٿيندي پر جيڪڏهن ڪا اوٽ (ڪپڙو وغيره ٽنگيل) هجي تہ مڪروه نہ ٿيندي، ان کان سواءِ ٻيون جيڪي بہ صورتون آهن سڀن ۾ نماز بنا ڪراهت جي جائز آهي.

(٢) جيڪڏهن امام ڪعبي پاڪ کان ٻاهر مسجد الحرام ۾ نماز پڙهي ۽ جماعتي ڪعبي پاڪ جي چوڌاري حلقي ۾ بيهي امام سان

شامل ٿيا تہ سيڻ جي نماز ٿي ويندي، رڳو ان شخص جي نماز نہ ٿيندي جيڪوامام جي سڌ ۾ امام کان اڳتي هجي يعني امام جي پيٺ ۾ ڪعبي شريف جي وڌيڪ ويجهو هجي ۽ امام جي سڌ ۾ بيٺل هجي، پر جيڪڏهن اهڙو شخص جيڪو امام جي پيٺ ۾ ڪعبي پاڪ کي وڌيڪ ويجهو آهي امام جي سڌ ۾ نہ آهي بلڪہ ڪنهن ٻي سڌ ۾ هجي تہ ان جي نماز صحيح ٿي ويندي ڇوتہ اهو حڪم ۾ امام جي پٺيان آهي، ۽ امام کان اڳتي وڌڻ ان وقت شمار ڪيو ويندو آهي جڏهن ٻنهن جو منهن هڪ سڌ ڏانهن هجي، جيڪڏهن مقتدي ان رڪن (ڪنڊ) جي سڌ ۾ آهي جيڪو امام جي پاسي ۾ آهي ۽ امام کان وڌيڪ ڪعبي پاڪ جي ويجهو آهي تہ احتياط جي لحاظ کان ان جي نماز فاسد ليکي ويندي.

(٣) جيڪڏهن امام ڪعبي شريف جي اندر بيٺل هجي ۽ ڪو مقتدي امام سان اندر بہ بيٺل هجي ۽ ٻيا مقتدي ڪعبي کان ٻاهر هجن ۽ دروازو کليل هجي (جيئن مقتدين کي امام جي رڪوع ۽ سجدن وغيره جي خبر پوندي رهي) تہ نماز بناڪراهت جي جائز آهي ۽ جيڪڏهن دروازو بند هجي پر ڪو تڪبير چوندڙ آواز پهچائيندو رهي تہ بہ اقتداء صحيح آهي ۽ جيڪڏهن امام اڪيلو ڪعبي شريف جي اندر هجي ۽ ان سان ڪو مقتدي گڏ نہ هجي تہ مڪروه آهي ڇوتہ ڪعبي جو اندريون فرش ماڻهو جي قد کان وڌيڪ بلند آهي.

(٤) جيڪڏهن مقتدي ڪعبي پاڪ جي اندر ۽ امام ٻاهر هجي تہ بہ نماز صحيح آهي پر شرط هي آهي تہ ٻنهن جو رخ هڪ پاسي ڏانهن نہ هجي يعني مقتدي جي پٺي امام جي منهن ڏانهن نہ هجي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪجهہ مقتدي "حطيم" ۾ هجن ۽ امام ۽ ٻيا مقتدي ڪعبي شريف ۽ حطيم کان ٻاهر هجن تہ بہ حطيم ۾ بيٺل نمازين جي اقتداء صحيح آهي، ڇوتہ انهن جوُامام جو رخ هڪ ئي

طرف ڏانهن نہ آهي جنهن سان انهن جو امام ڪان اڳتي ٿيڻ لازم اچي ها، بلڪہ اهي امام ڪان ٻئي رخ ۾ قبلي جي سامهون بيٺل آهن، ان سان گڏوگڏ حطيم جو ڪعبي پاڪ جو حصو هئڻ قطعي الثبوت نہ آهي بلڪہ ظني الثبوت آهي، ۽ جيئن تہ ڪعبي پاڪ جي اندر بيٺل مقتدي جي نماز ڪعبي ڪان ٻاهر بيٺل امام جي پويان صحيح آهي (جيڪڏهن ٻنهن جو رخ هڪ پاسي ڏانهن نہ هجي) تہ حطيم ۾ بيٺل مقتدي جي نماز تہ بطريق اولیٰ صحيح ٿيندي (جيڪڏهن مقتدي جو ڪعبي ڏانهن رخ امام جي رخ ڪان ڏار هجي).

(٥) جيڪڏهن ڪعبي پاڪ جي اندر ڪا عورت امام جي سڌ ۾ بيهي رهي ۽ امام ان جي امامت جي نيت ڪئي تہ جيڪڏهن ان عورت بہ اوڏانهن ئي منهن ڪيو جيڏانهن امام جو منهن آهي تہ امام جي نماز فاسد ٿيندي ۽ جيڪڏهن ٻئي پاسي ڏانهن منهن ڪيائين تہ امام جي نماز فاسد نہ ٿيندي.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪعبي شريف ۾ هڪ رڪعت هڪ پاسي ڏانهن منهن ڪري پڙهي تہ سندس ان نماز لاءِ اهو پاسو مقرر ٿي ويو، ان ڪري هاڻ مٿس پوري نماز ان پاسي ڏانهن منهن ڪري پڙهڻ واجب آهي، جيڪڏهن ٻي رڪعت ٻئي پاسي ڏانهن منهن ڪري پڙهندو تہ ان جي نماز نہ ٿيندي.

## ٦- نيت جو بيان

(١) خالص الله تعالیٰ لاءِ نماز پڙهڻ جي ارادي کي نماز جي نيت چئجي ٿو، ۽ ان جو شرط هي آهي تہ دل ۾ ان ڳالهہ جو خيال هجي تہ هو ڪهڙي نماز پڙهي رهيو آهي پر رڳو اهو خيال هئڻ نيت نہ آهي جيستائين ارادو نہ هجي ان ڪري نيت ارادي جو نالو آهي، خيال لاءِ ارادو

ضروري ناهي، پر ارادي جو خيال هجڻ ضروري آهي. نيت ۾ دل جو عمل معتبر آهي، ان ڪري زبان سان چوڻ ضروري ناهي، جيڪڏهن زبان سان به چئجي ته چڱو آهي، اهوئي معتبر قول آهي، دل جي نيت کان سواءِ زبان جي نيت ڪارگر نه آهي.

(٢) زبان سان عربي ۾ چوڻ ضروري ناهي، ڪنهن به زبان ۾ چئي سگهي ٿو.

(٣) جيڪو شخص دل جي توجه کي حاضر رکڻ کان عاجز هجي ان لاءِ زبان سان نيت ڪرڻ ڪافي آهي، دل جو حاضر رهڻ رڳو نيت جي وقت شرط آهي سموري نماز ۾ شرط ناهي، ان ڪري جيڪڏهن نماز جي دوران دل جو توجه حاضر نه رهي ته فقيهن جي اتفاق سان نماز ٿي ويندي.

(٤) مستحب ۽ افضل اهو آهي ته نيت نماز جي شروعات سان گڏ هجي، ۽ تڪبير تحريمه کان اڳ نيت ڪرڻ به جائز آهي (جيڪڏهن نيت ۽ تڪبير تحريمه جي وچ ۾ ڪو اهڙو ڪم نه ٿئي جنهن سان نيت پڄيو پوي).

(٥) جيڪا نيت تڪبير تحريمه کان پوءِ هجي ان کي شمار نه ڪيو ويندو، ايستائين جو جيڪڏهن ڪنهن الله چوڻ کان پوءِ ۽ اڪبر چوڻ کان اڳ نيت ڪئي ته به نماز نه ٿيندي.

## فرض عين نماز جي نيت جو بيان

(١) فرض نماز لاءِ دل ۾ فرض جو مقرر ڪرڻ به ضروري آهي نه ته نماز نه ٿيندي، ان ڪري هينئن چئجي ته مان اڄوڪي ڏينهن جي ظهر يا عصر وغيره جي، يا هن وقت جي فرض يا هن وقت جي ظهر يا عصر وغيره جي نيت ڪريان ٿو.

(٢) رڳو فرض نماز جي نيت ڪرڻ ڪافي ناهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن رڳو فرض نماز جي نيت ڪئي ته ڪٿي وقت جي اندر هجي يا وقت کان پوءِ ڪيس وقت ختم ٿيڻ جي ڄاڻ هجي يا نه هجي يا شڪ هجيس، انهن سڀن صورتن ۾ ان جي نماز نه ٿيندي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن رڳو وقت جو نالو وٺي نيت ڪئي مثال طور هينئن چيائين ته ظهر (اڄين) جي نماز پڙهان ٿو ۽ ان سان گڏ "اڄ" يا "هن وقت جي" نه چيائين ته جيڪڏهن نماز وقت جي اندر پڙهيائين ۽ دل ۾ ان وقت جي ظهر ادا ڪرڻ جو خيال موجود اٿس ته نماز ٿي ويندي نه ته نه ٿيندي. ۽ جيڪڏهن وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ ان ريت نيت ڪئي اٿائين ته ڪن وٽ نه ٿيندي اهو قول ئي معتبر آهي، پر جيڪڏهن وقت ختم ٿيڻ جي ڄاڻ نه اٿس ته نماز صحيح آهي.

(٤) جيڪڏهن هينئن نيت ڪيائين ته "اڄوڪي ظهر پڙهي رهيو آهيان" ته ڪٿي اها نماز وقت جي اندر هجي يا وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ پڙهي رهيو هجي ۽ ان کي ان بابت ڄاڻ هجي يا نه هجي يا شڪ هجيس، انهن سيني صورتن ۾ نماز ٿي ويندي.

(٥) جيڪڏهن هينئن نيت ڪيائين ته اڄوڪي فرض نماز پڙهان ٿو ته سيني صورتن ۾ ان جي نماز نه ٿيندي.

(٦) جيڪڏهن هينئن نيت ڪيائين ته هن وقت جي ظهر پڙهان ٿو ته جيڪڏهن وقت جي اندر هجي يا وقت کان بعد هجي ۽ ڪيس وقت ختم ٿيڻ جي ڄاڻ هجي ته نماز ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن وقت کان بعد هجي ۽ ڪيس وقت ختم ٿيڻ جي ڄاڻ نه هجي يا شڪ هجيس ته نماز نه ٿيندي.

(٧) جيڪڏهن هينئن نيت ڪيائين ته هن وقت جي فرض نماز پڙهان ٿو ته جيڪڏهن وقت جي اندر هجي ته جائز آهي ۽ جيڪڏهن

وقت گذرڻ کان پوءِ هجي ڪٽي نمازي کي ان جي ڄاڻ هجي يا نہ هجي يا شڪ هجيس هر حال ۾ نماز نہ ٿيندي.

(٨) جيڪڏهن جمعي جي نماز لاءِ وقت جي فرض يا وقت جي ظهر جي نيت ڪيائين تہ وقت جي اندر بہ سندس نماز نہ ٿيندي، ڪيس رڳو جمعي نماز جي نيت ڪرڻ گهرجي.

(٩) اڄوڪي ظهر يا عصر وغيره جي نيت ڪرڻ بهتر آهي ڇوتہ اها هر صورت ۾ نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ ڪافي آهي، ڪٽي وقت جي اندر هجي يا بعد ۾، ۽ ڪيس وقت ختم ٿيڻ جي ڄاڻ هجي يا نہ هجي يا شڪ هجيس ۽ اها سهولت ان شخص لاءِ آهي جنهن کي وقت ختم ٿيڻ ۾ شڪ هجي.

## جنازي نماز جي نيت جو بيان:

جنازي نماز جي نيت ۾ ميت لاءِ دعا جي نيت ملائڻ ضروري ناهي، البت بهتر آهي، ان ڪري هيئن نيت ڪجي تہ نماز الله تعالىٰ لاءِآهي ۽ دعا ميت لاءِ. نيت جا لفظ هن ريت آهن: ”مون ڪعبي شريف ڏانهن منهن ڪري هن جنازي جي نماز ادا ڪرڻ جي نيت ڪئي، اها نماز الله تعالىٰ لاءِ آهي ۽ دعا ميت لاءِ آهي“ مقتدي هيئن بہ چوي تہ ”مان هن امام جي پٺيان آهيان“.

جيڪڏهن امام دل ۾ نيت ڪري تہ مان هن جنازي جي نماز پڙهان پيو تہ بہ صحيح آهي ۽ مقتدي هيئن نيت ڪري تہ مان هن امام جي اقتدا ڪريان پيو تہ بہ جائز آهي. ميت جي مرد يا عورت هجڻ جي صورت ۾ تعين ڪرڻ ضروري ناهي، پر تعين ڪرڻ واري صورت ۾ ان جو صحيح هئڻ ضروري آهي نہ تہ نماز نہ ٿيندي. جيڪڏهن نماز ادا ڪندڙ کي ميت جي مرد يا عورت هجڻ بابت پڪ نہ هجي تہ هيئن

چوي تہ جنهن ميت جي امام نماز پڙهي پيو مان بہ امام سان ان جي نماز پڙهي رهيو آهيان. ۽ جيڪڏهن اتي موجود جنازي ڏانهن اشارو ڪيائين تہ هاڻ مذڪر ۽ مؤنث (مرد ۽ عورت) جي تعين ۾ غلطي ٿيڻ جي صورت ۾ بہ نماز صحيح ٿي ويندي. نالي وٺڻ جي صورت ۾ غلطي ٿيڻ جو بہ ساڳيو حڪم آهي ڇوتہ ڪٿي نالو وٺڻ ضروري ناهي پر نالي وٺڻ جي صورت ۾ ان جو صحيح هجڻ ضروري آهي، جيڪڏهن موجود جنازي ڏانهن اشارو ڪيائين مثال طور هيئن چيائين تہ هن جنازي جي نماز ادا ڪريان پيو تہ مرد، عورت يا نالي ۾ غلطي ٿيڻ جي باوجود نماز ٿي ويندي، ڇوتہ اشاري سان مقرر ڪرڻ ڪافي آهي، بهتر اهو آهي تہ نالي يا مرد عورت جو تعين نہ ڪجي بلڪہ اسم اشارو استعمال ڪجي ۽ هيئن چئجي تہ هن جنازي جي نماز پڙهان پيو.

ڪيترن ئي جنازن جي نماز جيڪڏهن گڏ ادا ڪجي تہ انهن جي تعداد معلوم هئڻ ضروري ناهي، ۽ تعداد مقرر ڪرڻ ناجائز بہ نہ آهي، پر جيڪڏهن سندن ڳاڻاٽو نمازي طرفان مقرر ڪيل ڳاڻاٽي کان وڌيڪ هجي تہ ان صورت ۾ نماز تي اثر پئي سگهي ٿو.

## واجب نماز جي نيت جو بيان

(١) واجب نماز ۾ واجب جي نيت ڪجي ۽ ان کي مقرر بہ ڪجي، يعني هيئن چئجي تہ اهاً وتر جي نماز آهي يا نذر جي يا عيدالفطر يا عيدالاضحيٰ جي، يا طواف جون بہ رڪعتون، يا شروع ڪري ٽوڙيل نفل نماز جي قضا، يا سجده سهو يا سجده تلاوت. نماز وتر لاءِ اها نيت ڪرڻ ضروري ناهي تہ اها واجب آهي يا سنت، ڇوتہ ان ۾ اختلاف آهي، رڳو وتر جي نيت ڪافي آهي، ان ڪري هيئن چوي تہ مان هن رات جي وتر نماز پڙهان پيو، واجب هئڻ جي نيت ڪري تہ منع

ناهي بلڪ بهتر آهي، واجب نہ هئڻ جي نيت ڪرڻ ڪافي ناهي.

(٢) نذر جي نماز ۾ سبب بہ ڄاڻائڻ گهرجي، مثال طور چوي تہ شفا خاطر يا فلاڻي حاجت لاءِ باس ڪيل نماز پڙهان پيو، ڇوتہ سبب بيان ڪرڻ ڏاران باس نہ ٿي ڄاڻائي سگهجي. سجده تلاوت جيڪڏهن نماز ۾ هجي ۽ ان آيت جي تلاوت ڪان سگهوئي پوءِ ڪيو وڃي تہ نيت ۾ ان جو ڄاڻائڻ ضروري ناهي، جيڪڏهن ڪجهہ وقتي ٿي وڃي يا نماز ڪان ٻاهر هجي تہ نيت ۾ ان جو ڄاڻائڻ ضروري آهي، آيت جو ڄاڻائڻ ضروري ناهي. سجده سهو ۾ نيت جو تعين ضروري آهي ۽ شڪر طور ڪيل سجدي لاءِ نيت جو تعين ضروري ناهي، پر معتبر قول موجب ان ۾ بہ تعين ضروري آهي، عام ماڻهو نماز ڪان پوءِ جيڪو سجدو ڪندا آهن سو مڪروه آهي.

(٣) فرض ۽ واجب جي نيت ۾ رڪعتن جي تعداد ڄاڻائڻ شرط ناهي البت افضل آهي، ان ۾ غلطي ٿيڻ جي ڪري نماز ۾ ڪو فرق نہ پوندو.

## سنت ۽ نفل جي نيت

(١) نفل، سنت ۽ تراويحن لاءِ رڳو نماز جي نيت ڪرڻ ڪافي آهي، نفل، سنت يا تراويح يا رڪعتن جو تعداد مقرر ڪرڻ ضروري ناهي.

(٢) تراويحن جي نيت ۾ احتياط ان ڳالهہ ۾ آهي تہ تراويحن، يا وقتي سنت يا قيام الليل جي نيت ڪجي.

(٣) سنتن بابت احتياط هي آهي تہ هن ريت نيت ڪجي: مان رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي پيروي ڪندي نماز پڙهان پيو.

(۴) ڪعبي پاڪ ڏانهن منهن ڪرڻ جي نيت ڪنهن نماز لاءِ

شرط ناهي، ڪٿي ڪعبي جي ويجهو هجي يا پري، البت ڪعبي ڏانهن منهن يعني سينو ڪرڻ شرط آهي جيڪو نيت کان سواءِ بہ ٿي ويندو آهي.

## قضا نماز جي نيت جا مسئلا

(١) قضا نماز ۾ نماز جو ڄاڻائڻ (مقرر ڪرڻ) شرط آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن جون گهڻيون نمازون قضا ٿيل هجن ۽ انهن جي قضا پڙهڻ گهري تہ وقت (ظهر، عصر وغيره) ۽ ڏينهن جو ڄاڻائڻ ضروري آهي، ڪٿي قضا نمازن جي گهٽائي جي ڪري ترتيب رکڻ ضروري نہ رهي هجي، جيڪڏهن ڏينهن يا سال وغيره ياد نہ هجيس تہ ان لاءِ سولو طريقو هي آهي تہ هن ريت نيت ڪري جو مان سڀ کان اڳ ظهر يا عصر وغيره جي نماز جيڪا مون تي واجب (يا منهنجي ذمي) آهي سا پڙهان پيو، هر نماز لاءِ اها نيت ڪري يا هيئن نيت ڪري تہ سڀ کان پوئين ظهر يا عصر وغيره جي جيڪا نماز مون تي واجب آهي سا پڙهان پيو.

(٢) جيڪڏهن نفل نماز شروع ڪري ٽوڙي ڇڏيائين تہ ان جي قضا بابت ڄاڻائڻ بہ ضروري آهي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن تي رڳو هڪ ئي وقت جي قضا نماز هجي تہ اهڙي صورت ۾ ڏينهن جو ڄاڻائڻ ضروري ناهي.

(٤) جيڪڏهن انهيءَ ڏينهن جي قضا نماز ادا جي نيت سان يا ادا قضا جي نيت سان پڙهيائين (جڏهن تہ دل ۾ ان ڏينهن جو تعين هجيس) تہ نماز ٿي ويندي ۽ قضا يا ادا جي غلطي سان ڪو فرق نہ پوندو.

## نيت متائڻ جا مسئلا

(١) جيڪڏهن ڪنهن دل ۾ ظهر جي نيت ڪئي پر سندس زبان کان عصر نڪري ويو تہ نماز ٿي ويندي.

(٢) ڪنهن فرض نماز شروع ڪئي پوءِ ڪيس گمان ٿيو تہ نفل پڙهي رهيو آهيان ۽ نفل جي نيت سان نماز پوري ڪيائين تہ اها نماز فرض طور ادا ٿيندي ۽ جيڪڏهن ان جي ابتڙ ڪيائين تہ جواب بہ ان جي ابتڙ هوندو، ڇوتہ شروعات وقت ڪيل نيت جو اعتبار آهي، پوءِ واري نيت جو اعتبار نہ آهي جيستائين پهرين نيت کي ڇڏي ۽ الله اڪبر چئي نئين سر نيت نہ ڪري.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن ڪا نماز مثال طور ظهر جي نماز شروع ڪئي پوءِ نفل نماز يا عصر يا جنازي نماز جي نيت ڪري تڪبير چيائين تہ پهرين نماز کان نڪري ويو ۽ ٻي نماز شروع ٿي وئي، پر جيڪڏهن تڪبير نہ چيائين رڳو دل ۾ نيت ڪيائين تہ پهرين نماز کان نہ نڪرندو، اصول هي آهي تہ جيستائين ٻي نماز جي نيت ڪري زبان سان تڪبير نہ چوي يا نماز کي ڀڃندڙ ڪو ٻيو ڪم نہ ڪري تہ رڳو نماز ڀڃڻ يا متائڻ جي نيت سان نماز ڀڄندي يا متندي نہ آهي.

(٤) جيڪڏهن شروع ڪيل نماز ۾ ساڳئي نماز جي نيت سان ٻيهر تڪبير چيائين تہ اڳين نيت برقرار رهندي ۽ نماز منڍ کان ئي ليکي ويندي، ٻي نيت جي وقت کان شروع نہ ٿيندي، اهو حڪم ان وقت آهي جڏهن رڳو دل ۾ نيت ڪجي، پر جيڪڏهن نيت جا لفظ زبان سان بہ چئجن تہ اڳين نماز ڀڄي پوندي ۽ هاڻ نئين سر شروع ٿي ويندي، ٻي نيت سان پڙهيل اڳين نماز شمار نہ ڪئي ويندي.

## ٻن نمازن ڪيء هڪ نيت سان پڙهڻ

ٻن نمازن کي هڪ نيت ۾ گڏائي پڙهڻ جون ڪجهه صورتون ۽ انهن جا حڪم هيٺ ڏجن ٿا:

(١) ڪنهن ٻن فرض نمازن جي نيت ڪئي جن مان هڪ فرض عين آهي ۽ ٻي فرض ڪفايہ (يعني نماز جنازه) تہ فرض عين جي نيت صحيح ٿي ويندي ڇوتہ اها قوي آهي ۽ فرض ڪفايہ جي نيت لغو ٿي ويندي.

(٢) ٻئي فرض عين آهن پر هڪ وقتي آهي ۽ ٻي جو وقت ناهي تہ وقتي فرض نماز جي نيت صحيح ٿيندي ۽ ٻي جي لغو.

(٣) هڪ وقتي آهي ۽ ٻي قضا تہ ترتيب واري لاءِ جيڪڏهن وقت ۾ گنجائش هجي تہ قضا جي نيت صحيح ٿيندي ڇوتہ ان لاءِ اها قوي آهي ۽ وقتي جي نيت لغو ٿي ويندي، ۽ جيڪڏهن وقت ۾ گنجائش ناهي تہ نيت وقتي نماز لاءِ ٿي ٿيندي ڪٿي نمازي ترتيب وارو هجي يا نہ هجي، ۽ جيڪڏهن اهو ترتيب وارو نہ آهي تہ ٻنهن مان ڪا بہ نماز صحيح نہ ٿيندي نئين سر ڪنهن هڪ جي نيت ڪري.

(۴) جيڪڏهن ٻن قضا نمازن جي گڏ نيت ڪيائين ۽ هو ترتيب وارو آهي تہ اها نيت پهرين قضا نماز لاءِ ٿيندي، پر جيڪڏهن ترتيب وارو ناهي تہ ٻنهن مان ڪا بہ نماز نہ ٿيندي.

(۵) جيڪڏهن فرض ۽ نفل جي گڏ نيت ڪيائين تہ فرض جي نيت ٿيندي ڇوتہ اهو قوي آهي.

(٦) جيڪڏهن ٻن نفل (يا سنت) نمازن جي گڏ نيت ڪيائين تہ ٻنهن لاءِ اها نيت ڪافي ٿي ويندي ۽ ڪيس ٻنهن جو ثواب ملندو.

(٧) جيڪڏهن نفل ۽ جنازي نماز جي گڏ نيت ڪيائين تہ اها

رڳو نفل جي نيت ٿيندي.

(٨) نماز پڙهندي دل ۾ روزي يا اعتڪاف جي نيت ڪرڻ جائز آهي ۽ ان سان نماز نہ ڀڄندي، ڇوتہ هڪ عبادت ۾ ٻي عبادت جي نيت ڪرڻ جائز آهي پر چڱو ائين آهي تہ جنهن عبادت ۾ مشغول هجي ان جي دوران ڪنهن ٻي شيءِ ۾ مشغول نہ ٿيڻ گهرجي.

## اڪيلي سر نماز پڙهندڙ، امام ۽ مقتدي جي نيت جا مسئلا

(١) جيڪو شخص اڪيلي سر نماز پڙهي رهيو هجي تنهن لاءِ ٽن شين جي نيت ڪرڻ ضروري آهي، جيئن سڀن فقيهن جي اتفاق سان سندس نماز ٿي وڃي، پهريون هي تہ هو الله تعاليٰ لاءِ نماز پڙهي رهيو آهي، ٻيو: وقتي فرض (ظهر عصر وغيره) جي نيت ڪرڻ، ٽيون: قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جي نيت ڪرڻ (پر اهڙي نيت مستحب آهي واجب ناهي)، تنهن ڪري نيت جا لفظ مختصر چوي، مثال طور هيئن چوي تہ: "مان خالص الله تعاليٰ لاءِ ٻن رڪعتن فجر جي فرض نماز جي نيت ڪريان ٿو، ۽ منهنجو منهن قبلي ڏانهن آهي."

(٢) امام بہ اها ساڳئي نيت ڪري جيڪا اڪيلي سر نماز پڙهندڙ شخص ڪندو آهي ۽ امامت جي نيت ڪرڻ ضروري ناهي البت جماعت جي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ امامت جي نيت ڪرڻ گهرجي، ان ڪان سواءِ ڪيس جماعت جو ثواب نہ ملندو، عورتن جي امامت لاءِ نماز جي شروعات ۾ سندن امامت جي نيت ڪرڻ ضروري آهي نہ تہ عورتن جي نماز نہ ٿيندي، پر جمعي، عيدن ۽ جنازي جي نمازن ۾ ائين ڪرڻ ضروري ناهي، ۽ جيڪڏهن انهن نمازن ۾ امام عورتن جي امامت جي نيت نہ بہ ڪري تڏهن بہ عورتن جون اهي نمازون ٿي وينديون.

(٣) مقتدي يعني امام جي پٺيان نماز پڙهندڙ بہ اڪيلي نماز

پڑهندڙ وانگر نيت ڪري ۽ ان سان گڏ اقتداء (امام جي پٺيان نماز پڙهڻ) جي نيت به ڪري، ڇوته اقتداء جي نيت کان سواءِ اقتداء جائز ناهي، پر جمعي، عيدن ۽ جنازي جي نمازن لاءِ معتبر قول مطابق اقتداء جي نيت ضروري نه آهي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن امام کي نماز پڙهائيندي ڏٺو پر ڪيس خبر نه آهي ته امام فرض پڙهي رهيو آهي يا تراويح ته اهڙي موقعي تي ان کي ڪپي ته فرض نماز جي نيت سان ساڻس شامل ٿي وڃي، جيڪڏهن اها نماز فرض هوندي ته ان جي فرض نماز ٿي ويندي نه ته نفل ٿيندي پر تراويح نه ٿيندي ڇوته تراويحون عشاء جي فرض کان پوءِ ٿينديون آهن.

(۵) جيڪڏهن مقتدي پاڻ لاءِ سولائپ ڪرڻ گهري ته هن ريت نيت ڪري ته مان امام جي پٺيان اها نماز پڙهي رهيو آهيان جيڪا امام پڙهي رهيو آهي.

## نمازي جا قسم ۽ انهن جا حڪم

نمازي جا ڇهه قسم آهن:

(۱) جنهن کي فرضن ۽ سنتن بابت ڄاڻ آهي ته فرض جي ڪرڻ تي ثواب ۽ ڇڏڻ تي سزا آهي ۽ سنت جي ڪرڻ تي ثواب ۽ نه ڪرڻ تي سزا ناهي، اهڙي نمازي جيڪڏهن رڳو فجر يا ظهر جي نيت ڪئي ته اها ڪافي آهي، ان لاءِ نيت ۾ فرض جو لفظ نه چوڻ سان فرق نه پوندو.

(۲) جنهن کي فرض، سنت ۽ نفل جي ڄاڻ آهي پر ڪيس اها ڄاڻ نه آهي ته هن وقت ۾ ڪيترا فرض آهن ۽ ڪيتريون سنتون، اهڙي شخص فرض نماز جي نيت فرض جو ارادو ڪري پڙهي ته نماز صحيح آهي.

(٣) جيڪو نمازي فرض جي نيت سان نماز پڙهندو آهي مگر فرض جي معنيٰ جي ڪيس ڄاڻ ناهي تہ ان جي نماز نہ ٿيندي.

(۴) جنهن کي رڳو اها ڄاڻ آهي تہ ماڻهون جيڪا نماز پڙهندا آهن ان ۾ ڪجهہ فرض ۽ ڪجهہ سنتون آهن ۽ جهڙيءَ طرح ٻيا نماز پڙهن ٿا هو بہ پڙهي ٿو ۽ هو فرض ۽ نفل جي فرق کي نہ ٿو ڄاڻي تہ سندس نماز جائز نہ آهي پر جيڪڏهن ان جماعت سان نماز پڙهي ۽ امام جي نماز جي نيت ڪيائين تہ ڪن وٽ ان جي نماز ٿي ويندي.

(۵) جنهن جو اهو اعتقاد آهي تہ سڀ نمازون فرض آهن تہ ان جي نماز جائز آهي.

(٦) جنهن کي اها ڄاڻ ناهي تہ ڪو الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن تي نماز فرض ڪئي آهي پر هو پنجگانہ نماز پڙهندو رهي ٿو تہ ان جي نماز جائز نہ آهي، تنهن ڪري جن صورتن ۾ نماز نہ ٿيندي آهي انهن ۾ قضا پڙهڻ واجب آهي، جنهن کي فرض ۽ نفل ۾ فرق جي ڄاڻ ناهي ۽ هر نماز ۾ فرض جي نيت ڪندو رهي ٿو تہ ان جي نماز ٿي ويندي، سندس فرض نمازون فرض طور ادا ٿي وينديون ۽ ٻيون نفل شمار ٿينديون ۽ اهڙي شخص جي پٺيان انهن نمازن لاءِ اقتداء جائز آهي جن کان اڳ سنت مؤڪده نہ آهي ۽ انهن نمازن لاءِ اقتداء جائز نہ آهي جن کان اڳ سنت مؤڪده آهي.

## نيت ۾ رياڪاري ۽ ڏيکاءَ جا مسئلا

(١) جنهن عبادت ۾ ڪئين افعال هجن ان جي هر فعل لاءِ ڌار ڌار نيت ضروري نہ آهي، بلڪہ شروع ۾ هڪ ڀيرو نيت ڪرڻ ڪافي آهي، نيڪ ان عبادت وانگر جنهن ۾ رڳو هڪ ئي فعل هجي.

(٢) جنهن عمل کي اخلاص سان شروع ڪيو ويو پوءِ ان ۾

ڏيڪاءُ اچي ويو تہ شروعات جو اعتبار ٿيندو ۽ اهڙو عمل اخلاص سان ئي ليکيو ويندو.

(٣) پورو ڏيڪاءُ هي آهي تہ اڪيلو هجي تہ نماز نہ پڙهي ۽ ماڻهن جي سامهون هجي تہ ڏيڪاءَ لاءِ نماز پڙهي، اهڙي نماز جائز نہ آهي ۽ ان جو دهرائڻ واجب آهي، پر جيڪڏهن ماڻهن جي آڏو چڱيءَ طرح نماز پڙهي ۽ اڪيلي سر بہ پڙهي تہ سهي مگر چڱيءَ طرح نہ پڙهي تہ اهو گهٽ ڏيڪاءُ آهي، اهڙي نمازي کي اصل نماز جو ثواب تہ ملي ويندو ۽ اهو فرض بہ ادا ٿي ويندو پر چڱيءَ طرح پڙهڻ جو ثواب نہ ملندو.

(۴) ڏيڪاءُ فرضن ۾ نہ ٿيندو آهي يعني فرضن کان ذمي جي آجي ٿيڻ ۾ رڪاوٽ نہ بڻبو آهي بلڪ ثواب جي گهٽائي کي وڃائي ڇڏيندو آهي، روزن ۾ بہ ڏيڪاءُ نہ ٿيندو آهي.

**سمعہ:** يعني ڪو شخص ڪو چڱو ڪم ان لاءِ ڪري تہ ماڻهو ٻڌن ۽ سندس تعريف ڪن، ڪٿي عمل ڪرڻ وقت ماڻهو موجود نہ هجن، اهو بہ ڏيڪاءَ جي حڪم ۾ آهي.

## نماز جا رڪن

نماز جا رڪن انهن فرضن کي چئجي ٿو جيڪي نماز جي اندر آهن يعني نماز جي ماهيت ۾ داخل آهن، جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ رڪن بہ رهجي وڃي تہ نماز نہ ٿيندي، نماز جا رڪن تڪبير تحريمہ سميت ڇهہ آهن: (١) تڪبير تحريمہ (٢) قيام (٣) قراءت (۴) رڪوع (۵) ۽ سجدا (٦) قعده اخيره (آخري التحيات لاءِ ويهڻ).

**فائدو:** انهن رڪنن کان علاوه نماز ۾ ڪي ٻيا فرض بہ آهن جيڪي هي آهن:

(١) نماز جي رڪنن ۾ ترتيب رکڻ (٢) جيڪي شيون نماز ۾ فرض آهن انهن ۾ مقتدي کي امام جي پيروي ڪرڻ (٣) مقتدي پاران پنهنجي امام جي نماز بابت صحيح ڄاڻ رکڻ. (۴) مقتدي جو پنهنجي امام کان اڳتي نہ وڌڻ (۵) مقتدي جو رخ امام جي رخ کان الڳ نہ هئڻ. (٦) ترتيب واري لاءِ وقت جي گنجائش هوندي قضا نماز جو ياد نہ هئڻ (جيڪڏهن وقت ۾ گنجائش ۽ يادگيري هوندي بہ اڳ ۾ قضا نماز نہ پڑهيائين تہ ادا نماز نہ ٿيندي). (٧) عورت جو مرد نمازي جي برابر نہ بيهڻ ۽ سامهون نہ ٿيڻ. انهن سڀن جو تفصيل پنهنجي پنهنجي جڳہ تي بيان ٿيندو. هاڻ مٿي ڄاڻايل ڇهن رڪنن جو مختصر تفصيل ڏجي ٿو:

## ١- تڪبير تحريمہ

تڪبير تحريمہ اصل ۾ نماز جي شرطن مان آهي پر رڪنن سان گڏ هئڻ ڪري ان کي رڪنن ۾ بيان ڪيو ويندو آهي. البت جنازي نماز ۾ تڪبير تحريمہ رڪن آهي شرط ناهي. ان تڪبير کي تڪبير تحريمہ ان ڪري چيو ويندو آهي تہ جيڪي شيون نماز جي خلاف آهن سي ان جي چوڻ سان حرام ٿي ويندي يون آهن. اهي سڀ شرط جيڪي نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ ضروري آهن ۽ جن جو بيان اڳ ۾ ٿي چڪو آهي (يعني حقيقي ۽ حڪمي پليتي کان پاڪائي، اوگهڙ ڍڪڻ، قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، وقت ۽ نيت اهي سڀ) تڪبير تحريمہ لاءِ بہ شرط آهن، يعني تڪبير تحريمہ جي ختم ٿيڻ کان اڳ انهن شرطن جو موجود هئڻ شرط آهي، انهن کان سواءِ تڪبير تحريمہ لاءِ هيٺ ڏنل سترنهن (١٧) شرط ٻيا بہ آهن:

(١) تڪبير تحريمہ جو اهڙي لفظن سان هئڻ جن سان الله

تعاليٰ جي تعظيم ۽ وڏائي ثابت ٿئي جهڙوڪ سبحان الله، لا الـه الا الله وغيره، پر الله اڪبر چوڻ واجب آهي.

(٢) تڪبير تحريمہ لاءِ پورو جملو چوڻ شرط آهي، رڳو مبتدا (الله) يا رڳو خبر (اڪبر) چوڻ سان اهو شرط پورو نہ ٿيندو، تنهن ڪري نماز نہ ٿيندي، اهوئي معتبر قول آهي.

(٣) ان جملي ۾ خالص الله پاڪ جو ذڪر هجي ۽ پانهي جي حاجت وغيره شامل نہ هجي.

(۴) نماز ڪي بسم الله الرحمٰن الرحيم سان شروع نہ ڪجي (يعني ان جملي سان تحريمہ نہ ٻڌجي) ڇوتہ بسم الله برڪت گهرڻ لاءِ آهي، ان ڪري اها خالص ذڪر نہ آهي.

(۵) الله اڪبر ۾ ٻن هنڌن تي همزو آهي ان کي مد ڏئي نہ ڇڪجي.

(٦) اڪبر جي ب کي ڇڪي مد نہ ڪجي. (٧) الله اڪبر ۾ الله جي هہ کي نہ ڪيرائجي. (٨) لفظ الله جي لام جي مد (الف مقصوره) کي نہ ڪيرائجي. (٩) الله جي هہ ۽ اڪبرجي ر کي ڊگهو نہ ڪجي. (١٠) جيڪو شخص تڪبير جا لفظ عربي ۾ چئي سگهندو هجي سو عربي ۾ ئي چئي. (١١) تڪبير تحريمہ ايڏي آواز سان چوي جو جيڪڏهن ٻوڙو نہ هجي ۽ اتي شور ۽ هل نہ هجي تہ پاڻ ٻڌي سگهي، گونگي ۽ اهڙي اڻ پڙهيل جي نماز جنهن کي تڪبير چوڻ نہ ٿي اچي رڳو نيت سان شروع ٿي ويندي آهي، ان لاءِ زبان چورڻ واجب ناهي. (١٢) نيت تحريمہ سان (حقيقة توڙي حڪما) مليل هجي. (١٣) تڪبير تحريمہ نيت کان پوءِ هجي. (١۴) مقتدي جي تحريمہ امام جي تحريمہ کان اڳ ۾ نہ هجي. (١۵) تحريمہ کي قيام جي حالت ۾ چئجي ڪٿي قيام حقيقي هجي يا حڪمي، نوڙندي تڪبير تحريمہ چوڻ

صحيح نہ آهي. (١٦) جيڪڏهن ڪو عذر نہ هجي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪري چوي. (١٧) نماز جي شرطن جي موجود هئڻ جو يقين يا غالب گمان هجي، ان ڪري شڪ جي صورت ۾ تحريمہ نہ ٿيندي.

## ٢ - قيام يعني بيهي نماز پڙهڻ

(١) فرض ۽ واجب نمازن ۾ (عذر نہ هئڻ جي صورت ۾) بيهي نماز پڙهڻ فرض آهي، جيڪڏهن بيماري، زخم، دشمن جو ڊپ يا اهڙو ڪو ٻيو مضبوط عذر هجي تہ فرض ۽ واجب نماز ويهي ادا ڪري سگهجي ٿي.

(٢) سڌو بيهڻ جي گهٽ ۾ گهٽ حد اها آهي تہ جيڪڏهن پنهنجا ٻئي هٿ هيٺ لڙڪائي تہ گوڏن تائين نہ پهچن، تنهن ڪري ايترو نوڙڻ معاف آهي ۽ ان وقت تائين اهو قيام جي حالت ۾ ليکيو ويندو ۽ اهڙي قيام سان ۽ ان حد جي اندر تڪبير تحريمہ چوڻ سان فرض ادا ٿي ويندو، پر جيڪڏهن ٻئي هٿ گوڏن تائين پهچي وڃن تہ هاڻ قيام جي حد کان نڪري ويو ۽ رڪوع جي حد ۾ داخل ٿي ويو، اهڙي حالت ۾ تحريمہ چوڻ يا قراءت ڪرڻ سان نماز نہ ٿيندي.

(٣) فرض ۽ واجب نمازن ۾ قيام جي گهٽ ۾ گهٽ اندازي جو تفصيل هي آهي تہ ايترو بيهڻ فرض آهي جنهن ۾ فرض جيتري قراءت ڪري سگهجي ۽ پهرين رڪعت ۾ تڪبير تحريمہ بہ چئي سگهجي (۽ واجب قراءت جي اندازي جيترو قيام ڪرڻ واجب آهي ۽ سنت قراءت جيترو قيام ڪرڻ سنت آهي).

(٤) فجر جي سنت کان سواءِ سڀ سنت ۽ نفل نمازن ۾ قيام فرض ناهي انهن جو بناعذرجي ويهي پڙهڻ جائز آهي پر اڌ ثواب ملندو، پر جيڪڏهن ڪنهن عذر ۽ مجبوري جي ڪري ويهي پڙهي تہ پورو ثواب ملندو.

## ٣- قراءت

(١) نماز ۾ قيام جي حالت ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ آيت پڙهڻ فرض آهي، بسم الله الرحمٰن الرحيم هڪ پوري آيت آهي پر رڳو ان جي پڙهڻ سان فرض ادا نہ ٿيندو.

(٢) فرض نماز جي ڪن بہ ٻن رڪعتن ۽ وتر، سنت ۽ نفل جي سڀن رڪعتن ۾ قراءت فرض آهي.

(٣) قراءت عملي فرض آهي ۽ ان شخص تي آهي جيڪو ان تي قادر هجي، تنهن ڪري جنهن کي هڪ بہ آيت ياد نہ هجي سو قراءت جي هنڌ تي سبحان الله يا الحمدلله پڙهي ۽ اهڙي شخص تي جلدي قرآن مجيد سکڻ ۽ فرض قراءت جي اندازي جيترو ياد ڪرڻ فرض آهي ۽ واجب قراءت جيترو ياد ڪرڻ واجب آهي ۽ نہ سکڻ جي صورت ۾ اهو سخت گنهگار ٿيندو.

(٤) قراءت جو مطلب هي آهي تہ قدرت هوندي سڀ حرف مخرجن سان ادا ڪيا وڃن تان تہ هر حرف ٻئي کان ٺيڪ طرح ڌار ٿي وڃي ۽ آهستي پڙهڻ جي صورت ۾ پاڻ ٻڌي سگهي، جيڪو شخص رڳو خيال ۾ پڙهي ۽ زبان سان لفظ ادا نہ ڪري يا مخرجن سان صحيح طرح ادا نہ ڪري يا آهستہ قراءت واري نمازم ان ريت نہ پڙهي جو پاڻ ٻڌي سگهي تہ ان جي نماز نہ ٿيندي.

(٥) قراءت سجاڳ حالت ۾ ڪجي، ننڊ جي حالت ۾ ڪيل قراءت نہ ٿيندي ان ڪري ٻيهر قراءت ڪرڻ کپي اهڙيءَ طرح رڪوع، سجدو يا جيڪو رڪن بہ ننڊ جي حالت ۾ ادا ڪيائين تہ سجاڳ ٿيڻ تي ان کي ٻيهر ادا ڪري (پر جيڪڏهن ڪو رڪن فرض ۽ واجب جي اندازي جيترو سجاڳ حالت ۾ ادا ٿيو ۽ باقي حصو ننڊ ۾ تہ ان رڪن

کي ڌهرائڻ جي ضرورت ناهي)

(٦) اصل عربي قرآن پاڪ جي قراءت ڪجي، فارسي يا اردو يا ڪنهن ٻئي ترجمي مان قراءت ڪرڻ بناعذرجي جائز نہ آهي. (٧) قراءت شاذ نہ هجي.

## ۴- رڪوع

(١) رڪوع جو مطلب جهڪڻ آهي،ان جي گهٽ ۾ گهٽ مقدار هي آهي تہ هٿ گوڏن تائين پهچن، ان کان گهٽ قيام جي حالت آهي، پورو رڪوع هي آهي تہ پٺي سڌي هجڻ گهرجي يعني مٿو، پٺي ۽ ٻنڍڻ هڪ سڌ ۾ ٿي وڃن، ويهي رڪوع ڪري تہ ان جي گهٽ ۾ گهٽ حد هي آهي تہ مٿو چيلهہ سميت ڪجهہ جهڪو ٿئي ۽ ان جو پورو رڪوع هن ريت آهي تہ سندس پيشاني ٻنهي گوڏن جي سامهون اچي وڃي.

(٢) جيڪڏهن ڪو ايترو ڪُبو هجي جو رڪوع جي حد جيترو نوڙيل هجي، يا پوڙهائپ جي ڪري سندس چيلهہ ايتري نوڙيل هجي تہ اهڙي شخص لاءِ مٿي سان اشارو ڪرڻ ڪافي آهي ان ڪري مٿي کي نوڙائڻ سان ان جو رڪوع ادا ٿي ويندو، بناعذر جي رڳو مٿي جي نوڙائڻ سان رڪوع ادا نہ ٿيندو.

(٣) هر رڪعت ۾ رڳو هڪ ڀيرو رڪوع ڪرڻ فرض آهي.

## ۵- ٻہ سجدا

(١) زمين تي پيشاني رکڻ کي سجدو چئجي ٿو هر رڪعت ۾ ٻہ ڀيرا سجدو ڪرڻ فرض آهي.

(٢) بناعذر جي رڳو پيشاني تي سجدو ڪرڻ جائز آهي پر مڪروہ آهي، ۽ بناعذر جي رڳو نڪ تي سجدي ڪرڻ سان سجدو ادا نہ

ٿيندو، عذر سان جائز آهي پر ان صورت ۾ نڪ جو سخت حصو زمين تي رکڻ گهرجي نہ تہ سجدو نہ ٿيندو.

(٣) رڳو رخسار يا ڪاڏي تي ڪنهن عذر سان يا بناعذر جي سجدو ڪرڻ جائز نہ آهي، ان ڪري جيڪڏهن پيشانيءَ نڪ ٻنهن ۾ ڪو عذر آهي (مثال طور زخم وغيره) تہ سجدي لاءِ مٿي سان اشارو ڪرڻ ڪافي آهي ڪنهن ٻئي عضوي سان سجدو نہ ڪجي.

(٤) ڪنهن اهڙي نرم شيءِ تي سجدو جائز نہ آهي جنهن ۾ مٿو گهڙّي وڃي ۽ پيشانيءَ نڪ ڄمي نہ بيهي جهڙوڪ گاهہ، ٻُهہ، ڪپهہ، قالين، صوفو، وهاڻو، گديلو، يا اڻ ڄميل برف وغيره، ۽ جيڪڏهن اها شيءِ ايتري سخت آهي جو پيشانيءَ نڪ ان تي ڄمي بيهي ۽ وڌيڪ زور ڏيڻ سان نہ دٻجي ۽ مٿو هيٺ نہ وڃي تہ (اهڙي شيءِ تي سجدو) جائز آهي. ڪٽ جيڪڏهن تختي وانگر ايتري سخت آهي جو ان ۾ مٿونہ گهڙّي ۽ پيشاني ڄمي هنڌ وٺي تہ جائز آهي، پينگهو جيڪڏهن تختي وانگر سخت آهي تہ ان تي سجدو جائز آهي، پر جيڪڏهن گاهہ وغيره جي ڪري ايترو نرم هجي جو منجهس مٿو گهري وڃي ۽ ڄمي نہ بيهي تہ سجدو جائز نہ آهي. ڪڻڪ يا جو جي داڻن تي سجدو جائز آهي، مڪئي، جوئر، چڻن يا چانورن تي جائز نہ آهي ڇوتہ اهي ترڪي پيشاني کي هڪ هنڌ ڄمي بيهڻ نہ ڏيندا آهن، پر جيڪڏهن اهي ٻورين ۽ ٿيلهين وغيره ۾ زور ڏيئي ڀريل هجن تہ انهن تي سجدو جائز آهي.

(٥) بيل گاڏي ۽ ٽانگو وغيره جانورن جي ڪلهن تي نہ هجن تہ انهن تي سجدو جائز آهي.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن رش يا ڪنهن ٻئي مجبوري خاطر ڪنهن ٻئي شخص جي پٺي تي سجدو ڪيو تہ سندس سجدي جي

صحيح ٿيڻ لاءِ ڇهه شرط آهن: (١) ٻئي نماز ۾ هجن. (٢) ٻئي هڪ ئي نماز جماعت سان پڙهي رهيا هجن. (٣) سجدي ڏيندڙ جا گوڏا زمين تي ڪرڻ هجن. (۴) جنهن جي پٺي تي سجدو ڪيو پيو وڃي ان جو پنهنجو سجدو زمين تي هجي. (۵) سجدو ان جي پٺي تي هجي ڪنهن ٻئي عضوي تي نہ هجي. (٦) رش وغيره جي ڪري سجدي لاءِ ڪو ٻيو هنڌ نہ هجي- جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ بہ شرط موجود نہ هجي مثال طور ٻئي الڳ الڳ نماز پڙهي رهيا هجن يا ٻيو شخص نماز ۾ نہ هجي يا ڪا مجبوري نہ هجي تہ ٻئي شخص جي پٺي تي سجدو جائز نہ ٿيندو.

(٧) پٽڪي جي وڪڙ تي بناعذر جي بہ سجدو ڪرڻ صحيح آهي پر اهو وڪڙ پيشاني تي هئڻ گهرجي ۽ پيشاني چڱيءَ طرح زمين تي ڄمي بيهي، پر اهو مڪروه تنزيهي آهي، ۽ جيڪڏهن پيشاني زمين تي ڄمي نہ بيٺي يا مٿي جي ڪنهن حصي تي سجدو ڪيائين تہ جائز نہ آهي.

(٨) جيڪڏهن پيرن جي هنڌ کان سجدي جو هنڌ هڪ گراٺ يعني ٻارنهن آڱرين تائين بلند هجي تہ سجدو جائز آهي ۽ جيڪڏهن ان کان وڌيڪ بلند هجي تہ بناعذر جي جائز ناهي.

(٩) سجدي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ پير زمين تي رکڻ ضروري آهي، جيڪڏهن سجدي ۾ ٻئي پير زمين کان مٿي رکيائين تہ سجدو نہ ٿيندو، ۽ جيڪڏهن مجبوري ۽ عذر خاطر رڳو هڪ پير زمين تي رکيائين تہ بناڪراهت جي جائز آهي پر بناعذر ۽ مجبوري جي ڪراهت سان جائز آهي پير رکڻ جو مطلب آڱريون رکڻ آهي ڪٿي هڪ ئي آڱر هجي.

(١٠) ننڊ ۾ ڪيل سجدو نہ ٿيندو، تنهن ڪري ان کي دهرائڻ گهرجي.

## ٦ - قعده اخيره (آخري التحيات لاءِ ويهڻ)

(١) نماز جون رڪعتون پوريون ڪرڻ کان بعد ويهڻ کي "قعده اخيره" ڪوٺيو وڃي ٿو، سڀني نمازن ۾ ڪٿي اهي فرض هجن يا واجب يا سنت ۽ نفل "قعده اخيره" فرض آهي.

(٢) "قعده اخيره" ۾ تشهد جي مقدار يعني 'التحيات' کان 'عبده ورسوله' تائين صحيح لفظن سان جلدي جلدي پڙهڻ جي اندازي جيترو ويهڻ فرض آهي ڪٿي التحيات پڙهي يا نه پڙهي ۽ التحيات جو پڙهڻ واجب آهي (جيئن ته نماز جي واجبن ۾ بيان ٿيندو)

**(فائدو)** پنهنجي اختيار سان نماز کان ٻاهر اچڻ جي حيثيت ۾ اختلاف آهي، ڪن ان کي رڪن ۽ فرض چيو آهي پر صحيح اهو آهي ته اهو فرض ۽ رڪن نه آهي.

## نماز جا واجب

نماز جا ڪجھ واجب آهن جيڪڏهن انهن مان ڪو ويسر ڀُل ۾ رهجي وڃي ته سجده سهو ڪرڻ سان نماز صحيح ٿي ويندي آهي، ۽ جيڪڏهن ويسر ڀُل ۾ رهجي ويل واجب لاءِ سجده سهو نه ڪيائين يا ڄاڻي ٻجهي ڪو واجب ڇڏي ڏنائين ته ان نماز جو دهرائڻ واجب آهي، نه دهرايائين ته فاسق ۽ گنهگار ٿيندو، ڇوته ڪنهن واجب جي ڇڏڻ سان نماز مڪروه تحريمي ٿي ويندي آهي، ۽ ان جو دهرائڻ واجب ٿي ويندو آهي. امام ڪنهن واجب جي رهجي وڃڻ خاطر نماز موٽائي پڙهي ته جيڪڏهن ان ئي جماعت ۾ ڪو نئون مقتدي شامل ٿئي ته ان جي نماز ٿي ويندي.

نماز جا واجب ايڪٽيهہ آهن جيڪي هي آهن:

(١) تڪبير تحريمہ جو خاص الله اڪبرجي لفظ سان هئڻ. (٢) واجب قراءتِ يعني سورت فاتحہ ۽ ڪنهن ننڍي سورت يا ٽن ننڍي آيتن يا هڪ وڏي آيت جي اندازي جيترو قيام ڪرڻ،پر اڻ پڙهيل، گونگي يا ان مقتدي لاءِ جيڪو امام سان رڪوع ۾ اچي ملي قيام جو ڪو اندازو مقرر نہ آهي. (٣) ٽن يا چئن رڪعتن واري فرض نماز ۾ قراءت ڪرڻ لاءِ پهرين ٻن رڪعتن کي مقرر ڪرڻ. (۴) فرض نمازن جي پهرين ٻن رڪعتن ۽ ٻين نمازن جي سڀن رڪعتن ۾ سورة فاتحہ پڙهڻ. (۵) فرض نمازن جي پهرين ٻن رڪعتن ۽ ٻين نمازن جي سڀن رڪعتن ۾ سورة فاتحہ کان پوءِ ڪا ننڍي سورت يا ٽي ننڍيون آيتون يا هڪ وڏي آيت پڙهڻ. (٦) سورت فاتحہ کي سورت يا آيتن کان اڳ ۾ پڙهڻ. (٧) سورة ملائڻ کان اڳ سورت فاتحہ رڳو هڪ ڀيرو پڙهڻ ان کان وڌيڪ نہ پڙهڻ. (٨) جيڪو فعل هر رڪعت ۾ ٻہ ڀيرا ڪيو ويندو آهي يعني سجدو، يا سموري نماز ۾ دهرايو ويندو آهي مثال طور رڪعتن جو تعداد، انهن ۾ ترتيب رکڻ يعني ڪنهن وڇوٽي جو نہ هئڻ، ان ڪري قراءت ۽ رڪوع، سجدن ۽ رڪعتن ۾ ترتيب قائم رکڻ واجب آهي يعني الحمد ۽ سورت جي وچ ۾ ڪنهن ٻي شيءِ ذريعي وڇوٽي نہ ٿيڻ (آمين سوره فاتحہ جي تابع ۽ بسم الله سورت جي تابع آهي ان ڪري اها وڇوٽي نہ ليکي ويندي) ۽ قراءت کان پوءِ لاڳيتو رڪوع ڪرڻ ۽ هڪ سجدي کان پوءِ لاڳيتو ٻيو سجدو اهڙي ريت ڪرڻ جو ٻنهن جي وچ ۾ ڪو ٻيو رڪن وڇوٽي نہ وجهي، واجب آهي. (٩) قومہ ڪرڻ يعني رڪوع کان سڌو ٿي بيهڻ. (١٠) سجدي ۾ پيشاني جو گهڻو ڀاڱو سجدي جي جڳہ تي رکڻ (پيشاني جو ڪجهہ حصو رکڻ فرض آهي ڪٿي ٿورڙو هجي). (١١) جلسہ يعني ٻنهي سجدن جي وچ ۾ سڌو ٿي ويهڻ.

(١٢) تعديل اركان، يعني رڪوع، سجدو، قومہ ۽ جلسہ کي آرام سان چڱي طرح ادا ڪرڻ. يعني انهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو سبحان الله چوڻ جي اندازي جيترو ترسڻ. تعديل اركان، عضون جي اهڙي طرح سڪون کي چئجي ٿو جو انهن جا سڀ جوڙ ۽ سنڌ گهٽ ۾ گهٽ سبحان الله چوڻ جي مقدار جيترو وقت هڪ هنڌ رهن. (١٣) پهريون قعدو، يعني ٽن يا چئن رڪعتن واري فرض نماز ۽ چئن رڪعتن واري نفل نماز ۾ ٻن رڪعتن کان پوءِ التحيات پڙهڻ جيترو وقت ويهڻ. (١٤) هر قعده ۾ پورو التحيات پڙهڻ، جيڪڏهن هڪ لفظ بہ ڇڏي ڏنائين تہ اهو واجب جو ڇڏڻ شمار ٿيندو. (١٥) فرض، واجب (وتر) ۽ سنت مؤكده جي پهرين قعده ۾ التحيات کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ پڙهڻ، اللهم صل علىٰ محمد يا ان جيترو ٻيو ڪجهہ وڌائڻ سان واجب رهجي ويندو ڪٽي ان جيترو وقت چپ ڪري ويهي ۽ ڪجهہ بہ نہ پڙهي ۽ ان کان گهٽ مقدار هجي تہ ان کي واجب جو ڇڏڻ شمار نہ ڪيو ويندو. (١٦) سلام جي لفظ سان نماز کان ٻاهر ٿيڻ. (١٧) ٻہ ڀيرا السلام جو لفظ چوڻ واجب آهي عليكم واجب ناهي، پهرين سلام سان نماز کان ٻاهر ٿي ويندو آهي، ان ڪري ان کان پوءِ امام جي اقتداء صحيح نہ آهي. (١٨) وتر نماز ۾ دعا قنوت لاءِ الله اكبر چوڻ. (١٩) وتر نماز ۾ دعا قنوت پڙهڻ. (٢٠) ٻنهي عيدن جي نماز ۾ ڇهہ وڌيڪ تڪبيرون چوڻ يعني هر رڪعت ۾ ٽي ڀيرا الله اكبر چوڻ، هر تڪبير الڳ واجب آهي، هڪ بہ تڪبير جي ڇڏڻ سان واجب رهجي ويندو. (٢١) ٻنهي عيدن جي نماز ۾ ٻي رڪعت جي رڪوع جي تڪبير الله اكبر جي لفظ سان چوڻ، جيڪڏهن ڪنهن ٻئي لفظ سان چوڻ سان واجب ڇڏجي ويندو جيئن جو هر نماز ۾ تڪبير تحريمہ جو حڪم آهي. (٢٢) امام لاءِ جهري نمازن ۾ ڏاڍي قراءت ڪرڻ يعني مغرب ۽

عشاء جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ فجر، جمعي، عيدن، تراويحن ۽ رمضان جي وترن جي هر رڪعت ۾ جهر يعني آواز سان پڙهڻ. جهر جو گهٽ ۾ گهٽ درجو هي آهي ته سندس آواز ويجهي وارا ٻڌي سگهن، جيڪڏهن اڪيلو نماز پڙهي ته جهري نمازن ۾ جهر ڪرڻ مٿس واجب ناهي البت افضل آهي، جيڪڏهن جهري نمازون قضا ٿي وڃن ۽ انهن کي جماعت سان قضا ڪري ته امام انهن کي به جهر سان پڙهي ۽ اڪيلي نمازي کي اختيار آهي، وڻيس ته جهر ڪري يا آهستي پڙهي. (٢٣) امام لاءِ سري نمازن يعني ظهر ۽ عصر جي سڀن رڪعتن ۾ (ڪٿي عرفات ۾ پڙهيون وڃن)، مغرب جي ٽين رڪعت، عشاء جي پوئين ٻن رڪعتن ۽ ڏينهن جي نفلن جهڙوڪ ڪسوف ۽ استسقاء جي نمازن ۾ آهستي قراءت ڪرڻ. آهسته پڙهڻ جو گهٽ ۾ گهٽ درجو هي آهي ته پنهنجو آواز پاڻ ٻڌي سگهي يا ويجهي وارا هڪ ٻه ماڻهو ٻڌي سگهن، رڳو خيال ۾ پڙهڻ سان نماز نه ٿيندي بلڪه زبان سان پڙهڻ ضروري آهي. (٢٤) نماز ۾ هر فرض يا واجب کي ان جي هنڌ تي ادا ڪرڻ، يعني ٻن فرضن يا ٻن واجبن يا فرض ۽ واجب جي وچ ۾ ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جي اندازي جيتري دير نه ڪرڻ. (٢٥) پهرين ۽ ٽين رڪعت جي ٻئي سجدي کان پوءِ قعده نه ڪرڻ يعني هڪ رڪن جي اندازي جيتري دير نه ڪرڻ. (٢٦) هڪ رڪعت ۾ ٻه ڀيرا رڪوع نه ڪرڻ يعني هر رڪعت ۾ رڳو هڪ ڀيرو رڪوع ڪرڻ. (٢٧) هر رڪعت ۾ رڳو ٻه سجدا ڪرڻ ان کان وڌيڪ نه. (٢٨) نماز ۾ سجده جي آيت تلاوت ڪئي وڃي ته سجده تلاوت ڪرڻ. (٢٩) نماز ۾ سهو ۽ ڀل ٿي هجي ته سجده سهو ڪرڻ. (٣٠) سجدي جي آيت پڙهيائين ته سجده تلاوت ادا ڪرڻ ۾ ٽن آيتن جيتري يا ان کان وڌيڪ دير نه ڪرڻ. (٣١) قراءت کان سواءِ ٻين سمورن واجبن ۾ امام جي پيروي ڪرڻ.

## نماز جون سنتون

جيڪڏهن نماز ۾ ويسر ڀل سان يا ڄاڻي ٻجهي ڪا سنت رهجي وڃي تہ نماز فاسد نہ ٿيندي ۽ نہ ئي سجده سهو واجب ٿيندو، پر ڄاڻي ٻجهي ڪنهن سنت جو ڇڏيندڙ برائي، ملامت ۽ ڊوراپي جو حقدار آهي ۽ جيڪڏهن ڪو سنت کي حق نہ سمجهي يا حقير سمجهي تہ ڪافر ٿي ويندو.

نماز جون سٽ سنتون آهن، انهن مان ٧ سنتون تڪبير تحريمہ سان متعلق آهن، اٺ قيام ۽ قراءت سان، اٺ رڪوع سان، هڪ قومہ سان، ٻہ رڪن جي تبديلي سان، سورهن سجدي سان، ڏهہ جلسہ ۽ قعده سان ۽ سٽ سلام سان تعلق رکن ٿيون ۽ هڪ مقتدي سان واسطو رکي ٿي. انهن جو تفصيل هن ريت آهي:

(١) تڪبير تحريمہ لاءِ ٻئي هٿ کڻڻ. (٢) ٻئي هٿ تڪبير کان اڳ کڻڻ. (٣) ٻئي هٿ ڪنن تائين اهڙي ريت کڻڻ جو آڱوٺا ڪنن جي پاپڙين جي سامهون هجن ۽ آڱرين جون چوٽيون ڪنن جي ڪنارن جي سامهون هجن، عورتون ٻئي هٿ ڪلهن تائين کڻن، عذر جي صورت ۾ مردن لاءِ بہ هٿ ڪلهن تائين کڻڻ جائز آهي. (٤) هٿ کڻڻ مهل هٿن جي آڱرين کي پنهنجي اصل حالت مطابق کليل رکڻ يعني نہ گهڻو مليل هجن ۽ نہ گهڻو کليل. (٥) آڱرين ۽ هٿن جي ترين جو رخ قبلي ڏانهن رکڻ. (٦) تڪبير چوڻ مهل مٿي کي جهڪو نہ ڪرڻ بلڪہ سڌو ٿي بيهڻ. (٧) تڪبير تحريمہ کانپوءِ دن جي هيٺان ساڄو هٿ کابي هٿ تي اهڙي طرح رکڻ جو ساڄي هٿ جي ترِي کابي هٿ جي ڪَرائي جي سنڌ تي هجي، آڱوٺي ۽ چيچ آڱر سان حلقو بنائي ڪَرائي کي جهلي، ٻيون ٽي آڱريون ڪرائي جي پٺ تي رهن، عورتون سيني تي ساڄي هٿ

جي تري ڪاٻي هٿ جي پٺ تي رکن ۽ حلقو نہ بنائن. (٨) پوءِ پهرين رڪعت ۾ ثنا يعني سبحانک اللهم آخر تائين پڙهڻ. (٩) پوءِ پهرين رڪعت ۾ تعوذ يعني اعوذبالله الخ پڙهڻ. (١٠) پوءِ هر رڪعت ۾ الحمد کان پهريائين بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهڻ. (١١) فرض نماز جي ٽين ۽ چوٿين رڪعت ۾ سورة فاتحہ پڙهڻ. (١٢) هر رڪعت ۾ الحمد جي پڄاڻي تي آمين چوڻ، ڪٿي امام هجي يا اڪيلو نمازي، ۽ جهري نمازن ۾ مقتدي بہ چوي. (١٣) ثناء، تعوذ، بسم الله ۽ آمين آهستي چوڻ. (١۴) جنهن جنهن نماز ۾ جيترو قرآن پڙهڻ سنت آهي ان جي مطابق پڙهڻ. (١۵) رڳو فجر جي نماز ۾ پهرين رڪعت جي قراءت ٻي کان ڊگهي ڪرڻ. (١٦) رڪوع ۾ ٽي ڀيرا سبحان ربي العظيم پڙهڻ. (١٧) رڪوع ۾ پٺيءَ کي اهڙي طرح سڌو رکڻ جو جيڪڏهن پاڻي جو پيالو پٺي تي رکيو وڃي تہ بيهيو رهي. (١٨) رڪوع ۾ مٿي ۽ پٺي کي هڪ سڌ ۾ رکڻ، مٿي کي نہ مٿي رکي نہ هيٺ بلڪہ مٿو، پٺي ۽ ٻنڊڻ تقريبا هڪ سڌ ۾ برابر هجن. (١٩) ٻنهي هٿن جي آڱرين سان گوڏن کي وٺي بيهڻ. (٢٠) ۽ آڱرين کي خوب کليل رکڻ. (٢١) ٽنگن کي سڌو ۽ ايو رکڻ ۽ گوڏن کي وڪڙ نہ ڏيڻ. (٢٢) هٿن سان ٻنهي گوڏن تي ٽيڪ ڏيڻ. (٢٣) ٻانهن کي پاسن کان پري رکڻ. (رڪوع جو هي سنت طريقو مردن لاءِ آهي، عورتون رڪوع ۾ رڳو ايترو جهڪن جو هٿ گوڏن تائين پهچي وڃن، چيلهہ بالڪل سڌي نہ رکن، هٿ جون آڱريون مليل هجن ۽ گوڏن تي هٿ رڳو رکن زور نہ ڏين، گوڏا ڏنگا رکن ۽ ٻانهان پاسن سان مليل رهن). (٢۴) قومہ ۾ امام "سمع الله لمن حمده" ۽ مقتدي "ربنا لک الحمد" چوي ۽ اڪيلو نمازي ٻئي چوي. (٢۵) رکن تبديل ڪرڻ وقت تڪبير چوڻ يعني رڪوع ۽ سجدي ۾ وڃڻ ۽ سجدي کان اٿڻ وقت الله اڪبر چوڻ. (٢٦) امام کي رکن جي

تبديلي جي تڪبير ۽ سمع الله لمن حمده ۽ سلام ضرورت آهر بلند آواز سان چوڻ ۽ان ۾ ماڻهن کي خبردار ڪرڻ جي نيت ڪرڻ، اهڙيءَ طرح، مڪبر، بہ خبردار ڪرڻ جي نيت سان تڪبير ۽ ربنا لک الحمد چوي، مقتدي ۽ اڪيلو نمازي ايترو آهستي چوي جو رڳو پاڻ ٻڌي سگهي. (٢٧) سجدي ۾ وڃڻ وقت پهريائين ٻئي گوڏا پوءِ ٻئي هٿ پوءِ نڪ پوءِ پيشاني رکڻ. (٢٨) سجدي کان اٿڻ وقت پهريائين پيشاني پوءِ نڪ پوءِ ٻئي هٿ پوءِ ٻئي گوڏا کڻڻ. (٢٩) ستن عضون (ٻن گوڏن، ٻن هٿن، ٻنهي پيرن جي چنبن ۽ پيشاني) تي سجدو ڪرڻ، نڪ پيشاني ۾ شامل آهي تنهن ڪري رڳو پيشاني تي سجدو ڪرڻ بناڪراهت جي جائز آهي، ۽ رڳو نڪ تي سجدو ڪرڻ بناعذر جي جائز ناهي، عذر سان ان صورت ۾ جائز آهي، تہ نڪ جو سخت حصو زمين تي لڳي نہ تہ جائز نہ آهي. (٣٠) سجدي ۾ ٻنهي هٿن جي آڱرين کي ملائي رکڻ. (٣١) ۽ انهن آڱرين جو رخ قبلي ڏانهن رکڻ. (٣٢) سجدو ٻنهي هٿن جي وچ ۾ ڪرڻ. (٣٣) سجدي ۾ پيرن جي سين آڱرين جو رخ قبلي ڏانهن ڪرڻ. (٣۴) ۽ سين آڱرين جو هيٺين پاگو زمين تي رکڻ. (٣۵) پنهنجي هٿن جي ترين تي ٽيڪ ڏيڻ. (٣٦) ٻانهن کي پاسن کان پري رکڻ پر جماعت ۾ پاسن سان ملائي رکڻ. (٣٧) ٺوٺين کي زمين تي پکيڙي نہ رکڻ بلڪہ زمين کان مٿي رکڻ. (٣٨) پيٽ کي رانن کان پري رکڻ (سجدي جو اهو طريقو مردن لاءِ آهي، عورتون ٻانهون پاسن سان، پيٽ رانن سان، ران پنين سان ۽ پنيون ۽ ٺوٺيون زمين سان ملائن، پيرن جا چنبا اڀا نہ ڪن ۽ هٿن تي زور نہ ڏين بلڪہ جهڙيءَ ريت التحيات ۾ ويهنديون آهن ان ريت ويهي ۽ گڏ تي سجدي لاءِ پيشاني زمين تي لڳائن). (٣٩) جيڪڏهن ڪو عذر نہ هجي تہ سجدي ۾ ٻئي هٿ ۽ ٻئي گوڏا گڏوگڏ زمين تي رکڻ، ۽ جيڪڏهن عذر

جي ڪري ائين نہ ڪري سگھجي تہ ساڄي هٿ ۽ گوڏي کي ڪاٻي ڪان پھريائين رکڻ. (٤٠) هرسجدي ۾ ٽي ڀيرا سبحان ربي الاعلىٰ چوڻ. (٤١) ٻئي سجدي کان پوءِ جڏهن ٻي رڪعت لاءِ اٿجي تہ چنبن جي آڏار تي اٿڻ. (٤٢) گوڏن تي هٿ رکي اٿڻ (عذر جي حالت ۾ زمين تي هٿ رکي اٿڻ بہ جائز آهي). (٤٣) هر جلسہ ۽ قعده ۾ ڪاٻو پير پکيڙي ان تي ويهڻ. (٤٤) ساڄي پير کي اهڙيءَ طرح ايو رکڻ جو ان جي آڱرين جون چوٽيون قبلي ڏانهن رهن. (٤٥) ٻئي هٿ رانن تي رکڻ. (٤٦) ۽ هٿن جي آڱرين کي پنهنجي حالت تي ڇڏڻ. (٤٧) آڱرين جا ڪنارا گوڏن وٽ هئڻ، گوڏن کي وٺڻ نہ گھرجي (عورتون ساڄي پاسي تي ويھي پنهنجا ٻئي پير ساڄي پاسي ڏانھن ڪڍن). (٤٨) التحيات ۾ اشهد ان لا اله الا الله تي ڪلمي شهادت جي آڱر سان اشارو ڪرڻ. (٤٩) پھرين قعده کان پوءِ ٽين رڪعت لاءِ اٿڻ وقت گوڏن تي هٿن جو زور ڏئي اٿڻ، بناعذر جي زمين تي هٿ رکي نہ اٿڻ، جنهن قعده يا رڪعت کان پوءِ اٿڻو هجي اهڙيءَ طرح اٿڻ سنت آهي. (٥٠) آخري قعده ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم تي درود پڙهڻ (درود ابراهيمي پڙهڻ سنت آهي). (٥١) آخري قعده ۾ درود کان پوءِ سلام کان پھريائين دعا پڙهڻ. (٥٢) دعا جو عربي ۾ هئڻ، دعا اهڙي هجي جنهن جو ٻانهن کان گھرڻ محال آهي. (٥٣) پھريائين ساڄي پوءِ ڪاٻي پاسي ڏانھن سلام ڦيرڻ. (٥٤) سلام جي وقت منهن کي ساڄي ۽ ڪاٻي پاسي ڏانهن ڦيرائڻ، اهڙيءَ طرح جو سندس ساڄي ڳل جي اڇاڻ ان پاسي ڏانهن پٺيان ويٺل نمازي کي ڏسڻ ۾ اچي ۽ ساڳئي نموني ڪاٻي پاسي ڏانهن ڦيرائڻ. (٥٥) امام کي ٻئي سلام بلند آواز سان چوڻ. (٥٦) مگر ٻيو سلام پھرين جي ڀيٽ ۾ جھڪي آواز سان هئڻ. (٥٧) امام لاءِ ساڄي پاسي جي سلام ۾ ساڄي پاسي وارن ۽ ڪاٻي پاسي جي

سلام ۾ ڪابي پاسي وارن مقتدين ۽ فرشتن جي نيت ڪرڻ، مقتدي لاءِ هر پاسي جي سلام ۾ ان پاسي جي مقتدين ۽ فرشتن جي ۽ جنهن پاسي ڏانهن امام هجي ته ان پاسي جي سلام ۾ امام جي به نيت ڪرڻ. جيڪڏهن مقتدي بالڪل امام جي پويان هجي ته ٻنهي سلامن ۾ امام جي به نيت ڪري، اڪيلو نمازي ٻنهي پاسن ۾ رڳو فرشتن جي نيت ڪري. (٥٨) سلام هنن لفظن سان هئڻ: السلام عليڪم ورحمة الله . (٥٩) سلام ڪان پوءِ امام جو ساڄي يا ڪابي پاسي يا مقتدين جي سامهون ڦري ويهڻ (جيڪڏهن ڪو مقتدي ان جي سامهون بناوٽ جي نماز ۾ نه هجي). (٦٠) مقتدي جي سين رڪنن جو امام سان گڏ ادا ٿيڻ، اهڙيءَ طرح مقتدي جي تڪبير تحريمه جو امام جي تڪبير سان گڏ هئڻ.

## نماز جا مستحب

مستحبن يعني نماز جي ادبن جي ڇڏڻ ۾ ڪراهت ۽ ڏوراپو يا ملامت نه آهي، پر انهن جو ڪرڻ افضل ۽ ثواب جوڳو آهي. نماز ۾ ٻارهن مستحب آهن جيڪي هي آهن:

(١) ٻنهي پيرن جي وچ ۾ چئن آڱرين جيتري وٿي هئڻ (ڪن ان کي سنتن ۾ شمار ڪيو آهي).

(٢) جيڪڏهن ٿڌ وغيره جو عذر نه هجي ته تڪبير تحريمه چوڻ وقت ٻئي هٿ چادر يا جبي وغيره کان ٻاهر ڪڍي ڪڻڻ، عذر يا مجبوري واري صورت ۾ اهو فعل مستحب نه آهي ۽ اهو مستحب رڳو مردن لاءِ آهي، عورتن کي ڪنهن به حالت ۾ هٿ چادر يا رئي وغيره کان ٻاهر نه ڪڍڻ گهرجن بلڪه ڍڪيل حالت ۾ ئي کڻڻ گهرجن.

(٣) اڪيلي نمازي لاءِ رڪوع ۽ سجدي ۾ ٽن پيرن کان وڌيڪ

تسبيح چوڻ پر اِکي ۾ هجڻ گهرجي مثال طور پنج، ست يا نو ڀيرا.

(۴) قيام جي حالت ۾ سجدي جي جڳھ تي، رڪوع ۾ پيرن تي، سجدي ۾ نڪ جي چوٽي تي، جلسہ ۽ قعده ۾ پنهنجي جهولي تي، پهرين سلام ڦيرڻ وقت پنهنجي ساڄي ڪلهي ۽ ٻئي سلام ۾ کاٻي ڪلهي تي نظر رکڻ.

(۵) جيڪڏهن اوٻاسي اچي تہ وس آهر ان کي روڪڻ ۽ وات کي بند رکڻ، جيڪڏهن نہ رڪجي تہ هيٺين چپن کي ڏندن سان جهلجي، جيڪڏهن پوءِ بہ نہ رڪجي ۽ وات بند نہ ٿي سگهي تہ قيام جي حالت ۾ ساڄي هٿ جي پٺ سان يا ٻانهن سان ۽ ٻين حالتن ۾ کاٻي هٿ جي پٺ يا ٻانهن سان وات کي ڍڪجي.

(٦) وس آهر کنگهہ کي روڪڻ.

(۷) امام ۽ مقتدي جو نماز لاءِ ان وقت اٿڻ جڏهن تڪبير چوندڙ حي علي الفلاح چوي.

(۸) امام ۽ مقتدين جو نماز ان وقت شروع ڪرڻ يعني تڪبير تحريمہ چوڻ جڏهن اقامت (تڪبير) ۾ "قد قامت الصلاة" چيو وڃي، ۽ جيڪڏهن اقامت (تڪبير) ختم ٿيڻ جو انتظار ڪيو وڃي تہ بہ فقيهن جي اتفاق سان ان ۾ ڪو حرج ناهي، اختلاف رڳو افضل هئڻ ۾ آهي (امام ابويوسف رح ۽ ٻين ٽنهي امامن وٽ اقامت پوري ٿيڻ تائين نماز شروع ڪرڻ ۾ تاخير ڪرڻ افضل آهي ۽ اهوئي معتدل ۽ وڌيڪ صحيح مذهب آهي ڇوتہ ان سان مؤذن (تڪبير چوندڙ) کي امام جي پوري طرح پيروي ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي، اهڙيءَ طرح صفون سڌيون ڪرڻ لاءِ اڳ ۾ ئي بيهي رهڻ وڌيڪ مناسب آهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم ۽ حضرت عمر رضہ ۽ ٻين اصحابن سڳورن کان بہ ائين ئي نقل ٿيل آهن. (ڪما في الشامي وغيره). جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي

وقت مسجد ۾ آيو جو تڪبير (اقامت) جو وقت هيو تہ ان لاءِ بيهي انتظار ڪرڻ مڪروهہ يعني ادب جي خلاف آهي.

(٩) الحمد شريف ڪان پوءِ جيڪڏهن سورت پڙهي تہ بسم الله الرحمن الرحيم پڙهڻ، جيڪڏهن سورت بدران آيتون پڙهي تہ بسم الله پڙهڻ مستحب نہ آهي.

(١٠) ٻنهي سجدن جي وچ ۾ دعاءِ مغفرت پڙهڻ جيڪا هي آهي: اللهم اغفر لي وارحمني واهدني وعافني وارزقني، يا رڳو رب اغفر لي هڪ ڀيرو يا ٽي ڀيرا چئي ڇڏي.

(١١) هر قعده ۾ خاص حضرت عبدالله بن مسعود رضہ وارو التحيات پڙهڻ (جيڪو اڳتي ذڪر ٿيندو).

(١٢) قنوت ۾ خاص هي دعا (اللهم انا نستعينک الخ) پڙهڻ، ۽ ان سان گڏ اللهم اهدني الخ واري دعا پڙهڻ بہ افضل آهي.

## نماز جو پورو طريقو

نماز جو پورو طريقو جيڪو سلف ڪان نقل ٿيندو اچي پيو جنهن ۾ سڀ فرض، واجب، سنتون ۽ مستحب پنهنجي پنهنجي هنڌ تي ادا ٿين، هن ريت آهي تہ جڏهن ڪو نماز پڙهڻ گهري تہ پهريائين نماز جا سڀ شرط پورا ڪري شروع ڪري، يعني پنهنجو بدن حدث اڪبر ۽ اصغر ۽ ظاهري ناپاڪائي ڪان پاڪ ڪري پاڪ ڪپڙا پهري پاڪ جڳہ تي قبلي ڏانهن منهن ڪري اهڙيءَ ريت بيهي جو ٻنهي پيرن جي وچ ۾ چئن آڱرين ڪن جي وٿي رهي پوءِ جيڪا نماز پڙهڻي هجيس تنهن جي دل ۾ نيت ڪري، مثال طور اڄ جي فجر جي فرض نماز الله تعاليٰ جي واسطي پڙهان پيو، ۽ زبان سان بہ چئي ڇڏي تہ بهتر آهي، پوءِ ٻئي هٿ ڪنن جي پاڙين تائين مٿي کڻي اهڙيءَ طرح جو هٿن جون

ترڀون ۽ آڱريون قبلي ڏانهن هجن ۽ آڱوٺا ڪنن جي پاپڙين جي سامهون هجن، آڱرين جا ڪنارا ڪنن جي ڪنارن جي سامهون هجن، آڱريون وچولي انداز ۾ هڪ ٻئي کان جدا رهن يعني عادت مطابق وچولي حالت ۾ هجن، بنهه مليل يا وڌيڪ کليل نه هجن، جڏهن آڱوٺا ڪنن جي پاپڙين تائين پهچي وڃن ته تڪبير يعني الله اڪبر چوي، هٿ تڪبير کان پهريائين کڻي اهوئي وڌيڪ معتبر قول آهي، تڪبير تحريمه جي وقت متو جهڪو نه ڪري بلڪه سڌو ٿي بيٺو رهي ۽ سموري نماز ۾ انهيءَ اعتدال سان بيهي، تڪبير تحريمه کان فارغ ٿيندي ئي ٻئي هٿ دن جي هيٺان ٻڌي ڇڏي، ڪي اڻ ڄاڻ تڪبير تحريمه کان پوءِ ٻنهي هٿن کي پهريائين هيٺ لڙڪائي پوءِ دن جي هيٺان ٻڌندا آهن، اهڙو لڙڪائڻ ٺيڪ نه آهي تنهن ڪري ائين نه ڪرڻ گهرجي. دن جي هيٺان اهڙيءَ طرح هٿ ٻڌي جو ساڄي هٿ جي ترِي کاٻي هٿ جي پٺ تي يعني ڪرائي جي سنڌ تي رهي ۽ آڱوٺي ۽ ڇيچ سان گول حلقو ٺاهي کاٻي هٿ جي ڪَرائي کي وٺي بيهي ۽ ٽيون ٿي آڱريون ڪرائي جي پٺ تي رهن ۽ نظر سجدي جي جڳه تي رهي پوءِ اهڙي آهسته آواز سان ثنا پڙهي جنهن کي رڳو پاڻ ٻڌي سگهي، ثناء جا لفظ هي آهن: سبحانک اللهم وبحمدک وتبارک اسمک وتعالیٰ جدک ولا اله غيرک، امام، مقتدي يا اڪيلي سر نماز پڙهندڙ، سڀ لاءِ اهوئي حڪم آهي، ثناء ۾ جل ثناءُک جنازي نماز کان سواءِ ٻي ڪنهن به نماز ۾ نه پڙهي، ۽ "اني وجهت وجهي للذي فطر السملوات والارض حنيفا وما انا من المشرکين، ان صلاتي ونسکي ومحياي ومماتي لله رب العالمين لا شريک له وبذالک امرت وانا اول المسلمين" تڪبير تحريمه چوڻ کان پوءِ نه پڙهي ۽ نه ئي ثنا کان بعد پڙهي البت نفل نماز ۾ ثناء سان ملائڻ جائز آهي ۽ اوليٰ هي آهي ته تڪبير تحريمه کان پهريائين اها دعا پڙهي وٺي ۽ معتبر قول

موجب وانا اول المسلمين چوڻ سان نماز فاسد نہ ٿيندي آهي ڇوتہ نمازي تلاوت جي ارادي سان ائين چوندو آهي نہ کہ پنهنجو حال بيان ڪندو آهي، وڏيڪ هي تہ صحيح حديثن مان ان جو پڙهڻ ثابت آهي تنهن ڪري ائين چوڻ سان نماز نہ ڀڄندي، البت ائين پڙهڻ جي جائز هئڻ ڪي رڳو نفلن لاءِ ثابت ڪيو ويو آهي. پوءِ تعوذ يعني اعوذبالله من الشيطان الرجيم پڙهي ۽ سنت اها آهي تہ آهستي پڙهي. امام ابوحنيفہ رح ۽ امام محمد رح وٽ تعوذ قرات جي تابع آهي ثناء جي تابع ناهي انهيءَ تي فتويٰ آهي، ان ڪري مسبوق (بعد ۾ امام سان ملندڙ) جيڪڏهن پنهنجي رهيل نماز پڙهڻ لاءِ اٿي تہ تعوذ پڙهي ۽ جيڪو مقتدي منڍ کان امام سان شريڪ هجي سو تعوذ نہ پڙهي ڇوتہ اهو قرات نہ ڪندو، ۽ امام عيدن جي نماز ۾ پهرين رڪعت ۾ عيد جي تڪبيرن کان پوءِ تعوذ پڙهي ڇوتہ تڪبيرن کان پوءِ قرات ڪندو، ۽ تعوذ نماز شروع ڪرڻ وقت يعني پهرين رڪعت ۾ آهي ٻين رڪعتن ۾ نہ آهي، ان ڪري جيڪڏهن نماز شروع ڪيائين پر ڪانئس تعوذ پڙهڻ وسري ويو ۽ الحمد پڙهڻ کان پوءِ ڪيس ياد آيس تہ تعوذ نہ پڙهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ثناء پڙهڻ وسري ويس ۽ الحمد شروع ڪري ڇڏيائين ۽ وچ ۾ ياد آيس تہ هاڻ ثناء نہ پڙهي ڇوتہ ان جي پڙهڻ جو موقعو ختم ٿي ويو. تعوذ کان پوءِ بسم الله الرحمٰن الرحيم آهستي پڙهي، ڪٿي نماز جهري هجي يا سري، ۽ ڪٿي امام هجي يا اڪيلو. بسم الله هر رڪعت جي منڍ ۾ پڙهي يعني الحمد کان پهريائين پڙهي (انهيءَ تي فتويٰ آهي). فاتحہ ۽ سورت جي وچ ۾ بسم الله پڙهڻ سنت نہ آهي ڪٿي نماز سري هجي، اهوئي صحيح قول آهي پر عالمن جي اتفاق سان اهو مڪروہ بہ نہ آهي بلڪہ سورت کان پهريائين آهستي پڙهڻ مستحب آهي ڪٿي جهري نماز هجي البت جيڪڏهن سورت جي بدران آيتون پڙهي

تہ انهن جي منڍ ۾ بسم الله پڙهڻ بالاتفاق سنت نہ آهي.

جيڪڏهن اڪيلي سر نماز پڙهي يا امام هجي تہ بسم الله کان پوءِ الحمد شريف پڙهي ۽ مقتدي نہ پڙهي، ۽ سورة فاتحہ جي پڇاڙي ۾ آهستي آمين چوي ڪٿي اڪيلي سر نماز پڙهي يا امام يا مقتدي هجي (جيڪڏهن قراءت ٻڌي رهيو هجي) ۽ ان ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ اهو نماز جو حصو نہ آهي، ان جو مطلب آهي "اي الله، اسان جون دعائون قبول ڪر"، آمين جا عربن وٽ ۾ اچار آهن مد سان بہ آهي ۽ بنامد جي بہ ۽ ان جي اچار جون نو (٩) صورتون آهن جن مان اينڌڙ پنجن صورتن ۾ نماز نہ ٻڃندي آهي: (١) آمين، الف جي مد سان، ان ريت چوڻ سنت ۽ افضل آهي. (٢) بنامد جي يعني امين. (٣) امالہ سان يعني ايمين (انهن ٻنهي طريقن (٢۽ ٣) سان بہ جائز آهي ۽ سنت ادا ٿي ويندي آهي پر افضل نہ آهي) (۴) الف جي مد ۽ ميم جي شد سان پڙهڻ يعني آمين. (۵) الف جي مد ۽ ي کي ڪيرائڻ يعني آمن (انهن ٻنهي يعني چوٿين ۽ پنجين صورت ۾ سنت ادا نہ ٿيندي آهي پر نماز بہ نہ ٻڃندي آهي ڇوتہ اهي ٻئي لفظ قرآن پاڪ ۾ موجود آهن). چار صورتون اهڙيون آهن جن سان نماز ٻڃي پوندي آهي: (١) الف مقصوره ۽ ميم جي شد سان يعني امين. (٢) الف مقصوره (بنامد جي) ۽ ي کي حذف ڪرڻ سان يعني اَمِن. (٣) ميم جي شد ۽ ي کي حذف ڪرڻ سان يعني آمّن. (۴) الف مقصوره (بنامد جي) ۽ ميم جي شد ۽ ي کي حذف ڪرڻ سان يعني امِن (اهي چارئي لفظ قرآن شريف ۾ نہ آهن ان ڪري انهن سان نماز ٻڃي پوندي.

جيڪڏهن مقتدي آهستي قراءت واري نماز (يعني ظهر ۽ عصر) ۾ امام کان ولاالضالين ٻڌي وٺي تہ ڪن مشائخ چيو آهي تہ آمين نہ چوي ڇوتہ ان جهر کي شمار نہ ڪيو ويندو ۽ ڪن چيو آهي تہ آمين چوي. جمعي يا عيد نماز ۾ يا ٻي جنهن نماز ۾ گهڻي جماعت هجي تہ

جيڪڏهن مقتدي سڏيءَ طرح امام جي تڪبير نہ ٻڌي بلڪہ اڻ سڏيءَ
طرح ٻڌي يعني ٻين مقتدين کان (جيڪي امام جي ويجهو هجن) آمين
ٻڌي تہ ڪن وٽ آمين چوي. پوءِ ڪا سورت يا وڏي هڪ آيت يا
ننڍيون ٽي آيتون پڙهي تان تہ واجب قراءت ادا ٿي وڃي، بلڪہ سنت
قراءت جي مطابق پڙهي اهڙيءَ طرح مڪروہ تنزيهي کان بچي ويندو،
سنت قراءت جو بيان اڳتي ايندو. قراءت صاف صاف ۽ صحيح صحيح
پڙهي، جلدي نہ ڪري، پر جيڪڏهن امام جي پٺيان نماز پڙهي تہ رڳو
ثناء پڙهي خاموش بيٺو رهي، تعوذ، بسم الله، سورة فاتحہ ۽ سورت نہ
پڙهي، قراءت کان فارغ ٿي رڪوع ڪري اهڙيءَ طرح جو بيهڻ جي
حالت ۾ الله اڪبر چوڻ شروع ڪري ۽ چوندي جهڪندو وڃي، يعني
تڪبيرجي شروعات جهڪڻ جي شروعات سان گڏ ٿئي ۽ فراغت ان
وقت ٿئي جڏهن پوريءَ طرح رڪوع ۾ هليو وڃي ۽ ان فاصلي کي
پوري ڪرڻ لاءِ الله جي لام کي ڇڪي، اڪبر جي ب يا ڪنهن ٻئي
حرف کي نہ ڇڪي، معتبر قول موجب سموري قراءت پوري ڪري
رڪوع ۾ وڃي، ڪو حرف يا ڪلمو جهڪڻ جي حالت ۾ پورو ڪرڻ
۾ ڪن وٽ ڪو حرج نہ آهي پر اهو قول ضعيف آهي ۽ معتبر نہ آهي.
امام رڪوع ۽ سجدي جي تڪبيرن ۾ جهر ڪري (يعني تڪبيرون بلند
آواز سان چوي) ۽ هر تڪبير ۾ الله اڪبر جي ر کي جزم ڏئي، رڪوع
۾ آڱرين کي کولي انهن سان گوڏن کي وٺي بيهي ۽ هٿن سان گوڏن تي
ٽيڪ ڏئي، آڱرين کي ڪليل رکڻ ان وقت کان سواءِ ۽ آڱرين کي مليل
رکڻ سجدي جي حالت کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ وقت سنت ناهي، يعني
نماز ۾ انهن ٻنهي موقعن کان سواءِ ٻين سڀن موقعن تي آڱرين کي
پنهنجي اصل حالت تي رکڻ گهرجي نہ وڌيڪ ڪليل هجن ۽ نہ وري
ٻنهہ مليل هجن. رڪوع ۾ پٺيءَ کي اهڙيءَ ريت سڌو وڇائجي جو

جيڪڏهن متس پاڻيءَ جو پيالو رکيو وڃي ته سڌو رکيل هجي، مٿي کي نه بلند ڪجي نه جهڪائجي بلڪه مٿو، پٺي ۽ ٻنڊڻ هڪ سڌ ۾ رهن، ٻانهون پاسن کان پري رهن، پنيون سڌيون بيٺيون رهن، پنهنجي گوڏن کي ڪمان وانگر جهڪائڻ (جهڙوڪ گهڻا اڻ واقف ڪندا آهن) مڪروه آهي (ٻانهن ۾ ٻه ڏنگ نه هجڻ گهرجي. گهڻا ماڻهو رڪوع ۾ گوڏن ۽ ٻانهن ۾ ڏنگ آڻيندا آهن ائين ڪرڻ صحيح ناهي). رڪوع ۾ نظر ٻنهي پيرن جي پٺ تي رهي ۽ سبحان ربي العظيم ٽي ڀيرا پڙهي، اها گهٽ ۾ گهٽ تعداد آهي، جيڪڏهن تسبيح بالڪل نه پڙهي يا هڪ ڀيرو پڙهي ته به جائز آهي پر مڪروه تنزيهي آهي بلڪه صحيح اهو آهي ته اها ڪراهت تنزيهي کان وڌيڪ ۽ تحريمي کان گهٽ آهي (ان بابت امامن جو اختلاف آهي، امام مالڪ رح ۽ ڪن حنفي فقيهن وٽ هڪ ڀيرو تسبيح چوڻ واجب آهي تنهن ڪري ضرور چوڻ گهرجي تان ته امامن جي اختلاف کان بچيل رهي). جڏهن رڪوع آرام سان ٿي وڃي ته مٿو مٿي ڪٽي پر جيڪڏهن آرام سان ۽ چڱيءَ طرح نه ٿئي ته صحيح اهو آهي ته واجب جي ڇڏڻ ڪري سجده سهو لازم ٿيندو، جيڪڏهن امام هجي ته رڪوع کان مٿو ڪڻندي رڳو سمع الله لمن حمده پڙهي، ۽ جيڪڏهن مقتدي آهي ته رڳو ربنا لک الحمد پڙهي ۽ سمع الله لمن حمده نه پڙهي، ۽ جيڪڏهن اڪيلي سر نماز پڙهي رهيو هجي ته معتبر قول اهو آهي ته ٻئي پڙهي ۽ سمع الله لمن حمده رڪوع کان اٿندي چوي يعني مٿو کڻڻ سان گڏ ئي اهي لفظ شروع ڪري ڇڏي ۽ سڌي ٿيڻ تائين پورا ڪري، رڳو جهڪڻ ۾ يا سڌو ٿي نه چوي ۽ جڏهن سڌو ٿي بيهي ته ربنا لک الحمد چوي، اهائي سنت آهي. جيڪڏهن ڪنهن رڪوع کان اٿڻ وقت سمع الله لمن حمده نه چيو ۽ سڌو ٿي بيٺو ته هاڻ سمع الله لمن حمده نه چوي ۽ اهڙيءَ طرح هر ان ذڪر جو حڪم آهي

جيڪو رڪن ڪي مٿائڻ لاءِ هوندو آهي، جهڙوڪ تڪبير جيڪا قيام ڪان رڪوع ڏانهن جهڪڻ وقت يا رڪوع ڪان سجدي ڏانهن جهڪڻ وقت يا سجدي ڪان اٿڻ وقت چئي ويندي آهي، جيڪڏهن ان کي سندس جڳهه تي ادا نه ڪيائين ته بعد ۾ ادا نه ڪري. اهڙيءَ طرح سجدي ۾ جيڪا تسبيح رهجي وڃي اها مٿو مٿي کڻڻ ڪان بعد نه چوي بلڪه ضروري آهي ته هر شيءِ ۾ سندس جڳهه جو خيال رکي. سمع الله لمن حمده جي هه کي جزم ڏئي ۽ حرڪت (يعني پيش) کي ظاهر نه ڪري يعني هو نه چوي (هڪ قول موجب پيش سان يعني هو چوي)، پوءِ جڏهن سڌو تي بيهي ته تڪبير چئي سجدي ۾ وڃي، تڪبير (الله اڪبر) جهڪندي چوي ۽ سجدي ۾ پهچڻ تائين ختم ڪري ڇڏي، سجدي ۾ سبحان ربي الاعلیٰ ٽي ڀيرا چوي ۽ اها گهٽ ۾ گهٽ تعداد آهي، جيڪڏهن تسبيح بالڪل ڇڏي ڏيندو يا ٽن ڀيرن ڪان گهٽ چوندو ته اهو فعل مڪروه تنزيهي آهي بلڪه صحيح اهو آهي ته تنزيهي ڪان وڌ ۽ تحريمي ڪان گهٽ آهي، امامن جي اختلاف ڪان بچڻ خاطر ٻڌايل طريقي مطابق چوڻ گهرجي جهڙوڪ رڪوع ۾ بيان ٿيو ۽ رڪوع ۾ امام نه هئڻ جي صورت ۾ سجدي جون تسبيحون ٽن ڪان وڌيڪ ڀيرا چوڻ مستحب آهي پر اڪي انگ تي ختم ڪرڻ گهرجي يعني تسبيحون گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا پڙهي، ۽ وچوليءَ طرح پنج ڀيرا ۽ پوريءَ طرح ست ڀيرا، ۽ ان ڪان وڌيڪ ڀيرا چوي ته وڌيڪ ثواب آهي، جيڪڏهن امام هجي ته ٽن ڀيرن ڪان وڌيڪ نه چوي تان ته مقتدين تي تنگي نه ٿئي (پر ايتري اطمينان سان چوي جو مقتدي به ٽي ڀيرا چئي سگهن) سجدي ۾ وڃڻ وقت پهريائين زمين تي اهي عضوا رکي جيڪي زمين کي ويجها هجن پوءِ ان ڪان پوءِ وارا ترتيب سان رکي، ان ڪري پهريائين ٻئي گوڏا رکي پوءِ ٻئي هٿ پوءِ نڪ ۽ پوءِ پيشاني رکي

۽ پيشاني جو گهٽو ياگو زمين تي ضرور رکي، چوٿو اهو واجب آهي ۽ پيشاني اهڙيءَ طرح رکي جو چڱيءَ طرح آرام وٺي ۽ جڏهن سجدي کان اٿي ته ان جي ابتڙ ڪري يعني پهريائين پيشاني پوءِ نڪ پوءِ ٻئي هٿ پوءِ گوڏا ڪٽي، اهو حڪم ان وقت لاءِ آهي جڏهن پيرين اگهاڙو هجي يا ٻيو ڪو عذر نه هجيس پر جيڪڏهن ڪو عذر هجيس جهڙو موزا پاتل هجن يا ڪمزوري ۽ پوڙهائپ خاطر گوڏا اڳ ۾ نه رکي سگهندو هجي ته ٻئي هٿ گوڏن کان پهريائين رکي سگهي ٿو، جيڪڏهن عذر جي ڪري ٻئي هٿ ۽ گوڏا ترتيب سان زمين تي گڏ نه رکي سگهي ته ساڄو هٿ ۽ گوڏو کاٻي کان پهريائين رکي پر بناعذر جي گڏ نه رکڻ مکروه آهي، سجدي ۾ ٻئي هٿ ڪنن جي سامهون رکي يعني منهن ٻنهي هٿن جي وچ ۾ آگوٺا ڪنن جي پاپڙين جي سامهون رهن، هٿن جون آگريون مليل رهن تان ته انهن جون چوٽيون قبلي ڏانهن رهن، اهڙيءَ طرح ٻنهي پيرن جي سين آگرين جون چوٽيون به قبلي ڏانهن رهن، ترين تي ٽيڪ ڏئي پنهنجي ٻانهن کي پاسن کان الڳ رکي، پر جماعت ۾ ٻانهن کي پاسن سان ملائي رکي الڳ نه رکي ٺوٺين کي زمين تي نه پٿاري بلڪه زمين کان مٿي رکي ۽ پيٽ کي رانن کان الڳ رکي ۽ نگاهه نڪ جي چوٽي تي رهي پوءِ الله اڪبر چوندي مٿو مٿي ڪٽي ۽ اطمينان سان سڌو ٿي ويهي ۽ ان ويهڻ کي "جلسه" چئجي ٿو، "جلسه" ۾ طمانيت يعني هڪ ڀيرو سبحان الله چوڻ جي اندازي جيترو ويهي، اها طمانيت واجب آهي ۽ ان جي ڇڏڻ سان سجده سهو لازم ٿيندو آهي، ان "جلسه" ۾ ڪو به ذڪر سنت نه آهي، اهڙيءَ طرح رڪوع کان اٿڻ بعد تسميع ۽ تحميد کان سواءِ ٻي ڪا دعا سنت نه آهي، ساڳيءَ طرح رڪوع ۽ سجدي ۾ تسبيح کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه چئي، ۽ جيڪو ذڪر يا دعائون ان موقعن لاءِ ڪن حديثن ۾ بيان ٿيون

آهن سي نفلن لاءِ آهن پر فرضن جي ”جلسہ“ ۾ بہ مستحب آهي تہ مسنون دعا پڙهي جيڪا هي آهي: ”اللهم اغفر لي وارحمني وعافني واهدني وارزقني“ يا رڳو ”رب اغفر لي“ هڪ يا ٽي ڀيرا پڙهي ڇڏي، ان مستحب جي عادت جي برڪت سان ”جلسہ“ ۾ طمانيت جو واجب بہ ادا ٿي ويندو، هوندئن تہ گهڻا ماڻهو ان جا تارڪ آهن ۽ ان جي ضرورت کان بي خبر آهن پوءِ تڪبير چوندي ٻئي سجدي لاءِ جهڪي ۽ ٻئي سجدي ۾ بہ پهرين سجدي وانگر تسبيح پڙهي، پوءِ جڏهن سجدي کان فارغ ٿئي تہ ترين تي ٽيڪ ڏئي اٿي، بنا مجبوري جي ٻئي هٿ زمين تي ڪوڙي نہ بيهي بلڪہ ٻنهي هٿن سان ٻنهي گوڏن تي ٽيڪ ڏئي، ٻئي سجدي کان پوءِ ويهڻ جنهن کي جلسہ استراحت چئجي ٿو حنفي مذهب ۾ بناعذر جي نہ آهي پر جيڪڏهن ڪنهن کي مجبوري هجي تہ ڪيس زمين تي ٽيڪ ڏئي بيهڻ يا ٿورڙو جلسہ استراحت ڪرڻ مستحب آهي، ۽ بناعذر جي ٻئي سجدي کان پوءِ ويهڻ (يعني جلسہ استراحت ڪرڻ) يا ٻنهي هٿن سان زمين تي ٽيڪ ڏئي بيهڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي پر مستحب جي خلاف ۽ مڪروه تنزيهي آهي، ٻي رڪعت بہ ان ساڳيءَ طرح سان ادا ڪري جهڙيءَ طرح پهرين رڪعت ادا ڪيائين پر ثناء ۽ تعوذ نہ پڙهي يعني هٿ ٻڌي بسم الله، الحمد ۽ سورت پڙهي رڪوع، قومہ، سجده، جلسہ ۽ ٻيو سجدو ڪري ۽ جڏهن ٻي رڪعت جي ٻئي سجدي کان مٿو ڪٽي تہ قعده ڪري اهڙي طرح جو کاٻو پير وڇائي ان تي ويهي (يعني ان کي پنهنجي ٻنهي ٻنڊڻن جي هيٺان رکي) ۽ ساڄو پير ايو ڪري، ايي پير جي آڱرين جو رخ قبلي ڏانهن ڪري ۽ ٻئي هٿ ٻنهي رانن تي رکي آڱرين کي قدرتي حالت ۾ وڇائي، هٿن جي آڱرين جون چوٽيون گوڏن جي ويجهو هجن ۽ قبلي ڏانهن رهن، آڱرين سان گوڏن کي وٺڻ نہ گهرجي، جيتوڻيڪ وٺڻ بہ جائز آهي پر نہ وٺڻ افضل

۽ معتبر قول مطابق آهي ڇوتہ گوڏي کي وڻڻ سان آڱرين جون چوٽيون قبلي رخ نہ رهنديون بلڪہ زمين ڏانهن ٿي وينديون. جلسہ ۽ قعده ۾ نظر پنهنجي جهولي تي رهڻ کپي، قعده ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جو التحيات پڙهي جيڪو هي آهي: التحيات لله والصلواة والطيبات، السلام عليک ايها النبي ورحمة الله وبرڪاته. السلام علينا وعلىٰ عباد الله الصالحين، اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله ۽ جڏهن اشهد ان لا اله الا الله تي پهچي تہ شهادت آڱر سان اشارو ڪري، ان جو طريقو هي آهي تہ ساڄي هٿ جي آڱوٺي ۽ وچين آڱر سان گول دائرو ٻڌي ۽ ڇيچ ۽ ان جي ڀر واري آڱر کي (مٺ وانگر) بند ڪري ۽ ڪلمي جي آڱر ڪٽي اشارو ڪري لا اله تي آڱر ڪٽي ۽ الا الله تي هيٺ جهڪائي ۽ پوءِ قعده جي پڇاڙي تائين اهڙيءَ طرح دائرو ٻڌي رکي، تشهد کان پوءِ درود شريف پڙهي جيڪو هي آهي: اللهم صل علىٰ محمد وعلىٰ آل محمد ڪما صليت علىٰ ابراهيم وعلىٰ آل ابراهيم، انک حميد مجيد. اللهم بارک علىٰ محمد وعلىٰ آل محمد ڪما بارکت علىٰ ابراهيم وعلىٰ آل ابراهيم. انک حميد مجيد. نماز ۾ درود شريف ۾ حضور عليه الصلاة والسلام ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي نالن مبارڪن سان سيدنا جو لفظ ملائڻ افضل ۽ بهتر آهي، ڪن وٽ نہ ملائڻ بهتر آهي، پرالتحيات ۾ اشهد ان محمدا سان سيدنا جو لفظ نہ ملائڻ گهرجي، درود کان فارغ ٿي پنهنجي لاءِ، پنهنجي پيءُ، ماءُ ۽ سڀن مسلمان مردن ۽ عورتن لاءِ مغفرت جي دعا گهري ۽ دعا کي رڳو پنهنجي لاءِ مخصوص نہ ڪري، اهوئي صحيح قول آهي، (ڪفر جي حالت ۾ مري ويل پيءُ، ماءُ ۽ استادن لاءِ بخشش جي دعا ڪرڻ حرام آهي ۽ ڪن فقيهن اهڙي دعا گهرڻ کي ڪفر بہ لکيو آهي، البت جيڪڏهن زنده هجن تہ سندن لاءِ هدايت ۽ توفيق جي دعا ڪري) گنهگار مومنن لاءِ

مغفرت جي دعا گهرڻ جائز آهي ڇوته ان مان پنهنجي مومن ڀائرن سان واڌاري محبت جو ڏيک ملي ٿو ۽ ان ۾ نص جي خلاف ورزي به نه ٿي ٿئي ڇوته الله تعالىٰ جو ارشاد آهي: ان الله لا يغفر ان يشرک به ويغفر مادون ذالک لمن يشاء (يعني مشرڪ ڌاران الله تعالىٰ جنهن کي گهرندو بخشي ڇڏيندو) ۽ دعا ان ريت نه گهري جهڙيءَ ريت ماڻهن سان ڳالهائيندو آهي يا جنهن شيءِ جو ٻانهن کان گهرڻ ممکن آهي، مثال طور اللهم زوجني (اي الله! منهنجي شادي ڪراء) نه چوي، شريعت يا عام فطرت جي لحاظ کان ناممکن شين بابت دعا گهرڻ به حرام آهي. ماثور دعائون يعني قرآن ۽ حديث ۾ بيان ٿيل دعائون پڙهي جهڙوڪ: ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقنا عذاب النار. يا هيءَ دعا پڙهي: اللهم اغفرلي ولوالدي ولجميع المومنين والمومنات والمسلمين والمسلمات الاحياء منهم والاموات. يا هيءَ دعا: رب اجعلني مقيم الصلاة ومن ذريتي ربنا وتقبل دعاء. ربنا اغفرلي ولوالدي وللمومنين يوم يقوم الحساب. يا هيءَ دعا: اللهم اني ظلمت نفسي ظلما كثيرا ولا يغفر الذنوب الا انت فاغفر لي مغفرة من عند ک وارحمني انک انت الغفور الرحيم (هي دعا پاڻ سڳورن نماز ۾ پڙهڻ لاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضه کي سيکاري هئي). يا قرآن پاڪ ۽ حديث سڳوري ۾ آيل ڪا ٻي دعا پڙهي. جيڪڏهن قرآن واري ڪا دعا پڙهي ته قرآن پڙهڻ جي نيت نه ڪري (ڇوته قراءت (قرآن پڙهڻ) قيام کان سواءِ ٻين رڪنن (رکوع، سجدي يا قعده وغيره) ۾ مڪروه آهي) بلڪه دعا جي نيت سان پڙهي، دعا عربي زبان ۾ پڙهي، نماز منجهه ڪنهن ٻي زبان ۾ دعا پڙهڻ مڪروه آهي، پوءِ ٻنهي پاسن يعني ساڄي ۽ کاٻي ڏانهن سلام ڦيرائي، پهرين سلام ۾ ساڄي پاسي ڏانهن ايترو ڦري جو سندس ساڄي ڳل جي اڇاڻ ان طرف ۾ پويان بيٺل نمازي کي نظر اچي سگهي، ۽ اوتروئي کاٻي

پاسي ڏانهن ڦري اهوئي وڌيڪ معتبر قول آهي، سلام ۾ هي لفظ چوي:
السلام عليڪم ورحمة الله. جيڪڏهن رڳو السلام عليڪم يا سلام
عليڪم، يا رڳو السلام يا عليڪم السلام چيائين ته اهو به ڪافي آهي
پر سنت جو تارڪ ليکبو. ان ڪري مڪروه آهي، ۽ ساڄي ۽ کاٻي
پاسي منهن ڦيرائڻ به سنت آهي ۽ ان وقت نظر ساڄي ۽ کاٻي ڪلهي تي
رکڻ مستحب آهي، سلام الف لام سان چوي ۽ اهڙيءَ طرح تشهد ۾
ال سان سلام چوي ۽ نماز ختم ڪرڻ واري سلام ۾ وبرڪاته نه چوي
بلڪ اهو لفظ التحيات جي سلام ۾ چوي ۽ سنت اها آهي ته امام ٻيو
سلام پهرين جي ڀيٽ ۾ جهڪي آواز سان چوي ۽ اهوئي بهتر آهي،
جيڪڏهن رڳو ساڄي پاسي ڏانهن سلام ورائي اٿي بيٺو ۽ کاٻي طرف
ڏانهن سلام ورائڻ وسري ويس ته صحيح قول موجب جيڪڏهن اڃا
تائين ڳالهايو نه اٿائين ۽ قبلي ڏانهن پٺ نه ڪئي اٿائين ته ويهي ٻيو
سلام ورائي، پر جيڪڏهن قبلي ڏانهن پٺ ڪري چڪو هجي يا ڪا
ڳالهه ٻولهه ڪئي اٿائين ته هاڻ ٻيو سلام نه ورائي، ۽ جيڪڏهن ان جي
ابتڙ ڪيائين يعني پهريائين کاٻي پاسي ڏانهن سلام ڦيريائين ته به
ساڳيءَ ريت جيستائين قبلي کان نه ڦريو آهي ۽ ڳالهه ٻولهه نه ڪئي
اٿائين ته ساڄي پاسي ڏانهن سلام ڦيرائي ۽ کاٻي ڏانهن سلام ٻيهر
ورائڻ جي ضروت ناهي ۽ جيڪڏهن سامهون قبلي ڏانهن سلام ورايو
اٿائين ته ٻيو سلام کاٻي ڏانهن ڦيرائي ۽ سامهون ورايل سلام ساڄي
پاسي بدران شمار ڪيو ويندو. مقتدي لاءِ سلام ڦيرائڻ جي وقت ۾
اختلاف آهي، معتبر قول مطابق مقتدي کي ٿورڙو ترسڻ کپي ۽ جڏهن
امام ساڄي پاسي ڏانهن سلام ڦيرائي وٺي تڏهن مقتدي ساڄي ڏانهن
سلام ڦيرائي اهڙيءَ طرح جڏهن امام کاٻي پاسي ڏانهن سلام ورائي
فارغ ٿئي ته پوءِ مقتدي کاٻي ڏانهن سلام ورائي ۽ جيڪي حفاظت

ڪندڙ ملائڪ، انسان ۽ پلارا جن امام جي پنهي پاسن ڏانهن آهن سلام ۾ انهن جي نيت دل ۾ ڪري، ۽ اسان جي زماني ۾ عورتن جي ۽ جيڪي ماڻهو نماز ۾ شامل نہ آهن تن جي نيت نہ ڪري اهوئي معتبر قول آهي، ۽ مقتدي ساڄي کاٻي پاسي وارن جماعتين، جنن ۽ ملائڪن سان گڏوگڏ امام جي نيت بہ ڪري، جيڪڏهن امام ساڄي پاسي ڏانهن هجي تہ ان پاسي جي ماڻهن ۾، ۽ کاٻي پاسي هجي تہ ان پاسي جي ماڻهن ۾ امام جي بہ نيت ڪري، ۽ امام سامهون هجي تہ امام ابويوسف رح وٽ ساڄي پاسي جي ماڻهن ۾ ان جي نيت ڪري ۽ امام محمد رح وٽ پنهي پاسن ۾ امام جي بہ نيت ڪري. امام ابوحنيفہ رح کان بہ اهائي روايت آهي ۽ اهائي صحيح آهي ۽ اڪيلي سر نماز پڙهي رهيو هجي تہ رڳو فرشتن جي نيت ڪري ٻئي ڪنهن جي نيت نہ ڪري، ملائڪن جي نيت ۾ ڪا تعداد ۽ ڳاڻاٽو مقرر نہ ڪري اهوئي معتبر قول آهي (سلام ۾ اهڙي نيت کان گهٽائي ماڻهو بي خبر آهن).

اها ٻن رڪعتن واري نماز جي ترتيب آهي، جيڪڏهن ٽي يا چار رڪعتون پڙهڻيون هجن تہ پهرين قعده ۾ جڏهن تشهد کان فارغ ٿئي تہ ان کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ پڙهي بلڪہ فورا الله اڪبر چئي ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيهي، قعده کان بہ انهيءَ ريت گوڏن تي ٽيڪ ڏئي چنبن جي زور تي اٿي بيهي جهڙيءَ ريت پهرين رڪعت ۾ ٻئي سجدي کان پوءِ ٻي رڪعت لاءِ اٿي بيٺو هو، پوءِ ٻيون ٻئي رڪعتون ان ساڳيءَ طرح ادا ڪري جهڙيءَ طرح پهرين ٻن رڪعتن ۾ قيام، رڪوع ۽ سجدو ڪري چڪو آهي، ۽ فرضن جي انهن پوين ٻن رڪعتن جي هر رڪعت جي قيام ۾ رڳو بسم الله ۽ الحمد شريف پڙهي، ان کان وڌيڪ پڙهڻ يعني ڪا سورت وغيره ملائڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي پر اهو مڪروه تنزيهي ۽ افضل جي خلاف آهي ۽ ائين ڪرڻ سان سجده سهو لاڳو نہ

ٿو ٿئي، ۽ جيڪڏهن انهن پوين رڪعتن ۾ الحمد پڙهڻ وساري ڇڏي ته به سجده سهو واجب نه ٿيندو چوٿه فرضن جي آخري ٻن رڪعتن ۾ نمازي کي اختيار آهي وٽيس ته الحمد پڙهي يا ٽي ڀيرا سبحان الله چوي يا ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جيترو وقت چپ ويٺو رهي، پر الحمد شريف پڙهڻ تسبيح پڙهڻ کان (معتبر قول موجب) افضل آهي ۽ چپ رهڻ مڪروه آهي ۽ سنت جي ڇڏڻ ڪري نماز ۾ خلل پوي ٿو چوته انهن رڪعتن ۾ قرات سنت آهي ۽ چپ رهڻ ان جي ابتڙ آهي. جيڪڏهن نماز نفل يا سنت يا واجب هجي ته هر رڪعت ۾ سورة فاتحه کان پوءِ ڪا ننڍي سورت يا هڪ وڏي يا ٽي ننڍيون آيتون پڙهي. ايترو پڙهڻ واجب آهي ۽ ٽن رڪعتن واري نماز ۾ ٽين رڪعت کان بعد ۽ چئن رڪعتن واري ۾ چوٿين رڪعت کان بعد قعده اخيره ڪري ۽ ان قعده ۾ التحيات، درود ۽ دعا انهيءَ ساڳيءَ طرح پڙهي جهڙيءَ طرح ٻن رڪعتن واري نماز جي قعده ۾ پڙهڻ بابت بيان ڪيو ويو آهي چوته ان لاءِ اهو آخري قعده هوندو آهي ۽ ٻڌايل طريقي مطابق سلام ڦيرائي، جن نمازن کان پوءِ سنتون آهن يعني ظهر، مغرب ۽ عشاء جي نماز، ته جڏهن امام انهن جو سلام ورائي بيهي ته اتي ويهي ترسڻ مڪروه آهي بلڪه مختصر دعا پڙهي جهڙوڪ: اللهم انت السلام ومنک السلام تبارکت يا ذاالجلال والاکرام. هي دعا به مسنون آهي: اللهم اعني عليٰ ذکرک وشکرک وحسن عبادتک ۽ هي به مسنون آهي: لا اله الا الله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو عليٰ کل شيءِ قدير. اللهم لا مانع لما اعطيت ولا معطي لما منعت ولا ينفع ذا الجد منک الجد. وڏين وڏين دعائن ۾ مشغول نه ٿئي، ٿورڙو ترسڻ جائز بلڪه مستحب آهي وڌيڪ ترسڻ مڪروه تنزيهي آهي ۽ ائين ڪرڻ سان سنتن جو ثواب گهٽجي ويندو، مختصر دعا کان بعد امام فورا سنتن لاءِ اٿي بيهي ۽ فرض واري جڳه تي

سنتون نہ پڙهي چوتہ اهو مڪروه تنزيهي آهي ساڄي يا ڪاٻي يا پوئتي ٿي بيهي، ۽ وڌيڪ تہ پنهنجي گهر وڃي سنتون پڙهي جيڪڏهن ڪنهن رڪاوٽ جو ڊپ نہ هجيس تہ اهو وڌيڪ بهتر آهي، ۽ جيڪڏهن مقتدي يا اڪيلو نماز پڙهي رهيو هجي ۽ پنهنجي جڳہ تي ويهي دعائون گهرندو رهي تہ جائز آهي ۽ اهڙيءَ طرح سنتن لاءِ بہ ساڄئي هٿ بيهي رهيو يا اڳيان پويان ٿي بيٺو تہ ان لاءِ اهي سڀ صورتون برابر آهن يعني ان لاءِ ڪا ڪراهت نہ آهي. هڪ قول موجب مستحب آهي تہ مقتدي صفون پيچي اڳيان پويان ٿي بيهن، ۽ جن نمازن ڪان پوءِ سنتون نہ آهن (يعني فجر ۽ عصر) تن ۾ امام کي ساڄئي هٿ تي قبلي رخ ٿي ويٺو رهڻ مڪروه آهي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ان کي بدعت ڪوٺيو آهي پر اها ڪراهت تنزيهي آهي تنهن ڪري امام کي اتان اٿي هليو وڃڻ جو بہ اختيار آهي پر افضل اهو آهي تہ پنهنجي محراب ۾ ويٺو رهي ۽ جيڪڏهن ڪو مسبوق سندس اڳيان نماز نہ پڙهي رهيو هجي تہ جماعت ڏانهن منهن ڪري ويهي، پر جيڪڏهن اتي ڪو نماز پڙهي رهيو هجي تہ ساڄي يا ڪاٻي منهن ڪري ويهي ۽ جيڪڏهن امام ۽ نماز پڙهندڙ جي وچ ۾ ڪو ٽيون شخص هجي جنهن جي پٺ ان نمازي ڏانهن هجي تہ امام لاءِ اوڏانهن منهن ڪرڻ ۾ ڪا ڪراهت نہ آهي چوتہ ٽيون شخص "ستره" وانگر شمار ڪيو ويندو، سياري ۽ اونهاري جي موسم جو ساڳيوئي حڪم آهي اهوئي صحيح قول آهي. صبح جي نماز ڪان پوءِ امام لاءِ سج ايرڻ تائين پنهنجي محراب ۾ ويٺو رهڻ افضل آهي، جن فرض نمازن ڪان پوءِ سنتون نہ آهن تن جي فرضن ڪان پوءِ ۽ جن فرضن ڪان پوءِ سنتون آهن تن جي سنتن ڪان پوءِ هي ذڪر اذڪار مستحب آهن: استغفر الله العظيم الذي لا اله الا هو الحي القيوم واتوب اليه (ٽي ڀيرا)، آيت الڪرسي، سورة الاخلاص، سورة الفلق ۽

سورة الناس هڪ هڪ ڀيرو پڙهي سبحان الله ٣٣ ڀيرا، الحمد لله ٣٣ ڀيرا ۽ الله اڪبر ٣٣ ڀيرا پڙهي اهي ڳڻجي ٩٩ ڀيرا ٿيا ۽ سو جي انگ کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ ڀيرو لا اله الا الله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علیٰ کل شيءِ قدير پڙهي، (ڪن روايتن ۾ الله اڪبر ٣٤ ڀيرا آيو آهي انهن چئن ڪلمن کي مٿي ٻڌايل طريقي مطابق ملائي سو ڀيرا پڙهڻ کي تسبيح فاطمي چئجي ٿو). ان کان پوءِ دعا گهري، دعا جي وقت ٻئي هٿ سيني تائين کڻي پکيڙي ڇڏي ۽ الله تعاليٰ کان دعا گهري ۽ امام هجي ته سيني مقتدين لاءِ به دعا گهري ۽ مقتدي ڪٿي پنهنجي پنهنجي دعا گهرن يا جيڪڏهن امام جي دعا ٻڌڻ ۾ اچين ته سڀ آمين چوندا رهن ۽ دعا ختم ڪرڻ کان پوءِ ٻئي هٿ منهن تي گهمائي ڇڏجن، نماز کان پوءِ واري دعا عربيءَ بدران ڪنهن ٻي زبان ۾ گهرڻ بنا ڪراهت جي جائز آهي.

**(فائدو)** حديثن ۾ ڪنهن دعا ۽ ذڪر بابت جيڪو انگ ٻڌايل آهي تنهن کان گهٽ وڌ نه ڪري ڇوته جيڪي فضائل انهن ذڪر اذڪار لاءِ ٻڌايل آهن سي انهيءَ انگ سان مخصوص آهن. انهن ۾ وڌ گهٽ ڪرڻ جي مثال اهڙي آهي جو ڪو تالو ڪنهن خاص قسم جي ڪنجيءَ سان کلندو هجي ته جيڪڏهن ان ڪنجيءَ جا ڏندا ان کان گهٽ يا وڌ ڪري ڇڏبا ته پوءِ ان سان اهو تالو نه کلندو. البت جيڪڏهن ڳاڻاٽي ۾ شڪ شبهو ٿئيس ته وڌائي سگهي ٿو پر اهو وڌاءُ ناهي بلڪه پورو ڪرڻ آهي.

## نماز ۾ عورتن جا خاص مسئلا

عورتون به مردن وانگر نماز پڙهن، رڳو ڪجهه جڳهن تي ڪين مردن جي ابتڙ ڪرڻ گهرجي ۽ اهي ٢٩ آهن ۽ هڪ حڪم اعتڪاف

بابت آهي:

(١) عورتن کي قيام ۾ ٻئي پير ملائي رکڻ گهرجن ۽ انهن جي وچ ۾ فاصلو نہ رکڻ گهرجي، اهڙيءَ طرح رکوع ۽ سجدي ۾ بہ پيڏيون ملائي رکجن. (٢) ٿڌ وغيره جهڙو کو عذر هجي يا نہ هجي هر حال ۾ عورتن کي چادريا رئي وغيره جي اندران ئي هٿ ڪڍڻ گهرجن ٻاهر نہ ڪڍڻ گهرجن. (٣) رڳو ڪلهن جي برابر هٿ کڻن. (۴) تکبير تحريمہ کان پوءِ سيني تي ڇاتي جي هيٺان يا مٿان هٿ رکن. (۵) ساڄي هٿ کي کاٻي هٿ جي پٺ تي رڳو رکڻ گهرجي، حلقو بنائڻ ۽ کاٻي کَرائي کي وٺڻ نہ گهرجي. (٦) رکوع ۾ وڌيک جهڪڻ نہ گهرجي بلڪہ رڳو ايترو جهڪن جو هٿ گوڏن تائين پهچي سگهن. (٧) رکوع ۾ ٻنهي هٿن جون آڱريون ملائي گوڏن تي رکڻ گهرجن، کولي نہ رکجن. (٨) رکوع ۾ پنهنجي هٿن تي ٽيک نہ ڏين. (٩) رکوع ۾ هٿ گوڏن تي رکجن ۽ گوڏن کي وٺي نہ بيهن. (١٠) رکوع ۾ پنهنجي گوڏن کي جهڪائي رکن. (١١) رکوع ۾ ٺونٺيون ۽ پاسا ملائي رکڻ گهرجن يعني ٻئي گڏ ٿيل هجن. (١٢) سجدي ۾ ٺونٺيون زمين تي وڇائي رکڻ گهرجن. (١٣) سجدي ۾ کوڙي پير آڱرين تي ايو کري نہ بيهارن بلڪہ ٻئي ساڄي پاسي ڏانهن کڍي کاٻي ٻنڊڻ تي ويهجي ۽ چڱيءَ طرح ٿي سجدو ڪجي (يعني ٻنڊڻ مٿي نہ کڻجي). (١۴) سجدي ۾ پيٽ رانن سان مليل هئڻ گهرجي يعني پيٽ کي رانن تي وڇائي ڇڏن. (١۵) ٻانهون پاسن سان مليل هجن، مطلب تہ سجدي ۾ بہ مليل رهن. (١٦) التحيات ۾ ويهڻ وقت مردن جي ابتڙ ٻئي پير ساڄي پاسي ڏانهن کڍي کاٻي ٻنڊڻ تي ويهڻ گهرجي، يعني ٻنڊڻ زمين تي رهي پير تي نہ رکي. (١٧) التحيات ۾ هٿن جون آڱريون ملائي رکجن. (١٨) جيکڏهن نماز دوران کا ضروت پيش ٿئي جهڙو کو سندس

سامهون لنگهي تہ تازي وڃائي، ان جو طريقو هي آهي تہ ساڄي هٿ جي آگرين جي پٺ کاٻي هٿ جي پٺ تي هڻي ۽ مردن وانگر سبحان الله نہ چوي. (١٩) مردن جي امام نہ ٿئي. (٢٠) نماز ۾ رڳو عورتن جي جماعت ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي (مردن لاءِ جماعت واجب آهي). (٢١) عورتون جيڪڏهن جماعت ڪن تہ جيڪا عورت امام هجي سا وچ ۾ بيهي اڳيان ٿي نہ بيهي. (٢٢) عورتن جو جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ مڪروه آهي. (٢٣) مردن جي جماعت ۾ عورت مردن جي پويان بيهي. (٢٤) عورت تي جمعي جي نماز فرض نہ آهي پر جيڪڏهن پڙهي ڇڏيائين تہ صحيح ٿي ويندي ۽ ڪانئس ظهر جو فرض لهي ويندو. (٢٥) عورت تي عيدن جون نمازون فرض نہ آهن. (٢٦) عورت تي ايام تشريق ۾ فرض نمازن کان پوءِ تڪبير واجب نہ آهي. (٢٧) عورت لاءِ فجر نماز مردن وانگر چڱي طرح روشني ٿيڻ کان پوءِ پڙهڻ مستحب نہ آهي بلڪ جلدي اونده ۾ پڙهڻ مستحب آهي. (٢٨) عورتن کي نماز ۾ ڪنهن بہ وقت بلند آواز سان قراءت ڪرڻ جو اختيار نہ آهي، بلڪ هر جهري نماز ۾ بہ آهستي قراءت ڪرڻ واجب آهي بلڪ جن فقيهن وٽ عورت جو آواز ستر (اوگهڙ) ۾ شامل آهي تہ انهن وٽ جهر سان قراءت ڪرڻ سان عورت جي نماز فاسد ٿي ويندي. (٢٩) عورت اذان نہ ڏئي. (٣٠) عورت مسجد ۾ اعتڪاف نہ ڪري.

عورتن لاءِ مردن کان الڳ اهي حڪم رڳو نماز بابت آهن، هونئن تہ عورت ڪيترن ئي مسئلن ۾ مردن کان الڳ آهي.

## قراءت جو بيان

(١) اقامت جي حالت ۾ جيڪڏهن اطمينان هجي تہ سنت هي آهي تہ فجر نماز جي ٻن رڪعتن ۾ الحمد کان سواءِ چاليهہ يا پنجاه

آيتون پڙهجن، ۽ ٻئي روايت موجب سٺ کان هڪ سو تائين پڙهجن، ظهر جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ به فجر جيتريون يا ان کان گهٽ پڙهجن، عصر ۽ عشاء جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ الحمد کان سواءِ پندرهن يا ويهه آيتون ۽ مغرب ۾ پهرين ٻن رڪعتن مان هر رڪعت ۾ پنج آيتون يا ڪا ننڍي سورت پڙهجي، اها آيتن جي اندازي جي لحاظ کان سنت قراءت آهي. سورتن جي لحاظ کان سنت قراءت هي آهي ته فجر ۽ ظهر ۾ طوال مفصل سورتون پڙهجن جيڪي سورة الحجرات کان سورة البروج تائين آهن عصر ۽ عشاء ۾ اوساط مفصل سورتون پڙهجن جيڪي سورة الطارق کان سورة لم يکن (بينه) تائين آهن ۽ مغرب ۾ قصار مفصل سورتون پڙهي جيڪي سورة الزلزال کان سورة الناس تائين آهن، اهي ٻئي طريقا سنت آهن پر مفصلات پڙهڻ افضل آهي.

(٢) جيڪڏهن اقامت جي حالت ۾ اطمينان نه هجي جهڙوڪ وقت تنگ هجي يا پنهنجي جان يا مال بابت ڏپ هجي ته سنت هي آهي ته ايترو پڙهي جنهن سان وقت ۽ امن خطري ۾ نه پوي.

(٣) سفر جي حالت ۾ جيڪڏهن اطمينان هجي جهڙوڪ وقت جي گنجائش ۽ امن سڪون هجي ته اقامت جي حالت ۾ ٻڌايل سنت قراءت مان گهٽ درجو اختيار ڪري مثال طور فجر ۽ ظهر ۾ طوال مفصل سورتن مان ڪا ننڍي سورت (جهڙوڪ سورة البروج يا الانشقاق يا انهن جهڙي ڪا ٻي سورت) پڙهي، عصر ۽ عشاء ۾ اوساط مفصل مان ڪا ننڍي سورت ۽ مغرب ۾ بالڪل ننڍيون سورتون پڙهي.

(٤) جيڪڏهن سفر ۾ اطمينان نه هجي ته حال ۽ ضرورت آهر جيڪا سورت وڻيس پڙهي ڇڏي ڪٿي ننڍي ۾ ننڍي سورت هجي، يا گهٽ ۾ گهٽ ٽي ننڍيون يا هڪ وڏي آيت پڙهي.

(٥) فرضن ۾ اڪيلي سر نماز پڙهندڙ لاءِ به قراءت مسنونه

بابت اهو ساڳيوئي حڪم آهي جيڪو امام لاءِ آهي.

(٦) امام کي جڳائي تہ سنت قراءت کان واڌارو پڙهي مقتدين تي نماز کي ڳرو نہ بڻائي.

(٧) فجر جي نماز ۾ پهرين رڪعت ۾ ٻي رڪعت کان ڊگهي قراءت ڪري ٻين نمازن ۾ هڪ جيتري ڪري،

ڪن فقيهن وٽ فتويٰ ان تي آهي تہ سڀن نمازن ۾ پهرين رڪعت ٻي رڪعت کان ڊگهي ڪجي.

(٨) ٻي رڪعت کي پهرين رڪعت کان ٽن آيتن جي اندازي جيترو يا ان کان وڌيڪ ڊگهو ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي ان کان گهٽ ڊگهو ڪرڻ مڪروه نہ آهي.

(٩) شريعت نماز ۾ آساني لاءِ هرهنڌ کان قرآن مجيد پڙهڻ جي اجازت ڏني آهي، تنهنڪري نماز لاءِ ڪا سورت مقرر ڪري ڇڏڻ مڪروه آهي پر جيڪڏهن آساني لاءِ هجي ۽ افضل هجڻ يا مقرر ڪري ڇڏڻ جو خيال نہ هجي تہ مڪروه نہ آهي، جيڪي سورتون جن نمازن لاءِ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان پڙهڻ ثابت آهن سي نمازن ۾ برڪت خاطر پڙهجن جهڙوڪ فجر جي سنتن جي پهرين رڪعت ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٻي رڪعت ۾ قل هو الله احد پڙهڻ ۽ وترجي پهرين رڪعت ۾ سبح اسم ربک الاعليٰ ۽ ٻي ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٽين ۾ قل هو الله احد پڙهڻ حضور صلي الله عليہ وسلم کان ثابت آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي بدران ٻيون سورتون بہ پڙهڻ گهرجن ڇوتہ پاڻ سڳورن کان بہ انهن جو هميشہ پڙهڻ ثابت نہ آهي، جنهن شخص کي پنهنجي مقرر ڪيل سورتن کان سواءِ ٻيون ياد نہ هجن تہ ان لاءِ بہ مڪروه نہ آهي، نماز شروع ڪرڻ کان اڳ ذهن ۾ اهو ويهاري ڇڏڻ تہ هاڻ فلاڻي فلاڻي سورت پڙهندس تہ اهو بہ مڪروه نہ آهي ڪٿي امام

هجي يا اڪيلو نمازي، پوءِ جيڪڏهن پڙهڻ مهل ان جي ابتڙ پڙهيائين ته به حرج ناهي.

(١٠) افضل هي آهي ته هر رڪعت ۾ پوري سورت پڙهي.

(١١) ٻن رڪعتن ۾ هڪ ئي سورت جي پڇاڙي ڪان پڙهڻ يا ٻن سورتن جي پڇاڙي وارو حصو پڙهڻ يا پهرين رڪعت ۾ سورت جي شروعات يا وچ يا پڇاڙي ڪان پڙهڻ ۽ ٻي رڪعت ۾ ڪنهن ٻي سورت جي شروعات يا وچ يا پڇاڙي ڪان پڙهڻ ياٻي رڪعت ۾ ڪا ننڍي سورت پڙهڻ مثال طور پهرين رڪعت ۾ آمن الرسول وارو رڪوع پڙهيائين ۽ ٻي ۾ سوره اخلاص پڙهيائين ته انهن سڀني صورتن ۾ ڪا ڪراهت نه آهي، پر بهتر هي آهي ته ضرورت ڪان سواءِ ائين نه ڪري.

(١٢) هڪ رڪعت ۾ اهڙيون ٻه سورتون پڙهڻ مڪروه آهي جن جي وچ ۾ هڪ يا گهٽين سورتن جو فاصلو هجي، جيڪڏهن فاصلو نه هجي ته مڪروه نه آهي پر فرضن ۾ ائين نه ڪرڻ افضل آهي.

(١٣) جيڪڏهن ٻن رڪعتن ۾ ٻه سورتون پڙهيائين يعني هر رڪعت ۾ هڪ هڪ سورت پڙهيائين ۽ انهن ٻنهي سورتن مان هڪ وڏي سورت (يعني ڇهن آيتن ڪان وڌيڪ واري) يا ٻن ننڍي سورتن جو فاصلو آهي ته مڪروه نه آهي، پر جيڪڏهن هڪ ننڍي سورت جو فاصلو آهي ته مڪروه آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پهرين رڪعت ۾ هڪ سورت مان هڪ هنڌ وٽان پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ ساڳئي سورت مان ٻئي هنڌان پڙهي ته جيڪڏهن ٻنهي جڳهين جي وچ ۾ ٻن آيتن جيترو يا ان کان وڌيڪ فاصلو هجي ته مڪروه ناهي پر افضل جي خلاف آهي ۽ جيڪڏهن هڪ آيت جو فاصلو هجي ته مڪروه آهي، ۽ جيڪڏهن هڪ ئي رڪعت ۾ ائين ڪيائين ته ڪٿي فاصلو گهٽ هجي يا وڌيڪ، هر حالت ۾ مڪروه آهي، جيڪڏهن ڀل سان ائين ٿي وڃي ته قراءت جي

حالت ۾ موٽي رهيل آيتون پڙهي ۽ ترتيب صحيح ڪري وٺي.

(١۴) قرآن مجيد ڪي ابتو پڙهڻ يعني هڪ رڪعت ۾ هڪ سورت پڙهڻ ۽ ٻي ۾ ان ڪان اڳ واري ڪا سورت پڙهڻ. مثال طور پهرين رڪعت ۾ سوره اخلاص ۽ ٻي ۾ تبت يدا يا النصر يا الڪوثر وغيره پڙهڻ مڪروه آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن هڪ رڪعت ۾ هڪ آيت پڙهيائين ۽ ٻي رڪعت ۾ يا ساڳيءَ رڪعت ۾ ان ڪان مٿين آيت پڙهيائين تڏهن بہ مڪروه آهي، نماز ڪان ٻاهر بہ ائين پڙهڻ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن ڀل سان ائين ٿي وڃي تہ مڪروه ناهي بلڪ نماز ۾ شروع ڪرڻ ڪان پوءِ ان سورت کي ڇڏي ڏيڻ مڪروه آهي، ڪٿي ڀل ۾ ائين ٿئي يا ڄاڻي ٻجهي ٿئي ان سان سجده سهو واجب نہ ٿيندو، ڇوتہ اها شيءِ تلاوت جي واجبن مان آهي نماز جي واجبن مان نہ آهي، پر ڄاڻي ٻجهي ائين ڪندڙ لاءِ سخت وعيد آيو آهي (ٻارن کي ياد ڪرائڻ جي آساني خاطر آخري سيپارو آخر ڪان (يعني ابتو) پڙهائيندا آهن، اهو ضرورت جي ڪري جائز آهي).

(١۵) نماز ۾ شروع ڪيل سورت کي بناڪنهن ضرورت جي ڇڏي ٻي سورت شروع ڪرڻ مڪروه آهي.

(١٦) پهرين رڪعت ۾ پڙهيل سورت ٻي رڪعت ۾ بہ پڙهڻ جائز آهي پر بناضرورت جي ائين ڪرڻ چڱو نہ آهي، يعني افضل جي خلاف ۽ مڪروه تنزيهي آهي.

(١٧) هڪ سورت يا هڪ آيت کي هڪ رڪعت ۾ ورجائي پڙهڻ فرض نماز ۾ ان صورت ۾ مڪروه آهي جيڪڏهن پنهنجي مرضي ۽ اختيار سان ائين ڪيو وڃي، مجبوري ۽ ويسر جي صورت ۾ مڪروه نہ آهي (ڪراهت جو اهو تفصيل فرض نمازن لاءِ آهي، نفلن ۽ سنتن ۾ ڪا ڪراهت نہ آهي).

## نماز کان ٻاهر قرآن پاڪ جي تلاوت جا مسئلا

(١) قرآن مجيد کي ڏسي پڙهڻ ياد پڙهڻ کان افضل آهي.

(٢) مستحب هي آهي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪري سٺا ڪپڙا پهري وضو سان تلاوت ڪجي ۽ تلاوت شروع ڪرڻ وقت اعوذبالله پڙهڻ واجب آهي، تلاوت شروع ڪرڻ وقت ۽ هر سورت جي شروعات ۾ بسم الله پڙهڻ سنت آهي ۽ ڪنهن سورت جي وچان شروع ڪرڻ وقت بسم الله پڙهڻ مستحب آهي، تلاوت جي وچ ۾ ڪو دنياوي ڪم ڪري تہ اعوذبالله ٻيهر پڙهي.

(٣) جيڪڏهن سورة التوبة کان تلاوت شروع ڪجي تہ اعوذبالله ۽ بسم الله پڙهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن تلاوت پهريائين کان شروع ڪيل هجي ۽ وچ ۾ اها سورت شروع ٿئي تہ ان جي شروعات ۾ بسم الله چوڻ جي ضرورت نہ آهي ۽ ان جي شروعات ۾ حافظن جيڪو نئون تعوذ (اعوذبالله) ڪڍيو آهي ان جو ڪو بنياد نہ آهي.

(٤) اونهاري ۾ صبح جو قرآن مجيد جو ختم ڪرڻ بهترآهي ۽ سياري ۾ رات جي پهرين حصي ۾ ختم ڪرڻ بهتر آهي.

(٥) ٽن ڏينهن کان گهٽ وقت ۾ قرآن پاڪ جو ختم ڪرڻ افضل جي خلاف آهي پر اڪابر ۽ بزرگ ان حڪم کان ٻاهر آهن.

(٦) ليٽي قرآن مجيد پڙهڻ ۾ ڪو حرج ناهي، پر ٻئي پير گڏ ٿيل هجن چوتہ ليٽڻ جو ادب اهو آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڏيان قرآن شريف ۾ هجي تہ گهمندي ڦرندي يا ڪو ڪم ڪندي قرآن پڙهڻ جائز آهي، نہ تہ مڪروه آهي.

(٧) غسل خاني ۽ پليتي جي هنڌن تي قرآن شريف پڙهڻ جائز نہ آهي.

(٨) جتي قرآن مجيد پڙهيو وڃي تہ جيڪڏهن اتي ٻڌڻ جي مقصد سان ميڙ لڳل هجي تہ سڀن تي ٻڌڻ فرض آهي نہ تہ هڪ جو ٻڌڻ ڪافي آهي.

(٩) قرآن مجيد اوچي آواز سان پڙهڻ افضل آهي جيڪڏهن ان سان ڪنهن نمازي يا بيمار يا ستل شخص کي تڪليف نہ پهچي.

(١٠) ميڙ ۾ سڀ ماڻهو بلندآواز سان پڙهن تہ اهو مڪروه تحريمي آهي آهستي پڙهڻ گهرجي، اڄ ڪالهہ ايصال ثواب جي مجلسن ۾ سيپارن تي ختم قرآن پڙهڻ جو جيڪو عام رواج ٿي ويو آهي تنهن جي جائز هئڻ جي فتويٰ ڏني وڃي ٿي.

(١١) بازارن ۾ ۽ جتي ماڻهو ڪم ڪارين ۾ مصروف هجن اتي بلند آواز سان قرآن مجيد پڙهڻ ناجائز آهي، اهڙيءَ طرح جتي ديني علم پڙهايو وڃي رهيو هجي يا شاگرد علم دين دهرائي رهيا هجن يا مطالعو ڪري رهيا هجن اتي بلند آواز سان قرآن نہ پڙهڻ گهرجي.

(١٢) قرآن مجيد جو ٻڌڻ پاڻ تلاوت ڪرڻ ۽ نفل پڙهڻ کان افضل آهي

(١٣) جيڪڏهن تلاوت جي دوران ڪو دين ۾ بزرگي رکندڙ شخص يا مسلمان بادشاهہ، يا دين جو عالم يا پير يا استاد يا پيءُ ماءُ اچي وڃي تہ تلاوت ڪندڙ سندس تعظيم لاءِ اٿي بيهي سگهي ٿو.

(١٤) عورت کي غيرمحرم نابيني وٽان پڙهڻ جي بدران عورت کان قرآن مجيد پڙهڻ بهتر آهي.

(١٥) غلط پڙهندڙ کي ڏسڻ ٻڌندڙ تي واجب آهي جيڪڏهن ٻڌائڻ سان دشمني ۽ حسد پيدا نہ ٿئي. اهڙيءَ طرح قرآن مجيد ۾ لکائي جي غلطي جي خبر پوي تہ ان کي صحيح ڪرائي ڇڏڻ بہ واجب آهي.

(١٦) بالڪل ننڍي سائيز ۾ قرآن مجيد ڇاپڻ مڪروه آهي

ڇو تہ ان ۾ تحقير ۽ بي ادبي جي صورت آهي.

(١٧) ڀتين ۽ محرابن وغيره تي قرآن مجيد لکڻ چڱو نہ آهي ۽ قرآن مجيد جي تعظيم جي نيت سان ان تي سون چاندي جو ڪم ڪرڻ مستحب آهي.

(١٨) هڪ آيت جو ياد ڪرڻ هر مسلمان مڪلف (عاقل بالغ) تي فرض عين آهي ۽ سموري قرآن مجيد جو حفظ ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي، سوره فاتحہ ۽ هڪ ٻي ننڍي سورت يا ٽن ننڍي آيتن يا هڪ وڏي آيت جو ياد ڪرڻ هر مسلمان مڪلف تي واجب العين آهي ۽ ان ۾ گهٽتائي ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، اهڙيءَ طرح سنت قراءت جيترو قرآن مجيد ياد ڪرڻ سنت آهي ۽ ان ۾ گهٽتائي ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي، سموري قرآن مجيد جو ياد ڪرڻ پڻ هر مسلمان مڪلف لاءِ سنت عين ۽ نفل پڙهڻ کان افضل آهي.

(١٩) قرآن مجيد پڙهي وساري ڇڏڻ سخت گناهہ آهي، ان کان مراد اهڙو وسارڻ آهي جو ڏسي بہ نہ پڙهي سگهي.

(٢٠) تجويد يعني قرآن مجيد کي قراءت جي صحيح قاعدن مطابق پڙهڻ ضروري آهي ۽ ان جي مشق چڱي مهارت رکندڙ استاد کان ڪرڻ گهرجي، مخرجن، لازم صفتن ۽ وقفن جو خيال نہ رکڻ سان غلط قرآن پڙهڻ جو گناهہ ٿيندو.

## نماز ۾ قراءت جي غلطين جو بيان

بنيادي قاعدو هي آهي تہ جيڪڏهن قراءت ۾ اهڙي غلطي ٿئي جنهن سان معنيٰ ۾ گهڻي ڦيرڦار اچي وڃي تہ نماز فاسد ٿي ويندي نہ تہ فاسد نہ ٿيندي. قراءت ۾ ڦيرڦار جا ڪي مشهور قسم ۽ انهن جا حڪم هي آهن:

(١) هڪ ڪلمي جي هڪ حرف کي ٻئي ڪلمي جي حرف سان ملائي ڇڏڻ، جهڙوڪ اياڪ نعبد کي ايا، ڪنعبد پڙهيائين ته صحيح قول اهو آهي ته نماز فاسد نه ٿيندي ڪٽي ڇاڻي واٽي ائين ڪيائين.

(٢) هڪ حرف کي ٻئي حرف سان مٽائي ڇڏيائين ته جيڪڏهن مطلب نه مٽجي جهڙوڪ ان المسلمين کي ان المسلمون پڙهيائين ته نماز فاسد نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن مطلب ڦري وڃي ۽ انهن ۾ فرق ڪرڻ آسان آهي تنهن هوندي به فرق نه ڪيائين جهڙوڪ طالحات جي هنڌ تي صالحات پڙهي ڇڏيائين ته نماز فاسد ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن فرق ڪرڻ مشڪل آهي ته فتوىٰ ان تي آهي ته نماز فاسد نه ٿيندي پر صحيح ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهي.

(٣) ڪنهن حرف جو حذف ڪري ڇڏڻ جيڪڏهن مختصر ڪرڻ ۽ ترخيم طور هجي ته نماز فاسد نه ٿيندي. ان ڪان علاوه هجي ته مطلب ڦري وڃڻ تي نماز فاسد ٿيندي نه ته نه ٿيندي.

(٤) ڪنهن هڪ يا وڌيڪ حرفن جو وڌاءُ، جيڪڏهن معنىٰ متجي وڃي ته نماز فاسد ٿيندي نه ته نه.

(٥) هڪ لفظ ڇڏي ان جي هنڌ تي ٻيو لفظ پڙهيائين ته جيڪڏهن اهو لفظ قرآن مجيد ۾ آهي ۽ معنىٰ ۾ ڦيرڦار نه ٿئي ته اتفاق سان نماز فاسد نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن معنىٰ ۾ ڦيرڦار ٿئي ته نماز فاسد ٿيندي، ۽ جيڪڏهن اهو لفظ قرآن مجيد ۾ نه آهي پر معنىٰ ۾ ان جي ويجهو آهي ته احتياط خاطر نماز فاسد ٿيندي.

(٦) جيڪڏهن هڪ لفظ ڇڏي ويو ۽ ان جي بدلي ۾ ٻه ڪو لفظ نه پڙهيائين ته جيڪڏهن معنىٰ تبديل نه ٿئي ته نماز فاسد نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن معنىٰ تبديل ٿي وڃي ته نماز فاسد ٿيندي.

(٧) ڪو لفظ وڌائڻ ۽ اهو ڪنهن لفظ جي عوض ۾ به نه هجي ته جيڪڏهن معنيٰ تبديل ٿي وڃي ته نماز فاسد ٿيندي نه ته نه ٿيندي.

(٨) حرف يا لفظ جو دهرائڻ، ان سان جيڪڏهن ڪو حرف وڌي وڃي ته نماز فاسد ٿيندي، ۽ جيڪڏهن ڪو لفظ وڌي وڃي ته مطلب جي ڦري وڃڻ تي نماز فاسد ٿيندي نه ته فاسد نه ٿيندي، جيڪڏهن ڪو لفظ بي اختيار ٻيهر نڪري ويو يا مخرج کي صحيح ڪرڻ لاءِ ڪو لفظ ٻيهر چيائين يا ڪو به اراد ونه هيس ته نماز فاسد نه ٿيندي.

(٩) لفظ يا حرف کي پنهنجي هنڌ کان اڳ پوءِ ڪرڻ، ان سان جيڪڏهن معنيٰ تبديل نه ٿئي ته نماز فاسد نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن معنيٰ ڦري وڃي ته نماز فاسد ٿيندي.

(١٠) هڪ آيت جي هنڌ تي ٻي آيت پڙهڻ، جيڪڏهن آيت تي پورو وقف ڪري ٻي آيت پوري يا ان جو ڪجهه حصو پڙهيائين ته نماز فاسد نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن وقف نه ڪيائين بلڪه ملائي ڇڏيائين ته معنيٰ ڦري وڃڻ جي صورت ۾ نماز فاسد ٿيندي نه ته نه.

(١١) غلط هنڌ تي وقف، وصل يا ابتدا ڪرڻ، عموم بلويٰ هئڻ ڪري فتويٰ انهيءَ تي آهي ته ڪنهن صورت ۾ نماز فاسد نه ٿيندي.

(١٢) اعراب ۽ زبر زير پيش ۾ غلطي ڪرڻ، اڳين فقيهن وٽ جيڪڏهن معنيٰ ۾ گهڻو ڦيرڦار ٿئي ته نماز فاسد ٿيندي نه ته نه، ان ۾ وڏيڪ احتياط آهي ۽ اهڙي نماز کي دهرائي پڙهڻ بهتر آهي جيتوڻيڪ پوين فقيهن وٽ ڪنهن به صورت ۾ نمازفاسد نه ٿيندي ۽ اهڙيون غلطيون گهڻو ڪري ٿيڻ خاطر فتويٰ ان تي آهي.

(١٣) شد جي هنڌ تي تخفيف ۽ تخفيف جي هنڌ تي شد سان

پڙهڻ يا مد جي هنڌ تي قصر ۽ قصر جي هنڌ تي مد ڏيڻ ۾ بہ اعراب وانگر عموم بلوئ جي ڪري فتويٰ ان تي آهي تہ نماز فاسد نہ ٿيندي.

(١۴) ادغام ڪي ان جي هنڌ تان ڇڏي ڏيڻ يا جتي ان جو هنڌ نہ هجي اتي ادغام ڪرڻ سان بہ نماز فاسد نہ ٿيندي.

(١٥) غلط هنڌ تي امالو، اخفاء، اظهار يا غنو وغيره ڪرڻ سان بہ نماز فاسد نہ ٿيندي.

(١٦) لفظ ڪي پورو نہ پڙهڻ ڪٽي ان ڪري جو ساهہ منجهي وڃي يا رهيل لفظ وسري وڃي پوءِ ياد اچڻ تي پڙهي ڇڏيائين جهڙوڪ الحمد لله ۾ ال چئي ساهہ منجهي ويس يا اڳتي وسري ويس پوءِ ياد آيس ۽ حمد لله چئي ڇڏيائين تہ فتويٰ ان تي آهي تہ ان ڪان بچڻ مشڪل آهي ان ڪري نماز فاسد نہ ٿيندي، اهڙيءَ طرح ڪنهن لفظ ۾ ڪن حرفن ڪي جهڪي آواز ۾ پڙهيائين تہ نماز فاسد نہ ٿيندي.

(١٧) تلحين سان (راڳ جي انداز ۾) پڙهيائين يعني سرن جي رعايت سان حرفن ڪي گهٽائي وڌائي پڙهيائين تہ جيڪڏهن معنيٰ مٽجي وڃي تہ نماز فاسد ٿيندي نہ تہ نہ، پر ائين پڙهڻ مڪروه ۽ گناهہ آهي، ۽ ان جو ٻڌڻ بہ مڪروه آهي.

(١٨) الله تعاليٰ جي نالن ۾ مونث جو صيغو داخل ڪرڻ سان ڪن وٽ نماز فاسد ٿي ويندي، ڪن وٽ فاسد نہ ٿيندي.

**(فائدو)** جيڪڏهن ڪنهن قراءت ۾ وڏي غلطي ڪئي پوءِ دهرائي صحيح پڙهيائين تہ ان جي نماز جائز ٿي ويندي.

## امامت جو بيان

(١) امامت جو مطلب سردار ٿيڻ آهي، نماز ۾ هڪ شخص سموري جماعت جو امام يعني سردار هوندو آهي ۽ سڀ مقتدي ان جي

تابعداري ڪندا آهن. نماز جي امامت مان مراد مقتدي جي نماز جو امام جي نماز سان ڪن شرطن سان لاڳاپيل هئڻ آهي، شرط اڳتي اچن ٿا.

(٢) امامت اذان کان افضل آهي، يعني ان ۾ وڌيڪ ثواب آهي، ۽ امامت اقتداء کان بہ افضل آهي.

# جماعت جو بيان

## جماعت جي تعريف:

گڏجي نماز پڙهڻ کي جماعت چوندا آهن جنهن ۾ هڪ امام ۽ باقي سڀ مقتدي هوندا آهن، جمعي ۽ عيد جي نماز کان سواءِ جماعت لاءِ گهٽ ۾ گهٽ بہ ماڻهو هئڻ گهرجن هڪ امام ۽ ٻيو مقتدي ۽ ڪٿي مقتدي هڪ سمجهدار ڇوڪرو هجي. اهو مقتدي ڪٿي مرد هجي يا عورت، آزاد هجي يا ٻانهو، بالغ هجي يا نابالغ سمجهدار، ڪٿي فرشتو هجي يا جن، ۽ نماز ڪٿي مسجد ۾ هجي يا مسجد کان سواءِ ڪنهن ٻئي هنڌ هجي ان کي جماعت ڪوٺيو ويندو ۽ جماعت جو ثواب ملندو پر جماعت جيتري گهٽي هوندي اوترو وڌيڪ ثواب ٿيندو. جمعي ۽ عيدن لاءِ امام کان سواءِ گهٽ ۾ گهٽ اهڙا ٽي ماڻهو نماز جي پچاڙي تائين امام جي پٺيان هجن جيڪي امامت جا اهل هجن تہ جماعت صحيح ٿيندي نہ تہ صحيح نہ ٿيندي.

## جماعت جون ڪي حڪمتون ۽ فائدا:

(١) هڪ نماز تي ستاويهہ نمازن جو ثواب ملڻ.

(٢) پاڻ ۾ محبت ۽ اتفاق جو وڌڻ ۽ ٻين کي ڏسي عبادت جو شوق ۽ رغبت پيدا ٿيڻ. نيڪن ۽ ڪامل بزرگن جي قلبي انوار سان ٻين

جي دلين جو منور ٿيڻ.

(٣) بزرگن ۽ نيڪ ماڻهن سان گڏ گنهگارن جي نماز جو بہ قبول ٿيڻ.

(۴) ڄاڻ نہ رکندڙن لاءِ ڄاڻ رکندڙن کان مسئلا پڇڻ ۾ آساني ٿيڻ، ۽ پنهنجي غلطين جي اصلاح ۽ ٻين جون خوبيون حاصل ڪرڻ، تنهن ڪري اهو نماز جي سڌاري ۽ تڪميل جو بهترين ذريعو آهي.

(۵) نماز ۾ خوب دل لڳڻ.

(٦) هڪ ٻئي جي حال کان باخبر ٿيڻ ۽ هڪ ٻئي جي ڏکن ۽ تڪليفن ۾ شريڪ ٿي سگهڻ، جنهن سان اخوت ۽ ايماني محبت ۾ ڪمال حاصل ٿيندو آهي.

(٧) بي نمازين جي خبر پوڻ ۽ انهن ۾ تبليغ ۽ وعظ نصيحت جو موقعو ملڻ.

(٨) رحمت جي نزول ۽ قبوليت لاءِ خاص اثر رکڻ.

(٩) جماعت سان نماز ادا ڪرڻ عبادت ۽ اسلام جي شان ۽ ڪلمة الله جي بلندي ۽ ڪفر جي پستي ۽ ذلت جو ذريعو آهي.

(١٠) جماعت تي شيطان جو تسلط نہ ٿو ٿئي.

(١١) جماعت جي انتظار جي وقت جو عبادت ۾ ليکيو وڃڻ وغيره.

## جماعت جو حڪم:

(١) فرض نمازن ۾ جماعت سنت موڪده ۽ واجب جي قريب آهي بلڪہ ڪن وٽ واجب ۽ ڪن وٽ فرض آهي.

(٢) نماز تراويح لاءِ جماعت سمورن محلي وارن تي سنت ڪفايہ آهي.

(٣) رمضان المبارڪ ۾ وتر نماز جي جماعت مستحب آهي.

(۴) جمعي ۽ عيد نمازن ۾ جماعت شرط آهي.

(۵) نمازخسوف (چنڊ گرهڻ جي نماز) ۽ ٻين سڀن نفلن ۾ سڏي ۽ اهتمام سان جماعت ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، جيڪڏهن اذان ۽ اقامت ۽ سڏڻ ۽ اهتمام ڪرڻ بنان ٻه ٽي ماڻهو گڏ ٿي مسجد جي ڪنهن ڪنڊ ۾ نفل نماز جماعت سان پڙهن ته مڪروه ناهي، ڇئن يا ان کان وڌيڪ ماڻهن جي جماعت نفلن ۾ هرحال ۾ مڪروه تحريمي آهي، ڪٿي اهتمام هجي يا نه هجي.

(٦) جيڪڏهن محلي جي مسجد ۾ ڪو جماعت کان رهجي ويو ته مٿس ڪنهن ٻي مسجد ۾ جماعت لاءِ وڃڻ واجب نه آهي البت مستحب آهي جڏهن ته پنهنجي مسجد ۾ داخل نه ٿيو هجي. پر جيڪڏهن پنهنجي مسجد ۾ داخل ٿي ويو ته هاڻ اتي ئي اڪيلو پڙهي ٻئي هنڌ نه وڃي، جيڪڏهن پنهنجي مسجد ۾ داخل ٿيو جتي جماعت ٿي رهي هئي ته جيستائين ان جو ڪوبه حصو ملي سگهي ته ان ۾ ڪيس شامل ٿيڻ گهرجي، ان لاءِ ٻي مسجد ۾ پوري جماعت ملڻ جي خيال سان وڃڻ گناهه ۽ نماز کان منهن موڙڻ جي معنيٰ ۾ آهي.

## جماعت ڇڏڻ جا عذر:

(١) عورت هئڻ. (٢) نابالغ هئڻ. (٣) بيماري جنهن سان گهمي ڦري نه سگهي ۽ مسجد تائين اچڻ ۾ ڏکيائي ۽ تڪليف ٿئي يا پراڻو مريض هجي جو بناتڪليف جي نه هلي سگهي. (۴) معذور يعني منڊو ٽنڊو هجي يا ٻئي هٿ يا ٻئي پير ڪپيل هجن يا شل هجن يا هڪ هٿ ۽ هڪ پير ابتي پاسن يا هڪ ئي پاسي کان ڪپيل هجن يا شل هجن. (۵) جنهن کي اڌرنگ جو مرض هجي. (٦) تمام پوڙهو جيڪو گهمڻ ڦرڻ کان عاجز هجي ۽ ڪيس مسجد تائين وڃڻ ۾ تڪليف ٿئي.

(٧) انڌو هئڻ. (٨) گهڻي بارش ٿيڻ. (٩) مسجد جي رستي ۾ گپ هئڻ. (١٠) سخت سردي هئڻ. (١١) گهڻي اونده هئڻ. (١٢) رات جي وقت طوفان ۽ تيز هوا هئڻ، اهي ڏينهن ۾ عذر نہ آهن. (١٣) جيڪو شخص ڪنهن بيمار جي خدمت ۽ بيمار پرسي ۾ مصروف هجي. (١٤) مسجد ۾ وڃڻ سان سامان جي چوري ٿيڻ وغيره جو خطرو هجي يا ديڳ وغيره جي يا تنور ۾ ماني جي ضائع ٿيڻ جو ڊپ هجي. (١٥) قرض گهرندڙ جي ملڻ ۽ ڪائنس تڪليف پهچڻ يا قيد ڪرڻ جو ڊپ هجيس جيڪڏهن اهو قرض ادا ڪرڻ جي سگهہ نہ رکندو هجي. (١٦) ڪنهن دشمن يا ظالم جي ملي وڃڻ سان پنهنجي جان يا مال جو ڊپ هجيس (١٧) جڏهن سفر جو ارادو هجيس ۽ قافلي جي نڪري وڃڻ ۽ اڪيلي سفر ڪرڻ ۾ ڊپ هجيس يا ريل گاڏي يا جهاز يا موٽر جي روانگي جو وقت ويجهو هجي. (١٨) پيشاب يا پائخاني يا ريح جي سخت ضرورت. (١٩) جڏهن کاڌو تيار هجي ۽ بک جي ڪري نفس ان ڏانهن وڏيڪ راغب هجي ڪٺي کهڙو بہ وقت هجي، اهوئي پيئڻ جو حڪم آهي. (٢٠) نماز جي صحيح ٿيڻ جو ڪو شرط مثال طور طهارت يا اوگهڙ ڍڪڻ وغيره جو موجود نہ هئڻ. (٢١) امام پاران مقتدي جي فقهي مسلڪ جو خيال نہ رکڻ. (انهن عذرن مان جيڪو عذر بالڪل مانع هجي جهڙوڪ وڏيڪ پوڙهپ يا اڌرنگ وغيره تہ جيڪڏهن سندس نيت اها هئي تہ عذر نہ هجي ها تہ ضرورشامل ٿئي ها، ان حالت ۾ ڪيس جماعت جو ثواب ملي ويندو ۽ جيڪو عذر بالڪل مانع نہ آهي جهڙوڪ برسات، گپ، سردي ۽ نابينو هئڻ وغيره تہ ان لاءِ جماعت ڇڏي ڏيڻ کان جماعت ۾ شامل ٿيڻ بهتر آهي، نہ تہ جماعت جي فضيلت کان محروم رهندو البتہ ڪيس جماعت ڇڏڻ جو گناهہ نہ ٿيندو).

## جماعت جي واجب ٿيڻ جا شرط:

(١) مسلمان هجڻ. (٢) مرد هجڻ. (٣) بالغ هجڻ. (۴) عقلمند هجڻ. (۵) آزاد هجڻ. (٦) مٿي ذڪر ڪيل عذرن مان ڪو عذر نه هجڻ.

## جماعت جي صحيح هجڻ جا شرط:

اهي ٻن قسمن جا آهن: (پهريون) امامت جا شرط، (ٻيون) اقتداء جا شرط،

## (پهريون قسم) امامت جا شرط: اهي ڇهه آهن:

(١) اسلام يعني مسلمان هجڻ، ڪافر ۽ مشرڪ جي پٺيان نماز صحيح نه آهي، بدعتي (جيڪو ڪافر نه هجي) ۽ فاسق جي پٺيان نماز ٿي ويندي پر مڪروه تحريمي آهي.

(٢) عاقل هجڻ، هر وقت مست ۽ چريو رهندڙ جي پٺيان نماز نه ٿيندي.

(٣) بالغ هجڻ، نابالغ ڇوڪري جي پٺيان نماز نه ٿيندي ڪٿي تراويح ۽ نفل هجن، عمر جي لحاظ کان پندرهن سالن جو ڇوڪرو بالغ آهي، جيڪڏهن نشانين جي لحاظ کان عمر کان اڳ بالغ ٿي ويجي ته ان جي پٺيان نماز درست آهي.

(۴) مرد هجڻ، مرد جي اقتداء عورت يا ڪدڙي پويان صحيح ناهي.

(۵) نماز جائز ٿيڻ جي اندازي جيترو قرآن ياد هجڻ جيڪو گهٽ ۾ گهٽ هڪ آيت آهي، اهڙي شخص کي حنفي فقيهن وٽ قاري چوندا آهن ۽ جنهن کي ايترو به قرآن ياد نه هجي ان کي امي چوندا آهن، قاري جي امي جي پٺيان اقتداءِ صحيح ناهي، اهڙيءَ طرح گونگي جي پٺيان قاري جي اقتداء صحيح نه آهي.

(٦) تندرست هئڻ يعني عذرن کان بچيل هئڻ، تنهن ڪري تندرست جي اقتداء معذور جي پٺيان درست نہ آهي. عذر هي آهن: (١) هر وقت پيشاب جاري رهڻ، زخم کان رت يا نڪهير يا هوا جو جاري رهڻ، (٢) ٻاتڙو يا زبان ۾ هٻڪ هئڻ، (٣) نماز جي شرطن مان ڪنهن شرط جو موجود نہ هئڻ. (معذور پاڻ جهڙي معذور جي امامت ڪري سگهي ٿو، ساڳئي طرح امي امي جي، ۽ نابالغ نابالغن جي امامت ڪري سگهي ٿو.)

## (ٻيون قسم) اقتداء جا شرط:

(١) اقتداء جي نيت يعني مقتدي کي امام جي پيروي (يعني ان جي پٺيان نماز پڙهڻ) جي نيت ڪرڻ ۽ ان نيت جو تحريمہ سان گڏ هئڻ يا تحريمہ کان اهڙيءَ طرح اڳ هئڻ جو ٻنهين جي وچ ۾ نماز کي ٽوڙڻ وارو ڪو عمل نہ هجي، جمعي ۽ عيد نماز ۾ اقتداء جي نيت ضروري نہ آهي.

(٢) مرد امام پاران عورتن جي امامت جي نيت ڪرڻ عورتن جي نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ شرط آهي. پر جمعي ۽ عيد نماز لاءِ شرط ناهي.

(٣) مقتدي جو امام کان اڳتي نہ ٿيڻ، يعني مقتدي جا پير امام جي پيرن کان اڳتي نہ ٿين، ۽ ان ۾ پيڏين جو اعتبار ڪيو ويندو تنهن ڪري جيڪڏهن مقتدي جي پيڏي امام جي پيڏي کان پوئتي هجي پر امام جو پير ننڍو هجي ۽ مقتدي جو پير وڏي هئڻ ڪري چنبو امام جي چنبي کان اڳتي هجي تہ اقتداء صحيح آهي.

(٤) نماز جو هڪ هئڻ، يعني امام ۽ مقتدي جي نماز جو هڪ هئڻ، جهڙوڪ ظهر جي نماز انهيءَ ظهر جي نماز پڙهندڙ جي پٺيان

درست آهي پر ظهر جي نماز عصر جي نماز پڙهندڙ جي پٺيان درست نہ آهي، يا مقتدي جي نماز امام جي نماز کي شامل هجي جيئن نفل پڙهندڙ جي نماز فرض پڙهندڙ جي پٺيان صحيح آهي ڇوتہ فرض ۾ نفل شامل آهي پر ان جي ابتڙ صحيح ناهي ڇو تہ نفل ۾ فرض شامل نہ آهي، اهڙيءَ طرح هر قوي نماز واري جي اقتداء ڪمزور نماز واري جي پٺيان صحيح نہ آهي پر ڪمزور نماز واري جي اقتداء قوي نماز واري جي پويان صحيح آهي، مثال طور باس ڪيل نماز واري جي اقتداءَ نفل نماز واري جي پٺيان درست نہ آهي، مسبوق جي اقتداء مسبوق جي پٺيان، ادا نماز واري جي اقتداء ڪنهن ڏينهن جي ساڳئي قضا نماز پڙهندڙ جي پويان ۽ مسافر جي اقتداء مقيم جي پويان وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ صحيح ناهي وغيره.

(۵) امام ۽ مقتدي جي بيهڻ جو هنڌ هڪ هجڻ، ان ڪري سواري کان هيٺ لهي نماز پڙهندڙ جي اقتداء سوار ٿيل جي پويان يا هڪ سواري تي نماز پڙهندڙ جي اقتداء ٻي الڳ سواري تي نماز پڙهندڙ جي پٺيان صحيح نہ آهي.

(٦) امام ۽ مقتدي جي وچ ۾ عام رستي (سڙڪ) جو نہ هجڻ، اهڙو رستو جتان بيل گاڏي، سامان ڪٽندڙ اٺ ۽ خچر وغيره لنگهي سگهن سو ان صورت ۾ اقتداء ۾ رڪاوٽ بڻبو، جڏهن صفون مليل نہ هجن، جيڪڏهن ان کان گهٽ فاصلو هجي يا صفون مليل هجن تہ اقتداء ۾ رڪاوٽ نہ بڻبو. هڪ ماڻهو جي وچ ۾ بيهڻ سان صفون مليل نہ ليکبيون، ٻن ۾ اختلاف آهي، ٽي ماڻهو بيٺل هجن تہ اتفاق سان صفون مليل شمار ٿينديون.

(٧) وڏي نهر جو وچ ۾ نہ هجڻ جنهن ۾ ٻيڙيون هلي سگهن ۽ ان تي پل وغيره کان سواءِ لنگهي نہ سگهجي سا وڏي نهر آهي ۽ اها عام رستي جي حڪم ۾ آهي، ان ۾ صفن جو ملجڻ پل جي ذريعي ٿي

سگھي ٿو، ۽ جيڪڏهن نهر سُڪل هجي تہ رستي وانگر ان ۾ صفن جي ملجي وڃڻ سان اقتداء صحيح آهي، ننڍي نهر جنهن ۾ ٻيڙيون وغيره نہ لنگھي سگھن سا اقتداء ۾ رڪاوٽ نہ بڻبي.

(٨) ڪنهن وڏي ميدان يعني خالي هنڌ جو امام ۽ مقتدي جي وچ ۾ اوٽ نہ هئڻ، تنهن ڪري جيڪڏهن ميدان ۾ جماعت بيٺي هجي تہ جيڪڏهن امام ۽ مقتدي جي وچ جيترو هنڌ خالي آهي جنهن ۾ ٻہ يا وڌيڪ صفون بيهي سگهن تہ اقتداء صحيح ناهي ان کان گهٽ فاصلو اقتداء ۾ روڪ نہ بڻبو، ۽ نماز ٿي ويندي، اهڙيءَ طرح ڪن ٻہ ٻن صفن جي وچ ۾ فاصلي جي پوئين صف لاءِ اقتداء ۾ رڪاوٽ بنجڻ يا نہ بنجڻ جي حڪم جو بہ اهوئي تفصيل آهي. گهڻو وڏي مسجد ۾ بہ صفن ۾ فاصلي جي حڪم جو بہ اهوئي تفصيل آهي يعني اها ميدان جي حڪم ۾ آهي. عام مسجدون ڪٿي وڏيون هجن هڪ ئي جڳهہ جي حڪم ۾ آهن ۽ انهن ۾ فاصلو ڪٿي ٻن يا وڌيڪ صفن جي برابر هجي اقتداء ۾ رڪاوٽ نہ بڻندو، پر بنا ضرورت جي مڪروہ آهي، مسجد جو صحن مسجد جي حڪم ۾ آهي، وڏو گهر جيڪو چاليهہ شرعي گزن يا ان کان وڌيڪ وڏو هجي ميدان جي حڪم ۾ آهي، ان کان گهٽ وارو عام مسجد جي حڪم ۾ آهي.

(٩) مقتدي تي امام جو حال مشتبہ نہ ٿيڻ، جيڪڏهن امام جي هڪ رڪن کان ٻئي رڪن ۾ وڃڻ جي مقتدي کي خبر پوندي رهي ڪٿي امام يا مقتدين کي ڏسڻ يا امام يا تڪبير چوندڙ جي تڪبير جو آواز ٻڌڻ ذريعي تہ اقتداء صحيح آهي. ڪٿي ڀت يا منبر وغيره وچ ۾ اوٽ هجي.

(١٠) امام ۽ مقتدي جي وچ ۾ عورتن جي پوري صف جو اوٽ نہ هئڻ، جيڪڏهن عورتن جي پوري صف امام جي پٺيان هوندي تہ ان جي پويان مردن جون جيتريون صفون هونديون سڀني جي نماز فاسد

ٿيندي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مقتدين جي صفن جي وچ ۾ عورتن جي صف هوندي تہ ان جي پويان وارن مردن جي سيني صفن جي نماز فاسد ٿي ويندي، چار يا وڌيڪ عورتون هونديون تہ پوري صف جو حڪم هوندو. ٽي عورتون هونديون تہ پٺيان بيٺل سڀن صفن جي انهن ٽن ٽن نمازين جي نماز فاسد ٿيندي جيڪي انهن عورتن جي سڌ ۾ پٺيان هوندا، ٻن عورتن سان پٺيان واري رڳو پهرين صف جي ٻن نمازين جي ۽ هڪ عورت سان پٺيان واري صف جي رڳو هڪ نمازي جي نماز فاسد ٿيندي، ۽ جيڪڏهن مردن جي صف جي وچ ۾ هڪ يا وڌيڪ عورتون هونديون تہ انهن جي برابر واري ساڄي ۽ کاٻي پاسي جي هڪ هڪ نمازي جي نماز فاسد ٿيندي.

(١١) امام جي نماز جو مقتدي جي فقهي مسلڪ مطابق صحيح ٿيڻ ۽ مقتدي جو پنهنجي گمان ۾ ان کي صحيح سمجهڻ.

(١٢) مقتدي جو نماز جي رڪنن ۾ امام سان شريڪ ٿيڻ، يعني هر رڪن جو امام سان گڏ يا ان کان فورا بعد ادا ڪرڻ، تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن رڪن کي ڇڏي ڏيندو يا امام کان اڳ ادا ڪندو تہ سندس نماز نہ ٿيندي، جيڪڏهن امام کان اڳ ۾ ادا ڪيل رڪن ۾ پنهنجي امام کي لڏائين مثال طور امام جي رڪوع ۾ وڃڻ کان اڳ رڪوع ۾ هليو ويو ۽ ان وقت تائين رڪوع ۾ رهيو جيستائين امام بہ رڪوع ڪري ورتو يا هو رڪوع کان اٿي ويو پر امام سان رڪوع ۾ واپس اچي ويو تہ هاڻ امام سان شريڪ ٿي هن جي نماز صحيح ٿي ويندي، ۽ جيڪڏهن ان صورت ۾ امام جي رڪوع ۾ وڃڻ کان اڳ اٿي ويو ۽ پوءِ امام سان رڪوع ۾ شريڪ نہ ٿيو تہ اقتداء صحيح نہ ٿيندي ۽ نماز فاسد ٿي ويندي.

(١٣) رڪنن جي ادا ڪرڻ ۾ مقتدي جو امام جهڙو يا ان کان گهٽ هئڻ، امام ۽ مقتدي ٻئي رڪوع ۽ سجدي سان نماز پڙهي رهيا

هجن يا ٻئي اشارن سان نماز پڙهي رهيا هجن، يا امام رڪوع ۽ سجدي سان پڙهي رهيو هجي ۽ مقتدي اشارن سان پڙهي رهيو هجي تہ اقتداء صحيح آهي پر جيڪڏهن امام اشارن سان نماز پڙهي رهيو هجي ۽ مقتدي رڪوع ۽ سجدي سان تہ جيئن تہ مقتدي جو حال امام کان مضبوط ۽ بهتر آهي ان ڪري اقتداء صحيح نہ آهي.

(١۴) نماز جي شرطن ۾ مقتدي جو امام کان وڌيڪ پورو ڪندڙ نہ هجڻ بلڪ امام جهڙو يا ان کان گهٽ هجڻ، مثال طور سين شرطن جو پورو ڪندڙ مقتدي سين شرطن جي پوري ڪندڙ امام جي پٺيان نماز پڙهي تہ صحيح آهي يا اگهاڙو شخص ٻئي اگهاڙي شخص جي پٺيان نماز پڙهي يا سين شرطن کي پوري ڪندڙ امام جي پٺيان نماز پڙهي تہ اقتداء صحيح آهي پر جيڪڏهن امام اگهاڙو هجي ۽ مقتدي جي اوگهڙ ڍڪيل هجي تہ اقتداء صحيح نہ آهي.

## جن ماڻهن جي پٺيان نماز مڪروه تحريمي آهي:

(١) بدعت، جڏهن سندس بدعت ڪفر جي درجي جي نہ هجي.

(٢) فاسق جيڪو ظاهرظهور ۾ کليو کلايو فسق جا ڪم ڪندو هجي جهڙوڪ شرابي، جواباز، زناڪار، وياج خور وغيره. ڏاڙهي ڪوڙ يا ڏاڙهي ڪترائي هڪ مٺ کان گهٽ رکندڙ بہ کليو کلايو فاسق آهي.

## جن جي پويان نماز مڪروه تنزيهي آهي:

(١) ٻانهو (جيڪو شريعت مطابق ٻانهو هجي).

(٢) جاهل گنوار. (٣) ولدالزنا (حرام مان پيدا ٿيل)، انهن ٽنهن ۾ ترتيب نہ هجڻ ڪري جهالت جو غلبو هوندو آهي ان ڪري انهن

جي پويان نماز مڪروه تنزيهي آهي، پر جيڪڏهن اهڙو شخص جماعت ۾ وڏيڪ علم رکندڙ ۽ نيڪ هجي تہ ان کي امام بنائڻ افضل آهي، جيڪڏهن ان کان وڏيڪ افضل ٻيو ڪو شخص موجود نہ هجي تہ ان جي امامت بنا ڪراهت جي جائز آهي.

(۴) بالغ نوجوان جنهن کي اڃان ڏاڙهي نہ آئي هجي شهوت جي ڊپ ياجهالت جي غلبي خاطر مڪروه آهي، پر جيڪڏهن وڏيڪ ڄاڻ رکندڙ اهوئي هجي تہ ڪراهت نہ رهندي ۽ اهوئي امامت لاءِ وڏيڪ افضل هوندو.

(۵) انڌو ۽ اهو شخص جنهن کي ڏينهن ۽ رات ۾ گهٽ نظر اچي، ان جي امامت پليتي کان نہ بچي سگهڻ خاطر مڪروه آهي، پر جيڪڏهن اهو احتياط ڪندڙ ۽ بچاءُ ڪندڙ هجي ۽ علم رکندڙ هجي تہ اهوئي افضل آهي. (٦) گهٽ عقل وارو.

(۷) اڌرنگ جي بيماري وارو ۽ ڪوڙهہ وارو، يعني جنهن کي اڇي يا ڪاري داغ جو مرض لڳل هجي، جذام وارو، منڊو يعني جيڪو پير جو ڪجهہ حصو رکي ٻيهندو هجي سمورو پير نہ رکندو هجي، هڪ هٿ وارو، جنهن جو پيشاب بند ٿي ويو هجي، انهن سڀن جي پويان ڪريہ ۽ نفرت جي ڪري يا چڱيءَ طرح پاڪائي ممڪن نہ هئڻ جي ڪري نماز مڪروه آهي.

## امامت جو وڏيڪ حقدار ڪير آهي؟

سڀن موجود ماڻهن مان جنهن ۾ سڀ کان وڏيڪ امامت جا وصف لڌا وڃن تنهن کي امام بنائڻ گهرجي، پر مسلمان بادشاه جي هوندي ڪنهن ٻئي کي سندس اجازت کان سواءِ امامت جو حق ناهي، ان کان پوءِ والي پوءِ قاضي پوءِ مسجد جو مقرر امام يا گهر ۾ گهر وارو

(جيڪڏهن امامت جو اهل هجي) هر حال ۾ وڌيڪ حقدار هوندو.

امامت لاءِ سڀ کان وڌيڪ حقدار اهو شخص آهي جيڪو (١) عالم هجي يعني نماز جا مسئلا سڀ کان وڌيڪ ڄاڻيندڙ هجي ڪٿي ٻين علمن ۾ گهٽ هجي، ۽ هي به شرط آهي ته سندس عمل چڱا هجن، جيڪڏهن ان ۾ به ماڻهو برابر هجن ته (٢) جيڪو وڌيڪ قاري هجي قرآن مجيد قاعدن مطابق وڌيڪ صحيح پڙهندو هجي، پوءِ (٣) جيڪو وڌيڪ پرهيزگار هجي يعني حلال حرام ۾ شبهي کان به بچندڙ هجي، (۴) پوءِ جيڪو عمر ۾ وڏو هجي يعني اسلام جي حالت ۾ وڌيڪ عرصي کان هجي، (۵) پوءِ جيڪو اخلاق ۾ وڌيڪ چڱو هجي، (٦) پوءِ جيڪو خوبصورتيءَ ۾ وڌيڪ هجي، ان مان مراد تهجد وڌيڪ پڙهندڙ آهي ڇوته ان سان منهن تي خوبصورتي وڌيڪ ايندي آهي ۽ اهو جماعت ۾ واڌاري جو ڪارڻ بڻبو. (٧) پوءِ جيڪو حسب ۽ مرتبي ۾ وڌيڪ هجي، (٨) پوءِ جيڪو نسب ۾ يعني خاندان جي لحاظ کان وڌيڪ بزرگي رکندڙ هجي جهڙوڪ سيد ٻين ماڻهن کان وڌيڪ حقدار آهي. (٩) پوءِ جنهن جو آواز وڌيڪ سريلو هجي، (١٠) پوءِ جنهن وٽ حلال مال وڌيڪ هجي، (١١) پوءِ جيڪو مرتبي، شان ۽ وقار ۾ وڌيڪ هجي، (١٢) پوءِ جيڪو اوچو لباس پهري، (١٣) پوءِ جنهن جو مٿو مناسب انداز ۾ ٻين کان وڏو هجي، اهو عقل جي گهٽائي جو دليل آهي، نامناسب طريقي سان (يعني وڌيڪ) وڏو نه هجي، (١۴) پوءِ مقيم مسافر کان وڌيڪ حقدار آهي جيڪڏهن ٻيا نمازي مقيم هجن يا مقيم ۽ مسافر گڏيل هجن. (١۵) پوءِ اصل کان آزاد بعد ۾ آزاد ٿيل ٻانهي کان وڌيڪ حقدار آهي، جيڪڏهن ڪنهن صفت ۾ به شخص هڪ ٻئي جي برابر هجن ته جيڪو وڌيڪ عرصي کان ان صفت جو اهل هجي سو وڌيڪ حقدار ليکيو ويندو، مثال طور تي به عالم آهن ته جنهن جو علم

پهريان ڪان آهي يا ٻه قاري آهن ته جنهن کي قراءت جو فن ۽ ٻئي جي پيٽ ۾ وڌيڪ عرصي کان اچي ٿو سو وڌيڪ حقدار ليکبو. جيڪڏهن اهي سموريون صفتون ٻن يا وڌيڪ شخصن ۾ جمع ٿي وڃن ۽ ترجيح جو ڪو سبب نه هجي ته ڪٽو وڌو وڃي يا جماعت جي چونڊ تي ڇڏيو وڃي ۽ مقتدين جي چونڊ واري صورت ۾ جيڪڏهن اختلاف ٿئي ته اڪثريت جو اعتبار ٿيندو. جيڪڏهن مسجد جو امام مقرر هجي ۽ جماعت جي وقت ان کان افضل ڪو شخص اچي وڃي تڏهن به مقرر امام ان اجنبي شخص کان وڌيڪ مستحق آهي.

## امام ۽ مقتدي جي بيهڻ ۽ صفن جي ترتيب جو بيان

(١) جيڪڏهن رڳو ٻه ماڻهو جماعت ڪن ته هڪ امام ٿئي ۽ ٻيو مقتدي بنجي ان سان گڏ ساڄي پاسي ۾ بيهي، ڪٿي مقتدي ٿيندڙ اهو ٻيو شخص ڇوڪرو هجي، اڪيلو مقتدي امام کان اڳتي نه بيهي ڪڙي ۽ پيڏيون برابر هجن امام کان اڳتي نه هجن، جيڪڏهن مقتدي جو پير وڏي هئڻ ڪري سندس آڱريون امام جي آڱرين کان اڳتي هجن ته ڪو حرج ناهي، جيڪڏهن مقتدي ايترو پوئتي هٽي بيٺو هجي جو سندس پيرن جون آڱريون امام جي ڪڙي جي برابر هجن تڏهن به حرج ناهي، وڌيڪ پوئتي يا امام جي بالڪل پويان اڪيلي مقتدي جو بيهڻ مڪروه تنزيهي ۽ سنت جي خلاف آهي. جيڪڏهن مقتدي اڪيلي عورت يا ڇوڪري هجي ته ڪيس امام جي پويان بيهڻ گهرجي.

(٢) جيڪڏهن ٻه يا وڌيڪ مقتدي هجن ته امام کي انهن جي اڳيان بيهڻ واجب آهي ۽ انهن جي برابر وچ ۾ بيهڻ مڪروه تحريمي آهي، جيڪڏهن مقتدي هڪ مرد ۽ هڪ عورت يا ڇوڪري هجي ته مرد امام سان گڏ ۽ عورت يا ڇوڪري پويان بيهي ۽ جيڪڏهن ٻه مرد ۽ هڪ عورت يا ڇوڪري هجي ته ٻئي مرد امام جي پويان ۽ عورتيا

ڇوڪري انهن مردن جي پويان بيهي.

(۳) جيڪڏهن ٻه مرد يعني هڪ امام ۽ هڪ مقتدي جماعت سان نماز پڙهي رهيا هجن پوءِ ٽيون شخص اچي وڃي ته پهرين مقتدي پاڻ ئي پوئتي هٽي وڃي تانجو ٻئي گڏجي امام جي پويان صف ٺاهن جيڪڏهن اهو پاڻ نه هٽي ته اهو ٽيون ماڻهو ان کي پوئتي ڇڪي ڪٽي تڪبير تحريمه چوڻ کان اڳ ڇڪي يا پوءِ. يا امام اڳتي وڌي وڃي تان ته ٽيون شخص مقتدي سان گڏ بيهي سگهي جهڙو موقعو هجي تيئن ڪري. اڄ ڪالهه ماڻهو مسئلن کان اڻ واقف آهن، ان ڪري جيڪڏهن گنجائش هجي ته امام ئي اڳتي وڌي وڃي.

(۴) رڳو عورتن جي جماعت جنهن ۾ ڪو مرد نه هجي مڪروه آهي، پر جيڪڏهن پوءِ به عورتون جماعت ڪن ته جيڪا عورت امام ٿئي سا مقتدي عورتن سان گڏ صف جي وچ ۾ بيهي، ڪٽي ڪيتريون به عورتون هجن.

## صفن جي ترتيب:

جيڪڏهن مقتدي مختلف قسمن جا ماڻهو هجن (يعني مرد، نابالغ ڇوڪرا، ڪدڙا، عورتون ۽ قريب البلوغ ڇوڪريون) ته امام جي پويان پهريائين مرد بيهن ڪٽي ڪيتريون به صفون هجن، انهن کان پوءِ ڇوڪرن جي صف يا صفون هجن پوءِ ڪدڙا، پوءِ عورتون، پوءِ ڇوڪريون صف ٻڌن، وڏن ماڻهن جي صفن ۾ ٻارن کي بيهارڻ مڪروه آهي، رڳو هڪ ڇوڪرو هجي ته ان کي مردن جي صف ۾ داخل ڪيو وڃي يعني ڪابه پاسي ڏانهن ڪنڊ ۾ بيهاريو وڃي، ڪدڙو اڪيلو هجي ته ڇوڪرن جي صف ۾ شامل ٿئي، عورت يا ڇوڪري اڪيلي هجي توڙي وڏيڪ، هر حال ۾ مردن، ڇوڪرن ۽ ڪدڙن کان الڳ صف ٺاهن.

## لاڳاپيل مسئلا:

(١) عورتن لاءِ جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ فتني جي ڪري مڪروه آهي ڪٿي پوڙهي هجي، ۽ ڪٿي ڪهڙي به نماز هجي، انهيءَ تي فتويٰ آهي.

(٢) صفون سڌيون هئڻ گهرجن، ڪلهي سان ڪلهو ۽ پيڏي سان پيڏي ملائي سڌيون ڪجن ۽ وچ ۾ فاصلو نه ڇڏجي، امام صفون سڌيون ڪرائي ۽ پاڻ صف جي وچ جي سڌ ۾ بيهي، جيڪڏهن ان جي ابتڙ ڪيائين يعني وچ ڪان ساڄي يا کابي پاسي ڏانهن بيٺو ته اهو سنت جي خلاف آهي.

(٣) مقتدي لاءِ افضل هي آهي ته امام جي ويجهو بيهي، جيڪڏهن ساڄي پاسي ڏانهن ويجهو هجي. يا ٻئي پاسا ويجهڙائي ۾ برابر هجن ته ساڄي پاسي ڏانهن بيهي نه ته کابي پاسي ڏانهن بيهي، امام جي بالڪل پويان پهرين صف ۾ سڀ ڪان افضل شخص کي بيهڻ گهرجي.

(۴) سڀ ڪان افضل پهرين صف آهي پوءِ ٻي، پوءِ ٽين، ان ترتيب سان. جيڪڏهن اڳين صفن ۾ جڳهه خالي هجي ته صفن کي چيري اڳيان لنگهي ان کي پر ڪرڻ گهرجي، ان سان هو گنهگار نه ٿيندو ڇوته قصور انهن ماڻهن جو آهي جن خال ڇڏيو آهي ۽ ائين انهن پاڻ پنهنجي عزت وڃائي آهي، پر اڄ ڪالهه جهالت جو زمانو آهي تنهن ڪري فتني جو ڊپ هجي ته ائين نه ڪري.

(۵) نماز جنازه ۾ آخري صف کي سڀني صفن تي فضيلت آهي.

## عورت جي سامهون ٿيڻ سان مرد جي نماز فاسد ٿيڻ جا شرط ۽ مسئلا

نماز ۾ عورت جي مرد کان اڳتي يا مرد سان گڏ ٿي اهڙيءَ طرح بيهڻ سان جو عورت جو پير نماز دوران ڪنهن به وقت مرد جي ڪنهن به عضوي جي سامهون ٿي وڃي ته مرد جي نماز فاسد ٿي ويندي ۽ پير جو برابر ٿيڻ، پني يا پيڊي جي سامهون ٿيڻ آهي، سامهون ٿيڻ (محاذاة) جا يارهن شرط آهن جيڪي هي آهن:

(١) اها عورت اهڙي هجي جيڪا شهوت جي حد کي پهتل هجي ۽ جماع جي لائق هجي ڪٿي نابالغ هجي، عمر جو اعتبار ناهي بلڪ جسم جي بناوٽ جو اعتبار آهي جيتوڻيڪ نون سالن کان گهٽ عمر جي هجي، ۽ جيڪڏهن وڏي عمر جي آهي پر بناوٽ جي اعتبار کان جماع جي قابل ناهي ته نماز فاسد نه ٿيندي، پوڙهي عورت جي سامهون ٿيڻ سان به نماز فاسد ٿيندي ڪٿي اها ڪيتري به عمر جي هجي.

(٢) ٻئي رڪوع ۽ سجدي واري نماز پڙهي رهيا هجن.

(٣) ٻئي تحريمه جي لحاظ کان نماز ۾ برابر هجن يعني ٻئي هڪ ئي امام جا مقتدي هجن يا عورت پنهنجي سامهون واري مرد جي تحريمه تي تحريمه ٻڌي هجي، ڪٿي عورت هڪ يا ٻن رڪعتن کان پوءِ شامل ٿي هجي.

(٤) ٻئي ادا جي لحاظ کان نماز ۾ مشترڪ ۽ هڪجهڙا هجن يعني اهو مرد ان عورت جو امام هجي يا ٻئي ڪنهن ٽئين شخص جا مقتدي هجن ڪٿي شرڪت حقيقةً هجي جيئن مدرڪ يا حڪماً هجي

جيئن لاحق، جيڪڏهن اهو پنهنجي لاحقانہ نماز ۾ هجي. (مدرڪ ۽ لاحق جي تعريف اڳتي اچي ٿي).

(٥) مرد مڪلف يعني عاقل بالغ هجي.

(٦) عورت عقلمند هجي يعني اهڙي هجي جنهن جي نماز صحيح ٿيندي آهي، تنهن ڪري پاڳل يا حيض نفاس واري عورت جي سامهون ٿيڻ سان مرد جي نماز فاسد نہ ٿيندي.

(٧) امام ان عورت جي يا عام عورتن جي امامت جي نيت ڪئي هجي، نيت جي وقت عورتن جو موجود هئڻ ضروري ناهي، نيت نماز شروع ڪرڻ وقت معتبر آهي، نماز شروع ڪرڻ کان پوءِ جيڪڏهن عورتن جي امامت جي نيت ڪيائين يا عورتن جي امامت جي نيت بنهہ نہ ڪيائين تہ سامهون ٿيڻ سان مرد جي نماز نہ ڀڄندي ڇوتہ عورت جي نماز شروع ئي نہ ٿيندي، جمعي ۽ عيد نمازن ۾ عورتن جي امامت جي نيت شرط نہ آهي اهوئي صحيح آهي، تنهن ڪري انهن نمازن ۾ امام انهن جي امامت جي نيت ڪري يا نہ ڪري مرد جي نماز عورت جي سامهون ٿيڻ سان ڀڄي پوندي.

(٨) هڪ پوري رڪن ۾ سامهون رهي هجي، ان کان گهٽ سان نماز نہ ڀڄندي.

(٩) ٻنهن جي نماز پڙهڻ جي جِهت هڪ هجي.

(١٠) نماز شروع ڪرڻ کان پوءِ شامل ٿيندڙ عورت کي پوئتي هٽڻ جو اشارو نہ ڪرڻ مرد جي نماز کي فاسد ڪري ڇڏيندو آهي، ان ڪري جيڪڏهن ان عورت کي پوئتي هٽڻ جو اشارو ڪيو تہ مرد جي نماز فاسد نہ ٿيندي بلڪہ عورت جي نماز فاسد ٿيندي، ڇوتہ مرد

پنھنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو ۽ عورت پنھنجو فرض پورو نہ ڪيو.

(١١) انھن ٻنھن جي وچ ۾ ڪا اوٽ نہ ھجي، ان ڪري جيڪڏھن ٻنھن جي وچ ۾ ٿنيو، پٽ يا ڪو پردو يا سترو اوٽ ھجي تہ مرد جي نماز فاسد نہ ٿيندي. ستري جي گھٽ ۾ گھٽ مقدار ھڪ شرعي گز (ھڪ ھٿ) بلند ۽ ھڪ آڱر جيتري ٿولهہ آھي يا ٻنھن جي وچ ۾ ايترو ھنڌ خالي ھجي جنھن ۾ ھڪ ماڻھو ويھي سگھي.

عورت جي نماز ٻن صورتن کان سواءِ ٻي ڪنھن صورت ۾ مرد جي سامھون ويھڻ سان فاسد نہ ٿيندي، اھي ٻہ صورتون ھي آھن:

**پھرين:** جيڪڏھن مرد ان کي پوئتي ٿيڻ لاءِ چيو ۽ اھا پوئتي نہ ھٽي.

**ٻين:** جيڪڏھن اھو مرد پاڻ امام ھجي تہ جڏھن امام جي نماز فاسد ٿي ويندي تہ ان مقتدي عورت جي نماز بہ پنھنجو پاڻ فاسد ٿي ويندي.

صف ۾ بيٺل ھڪ عورت ٽن ماڻھن جي نماز فاسد ڪندي آھي، ھڪ ان جي ساڄي پاسي وارو، ٻيون کاٻي پاسي وارو ۽ ٽيون ان جي پويان واري لڳولڳ صف جو بالڪل پويان وارو نمازي. ٻہ عورتون چئن نمازين جي نماز فاسد ڪنديون آھن، ھڪ ساڄي پاسي وارو، ٻيون کاٻي پاسي وارو ۽ ٻہ نمازي پوئين لڳولڳ صف جي بالڪل پويان وارا. ٽي عورتون ھڪ ساڄي پاسي واري ماڻھو جي ۽ ھڪ کاٻي پاسي واري ماڻھو جي ۽ پويان واري ھر صف جي بالڪل سندن پويان واري ٽن ٽن ماڻھن جي نماز کي آخري صف تائين فاسد ڪنديون آھن ۽ ٽن کان وڌيڪ عورتون پوري صف جي حڪم ۾ ٿي ساڄي کاٻي ۾ بيٺل برابر واري ھڪ ھڪ نمازي سان گڏ پويان وارين سڀني صفن جي سڀني ماڻھن جي نماز فاسد ڪنديون آھن وڌيڪ تفصيل "عمدة الفقه" ۽ ٻين وڏن ڪتابن ۾ ڏسو.

## کھڙين شين ۾ مقتدي کي امام جي پيروي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ گھرجي؟

(١) جيڪڏهن مقتدي پهرين قعده جي التحيات ۾ شريڪ ٿيو ۽ مقتدي جي التحيات پوري ڪرڻ کان اڳ امام ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيٺو يا مقتدي آخري قعده ۾ شريڪ ٿيو ۽ مقتدي جي التحيات پوري ٿيڻ کان اڳ امام سلام ورائي ڇڏيو، يا مقتدي پهريان کان نماز ۾ شريڪ هو پر امام پهرين قعده ۾ التحيات پوري ڪرڻ کان پوءِ ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيٺو يا آخري قعده ۾ سلام ورائي ڇڏيائين ۽ اجا مقتدي جو التحيات پورو نہ ٿيو هو تہ انهن سڀن صورتن ۾ مقتدي امام جي پيروي نہ ڪري بلڪہ التحيات پورو ڪري.

(٢) امام پهرين قعدي ۾ تشهد کان فارغ ٿي ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيٺو پر مقتدي کي التحيات پڙهڻ وسري ويو ۽ هو بہ امام سان گڏ اٿي بيٺو تہ ان کي گھرجي تہ واپس اچي التحيات پڙهي پوءِ امام سان ملي ڪٿي ڪيس رڪعت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ هجي، يعني ”لاحق“ وانگر امام جي پٺيان رهندي رڪن ادا ڪندو وڃي ۽ جتي امام سان ملي سگهي تہ ملي وڃي ۽ جيڪڏهن سلام ورائڻ تائين امام سان شريڪ نہ ٿي سگهي تہ باقي رهيل لاحقانہ نماز پوري ڪري سلام ورائي.

(٣) امام سلام ورائي ڇڏيو پر مقتدي اجا تائين درود شريف يا دعا نہ پڙهي سگهيو آهي تہ ان کي ڇڏي امام جي پيروي ڪري ۽ ان سان گڏ سلام ورائي ڇڏي، اهڙيءَ طرح رڪوع يا سجدي جي تسبيح اجان پورا ٽي ڀيرا نہ پڙهي سگهيو هو تہ امام مٿو ڪٽي ڇڏيو تہ ان ۾ بہ امام جي پيروي ڪري.

(۴) جيڪڏهن مقتدي امام کان پهريان رڪوع يا سجدي کان مٿو کڻي ڇڏيو تہ ٻيهر رڪوع يا سجدي ۾ هليو وڃي ۽ اهي ٻہ رڪوع يا سجدا نہ ليکبا.

(۵) جيڪڏهن مقتدي دير تائين سجدو ڪيو ايستائين جو امام ٻيو سجدو بہ ڪري ورتو تڏهن مقتدي سجدي کان مٿو کنيو ۽ هن خيال سان تہ امام اڃ ۾ ئي سجدي ۾ آهي ٻيهر سجدي ۾ هليو ويو تہ اهو ٻيو سجدو ٻيو شمار ٿيندو کٽي پهرين سجدي جي نيت ڪئي هيائين.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن مقتدي سڀن رڪعتن ۾ رڪوع ۽ سجدو امام کان اڳ ۾ ڪيو تہ بنا قراءت جي هڪ رڪعت قضا ڪري پڙهي.

(۷) جيڪڏهن مقتديءَ امام کان پهريائين رڪوع يا سجدو ڪيو ۽ امام ان رڪوع يا سجدي ۾ ان سان شامل ٿي ويو تہ مقتدي جي نماز صحيح آهي، پر مقتدي جو ائين ڪرڻ مڪروه آهي، غلطي سان ٿي وڃي تہ مڪروه ناهي.

## پنج شيون جن ۾ امام جي پيروي ڪجي:

يعني جيڪڏهن اهي امام ڪري تہ مقتدي بہ ڪري ۽ جيڪڏهن امام نہ ڪري تہ مقتدي بہ نہ ڪري: (١) عيد جي نماز جون تڪبيرون. (٢) پهريون قعدو. (٣) سجده تلاوت (۴) سجده سهو. (۵) دعا قنوت.

## چار شيون جن ۾ امام جي پيروي نہ ڪجي:

يعني جيڪڏهن امام ڪري تہ مقتدي ان جي پيروي نہ ڪري:

(١) امام ڄاڻي واڻي نماز جنازه جون تڪبيرون ڇئن کان

وڏيڪ يعني پنج چوي.

(٢) ڇاٽي واٽي عيدن جون تڪبيرون وڏيڪ چوي جيڪڏهن مقتدي امام کان ٻڌندو هجي، پر جيڪڏهن تڪبير چوندڙ کان ٻڌي ته ڇڏي نه ڏي ڇوته شايد ان کان غلطي ٿي هجي.

(٣) ڪنهن رڪن جو وڏيڪ ڪرڻ مثال طور ٻه ڀيرا رڪوع يا ٽي ڀيرا سجدو ڪرڻ.

(۴) جيڪڏهن امام غلطي سان پنجين رڪعت لاءِ اٿي بيهي ته مقتدي نه اٿي بلڪه امام جو انتظار ڪري. جيڪڏهن امام پنجين رڪعت جي سجدي ڪرڻ کان اڳ واپس آيو ۽ هو آخري قعدو ڪري چڪو هو ته مقتدي به ان سان گڏجي وڃي ۽ ان سان گڏ سلام ورائي ۽ سجده سهو ڪري، پر جيڪڏهن امام پنجين رڪعت جو سجدو ڪري ورتو ته مقتدي اڪيلو سلام ورائي، ۽ جيڪڏهن امام آخري قعدو نه ڪيو هو ۽ هو پنجين رڪعت جي سجدي کان اڳ واپس آيو تڏهن به مقتدي ان سان گڏجي وڃي ۽ جيڪڏهن پنجين رڪعت جو سجدو ڪري ڇڏيائين ته امام ۽ مقتدي سڀن جي نماز ڀڄي پوندي سڀ نئين سر نماز پڙهن. (هي نمبر رڪن جي وڌاء ۾ شامل آهي جيڪو نمبر ٣ ۾ آندل آهي، وضاحت لاءِ الڳ لکجي ٿو).

## نو شيون ڪٽي امام ڪري يا نه ڪري مقتدي انهن کي ادا ڪري

ڇوته اهي سنتون آهن ۽ سنتن جي ادا ڪرڻ يا نه ڪرڻ ۾ امام جي پيروي واجب نه آهي، امام نه ڪري ته مقتدي پاڻ ڪري.

(١) تحريمه لاءِ هٿ کڻڻ. (٢) ثنا پڙهڻ (البت جهري نماز ۾ امام جي الحمد شروع ڪرڻ کان پوءِ نه پڙهي). (٣) رڪن مٽائڻ جون تڪبيرون، يعني رڪوع ۾ وڃڻ يا سجدي ۾ وڃڻ يا سجدي کان اٿڻ

لاءِ الله اکبر چوڻ. (٤) رکوع جي تسبيح، جيستائين امام رکوع ۾ هجي. (٥) جيڪڏهن امام سمع الله لمن حمده نہ چوي تہ مقتدي ربنا لک الحمد چوڻ نہ ڇڏي. (٦) سجدي جي تسبيح، جيستائين امام سجدي ۾ هجي. (٧) التحيات پڙهڻ. پر جيڪڏهن امام پهريون قعدو ئي ڇڏي ڏنو تہ مقتدي بہ ڇڏي ڏئي. (٨) سلام ورائڻ، جيڪڏهن امام سلام جي بدران ڪا ڳالهہ ڳالهہ بولهہ ڪئي يا مسجد کان نڪري ويو تہ مقتدي سلام ورائي پنهنجي نماز پوري ڪري. (٩) تشريق جون تڪبيرون.

## مقتدي جا قسم

مقتدي چئن قسمن جا هوندا آهن:

**١- مدرڪ:** جنهن پوري نماز يعني پهرين رڪعت کان امام سان شريڪ ٿي آخري قعدي جي التحيات پڙهڻ تائين سڀ رڪعتون امام سان پڙهيون هجن اهڙي شخص کي مدرڪ چئجي ٿو. پهرين رڪعت ۾ رکوع جي ڪنهن حصي ۾ يا ان کان اڳ ۾ امام سان شريڪ ٿي ويو تہ اهو پهرين رڪعت جو لهندڙ شمار ٿيندو.

**٢- لاحق:** جيڪو شخص پهرين رڪعت ۾ رکوع جي ڪنهن حصي تائين يا ان کان اڳ امام جي پويان نماز ۾ شامل ٿيو پر اقتداء کان پوءِ ان جون سڀ يا ڪجهہ رڪعتون ڪنهن عذر سان يا بناعذر جي فوت ٿي ويون تہ ان کي "لاحق" چئجي ٿو، مثال طور اقتداء کان پوءِ پهرين رڪعت ۾ ننڊ اچي ويس ۽ پڇاڙي تائين سمهيل رهيو، اهڙيءَ طرح ان جون سڀ رڪعتون امام سان نہ ٿيون، يا وچ ۾ ٻين يا ٽين وغيره رڪعت ۾ ننڊ اچي ويس تہ ان ريت سندس ڪجهہ رڪعتون امام سان نہ ٿيون، يا ڪنهن ٻي عذر، ويسر، ٻولي يا رش جي ڪري بيٺو رهيو ۽ سين يا ڪجهہ رڪعتن جا رکوع يا سجدا نہ ڪيائين يا ٻي

وضو ٽيڻ ڪري وضو ڪرڻ ويو ۽ ان وچ ۾ امام سڀ يا ڪجهه رڪعتون نماز ادا ڪري ڇڏي ۽ هن اچي ان نماز تي "بناء" ڪئي يا خوف واري نماز ۾ اهو پهريون ٽولو هو ته اهي سڀ "لاحق" آهن، يا مقيم مسافر جي پٺيان سندس قصر نماز ۾ اقتداء ڪئي ته مسافر امام جي سلام ورائڻ ڪان پوءِ مقيم مقتدي آخري ٻن رڪعتن ۾ لاحق آهي.

**٣- مسبوق:** جنهن شخص ڪي امام سان منڍ ڪان سڀ يا ڪي رڪعتون نه مليون هجن پر جڏهن ڪان امام سان شامل ٿيو ته پوءِ آخرتائين شامل رهيو هجي ته اهو انهن رڪعتن ۾ مسبوق آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن آخري رڪعت جي رڪوع ڪان پوءِ سلام ڪان پهريائين ڪنهن به وقت امام سان مليو هجي ته سڀن رڪعتن ۾ مسبوق آهي ۽ جيڪڏهن آخري رڪعت جي رڪوع ۾ يا ان ڪان پهريائين ڪنهن به وقت ملي ويو مثال طور هڪ يا ٻن يا ٽن رڪعتن ڪان پوءِ مليو ته ڪن رڪعتن ۾ مسبوق آهي.

**٤- لاحق مسبوق يا مسبوق لاحق:** جنهن شخص ڪي منڍ ڪان ڪي رڪعتون امام سان نه مليون انهن ۾ اهو مسبوق آهي، پوءِ جماعت ۾ شامل ٿيڻ ڪان پوءِ لاحق ٿي ويو ته اهڙي شخص ڪي مسبوق لاحق يا لاحق مسبوق چئجي ٿو. (عملي طور تي اهڙي ڪا صورت نه ٿي بنجي ته ڪو پهريائين لاحق هجي پوءِ مسبوق ٿئي).

## مسئلا:

(١) اڳ ۾ جيڪي نماز جا عام مسئلا بيان ٿيا آهن اهي سڀ مدرڪ جا مسئلا آهن.

(٢) لاحق به مدرڪ جي حڪم ۾ آهي يعني اهو پنهنجي لاحقانه نماز ۾ حڪما امام جي پويان آهي، تنهن ڪري اهو پنهنجي

فوت ٿيل لاحقانہ نماز ۾ قراءت نہ ڪري مدرڪ مقتدي وانگر چپ ويٺو رهي، ۽ جيڪڏهن ان لاحقانہ نماز ۾ ڀل ٿي ويس تہ سجده سهو نہ ڪري ۽ اقامت جي نيت سان سندس فرض نہ مٽندو.

(٣) لاحق کي مثال طور تي جيڪڏهن ننڊ اچي وئي هئي تہ جڏهن هو سجاڳ ٿئي تہ ان لاءِ واجب آهي تہ امام جو ساٿ ڇڏي پهريائين پنهنجون اهي رڪعتون ادا ڪري جيڪي امام سان شامل ٿيڻ کان پوءِ کانئس رهجي ويون آهن ۽ انهن ۾ قراءت نہ ڪري جيئن مٿي بيان ٿيو، پوءِ امام جي پيروي ڪري جيڪڏهن امام اڃا جماعت ڪرائي رهيو هجي ۽ جيڪڏهن امام ان وقت تائين سلام ڦيري چڪو هجي تہ پنهنجي رهيل نماز بہ ساڳيءَ طرح لاحقانہ طور تي پوري ڪري ڇوتہ اهو هاڻ بہ امام جي پويان آهي.

(٤) جيڪڏهن امام سجده سهو ڪري تہ مقتدي جيستائين پنهنجي لاحقانہ نماز پوري نہ ڪري ان وقت تائين ان جي پيروي نہ ڪري، بلڪہ پنهنجي نماز پوري ڪري پوءِ سجده سهو ڪري.

(٥) مسبوق پنهنجي رهيل نماز ۾ منفرد وانگر هوندو آهي، ان ڪري اهو ان ۾ ثنا، تعوذ، بسم الله ۽ قراءت (الحمد ۽ سورة) انهيءَ ريت پڙهي جهڙيءَ طرح جون رڪعتون کانئس رهجي ويون آهن، ڇئن مسئلن ۾ اهو منفرد جي حڪم ۾ نہ آهي جيڪي اڳتي اچن ٿا.

(٦) مسبوق پنهنجي رهيل نماز اڳ ۾ ادا نہ ڪري بلڪہ پهريائين امام جي پيروي ڪري ۽ جڏهن امام پنهنجي نماز کان فارغ ٿي سلام ورائي تہ هي امام سان سلام نہ ورائي ۽ امام جي پهرين سلام تي نہ اٿي بلڪہ امام جي ٻئي سلام ورائڻ کان پوءِ اٿي پنهنجي رهيل نماز اڪيلو پڙهي، جيڪڏهن لاحق وانگر پهريان پنهنجي رهيل نماز پڙهي پوءِ امام جي پيروي ڪندو تہ سندس نماز فاسد ٿي ويندي.

(٧) مسبوق جي مسبوقاڻہ نماز قراءت بابت پهرين نماز آهي يعني جيئن فوت ٿي آهي تيئن پڙهي ان ڪري اهو رهيل رڪعتون اهڙيءَ طرح ادا ڪري جڻ هن هاڻ نماز شروع ڪئي آهي ۽ التحيات بابت سندس نماز جي پڇاڙي آهي يعني امام سان پڙهيل رڪعتن ڪي ملائي هر ٻن رڪعتن تي قعدو ڪري ۽ التحيات پڙهي. مسبوقاڻہ نماز پڙهڻ جون ڪي مثالون هي آهن:

جيڪڏهن ڪنهن جي هڪ رڪعت رهجي وئي هجي تہ هو امام جي ٻئي سلام ڪان پوءِ اٿي بيهي پهريون ثنا، اعوذبالله ۽ بسم الله پڙهي الحمد پڙهي پوءِ ڪا سورت يا گهٽ ۾ گهٽ ٽي ننڍيون آيتون يا هڪ وڏي آيت پڙهي پوءِ قاعدي مطابق رڪوع ۽ سجدا ڪري رڪعت پوري ڪري ۽ قعدي ۾ التحيات، درود ۽ دعا پڙهي سلام ورائي، جيڪڏهن ظهر، عصر، عشاء يا فجر جون ٻہ رڪعتون رهجي ويون هجن تہ پهرين رڪعت ۾ ثنا، اعوذبالله ۽ بسم الله ڪان پوءِ فاتحہ ۽ ڪا سورت پڙهي رڪوع ۽ سجدو ڪري ۽ ٻي رڪعت ۾ ثناء ۽ اعوذبالله نہ پڙهي بلڪہ بسم الله، فاتحہ ۽ سورت پڙهي رڪوع ۽ سجدو ڪري، قعدو ڪري ۽ سلام ورائي، ۽ جيڪڏهن انهن نمازن جي رڳو هڪ رڪعت امام سان ملي هجي تہ پٺهنجون رهيل ٽي رڪعتون هن ريت ادا ڪري جو پهرين رڪعت ۾ ثناء، اعوذبالله، بسم الله، فاتحہ ۽ سورت سان پڙهي قعدو ڪري، قعدي ۾ رڳو التحيات پڙهي اٿي بيهي ۽ هڪ رڪعت بسم الله، فاتحہ ۽ سورت سان پڙهي، پوءِ ٽين رڪعت ۾ رڳو سورت فاتحہ پڙهي رڪعت پوري ڪري ۽ قعدو ڪري سلام ورائي، ۽ جيڪڏهن مغرب جي هڪ رڪعت امام سان ملي هجي تہ پهريائين هڪ رڪعت ثناء، اعوذ، بسم الله، فاتحہ ۽ سورت سان پڙهي قعدو ڪري ۽ رڳو التحيات پڙهي اٿي بيهي ۽ ٻي رڪعت ۾ بسم الله، فاتحہ ۽ سورت

پڙهي قعدو ڪري سلام ورائي، مطلب تہ جيڪڏهن نماز جي رڳو هڪ رڪعت امام سان ملي هجي تہ پنهنجي نماز ۾ هڪ رڪعت کان پوءِ قعدو ڪرڻ گهرجي ڪٿي ڪهڙي بہ وقت جي نماز هجي، ۽ پوءِ ٽن رڪعتن جي رهجي وڃڻ جي صورت ۾ ٻن رڪتعن کان پوءِ آخري قعدو ڪرڻ گهرجي.

(٨) مسبوق امام جي آخري قعدي ۾ التحيات پڙهڻ کان پوءِ درود ۽ دعائون نہ پڙهي بلڪہ اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله کي ورجائي پڙهندو رهي يا التحيات آهستي آهستي ڍر ڏئي اهڙي انداز سان پڙهي جو امام جي سلام ورائڻ تائين ختم ٿئي، ۽ جڏهن پنهنجي رهيل نماز پڙهي آخري قعدو ڪري تہ هاڻ درود ۽ دعا بہ پڙهي.

(٩) مسبوق جيڪڏهن ويسر ڀل ۾ امام سان گڏ سلام ورائي ڇڏي تہ جيڪڏهن امام جي سلام سان بالڪل گڏ يا اڳ ۾ ورايائين تہ ان تي سجده سهو نہ آهي (پر ائين تمام گهٽ ٿيندو آهي)، اهو پنهنجي نماز پوري ڪري، پر جيڪڏهن امام جي سلام کان پوءِ ان سلام ورايو (۽ گهڻو ڪري ائين ئي ٿيندو آهي) تہ پنهنجي نماز جي آخر ۾ ڪيس سجده سهو ڪرڻ گهرجي.

(١٠) مسبوق سجده سهو ۾ امام جي پيروي ڪري پر سجده سهو جي سلام ۾ پيروي نہ ڪري، جيڪڏهن سجده سهو ۾ پيروي نہ ڪيائين ۽ اٿي بيٺو تہ پنهنجي رڪعت جو سجدو ڪرڻ کان اڳ واپس اچڻ واجب آهي، پر جيڪڏهن رڪعت جو سجدو ڪري ڇڏيائين تہ هاڻ واپس نہ اچي نہ تہ سندس نماز ڀڄي پوندي، پنهنجي مسبوقانہ نماز جي آخر ۾ سجده سهو ڪري.

(١١) ٻن مسبوق مقتدين گڏ هڪ ئي رڪعت ۾ امام جي

اقتداء ڪئي، انهن مان هڪ کي پنهنجون رڪعتون ياد نہ رهيون، ٻئي کي ڏسي هن پنهنجي مسبوقانہ نماز پڙهي، يعني جيتريون رڪعتون هن پڙهيون هن بہ اوتريون ئي پڙهيون پر ان جي اقتداء جي نيت نہ ڪيائين تہ نماز صحيح آهي ۽ جيڪڏهن اقتداء جي نيت ڪندو تہ نماز فاسد ٿيندي.

(١٢) مسبوق چئن مسئلن ۾ منفرد جي حڪم ۾ نہ آهي:

١- ڪنهن کي نہ سندس اقتداء جائز آهي ۽ نہ ان لاءِ ڪنهن جي اقتداء جائز آهي، جيڪڏهن مسبوق ڪنهن ٻئي مسبوق جي اقتداء ڪئي تہ اقتداء ڪندڙ جي نماز فاسد ٿيندي.

٢- جيڪڏهن مسبوق نئين سر نماز شروع ڪرڻ جي دل ۾ نيت ڪري تڪبير چئي تہ ان جي نماز نئين سر شروع ٿيندي ۽ اڳين نماز پچي پوندي، پر جيڪڏهن منفرد نئين سر نماز شروع ڪرڻ جي دل ۾ نيت ڪري تڪبير چوي تہ پهرين نماز ڪان نہ نڪرندو ۽ نئين شروع نہ ٿيندي.

٣- مسبوق سجده سهو ۾ امام جي پيروي ڪري.

٤- مسبوق تي امامن جي اتفاق سان تشريق جون تڪبيرون چوڻ واجب آهي، پر منفرد لاءِ اختلاف آهي. امام ابوحنيفہ رح وٽ واجب نہ آهي، صاحبين رح وٽ واجب آهي.

(١٣) ستن شين ۾ مسبوق پنهنجي نماز جي ادا ڪرڻ ۾ لاحق کان اڳ عمل ڪري:

١- مسبوق پنهنجي رهجي ويل رڪعتن ۾ قراءت ڪري پر لاحق قراءت نہ ڪري.

٢- مسبوق پنهنجي رهيل نماز ۾ ڪنهن ڀل ٿيڻ تي سجده سهو ڪري، پر لاحق کي پنهنجي رهيل نماز ۾ ڪا ڀل ٿي وڃي تہ

سجده سهو نہ ڪري.

٣- مسبوق مسافر پنهنجي رهيل رڪعتن ۾ اقامت جي نيت ڪرڻ سان مقيم ٿي ويندو (۽ پوري نماز پڙهندو) پر لاحق مسافر پنهنجي لاحقانہ نماز ۾ اقامت جي نيت ڪرڻ سان مقيم نہ ٿيندو.

٤- مسبوق پنهنجي امام جي پيروي ڪري ۽ پنهنجي رهيل نماز بعد ۾ پڙهي، پر لاحق پهريائين پنهنجي لاحقانہ نماز پڙهي، پوءِ امام جي پيروي ڪري.

٥- امام ڪان پهريون قعدو رهجي وڃي تہ لاحق بہ پنهنجي لاحقانہ نماز ۾ ان کي ڇڏي ڏي، پر مسبوق جيڪڏهن امام جي پهرين قعدي ڇڏڻ ڪان پوءِ شامل ٿيو هجي تہ پنهنجي رهيل نماز ۾ ڪيس اهو قعدو ڪرڻ گهرجي.

٦- لاحق جي رهيل نمازن ۾ ان عورت جي سامهون ٿيڻ سان جيڪا سندس نماز ۾ شامل آهي ان جي نماز ڀڄي پوندي، مثال طور اڳ ۾ پردو هو جيڪو هاڻ هٽي ويو تہ لاحق جي نماز ڀڄي پوندي، پر مسبوق جي نماز ان صورت ۾ نہ ڀڄندي.

٧- امام پاران آخري سلام چوڻ بدران ڪلي ڏيڻ سان مسبوق جي نماز ڀڄي پوندي پر لاحق جي نماز نہ ڀڄندي، ڇوتہ امام ۽ مدرڪ جي نماز پوري ٿي وئي ان ڪري هن جي بہ حڪما پوري ٿي وئي.

(١٤) مسبوق لاحق (يا لاحق مسبوق) پهريائين پنهنجي لاحقانہ نماز پڙهي، ان ڪان پوءِ جيڪڏهن جماعت باقي هجي تہ ان ۾ امام جي پيروي ڪري ۽ امام جي سلام ڪان پوءِ مسبوقانہ نماز ادا ڪري، پر جيڪڏهن امام سلام ورائي چڪو هجي تہ امام سان گڏ واري رهيل نماز بہ لاحقانہ طور تي پوري ڪري، پوءِ اهي رڪعتون ادا ڪري جن ۾ اهو مسبوق آهي.

## نماز ۾ بي وضو ٿيڻ ۽ "بناء" ڪرڻ جي شرطن جو بيان

جيڪڏهن ڪنهن شخص جو نماز دوران وضو ڀڄي پيو تہ وضو ڪري جتي ان نماز ڇڏي هئي جيڪڏهن اتان کان شروع ڪري نماز پوري ڪري تہ ان جي نماز ڪن شرطن سان صحيح ٿي ويندي (شرط اڳتي اچن ٿا) ان کي "بناء" چئجي ٿو، ائين ڪرڻ امام، مقتدي ۽ منفرد سڀن لاءِ جائز آهي، پر نئين سر پڙهڻ افضل آهي، جيڪڏهن التحيات پڙهڻ کان پوءِ وضو ڀڄي پوي تڏهن بہ وضو ڪري نماز ختم ڪري. "بناء" لاءِ تيرهن شرط آهن:

(١) اهو حدث اهڙو هجي جنهن سان وضو واجب ٿئي، غسل واجب نہ ٿئي.

(٢) اهو حدث ڪڏهن ڪڏهن ٿيڻ وارو نہ هجي، يعني اهڙو نہ هجي جيڪو ڪڏهن اتفاق سان ٿيندو هجي، نہ تہ نئين سر نماز پڙهڻ ضروري آهي.

(٣) حدث قدرتي هجي، ان ۾ پاڻهي جو ڪو اختيار ۽ دخل نہ هجي، نہ تہ نئين سر نماز پڙهڻ ضروري آهي.

(٤) اهو حدث نمازي جي بدن کان ظاهر ٿئي، بدن تي ٻاهران لڳندڙ پليتي وغيره جي ڪري "بناء" جائز نہ آهي.

(٥) نمازي ڪو رڪن حدث سان (يعني بي وضو هئڻ جي حالت ۾) ادا نہ ڪيو هجي.

(٦) بنا عذر جي ڪنهن رڪن جي ادا ڪرڻ جيترو وقت بہ نہ ترسيو هجي.

(٧) ڪو رڪن هلندي ادا نہ ڪري.

**مسئلو:** جنهن رڪن دوران حدث ٿئي وضو ڪرڻ کان پوءِ

اهو رڪن ٻيهر ادا ڪري، مثال طور رڪوع يا سجدي ۾ وضو ڀڄي پوي تہ وضو ڪان پوءِ اهو رڪوع يا سجدو ٻيهر ڪري ڪٿي امام هجي يا مقتدي يا منفرد (اڪيلو) چو تہ انهن ٽنهين لاءِ "بناء" ڪرڻ جائز آهي.

(٨) حدث ڪان پوءِ نماز کي ڀڄڻ وارو ڪو فعل نہ ڪري جهڙوڪ ڪائڻ پيئڻ وغيره.

(٩) حدث ڪان پوءِ اهو فعل جنهن جي نماز ۾ اجازت هئي ۽ اهو نماز کي ڀڃندڙ نہ هو ۽ نمازي کي ان جي ضرورت آهي مثال طور وضو لاءِ وڃڻ وغيره تہ ضرورت ڪان وڌيڪ نہ ڪري، ضرورت پوري ڪرڻ ۾ مدد ڏيندڙ شيءِ بہ ضرورت ۾ داخل آهي جهڙوڪ کنهن ٽانو ڪان پاڻي ڪڍڻ وغيره.

(١٠) ان قدرتي حدث ڪان پوءِ ڪائنس ان ڪان اڳ وارو ڪو حدث ظاهر نہ ٿئي، مثال طور ڪو شخص جيڪو موزن تي مسح ڪري نماز پڙهي رهيو هو، حدث ٿيڻ ڪان پوءِ وضو ڪرڻ لاءِ ويو، وضو جي دوران موزن جي مسح جي مدت پوري ٿي وئي تہ ان کي پهرين حدث جو ظاهر ٿيڻ چئجي ٿو، هاڻ ان لاءِ "بناء" ڪرڻ جائز نہ آهي، نئين سر پڙهڻ ضروري آهي.

(١١) ترتيب واري نمازي کي قدرتي حدث ڪان پوءِ پنهنجي کنهن نماز جو قضا ٿيڻ ياد نہ اچي.

(١٢) مقتدي امام جي فارغ ٿيڻ ڪان اڳ پنهنجي جڳهہ ڪانسواءِ کنهن ٻئي هنڌ پنهنجي نماز پوري نہ ڪري، پر شرط هي آهي تہ امام ۽ مقتدي جي وچ ۾ ڪا اهڙي اوٽ هجي جنهن جي ڪري وضو جي جڳهہ ڪان اقتداء جائز نہ هجي، منفرد (اڪيلو نمازي) وضو جي هنڌ تي ئي "بناء" ڪري نماز پوري ڪري سگهي ٿو.

(١٣) جيڪڏهن امام کي حدث ٿئي تہ اهڙي شخص کي

پنهنجو نائب نہ بڻائي جيڪو امامت جي لائق نہ هجي جهڙوڪ امي يا عورت يا نابالغ ڪي، نہ تہ سڀن جي نماز ڀڃي پوندي ۽ نئين سر پڙهڻي پوندي.

## نائب بڻائڻ جو بيان:

جن صورتن ۾ "بناء" ڪرڻ جائز آهي انهن ۾ بي وضو ٿيڻ جي صورت ۾ امام لاءِ جائز آهي تہ ڪنهن مقتدي کي نائب بڻائي ڪٿي اها نماز جنازه هجي، تنهن ڪري جيڪڏهن امام جو وضو ڀڄي پوي تہ مقتدين مان ڪنهن کي خليفو ڪري پنهنجي هنڌ تي اڳتي وڌائي ڇڏي، پوءِ وضو ڪري ان خليفي جي پويان پنهنجي نماز پوري ڪري جيڪڏهن ان جي نماز اڃا ختم نہ ٿي هجي، پر جيڪڏهن خليفو نماز کان فارغ ٿي ويو هجي تہ پهريون امام پنهنجي جڳهہ تي اچي يا وضو واري جڳهہ تي ئي پنهنجي نماز پوري ڪري. جيڪڏهن امام سان گڏ هڪ ئي مقتدي هو ۽ امام جو وضو ڀڄي پيو تہ اهو اڪيلو مقتدي ئي سندس خليفو ٿي ويندو ڪٿي امام ڪيس خليفو نہ بڻائي

خليفو بڻائڻ لاءِ ٽي شرط آهن: (١) "بناء" جي سڀن شرطن جو موجود هئڻ، تنهن ڪري جن صورتن ۾ "بناء" جائز نہ آهي انهن ۾ خليفو بڻائڻ بہ جائز نہ آهي. (٢) امام پنهنجي جڳهہ کان اڳتي وڌڻ جي حد کان وڌيڪ اڳتي نہ وڌي، حد هيءَ آهي تہ ميدان ۾ ساڄي يا کاٻي يا پوئتي ڏانهن سڀن صفن کان ٻاهر نڪري، ۽ اڳيان ستره جي حد تائين، ۽ جيڪڏهن ستره نہ هجي تہ سجدي جي حد کان اڳتي وڌي، ۽ مسجد ۾ جيستائين مسجد کان ٻاهر نہ نڪري خليفو بڻائڻ صحيح آهي. (٣) خليفي ۾ امام بڻجڻ جي صلاحيت هجي.

هن بيان جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو، مشڪل هئڻ ڪري

تفصيل کي ڇڏي ڏنو ويو آهي، ۽ معلومات لاءِ مختصر طور لکي ڇڏيو آهي، عمل بابت بهتر هي آهي تہ نئين سر نماز پڙهي وڃي، ڇو تہ "بناء" ڪرڻ جي صورتن لاءِ گهڻو احتياط گهرجي ۽ انهن جي مسئلن کي چڱي طرح ڄاڻڻ جي ضرورت آهي نہ تہ نماز نہ ٿيڻ جو گهڻو احتمال آهي.

## نماز کي ڀڃندڙ شين جو بيان:

جن شين سان نماز ڀڄي پوندي آهي ۽ ان نماز جو دهرائڻ فرض هوندو آهي انهن کي نماز جا مفسدات چئبو آهي. انهن جا ٻہ قسم آهن. (١) اقوال (٢) افعال. پهريون قسم يعني اقوال هيٺيون شيون آهن.

(١) نماز ۾ ڳالهائڻ کڻي ويسر ڀل ۾ يا ڄاڻي واڻي، ٿورڙو ڳالهائجي يا گهڻو. پر اهڙي ڳالهہ ٻولهہ گهٽ ۾ گهٽ ٻن حرفن کان مرڪب هجي، يا جيڪڏهن هڪ حرف هجي تہ معنيٰ مطلب وارو هجي، جهڙوڪ عربي ۾ ق جو مطلب آهي. بچاءِ، ع جو مطلب آهي: حفاظت ڪر، ۽ اها ڳالهہ ٻولهہ اهڙي هجي جيئن ماڻهو پاڻ ۾ ڳالهائيندا آهن، ۽ ائين ڳالهائجي جو ٻڌڻ ۾ اچي، کڻي ايتري آواز سان هجي جو رڳو پاڻ ئي ٻڌي سگهي.

(٢) ڪنهن کي سلام چوڻ جي ارادي سان سلام يا تسليم يا السلام عليڪم يا آداب يا ڪو ٻيو لفظ چوڻ.

(٣) زبان سان سلام جي جواب ڏيڻ سان نماز ڀڄي پوندي کڻي ڄاڻي واڻي ڏجي يا ڀل سان، اشاري سان سلام جو جواب ڏيڻ مڪروه آهي، پر ان سان نماز نہ ڀڄندي آهي.

(٤) نڇ جو جواب ڏيڻ يعني زبان سان يرحمڪ الله چوڻ.

(٥) نماز ۾ ڪنهن خوشي جي خبر تي الحمد لله چوڻ، پر جيڪڏهن پنهنجي نماز ۾ هئڻ بابت ٻڌائڻ لاءِ ائين چيائين ته نماز نه ٽٽندي.

(٦) نماز ۾ ڪنهن ڏکوئيندڙ خبر جي ٻڌڻ تي مثال طور ڪنهن جي موت جي خبر ٻڌڻ تي انا لله وانا اليه راجعون پڙهڻ، جيڪڏهن جواب جي نيت سان ائين چيائين.

(٧) نماز ۾ عجب جي خبر ٻڌي سبحان الله يا لا اله الا الله يا الله اڪبر چوڻ، جيڪڏهن جواب جي نيت سان ائين چيو وڃي.

(٨) نماز جي حالت ۾ ڪنهن شخص کي ڪجهه چوڻ يا ان کي روڪڻ جي ارادي سان قرآن پڙهڻ يا الله جو ذڪر ڪرڻ.

(٩) ڇِڪَ وغيره جي ڏنگ هڻڻ تي بسم الله چوڻ ۾ اختلاف آهي، فتوىٰ ان تي آهي ته ان صورت ۾ بسم الله چوڻ سان نماز نه ٽٽندي، ڪنهن ٻي تڪليف يا سور خاطر بسم الله چوڻ جو به ساڳيو حڪم آهي.

(١٠) چنڊ ڏسڻ تي ربّي وربّک الله چوڻ.

(١١) بخار يا ڪنهن ٻئي مرض لاءِ پاڻ تي قرآن پڙهڻ.

(١٢) الله جو نالو ٻڌڻ تي نماز ۾ جل جلاله چوڻ يا نبي صلي الله عليه وسلم جو نالو ٻڌي درود پڙهڻ يا قراءت ٻڌي صدق الله وصدق رسوله چوڻ جواب جي ارادي سان ائين ڪيائين ته نماز ٽٽي پوندي، پر جيڪڏهن تعظيم ۽ ثنا جي ارادي سان چيائين ته نه ٽٽندي.

(١٣) ڪنهن آيت ۾ شيطان جو ذڪر ٻڌي لعنه الله چوڻ.

(١٤) وسوسي کي دور ڪرڻ لاءِ لا حول ولا قوة، چوڻ، جيڪڏهن وسوسو دنيائي معاملن بابت آهي ته نماز ٽٽي پوندي، ۽ جيڪڏهن آخرت جي معاملي بابت آهي ته نه ٽٽندي.

(١٥) قرآن جي ان آيت کي جيڪا شعر جي وزن وانگر آهي شعر جي نيت سان پڙهڻ.

(١٦) امام پاران پنهنجي نماز کان ٻاهرين ماڻهو کان قراءت بابت لقمو وٺڻ. يا مقتدي پاران ٻاهرين ماڻهو کان ٻڌي پنهنجي امام کي لقمو ڏيڻ. يا پنهنجي امام کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي لقمو ڏيڻ. پنهنجي مقتدي کان لقمو وٺڻ جي صورت ۾ امام ۽ مقتدي ٻنهن جي نماز نہ ٽٽندي جيڪڏهن مقتدي پنهنجي يادگيري کان لقمو ڏنو هجي ڪٿي لقمو ڏيندڙ سمجهہ رکندڙ نابالغ ئي هجي.

(١٧) نماز ۾ اهڙي شيءِ جي دعا گهرڻ جنهن جو ٻانهن کان گهرڻ ممڪن هجي مثال طور هي چوڻ: اللهم اطعمني، اللهم زوجني، اللهم اقض ديني، اللهم ارزقني مالا وغيره.

(١٨) نماز کان ٻاهرين ڪنهن ماڻهو جي دعا تي آمين چوڻ.

(١٩) حج ڪندڙ جو نماز جي اندر لبيک چوڻ.

(٢٠) نماز جي اندر اذان جا جملا اذان يا اذان جي جواب جي ارادي سان يا ڪنهن بہ ارادي کان سواءِ چوڻ.

(٢١) نماز جي اندر نعم جو لفظ چوڻ جيڪڏهن اهو لفظ اڪثر زبان تي اچڻ جي عادت هجيس ۽ جيڪڏهن عادت نہ هجيس تہ نماز نہ ٽٽندي ۽ اهو قرآن کان شمار ٿيندو، ان جي ترجمي يعني اردو سنڌي ۾ هائو يا فارسي ۾ بلي يا آري جو بہ ساڳيو حڪم آهي، هڪ روايت موجب ترجمي واري لفظ سان هرحال ۾ نماز ٽٽي پوندي ڪٿي تڪيہ ڪلام هجي يا نہ هجي.

(٢٢) نماز ۾ جنت يا دوزخ جي ذڪر جي ڪري آواز سان آه يا اف چيائين يا اهڙيءَ طرح رنو جو ان مان حرف نهجي ويا تہ سندس نماز نہ ٽٽندي پر جيڪڏهن ڪنهن تڪليف، ڏک يا مصيبت کان رنو

يا آه وغيره ڪيائين تہ نماز ڀڃي پوندي، پر جيڪڏهن تڪليف جي ڪري پنهنجي نفس کي روڪي نہ سگهي تہ ضرورت خاطر نماز نہ ڀڄندي، اهڙيءَ طرح امام جي قراءت کان متاثر ٿي نعم يا هائو ۽ بلي وغيره چوڻ بہ ساڳيو حڪم آهي ڇوتہ اها خشوع ۽ ٻاڏائڻ جي نشاني آهي، ۽ جيڪڏهن لهجي ۽ سهڻي آواز جي لذت ۾ اچي ائين چيائين تہ نماز ڀڃي پوندي، پر جيڪڏهن پنهنجي گناهن جي گهٽائي جو خيال آڻي آه ڪيائين تہ نماز نہ ڀڄندي.

(٢٣) کنگهڻ يا کٽڪڻ جيڪڏهن ڪنهن عذر يا صحيح مقصد کان سواءِ هجي تہ ان سان نماز ڀڃي پوندي آهي، ڪنهن عذر جي ڪري هجي مثال طور نمازي ان کي روڪي نہ سگهي يا ڪنهن صحيح مقصد خاطر هجي مثال طور آواز کي صاف ڪرڻ يا امام کي قراءت جي يا اٿڻ ويهڻ جي ڪا غلطي ٻڌائڻ لاءِ هجي تہ نماز نہ ڀڄندي.

(٢۴) ڇِڪ، اوڳرائي ۽ اوٻاسي بہ کنگهڻ جي حڪم ۾ آهي.

(٢۵) پنهنجي سجدي جي هنڌ تان مٽي کي ڦوڪي اڏارڻ، جيڪڏهن اهو ڦوڪڻ ساهہ کڻڻ وانگر هجي جو ٻڌڻ ۾ نہ اچي تہ نماز نہ ڀڄندي، پر ڇاڪاڻ ته اهڙي ائين ڪرڻ مڪروه آهي، ۽ جيڪڏهن اهڙيءَ طرح ٻڌڻ ۾ اچي جو ان سان حروف تهجي پيدا ٿين تہ اهو ڳالهہ ٻولهہ وانگر ٿي ويندو ۽ نماز ڀڃي پوندي.

(٢٦) قرآن مجيد تان ڏسي پڙهڻ، قرآن مجيد يا محراب کان ڏسي ٿورو يا گهڻو پڙهڻ ۽ امام يا منفرد جي پڙهڻ ۾ ڪو فرق ناهي، سڀن جو هڪ ئي حڪم آهي، پر گهٽ ۾ گهٽ هڪ آيت هجي، اهوئي معتبر قول آهي. نماز ۾ ڪنهن لکيل شيءِ تي نظر پئي جيڪا آيت هئي ۽ ان کي سمجهي ورتائين يا فقہ جي يا ڪنهن ٻئي ڪتاب تي نظر پئي ۽ ان کي سمجهي ورتائين تہ نماز نہ ڀڄندي، مطلب تہ نماز جي اندر

ڪنهن لڪيل شيءِ کي بنا ارادي جي ڏسڻ ۽ سمجهڻ کٽي اها قرآن مجيد هجي يا فقه يا ڪا ٻي شيءِ ته سڀني فقيهن جي اتفاق سان نماز نه ٽٽندي ۽ مڪروه به نه ٿيندي، ۽ ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ سان به نماز نه ٽٽندي پر اهو مڪروه آهي.

(٢٧) نماز جي اندر قراءت جي جڳهه تي انجيل ۽ تورات يا زبور مان ڪجهه پڙهيائين ۽ قرآن مان ڪجهه به نه پڙهيائين ته نماز نه ٿيندي، پر جيڪڏهن نماز جائز ٿيڻ جي اندازي جيترو قرآن پڙهيائين پوءِ ڪي آيتون تورات يا انجيل جون پڙهيائين جن ۾ الله جو ذڪر آهي ته نماز ٿي ويندي پر ائين ڪرڻ مڪروه آهي.

(٢٨) نماز جي اندر الله اڪبر چوندي الله جي همزي کي ڇڪي مد ڪيائين، يا اڪبر جي همزي کي مد ڏنائين، يا اڪبر جي ب کي وڌائي اڪبار پڙهيائين ته نماز ٽٽي پوندي، ۽ تڪبير تحريمه ۾ ائين ڪرڻ سان منڍ کان نماز شروع ئي نه ٿيندي.

**ٻيو قسم** يعني افعال هي آهن؟

(١) اهڙو گهڻو عمل جيڪو نماز جي جنس مان نه هجي يا نماز جي اصلاح جي مقصد سان نه ڪجي، جنهن کي پري کان ڏسڻ وارو اهو سمجهي ته اهو شخص نماز ۾ نه آهي، اهڙي عمل کي عمل ڪثير (گهڻو ڪم) چئجي ٿو نه ته عمل قليل (ٿورڙو ڪم) آهي، عمل ڪثير کٽي اختيار سان هجي يا اختيار کان سواءِ، هر حال ۾ ان سان نماز ٽٽي پوندي. عمل ڪثير جا ڪي مسئلا هيٺ ڏجن ٿا:

١- جيڪڏهن ڪو ٿورڙو عمل هڪ ئي رڪن ۾ ٽي ڀيرا ڪيو وڃي ته اهو به ڪثير جي حڪم ۾ ٿي نماز کي ٽٽي وڃندو.

٢- جيڪڏهن ڪنهن نمازي کي ٻئي شخص کٽي ڪنهن سواري تي ويهاري يا هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ پهچائي ڇڏيو ته اهو به

عمل ڪثير آهي.

٣- لاڳيتا ٽي پٽر اڇلايائين يا ٽي جوون ماريائين يا هڪ ئي جونءِ کي ٽي ڀيرا ماريائين يا ٽي وار پٽيائين يا اکين ۾ سرمو وڌائين ته اهو سڀ عمل ڪثيرآهي.

٤- ڪنهن کي هڪ هٿ سان هڻڻ ڪٺي ڪنهن اوزار کان سواءِ ئي هجي مثال طور چماٽ يا ٺڪ وغيره يا لهڪڻ وغيره دشمني يا ادب سيکارڻ يا راند خاطر هڻڻ عمل ڪثير آهي، پٽر ڪٺي جانور کي هڻڻ عمل ڪثير آهي پر جيڪڏهن پٽر ڦهريان کان وٺس آهي پوءِ نماز ۾ هنيائين ته اهو عمل قليل آهي ۽ ان سان نماز نه ٽٽندي پر مڪروه آهي. گهوڙي تي نماز پڙهندڙ جو گهوڙي کي تيز ڪرڻ لاءِ هڻڻ عمل ڪثير آهي.

٥- نماز پڙهندي جانور وغيره تي سوار ٿيڻ عمل ڪثير آهي. پر سواري تان لهڻ جيڪڏهن ٿورڙي چرپر سان هجي ته نماز نه ٽٽندي، مثال طور ٻئي پير هڪ پاسي ڏانهن ڪري سرڪي وڃي. ۽ جيڪڏهن عمل ڪثير (گهڻي چرپر) سان ٿئي ته ان سان نماز ٽٽي پوندي.

٦- جانور جي زين ڇڪڻ يا ان کي لغام ڏيڻ عمل ڪثير آهي.

٧- نماز ۾ ٽن اکرن جيترو اهڙيءَ طرح لکڻ جو اکر پڌرا هجن ان سان نماز ٽٽي پوندي، جيڪڏهن ٽن اکرن کان گهٽ لکيائين يا اکر پڌرا نه هجن مثال طور هوا ۾ يا پاڻي تي لکيائين يا بدن تي خالي آڱر سان لکيائين ته نماز نه ٽٽندي، پرائين ڪرڻ بي فائدو ۽ مڪروه آهي.

٨- رڪوع ۾ ويندي يا رڪوع کان اٿندي هٿ ڪڻڻ سان نماز نه ٽٽندي، پر نماز جي اندر دعا کان پوءِ ٻئي هٿ منهن تي گهمائڻ سان نماز ٽٽي پوندي.

٩- دروازي بند ڪرڻ سان نماز نہ ڀڄندي پر کولڻ سان ڀڄي پوندي.

١٠- نماز جي اندر نانگ يا وڇونءَ کي مارڻ سان جيڪڏهن ٽي گامون وڏيڪ هلي يا ٽي يا وڏيڪ ڏک هٽي مارجي تہ عمل ڪثير هئڻ ڪري نماز ڀڄي پوندي، پر ان کي مارڻ جي اجازت آهي، ان کان گهٽ سان نماز نہ ڀڄندي.

١١- جيڪڏهن نماز دوران ٻار عورت جي ڇاتي کي چوسيو ۽ کير بہ نڪتو تہ نماز ڀڄي پوندي ڪٿي هڪ يا ٻہ ڀيرا چوسڻ سان ئي کير نڪري اچي، پر جيڪڏهن کير نہ نڪتو تہ ٻہ ڀيرا چوسڻ سان نماز نہ ڀڄندي، ٽي يا وڏيڪ چسڪيون عمل ڪثير جي حڪم ۾ آهن.

١٢- نماز دوران مٿي يا ڏاڙهي کي بوتل کان تيل مکڻ يا مٿي کي گلاب هڻڻ سان نماز ڀڄي پوندي، پر جيڪڏهن شيشي يا بوتل کان نہ هنيائين بلڪہ تيل پهريان کان نمازي جي هٿن کي لڳل هو جيڪو مٿي کي مکي ڇڏيائين تہ نماز نہ ڀڄندي.

١٣- ڏاڙهي يا مٿي کي ڦڻي ڏيڻ.

١٤- هڪ رڪن دوران ٽي ڀيرا کنهڻ جيڪڏهن هر ڀيري هٿ کڻي کنهيائين، هڪ ڀيرو هٿ رکي کڻي ڀيرا چورڻ کي هڪ ڀيرو شمار ڪيو ويندو، ضرورت کان سواءِ کنهڻ مڪروه آهي.

١٥- نماز جي حالت ۾ پهريان کان تيار ڪيل وٽ ڏيئي ۾ رکڻ يا ڪڍڻ عمل قليل (ٿورڙي چرپر) آهي.

١٦- عورت جو نماز دوران وارن جي ڳٽ ٻڌڻ.

١٧- نمازي جي اڳيان ستري کان سواءِ لنگهڻ سان نماز نہ ڀڄندي پر اهو مڪروه آهي.

(٢) نماز ۾ کائڻ پيئڻ سان هر حال ۾ نماز ڀڄي پوندي آهي
کٽي ڄاڻي واڻي ائين ڪجي يا ڀل سان، ٿورڙو کائجي يا گهڻو. ايتري
تائين جو جيڪڏهن ٻاهران هڪ تر کٽي وات ۾ وجهي اڳري ويو ته
نماز ڀڄي پوندي، يا ڀاڻي وغيره جو ڪو قطرو يا برف جو ٽڪر منهن
۾ هليو ويس جنهن کي اڳري ويو ته نماز ڀڄي پوندي، نماز شروع
ڪرڻ کان اڳ ڪا شيءِ وات کي لڳل هيس ته جيڪڏهن اها چڻي جي
اندازي کان گهٽ هئي ۽ ان کي اڳري ويو ته نماز نه ڀڃندي پر مڪروه
ٿيندي، ۽ جيڪڏهن چڻي جي داڻي جيتري يا ان کان وڌي هوندي ته
نماز ڀڄي پوندي. قاعدو هي آهي ته جنهن شيءِ جي کائڻ سان روزو
ڀڄي پوندو آهي ان سان نمازبہ ڀڄي پوندي آهي، نہ ته نہ ڀڃندي آهي.
نماز کان پهريائين ڪاڌل ڪنهن مٺي شيءِ جي مٺاس جو جيڪو وات ۾
اثر هو ان جي لعاب ذري جي اندر وڃڻ سان نماز نه ڀڃندي، جيڪڏهن
ڪنهنمصري، کنڊ يا پان وغيره وات ۾ رکي ڇڏيو ۽ نه چٻاڙيو ۽ اهو
پاڻ ڳرندي نڙي ۾ ويندو رهيو ته بہ نماز ڀڄي پوندي، جيڪڏهن ڏندن
کان رت نڪتو ۽ ٿڪ سان رلجي نڙي ۾ ويو ۽ نماز ۾ ان کي اڳري ويو
ته رت جو ذائقو نڙيءَ ۾ محسوس ٿيڻ جي صورت ۾ نماز ڀڄي
پوندي، نماز ۽ روزي لاءِ ذائقي کي شمار ڪيو ويندو ۽ وضو ڀڄڻ لاءِ
رنگ کي.

(٣) نماز جي اندر گهمڻ، هڪ ساهي سان لاڳيتو ٻن صفن
جيترو گهمڻ عمل ڪثير آهي جنهن سان نماز ڀڄي پوندي، ان کان
گهٽ عمل قليل آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن هڪ ساهي سان ٻن صفن
جيترو گهميو ته نماز ڀڄي پوندي ان کان گهٽ هليو ته نماز نه
ڀڃندي، ان کان وڌيڪ پر لاڳيتو نه هلڻ سان نماز نه ڀڃندي بشرطيڪ
قبلي جي رخ کان نه هٽي نه ته نماز ڀڄي پوندي. گهٽي پر اڻ لاڳيتي

هلڻ جو مثال هي آهي تہ هڪ صف جيترو هليو پوءِ هڪ رڪن جيترو ترسي وري هڪ صف جيترو هليو، ان کان پوءِ هڪ رڪن جيترو ترسيو تہ ان سان نماز نہ ڀڄندي ڪٿي ان طريقي سان ڪيترو بہ هلي جيتري تائين مسجد ۾ هئڻ جي صورت ۾ مسجد کان ٻاهر نہ نڪري وڃي ۽ کليل ميدان ۾ هئڻ جي صورت ۾ صفن کان ٻاهر نہ ٿي وڃي يا قبلي کان نہ هٽي وڃي، عمل قليل ۾ بہ قبلي کان هٽي وڃڻ جي صورت ۾ نماز ڀڄي پوندي نہ تہ نہ. جيڪو عمل گهٽي هئڻ جي صورت ۾ نماز کي ٽوڙي ڇڏي ٿو سو ٿوري هئڻ جي صورت ۾ مڪروه آهي. عذر جي ڪري يا نماز جي اصلاح خاطر هلڻ سان ڪنهن بہ حالت ۾ نماز نہ ڀڄندي ۽ نہ وري مڪروه ٿيندي، ڪٿي ٿورڙو هلي يا گهڻو، ساندهہ هلي يا وقفي سان، قبلي کان هٽي وڃي يا نہ هٽي.

(۴) نماز جي حالت ۾ نماز فرض ٿيڻ جي شرطن مان ڪنهن شرط جو ختم ٿي وڃڻ، شرطن جو بيان پوئتي ٿي چڪو آهي، نمازي جي پنهنجي دل ۾ مرتد ٿيڻ سان پڻ نماز ڀڄي پوندي آهي ۽ نماز ۾ امام جي فوت ٿيڻ سان بہ نماز ڀڄي پوندي آهي حتيٰ ڪہ جيڪڏهن آخري قعدي کان پوءِ بہ مري وڃي تہ مقتدين جي نماز ڀڄي پوندي، نئين سر پڙهڻ گهرجي، چري ۽ بيهوش ٿيڻ سان بہ نماز ڀڄي پوندي ان جو تفصيل بيمار جي بيان ۾ آهي.

(۵) نماز جي حالت ۾ نماز صحيح ٿيڻ جي شرطن مان ڪنهن شرط جو موجود نہ هئڻ، مثال طور پاڪائي جو باقي نہ رهڻ يا هڪ رڪن جي برابر اوگهڙ جو کليل رهڻ، يا ناپاڪ جڳہ تي ڪا شيءِ رکڻ کان سواءِ سجدو ڏيڻ، يا قبلي کان ڪنهن مجبوري کان سواءِ سينو ڦيرائڻ، نيت متائڻ جي ارادي سان الله اڪبر چوڻ وغيره، جيڪڏهن عذر يا مجبوري جي ڪري سينو قبلي کان هٽي وڃي تہ نماز نہ ڀڄندي، عذر

۾ آهن: **پهريون:** وضو ڀڄڻ ڪري وضو لاءِ وڃڻ، **ٻيون:** نمازِ خوف ۾ دشمن جي مقابلي ۾ اچڻ وڃڻ ۽ ان اچڻ وڃڻ ۾ قبلي ڪان سيني جو هٽي وڃڻ، بناعذر جي پنهنجي اختيار سان سينو قبلي ڪان هٽي وڃي ته نماز ڀڄي پوندي ڪٽي هڪ رڪن جي برابر هٽيل نه رهي، پر جيڪڏهن بي اختياري سان ٿئي ته رڪن ڪان گهٽ جيترو معاف آهي ۽ رڪن جيتري يا ان ڪان وڌيڪ سان نماز ڀڄي پوندي، رڳو منهن جي قبلي ڪان هٽي وڃڻ سان نماز نه ڀڄندي جيڪڏهن ان سان گڏ سينو نه هٽي پر اهو مڪروه آهي، پر ايترو ڦريل رهڻ سان جو ڏسندڙ سمجهي ته اهو نماز ۾ نه آهي نماز ڀڄي پوندي، بالغ نمازي جو ٽهڪ ڏئي يا آواز سان کلڻ نماز ۽ وضو ٻنهن کي ڀڄي ڇڏيندو آهي.

(٦) نماز جي صحيح ٿيڻ جي شرطن مان ڪنهن شرط کي عذر ڪان سواءِ ڇڏي ڏيڻ، جيڪڏهن عذر هجي مثال طور اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو موجود نه هو يا پليتي کي پاڪ ڪرڻ لاءِ ڪا شيءِ نه هئي يا قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ تي قدرت نه هيس ته نماز نه ڀڄندي.

(٧) نماز جي رڪنن مان ڪنهن رڪن يعني فرض کي ڄاڻي واڻي يا ڀل سان ڇڏي ڏيڻ ۽ سلام ورائڻ ڪان اڳ ان کي ادا نه ڪرڻ.

(٨) ڪنهن واجب کي ڄاڻي واڻي ڇڏي ڏيڻ.

(٩) مقتدي جو پنهنجي امام ڪان اڳ ڪنهن رڪن کي ادا ڪرڻ ۽ پوءِ ان ۾ امام سان شريڪ نه ٿيڻ، يا عذر ڪان سواءِ امام ڪان اڳتي وڌڻ.

(١٠) مسبوق پاران سجده سهو ۾ پنهنجي امام جي ان وقت پيروي ڪرڻ جڏهن هو امام ڪان الڳ ٿي چڪو هجي يعني پنهنجي مسبوقانه نماز جي رڪعت جو سجدو ڪري چڪو هجي ان وقت امام کي سجده سهو ياد آيو هجي ته جيڪڏهن اهو مسبوق ان وقت سجده

سهو ۾ امام جي پيروي ڪندو ته سندس نماز ڀڄي پوندي.

(١١) نماز جي سجدي يا تلاوت جي سجدي جي وسري وڃڻ تي جڏهن آخري قعدي کان پوءِ ياد اچڻ تي ادا ڪيائين ۽ قعدو ٻيهر نه ڪيائين.

(١٢) جڏهن ڪنهن پوري رڪن ڪي ننڊ جي حالت ۾ ادا ڪيائين ۽ سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ ان کي ٻيهر نه ڪيائين، جيڪڏهن پوري رڪعت سمهندي ادا ڪيائين ته سندس نماز ڀڄي پوندي.

(١٣) قرآن مجيد جي تلاوت ۾ غلطي ٿيڻ جنهن جو تفصيل قراءت ڪندڙ جي غلطين جي بيان ۾ ذڪر آهي.

(١٤) نماز ۾ عورت جو مرد جي سامهون بيهڻ (تفصيل ذار بيان ڪيو ويو آهي).

(١٥) بي وضو ٿيڻ تي امام جو خليفي بنائڻ کان سواءِ مسجد کان نڪري وڃڻ، يا اهڙي ماڻهو کي خليفو بنائڻ جيڪو امامت جي لائق نه هجي، يا بي وضو هوندي ڪو رڪن ادا ڪرڻ يا رڪن جي برابر ترسڻ. (تفصيل "خليفي بنائڻ جي بيان" ۾ ذڪر آهي).

(١٦) پوري هڪ رڪعت وڌائي پڙهڻ، رڪن جي واڌاري سان نماز نه ڀڄندي آهي. (تفصيل عمدة الفقه ۽ ٻين ڪتابن ۾ ڏسو).

## نماز جون مڪروه شيون

(مڪروه شين جا ٻه قسم آهن: پهريون مڪروه تحريمي، اهو واجب جي مقابلي ۾ آهي، ۽ حرام جي ويجهو آهي، ٻيو مڪروه تنزيهي، اهو سنت، مستحب ۽ اوليٰ جي مقابلي ۾ آهي. تنهن ڪري واجبن، سنتن ۽ مستحبن جي ڄاڻ کان پوءِ سولائي سان مڪروه شين جي ڄاڻ ٿي سگهي ٿي، هتي وڌيڪ وضاحت جي خيال سان اهي شيون ڏجن ٿيون).

(١) سدل (ڪپڙي کي لڙڪائڻ) يعني ڪپڙي کي پائڻ کان سواءِ مٿي يا ڪلهي تي اهڙيءَ طرح وجهڻ جو ان جا ٻئي ڪنارا لڙڪندا رهن. ڪپڙي کي مهذب طريقي ۽ عام عادت جي خلاف استعمال ڪرڻ بہ سدل ۾ داخل آهي مثال طور چغي، شيرواني يا قميص جي ٻانهن ۾ هٿ نہ وڌا وڃن ۽ پهرڻ کان سواءِ ئي پنهنجي ڪلهن ۽ پٺي تي وجهي ڇڏي، يا چادر ۽ ڪمبل وغيره اهڙيءَ طرح ويڙهي جو ان جا ٻئي پاسا لڙڪندا رهن، جيڪڏهن هڪ پاسو ڪلهي تي وڌو وڃي ۽ ٻيو لڙڪندو رهي تہ مڪروه ناهي.

(٢) چادر يا ڪنهن ٻئي ڪپڙي ۾ اهڙيءَ طرح ويڙهجي وڃڻ جو ڪوبہ پاسو اهڙو نہ رهي جتان هٿ ٻاهر نڪري سگهن. نماز کان ٻاهر بہ ضرورت کان سواءِ ائين ڪرڻ مڪروه آهي ۽ خطري جي هنڌ تہ سخت مڪروه آهي.

(٣) ٻانهہ ٺونٺ تائين مٿي ڪري يا پلؤ مٿي ڪري نماز پڙهڻ، يعني وضو وغيره لاءِ جيڪڏهن ٻانهون مٿي ڪيون هيائين ۽ اهڙيءَ طرح ئي نماز پڙهڻ لڳو تہ مڪروه آهي، ان صورت ۾ افضل هي آهي تہ ٿورڙي چرپر سان ٻانهون هيٺ ڪري ڇڏي، نماز جي اندر ٺونٺين تائين ٻانهہ مٿي ڪرڻ سان عمل ڪثير هئڻ ڪري نماز ڀڄي پوندي، ٺونٺ کان گهٽ هئڻ جي صورت ۾ نماز نہ ڀڄندي پر مڪروه ٿيندي. اهڙي قميص يا ڪرتو پهري نماز پڙهڻ جنهن جون ٻانهون ايتريون ننڍيون هجن جو ٺونٺين تائين هٿ اگهاڙا رهن. مڪروه تحريمي آهي.

(٤) قميص جي هوندي رڳو گوڏ. شلوار يا پاجامو پهري نماز پڙهڻ.

(٥) پٽڪو. رومال يا ٽوپي جي هوندي ڪنهن عذر کان سواءِ، سستي يا لاپرواهي جي ڪري مٿي اگهاڙو نماز پڙهڻ.

(٦) پٽڪو يا رومال مٿي تي اهڙيءَ طرح ٻڌڻ جو وچان مٿو کليل رهي، ائين ڪرڻ نماز کان ٻاهر به مڪروه آهي.

(٧) جنگ کان سواءِ خود يا زرهه پهري نماز پڙهڻ.

(٨) ڪپڙو اهڙي ريت پهرڻ جو ان کي ساڄي بغل جي هيٺان ڪڍي ٻئي پاسي کاٻي ڪلهي تي وجهي ڇڏي ان کي اضطباع چئجي ٿو، ائين عمري ۽ حج جي طواف لاءِ احرام جي حالت ۾ ڪيو ويندو آهي، نماز ۾ ائين ڪرڻ مڪروه آهي.

(٩) اهڙي هلڪن ۽ ميرن ڪپڙن سان نماز پڙهڻ جن کي پائي هو ٻين وڏن ماڻهن وٽ يا محفل ۾ نه وڃي، جيڪڏهن وٽس ٻيا ڪپڙا هجن ته انهن سان نماز مڪروه تنزيهي آهي، ٻيا ڪپڙا نه هجن ته مڪروه نه آهي.

(١٠) نماز ۾ نڪ ۽ وات ڍڪڻ يعني نقاب ڪرڻ.

(١١) نماز ۾ پنهنجي ڪپڙي، ڏاڙهي يا جسم سان راند ڪرڻ، يا سجدي ۾ وڃڻ وقت ڪپڙن کي گڏ ڪرڻ (مٿي ڪرڻ). ڪٿي عادت طور هجي يا مٽيءَ کان بچاءَ خاطر هجي.

(١٢) نماز ۾ ٽوپي يا قميص لاهڻ يا پهرڻ يا موزو يا جراب لاهڻ، اهو جيڪڏهن عمل قليل سان ٿئي ته ضرورت کان سواءِ مڪروه آهي، پر ضرورت هجي ته مڪروه ناهي، مثال طور نماز ۾ ٽوپي يا پٽڪو ڪري پوي ته ان کي ڪٽي مٿي تي رکي ڇڏڻ بهتر آهي جيڪڏهن ان لاءِ عمل ڪثير جي ضرورت نه پوي.

(١٣) پيشاني تي ٻدل پٽڪي جي وڪڙ تي عذر کان سواءِ سجدو ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي، جيڪڏهن ڪو عذر هجي مثال طور گرمي يا ٿڌ کان بچڻ خاطر هجي ته مڪروه ناهي، ۽ جيڪڏهن اهو وڪڙ ايترو ٿلهو ۽ نرم هجي جو ان جي هيٺان زمين جي سختي

محسوس نہ ٿئي تہ نماز هرگز جائز نہ ٿيندي ۽ پٽڪي جي اهڙي وڪڙ تي سجدو ڪرڻ سان جيڪو پيشاني تي نہ آهي (يعني رڳو مٿي تي رکيل وڪڙ تي سجدو ڪرڻ سان جنهن سان پيشاني زمين تي نہ لڳي) نماز جائز نہ ٿيندي.

(١٤) رڳو پيشاني تي سجدو ڪرڻ ۽ نڪ زمين تي نہ رکڻ عذر کان سواءِ مڪروه آهي، عذر سان مڪروه نہ آهي.

(١٥) عذر کان سواءِ پنهنجي ٻانهہ وڇائي ان تي سجدو ڪرڻ، ائين جيڪڏهن منهن کي مٽيءَ کان بچائڻ خاطر ڪجي تہ مڪروه تنزيهي آهي، تڪبر ۽ وڏائي کان ڪجي تہ مڪروه تحريمي آهي ۽ جيڪڏهن مجبوري خاطر مثال طور گرمي يا ٿڌ کان بچڻ لاءِ ڪجي تہ مڪروه ناهي.

(١٦) سجدي ۾ پيرن کي ڍڪڻ.

(١٧) اسبال يعني ڪپڙي کي عادت جي حد کان وڌيڪ وڏو رکڻ مڪروه تحريمي آهي، پلؤ ۽ پائچي ۾ اسبال هي آهي تہ پيڏين کان هيٺ هجي ۽ ٻانهون آڱرين کان نڪتل هجن ۽ پٽڪي ۾ هي تہ ويهڻ ۾ لتاڙجي.

(١٨) اهڙو ڪپڙو پائي نماز پڙهڻ جنهن کي معافي جيتري پليتي لڳل هجي يعني وڏي پليتي هڪ درهم کان وڌيڪ نہ هجي ۽ هلڪي پليتي چوٿين حصي کان وڌيڪ نہ هجي.

(١٩) نماز ۾ سجدي جي جڳہ تان پٿرين کي پري ڪرڻ، پر جيڪڏهن سجدو ڪرڻ ڏکيو هجي تہ هڪ ڀيرو پري ڪرڻ ۾ حرج ناهي.

(٢٠) هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ وجهڻ يا آڱرين جا ٺڪاءَ ڪيڻ.

(٢١) وارن کي گڏائي مٿي تي چوٽي ٻڌي نماز پڙهڻ يا عورتن وانگر ڳتيون ٻڌي مٿي جي چوگرد ٻڌي ڇڏڻ وغيره. نماز جي اندر چوٽي يا ڳت ٻڌڻ سان گهٽي چرپر جي ڪري نماز ڀڃي پوندي.

(٢٢) نماز ۾ ڪلهي، ڪک يا چيلهه وغيره تي پنهنجو هٿ رکڻ.

(٢٣) ساڄي ڪابي ائين ڏسڻ جو سينو ته نه هٽي پر سمورو يا ڪجهه منهن قبلي ڪان هٽي وڃي مڪروه تحريمي آهي، پر جيڪڏهن منهن ايترو وقت هٽيل رهيو جو پري ڪان ڏسڻ وارو سمجهي ته اهو شخص نماز ۾ نه آهي ته نماز ڀڃي پوندي، منهن ڦيرائڻ ڪان سواءِ اک جي ڪنڊ سان بناضرورت جي ڏسڻ مڪروه تنزيهي آهي ۽ جيڪڏهن ضرورت جي ڪري هجي ته بناڪراهت جي جائز آهي.

(٢۴) نماز ۾ آسمان ڏانهن نظر ڪٽي نهارڻ.

(٢۵) نماز ۾ پنهنجي اختيار ۽ مرضي سان اوٻاسي ڏيڻ مڪروه تحريمي آهي ۽ پاڻ اچي ته حرج ناهي پر روڪڻ مستحب آهي، روڪي سگهڻ جي صورت ۾ نه روڪڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٢٦) نماز ۾ آرس ڀڃڻ (يعني سستي لاهڻ) مڪروه تنزيهي آهي.

(٢٧) نماز ۾ اکيون بند ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي پر جيڪڏهن نماز ۾ ڌيان ڏيڻ لاءِ هجي ته مڪروه ناهي پر تڏهن به سموري نماز ۾ اکيون بند نه رکي.

(٢٨) پيشاب پائخاني جي ضرورت يا پيٽ جي هوا جي زور هئڻ جي حالت ۾ نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، نماز جي دوران انهن جي زور هوندي نماز جاري رکڻ مڪروه تحريمي آهي، تنهن ڪري نماز کي ڀڃي ڇڏي ۽ انهن مان فراغت حاصل ڪري وضو ڪري نئين سر نماز پڙهي، نه ته گنهگار ٿيندو ۽ مٿس نماز جو دهرائڻ واجب آهي ڪٽي فرض واجب هجي يا نفل ۽ سنت.

(٢٩) نماز ۾ پلؤ يا ٻانهن سان پاڻ کي هوا ڏيڻ ۽ جيڪڏهن عمل ڪثير ٿي ويو يعني ٽي يا وڌيڪ ڀيرا ائين ڪيائين تہ نماز ڀڄي پوندي، پکي هٿڻ سان نماز ڀڄي پوندي آهي.

(٣٠) نماز ۾ پنهنجي اختيار سان کنگهڻ ۽ کنگهڪار ڪرڻ.

(٣١) نماز ۾ ٽڪ اچلائڻ يا سنگهہ اگهڻ.

(٣٢) نماز ۾ التحيات ۽ ٻنهن سجدن جي وچ ۾ ڪتي وانگر ويهڻ يعني رانون اڀيون ڪري ويهڻ. ۽ رانن کي پيٽ سان ۽ گوڏن کي سيني سان ملائڻ ۽ هٿن کي زمين تي رکڻ.

(٣٣) نماز ۾ عذر کان سواءِ پلٿي هڻي ويهڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٣٤) مردن جو سجدي جي حالت ۾ ٻنهي هٿن کي ٺونٺين تائين زمين تي پٿاري رکڻ.

(٣٥) هٿ يا مٿي جي اشاري سان سلام جو جواب ڏيڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٣٦) نمازي ڏانهن منهن ڪري ويٺل شخص ڏانهن رخ ڪري نماز پڙهڻ ۽ وچ ۾ ڪا اوٽ نہ هجي، اهڙيءَ طرح نماز پڙهندڙ شخص ڏانهن منهن ڪري ويهڻ بہ مڪروه آهي، جيڪڏهن ڪنهن جي منهن ڏانهن نماز پڙهڻ نمازي جي فعل سان آهي تہ ڪراهت (جو بار) نمازي تي آهي، نہ تہ ان شخص تي آهي جيڪو نمازي ڏانهن منهن ڪيو ويٺو آهي.

(٣٧) ڪنهن ويٺل يا بيٺل شخص جي پٺي ڏانهن يا ستل شخص ڏانهن رخ ڪري نماز پڙهڻ مڪروه ناهي پر ان کان پاسو ڪرڻ بهتر آهي (ان ڪري اهو مڪروه تنزيهي هئڻ گهرجي- مؤلف).

(٣٨) وات ۾ سِڪو يا ڪا ٻي شيءِ رکي نماز پڙهڻ (جنهن

سان قراءت ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نہ ٿئي) مڪروه تنزيهي آهي ۽ جيڪڏهن ان سان قراءت ۾ رڪاوٽ ٿئي يا حرف ۽ اکر صحيح ادا نہ ٿي سگهن تہ نماز ڀڃي پوندي.

(٣٩) نماز جي اندر آيتون، سورتون يا تسبيحون آڱرين تي يا تسبيح هٿ ۾ ڪٺي ڳڻڻ مڪروه تنزيهي آهي ڪٺي نفل نماز هجي.

(٤٠) اهڙي هنڌ نماز پڙهڻ جو نمازي جي مٿان ڇت وغيره ۾ يا سندس سامهون يا ساڄي کاٻي، پويان يا سجدي جي جڳهہ تي ڪنهن ساهواري جي تصوير هجي ڪٺي ٽنگيل هجي يا چنبڙايل هجي يا ڀت ۽ پردي وغيره تي چٽيل (يا ڇاپيل) هجي، سامهون هئڻ ۾ سڀ کان وڏيڪ ڪراهت آهي، پوءِ مٿان هجڻ ۾، پوءِ ساڄي پوءِ کاٻي پاسي ڏانهن هجڻ ۾ پوءِ پويان هجڻ جي صورت ۾. اهڙو ڪپڙو پهري نماز پڙهڻ جنهن تي ڪنهن ساهواري جي تصوير هجي، نماز کان ٻاهر بہ ان جو پهرڻ مڪروه آهي.

(٤١) تنور يا ٻٽي جنهن ۾ باهہ ٻري رهي هجي يا ڪنهن ٻي اهڙي شيءِ جو نمازي جي سامهون هئڻ جنهن جي ڪافر پوڄا ڪندا آهن، پر ڏيئي، فانوس يا ميڻ بتي جو سامهون هئڻ مڪروه ناهي.

(٤٢) نمازي جي سامهون يا مٿان قرآن مجيد يا ڪنهن ٻي اهڙي شيءِ جو هئڻ جنهن جي پوڄا نہ ڪئي ويندي آهي مڪروه نہ آهي.

(٤٣) امام جو محراب جي اندر اڪيلو اهڙيءَ طرح بيهڻ جو سندس ٻئي پير بہ اندر هجن مڪروه آهي ۽ جيڪڏهن پير ٻاهر هجن تہ مڪروه ناهي، اهڙيءَ طرح امام سان گڏ محراب جي اندر ڪي مقتدي بہ هجن تہ مڪروه ناهي.

(٤٤) امام جو دروازن ۽ ٿنڀن جي وچ واري هنڌ اڪيلو بيهڻ، اهڙيءَ طرح امام جو ضرورت کان سواءِ محراب يعني صف جي وچ کان

پري ٿي ويهڻ.

(٤٥) امام جو هڪ هٿ جيتري مٿانهين جڳه تي اڪيلو ويهڻ، جيڪڏهن ساڻس ڪي مقتدي به هجن ته مڪروه ناهي ۽ جيڪڏهن اوچائي هڪ هٿ کان گهٽ هجي ته ان تي امام جو اڪيلو ويهڻ مڪروه تنزيهي آهي، اهڙيءَ طرح ان جي ابتڙ امام جو اڪيلو هيٺاهين جڳه تي ويهڻ ۽ مقتدين جو مٿانهين جڳه تي ويهڻ مڪروه آهي، پراها ڪراهت تنزيهي آهي، ڇوته اهڙي جهل حديث شريف ۾ نه آيل آهي.

(٤٦) عذر کان سواءِ مقتدي جو اڪيلي سر بلند جڳه تي ويهڻ ۽ مقتدي جو اهڙي صف جي پويان اڪيلو ويهڻ جنهن ۾ جڳه خالي هجي.

(٤٧) اڪيلي سر يعني جماعت کان ڌار نماز پڙهندڙ جو جماعت، جي صفن جي وچ ۾ ويهڻ.

(٤٨) نمازي جي سجدي جي جڳه کان لنگهڻ مڪروه تحريمي ۽ سخت گناه آهي پر ان سان نماز نه ڀڄندي آهي، ميدان يا گهڻو وڏي مسجد ۾ سجدي جي جڳه تائين لنگهڻ منع آهي يعني جيستائين قيام جي حالت ۾ سجدي جي جڳه تي نظر وجهندي نگاه ويندي آهي، ننڍي وڏي عام مسجدن ۾ قبلي واري ڀت تائين اڳيان لنگهڻ مڪروه ۽ منع آهي.

(٤٩) جيڪڏهن نمازي ڇپر، ڇت، تختي يا اهڙي ئي مٿانهين جڳه تي هجي جيڪا گذرندڙ جي قد کان وڏي هجي ته مڪروه نه آهي، ۽ ان کان گهٽ مٿانهين هجي ته مڪروه آهي.

(٥٠) جيڪڏهن نمازي جي اڳيان سترو (اوٽ) هجي ته لنگهڻ مڪروه نه آهي، ستري جي ڊيگه گهٽ ۾ گهٽ هڪ شرعي هٿ ۽ ٿولهه هڪ آڱر جي برابر هجي، ان کان سنهو هجي تڏهن به ڪافي آهي،

۾ سنت هي آهي تہ سترو نمازي جي پيرن کان تقريبا ٽن هٿن جي فاصلي تي هجي وڏيڪ پري نہ هجي، بالڪل سڌ ۾ بہ نہ هجي ٿورڙو ساڄي يا کابي هجي، ساڄي اک جي سڌ ۾ هئڻ افضل آهي.

(٥١) جيڪڏهن ڪاٺي کي زمين ۾ کوڙڻ ممڪن نہ هجي تہ ڊيگهہ ۾ زمين تي رکي ڇڏجي، جيڪڏهن اهو بہ ممڪن نہ هجي تہ اڳيان هڪ ليکو ڪڍي ڇڏجي.

(٥٢) جيڪڏهن اڳين صف ۾ جڳہ خالي هجي ۽ پويان صفون ٺهيل هجن تہ نمازي کي خالي جڳہ تائين وڃڻ ماڻهن جي ڪلهن تان ٻلانگون پري وڃڻ ۽ اڳيان لنگهڻ جائز آهي مڪروه ناهي.

(٥٣) وڏي واهي يا وڏو حوض جيڪڏهن ننڍي مسجد ۾ هجي تہ سترو نہ ٿو ٿي سگهي، جيڪڏهن اهي وڏي مسجد يا ميدان ۾ هجن تہ سترو ٿي سگهن ٿا، ڪوهہ ننڍي مسجد ۾ سترو ٿي سگهي ٿو.

(٥٤) امام جو سترو سڀني مقتدين لاءِ ڪافي آهي، ان ڪري جيڪڏهن امام جي اڳيان سترو هجي تہ صف جي سامهون لنگهڻ مڪروه نہ آهي، مسبوق لاءِ بہ امام جي سلام کان پوءِ اهوئي حڪم آهي تہ هاڻ بہ ان لاءِ امام جو سترو ڪافي آهي ڇوتہ نماز شروع ڪرڻ جي وقت کي ڏٺو ويندو آهي.

(٥٥) خانہ ڪعبہ جي اندر يا مقام ابراهيم جي پويان يا طواف جي جڳہ جي ڪناري تي نماز پڙهندڙ جي اڳيان لنگهڻ مڪروه ۽ منع نہ آهي.

(٥٦) ضرورت کان سواءِ پنهنجي هٿ ۾ ڪا شيءِ جهلي نماز پڙهڻ مڪروه آهي، جيڪڏهن ضروت هجي مثال طور ڪا اهڙي جڳہ آهي جتي ان کان سواءِ ان شيءِ جي حفاظت ممڪن نہ آهي تہ مڪروه ناهي.

(٥٧) اهڙي هنڌ نماز پڙهڻ جتي پليتي سامهون هجي يا پليتي هجڻ جو گمان ڪيو ويندو آهي جهڙوڪ حمام يا قبرستان وغيره هجي.

(٥٨) نمازي جي سامهون ويجهو (يعني جنهن هنڌ تائين ستري کان سواءِ لنگهڻ منع آهي) قبرون هجن. جيڪڏهن ان کان وڌيڪ پري هجن يا سترو اوٽ هجي يا قبرون ساڄي کابي يا پويان هجن ته مڪروه ناهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن قبرستان ۾ نماز لاءِ ڪا جڳهه تيار ڪيل هجي ته ان ۾ به نماز پڙهڻ مڪروه نه آهي.

(٥٩) خانه ڪعبه جي ڇت تي نماز پڙهڻ، اهڙيءَ طرح مسجد جي ڇت تي ضرورت کان سواءِ نماز پڙهڻ.

(٦٠) مسجد ۾ ڪا جڳهه پنهنجي نماز لاءِ مقرر ڪري ڇڏڻ.

(٦١) نماز ۾ ڪنهن عذر کان سواءِ ڪي گامون وقفي سان هلڻ. جيڪڏهن ڪنهن عذر سان هلجي ته مڪروه نه آهي، ساندهه تي گامون هلڻ سان نماز ڀڃي پوندي آهي.

(٦٢) عذر کان سواءِ جلدي ۾ صف کان پوئتي بيهي تڪبير تحريمه چوڻ ۽ پوءِ ٿورو هلي صف سان ملي بيهڻ، ڪنهن عذر سان ائين ڪرڻ مڪروه ناهي.

(٦٣) عذر کان سواءِ رڪوع ۾ گوڏن تي ۽ سجدي ۾ زمين تي هٿ نه رکڻ يا نماز ۾ جنهن جنهن موقعي تي جتي جتي هٿ رکڻ سنت آهي اتي نه رکڻ.

(٦٤) تڪبير تحريمه ۽ رڪوع جي وقت مٿي کي هيٺ جهڪائڻ يا بلند ڪرڻ.

(٦٥) تڪبير تحريمه جي وقت ٻئي هٿ ڪنن کان مٿي ڪڍڻ يا ڪلهن کان هيٺ تائين ڪڍڻ.

(٦٦) رڪوع ۽ سجدي ۾ سنت جي ابتڙ ڪرڻ مثال طور

سجدي ۾ ٻنهي رانن کي پيٽ کان پري نہ رکڻ وغيره.

(٦٧) اقامت جي وقت امام جي اچڻ کان اڳ صفن جو ويهڻ.

(٦٨) امام جو نماز ۾ ايترو تيز پڙهائڻ جو مقتدي رکوع ۽ سجدي وغيره ۾ مسنون ذکر پورا نہ ڪري سگهي.

(٦٩) مقتدي جو امام جي پويان قراءت ڪرڻ.

(٧٠) نماز ۾ ضرورت کان سواءِ مکين يا مڇرن کي ڌڪڻ، جيڪڏهن ضرورت خاطر ٿورڙي چرپر سان ٿئي تہ مکروه ناهي.

(٧١) نماز ۾ ضرورت کان سواءِ ٿورڙو عمل بہ مکروه آهي.

(٧٢) ڳچي ۾ مياڻ يا ڪمان وجهي نماز پڙهڻ مکروه ناهي، پرجيڪڏهن ان جي لڏڻ سان نماز ۾ خلل ٿئي تہ مکروه آهي.

(٧٣) نماز ۾ ڪنهن خوشبودار شيءِ کي سنگهڻ.

(٧۴) سجدي وغيره ۾ پنهنجي هٿن پيرن جون آڱريون قبلي ڏانهن نہ رکڻ.

(٧۵) پرائي زمين ۾ جتي پوک ڪيل هجي يا هر لڳل هجي اجازت کان سواءِ نماز پڙهڻ مکروه آهي.

(٧٦) ڪافرن جي پوڄا خانن ۾ نماز پڙهڻ.

(٧٧) عام رستي، گند ڦٽي ڪرڻ جي هنڌ، ڪوس جي جڳهہ، قبرستان، غسل خاني، حمام، نالي، جانورن جي واڙي، خاص ڪري اٺ ٻڌڻ جي هنڌ، گهوڙن جي طنبيلي ۽ پائخاني جي ڇت تي نماز پڙهڻ مکروه آهي.

(٧٨) اهڙي شيءِ جي سامهون نماز پڙهڻ مکروه آهي جيڪا دل کي مشغول رکي جهڙوڪ سينگار، دنيائي کيڏ ۽ راند روند جو سامان وغيره

(٧٩) نماز ۾ جونءِ يا مڇر کي تڪليف نہ پهچائڻ جي

باوجود ونڻ مڪروه آهي ۽ تڪليف ڏين تہ ونئي ماري ڇڏڻ ان حالت ۾ ڪو حرج ۽ ڪراهت نہ آهي جيڪڏهن مسجد جي اندر هجي ۽ عمل ڪثير (گهڻي چرپر) نہ ڪرڻي پوي، مسجد ڪان ٻاهر هجي تہ بہ مارڻ ۾ ڪو حرج ناهي پر بهتر آهي تہ ان کي پوري ڇڏجي ۽ جوءِ کي مسجد کان ٻاهر پڪڙي ڇڏي ڏيڻ بہ مڪروه آهي، ميڙ کي جيئرو ڇڏڻ مڪروه نہ آهي.

(٨٠) فرض نمازن ۾ قرآن مجيد ابتو يعني ترتيب جي خلاف پڙهڻ، جيڪڏهن ڀل ۾ ترتيب مٽجي وڃي تہ مڪروه ناهي، ان صورت ۾ ائين ئي قراءت پوري ڪجي، ان کي ڇڏي ترتيب صحيح ڪري پڙهڻ مڪروه آهي، نفل نماز ۾ ڄاڻي واڻي بہ ترتيب جي خلاف پڙهڻ مڪروه نہ آهي.

(٨١) سجدي يا رڪوع ۾ ضرورت ڪان سواءِ ٽن تسبيحن ڪان گهٽ چوڻ مڪروه تنزيهي آهي، ضرورت خاطر ائين ڪرڻ مڪروه نہ آهي.

(٨٢) قالين ۽ بستري تي نماز پڙهڻ مڪروه نہ آهي جيڪڏهن پيشاني هنڌ وٺي، پر جيڪڏهن ايترو نرم هجي جو پيشاني هنڌ نہ وٺي تہ نماز نہ ٿيندي.

(٨٣) نماز لاءِ ڊوڙندي وڃڻ.

(٨٤) سجدي جي جڳہ پيرن جي جڳہ ڪان هڪ گراٺ ڪان وڌيڪ بلند هجي تہ نماز نہ ٿيندي، هڪ گراٺ يا ان ڪان گهٽ هجي تہ نماز ٿي ويندي پر ضرورت ڪان سواءِ ائين ڪرڻ مڪروه آهي.

(٨٥) فرض نماز ۾ پٽ يا لٺ يا ڪنهن ٻي شيءِ کي ٽيڪ ڏئي بيهڻ مڪروه آهي، نفلن ۾ مڪروه نہ آهي.

(٨٦) رڪوع ۾ وڃڻ وقت ۽ رڪوع ڪان مٿو ڪڻندي وقت

رفع يدين ڪرڻ يعني هٿ کڻڻ، اهڙيءَ طرح پهرين تڪبير، عيد نمازن جي تڪبيرن ۽ دعا قنوت کان سواءِ ڪنهن ٻئي موقعي تي نماز ۾ هٿ کڻڻ.

(٨٧) فرض نماز ۾ هڪ سورت کي ڪئين ڀيرا دهرائي پڙهڻ مڪروه آهي، نفل نماز ۾ مڪروه نہ آهي، هڪ ئي آيت کي عذر کان سواءِ دهرائي پڙهڻ فرض نماز ۾ مڪروه آهي، عذر جي ڪري ائين ڪرڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي ۽ اڪيلي سر نفل نماز پڙهڻ ۾ مڪروه نہ آهي، نفل نماز جي ٻنهي رڪعتن ۾ هڪ ئي سورت دهرائي پڙهڻ مڪروه نہ آهي، فرضن ۾ عذر کان سواءِ ورجائي پڙهڻ مڪروه آهي، عذر هجي تہ مڪروه ناهي.

(٨٨) هڪ ئي سورت جون ڪي آيتون هڪ هنڌان هڪ رڪعت ۾ پڙهڻ ۽ ٻئي هنڌان ٻي رڪعت ۾ پڙهڻ جيڪڏهن ٻنهي هنڌن جي وچ ۾ ٻن آيتن کان گهٽ فاصلو هجي تہ مڪروه تنزيهي آهي، جيڪڏهن لاڳيتو پڙهيون وڃن ۽ وچ ۾ ڪا آيت نہ ڇڏجي يا ٻن آيتن کان وڌيڪ ڇڏي ڏجن تہ مڪروه نہ آهي.

(٨٩) ثناء، اعوذبالله، بسم الله، آمين، رڪوع ۽ سجدي جون تسبيحون، التحيات، درود ۽ دعا جهر سان پڙهڻ، قراءت کي رڪعت جي اندر پورو ڪرڻ، سجدي کان اٿڻ وقت سڌو ٿي بيهڻ کان اڳ ئي قراءت شروع ڪري ڇڏڻ، ۽ رڪن مٽائڻ جي تڪبير وغيره رڪن کي پوريءَ طرح مٽائڻ کان پوءِ چوڻ، يا رڪوع ۽ سجدي جون تسبيحون مٿو مٿي کڻڻ کان پوءِ پوريون ڪرڻ، اهي سڀ ڳالهيون مڪروه تنزيهي آهن.

(٩٠) عذر کان سواءِ ٻار کي کڻي نماز پڙهڻ.

(٩١) فرضن ۾ ۽ جماعت واري نفل نماز ۾ رحمت جي آيت

تي رحمت جي دعا گهرڻ ۽ عذاب ۽ دوزخ جي آيت تي عذاب ۽ دوزخ کان پناهہ گهرڻ جي دعا پڙهڻ مکروه آهي، اڪيلي سر نفل پڙهجي تہ مکروه نہ آهي.

(٩٢) نماز ۾ ڪڏهن ساڄي ۽ ڪڏهن کابي پاسي جهڪڻ، ۽ عذر کان سواءِ ڪڏهن هڪ پير تي ۽ ڪڏهن ٻئي پير تي زور ڏيڻ، عذر سان مثال طور نفلن ۾ ڊگهي قراءت جي ڪري ائين ڪرڻ ۾ حرج نہ آهي، عذر کان سواءِ هڪ پير تي بيهڻ بہ مکروه آهي ۽ قيام لاءِ اٿڻ وقت پير اڳتي وڌائڻ بہ مکروه آهي، ويهڻ وقت ساڄي عضون تي ۽ اٿڻ وقت کابي عضون تي زور ڏيڻ مستحب آهي، ۽ ائين نہ ڪرڻ مکروه تنزيهي آهي.

(٩٣) امام طرفان رڪوع ۾ شامل ٿيندڙ مقتدي لاءِ دير ڪرڻ تان تہ اهو شامل ٿي وڃي، جيڪڏهن ان کي سڃاڻيندو هجي تہ اهو مڪروه تحريمي آهي، ۽ جيڪڏهن نہ ٿو سڃاڻي تہ هڪ يا ٻن تسبيحن جيتري دير ڪرڻ ۾ حرج ناهي، پر ائين نہ ڪرڻ افضل آهي.

(٩٤) جيڪڏهن گهڻي بک لڳل هجي ۽ کاڌو تيار هجي تہ پهريائين کاڌو کائي پوءِ نماز پڙهجي، پهريائين نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، پر جيڪڏهن وقت ايترو تنگ هجي جو رڳو فرض جي گنجائش هجي تہ اڳ ۾ فرض پڙهي ڇڏي پوءِ کاڌو کائي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ايتري سخت بک هجي جو خشوع خضوع نہ ٿي سگهندو تہ جماعت ڇڏي ڏجي ۽ کاڌو کائي اڪيلي سر نماز پڙهجي، پر جيڪڏهن ايتري سخت بک نہ هجي جو پريشان ڪري ڇڏي تہ جماعت سان نماز پڙهي پوءِ کاڌو کائجي.

(٩٥) صبح ٿيڻ کان پوءِ ذڪر خير کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ قسم جي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ مکروه آهي.

(٩٦) پنهنجي جتي يا ڪا ٻي شيءِ نماز ۾ پنهنجي پويان رکڻ مڪروه آهي ڇوتہ ڏيان ان ڏانهن رهندو.

**فائدو:** انهن مڪروه شين مان جيڪڏهن ڪا شيءِ نماز ۾ هجي تہ نماز ٿي ويندي آهي پر نماز ڪي اهڙيءَ طرح دهرائي پڙهڻ گهرجي جو ڪراهت جو ڪو سبب باقي نہ رهي، تنهن ڪري جيڪڏهن نماز ڪراهت تحريمي سان ادا ٿي هجي تہ ان جو دهرائڻ واجب آهي، ۽ جيڪڏهن ڪراهت تنزيهي سان ادا ٿئي تہ ان جو دهرائڻ مستحب آهي.





# مسجد جي مسئلن جو بيان

(١) مسجد جو دروازو بند ڪرڻ ۽ تالو هڻڻ مڪروه تحريمي آهي، پر جيڪڏهن مسجد جي سامان جي وڃائجي وڃڻ جو ڊپ هجي ته مڪروه نه آهي، پر نماز جي وقتن ۾ بند ڪرڻ تڏهن به مڪروه آهي.

(٢) مسجد جي ڇت تي پيشاب پائخانو ڪرڻ يا جماع ڪرڻ يا احتلام واري شخص يا حيض نفاس واري عورت جو مسجد جي ڇت تي وڃڻ مڪروه تحريمي آهي جيئن مسجد جي اندر مڪروه تحريمي آهي.

(٣) مسجد جي ڇت تي ضرورت کان سواءِ چڙهڻ يا نماز پڙهڻ مڪروه آهي، پر ان سان اعتڪاف نه ڀڄندو آهي.

(۴) عذر کان سواءِ مسجد کي رستي طور استعمال ڪرڻ مڪروه آهي، ڪنهن عذر جي ڪري مسجد کان لنگهڻ جائز آهي، پر لنگهندڙ کي گهرجي ته روزانو جيڪڏهن هڪ ڀيرو يا ڪئين ڀيرا لنگهي ته هڪ ڀيرو ان ۾ تحية المسجد پڙهي ڇڏي. مجبوري کان سواءِ لنگهڻ جي عادت وارو به جيڪڏهن اعتڪاف جي نيت ڪري ته گناهه کان بچي ويندو.

(۵) مسجد کي هر قسم جي گند ۽ ڪچري کان بچائڻ گهرجي، مسجد ۾ پليتي ڪٿي وڃڻ مڪروه آهي، مثال طور ناپاڪ تيل مسجد جي اندر ٻارڻ، يا ناپاڪ گاري سان ليپو ڏيڻ، گرڙي ڪرڻ ۽

وضو ڪرڻ وغيره.

(٦) اهڙن ٻارن ۽ چرين کي مسجد ۾ وٺي وڃڻ مڪروه تحريمي آهي جن کان مسجد جي ناپاڪ ٿيڻ جو غالب گمان هجي، ۽ جيڪڏهن غالب گمان نہ هجي تہ مڪروه تنزيهي آهي.

(٧) مسجد ۾ بوٽ، جتي ۽ موزا ڪٽي ويندڙ کي گهرجي تہ چڱيءَ طرح صاف ڪري ڪٽي وڃي.

(٨) مسجد ۾ ڪچي ٿوم، بصر يا موري وغيره کائڻ يا کائي وڃڻ (جيستائين ان جي بوءِ باقي هجي) مڪروه تحريمي آهي، ڪوڙهي، اڇي داغ واري، بدبودار وات ۽ بغل جي بيماري واري ۽ گلا (غيبت) ۽ چغلي هڻندڙ وغيره کي مسجد ۾ اچڻ کان روڪيو ويندو، اهڙيءَ طرح گاسليٽ ۽ اهو ماچس جنهن کي ٻارڻ سان بدبوءِ پکڙجي مسجد ۾ ٻارڻ مڪروه آهي.

(٩) جيڪڏهن ڪو پنهنجي مال سان مسجد ۾ نقش ونگار ۽ ڇت سازي ڪري يا چونو هڻي ۽ نيت مسجد جي تعظيم جي هجيس ۽ قبلي واري پيت ۽ محراب تي نہ هجي تہ مڪروه ناهي ۽ جيڪڏهن قبلي واري پيت ۽ محراب تي هجي تہ مڪروه تنزيهي آهي، ڇوتہ ان سان نمازين ۽ امام جو ڌيان نماز کان هٽي نقش ونگار ڏانهن ويندو، بلڪ ساڄي ۽ کاٻي پاسي جو بہ اهوئي حڪم آهي، وقف جي مال سان نقش ونگار ڪرڻ حرام آهي.

(١٠) مسجد جي پيتين ۽ محرابن تي قرآن مجيد جون آيتون ۽ سورتون لکڻ چڱو نہ آهي.

(١١) مسجد جي اندر کوهہ نہ کوٽڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن کوهہ پهريان کان موجود هجي ۽ پوءِ مسجد ۾ اچي وڃي تہ ان کي باقي رکڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي.

(١٢) مسجد ۾ وڻ لڳائڻ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن مسجد جي فائدي لاءِ هجي ته حرج نه آهي.

(١٣) مسجد ناهڻ وقت صفون ۽ تڏا پڙچ ۽ ٻيو سامان رکڻ لاءِ ان ۾ کو حجرو ناهڻ ۾ کو حرج ناهي.

(١٤) مسجد جي بتي ۽ ڏيئو گهر نه کڻي وڃجي، گهر کان مسجد ۾ ڏيئو کڻي اچجي، مسجد جي بتي رات جي ٽهائي تائين ٻارڻ ۾ حرج نه آهي، ان کان وڌيڪ نه ٻارڻ گهرجي، پر جيڪڏهن وقف ڪندڙ اهڙو شرط رکيو هجي يا اتي اهڙو رواج هجي ته حرج نه آهي.

(١٥) مسجد ۾ سوال ڪرڻ (پنڻ) حرام آهي ۽ اهڙي سائل کي ڏيڻ هر حال ۾ مڪروه آهي، ڪن وٽ معتبر قول هي آهي ته جيڪڏهن سائل ماڻهن جون گردنون اورانگي ته مڪروه آهي نه ته ناهي.

(١٦) وڃائجي ويل شيءِ بابت مسجد ۾ پڇا ڳاڇا ڪرڻ مڪروه آهي.

(١٧) مسجد ۾ بيت پڙهڻ جيڪڏهن حمد، نعت ۽ وعظ نصيحت وغيره لاءِ هجن ته بهتر آهي، جيڪڏهن پوئين زمانن ۽ امتن جو ذڪر هجي ته مباح آهي، جيڪڏهن ڪنهن مسلمان جي هجو ۽ برائي يا بيوقوفي جون ڳالهيون هجن ته حرام آهي، جيڪڏهن حسن ۽ زيبائش وغيره جو بيان هجي ته مڪروه آهي.

(١٨) مسجد ۾ واپار ۽ خريداري ڪرڻ منع ۽ مڪروه آهي، البت اعتڪاف واري لاءِ جائز آهي بشرطيڪ پنهنجي ٻارن ٻچن جي ضرورت لاءِ هجي تجارت لاءِ نه هجي، ۽ اها شيءِ مسجد ۾ نه آندي وڃي، ضرورت کان وڌيڪ ان لاءِ به جائز نه آهي.

(١٩) بلند آواز سان ذڪر ڪرڻ ان صورت ۾ مڪروه آهي جيڪڏهن ان ۾ ڏيکاءَ ۽ رياڪاري جو ڊپ هجي يا نمازين، قرآن

پڙهندڙن يا سمهڻ وارن کي تڪليف پهچي ۽ خلل انداز ٿيڻ جو خوف هجي، جيڪڏهن انهن ڳالهين جو خوف نہ هجي تہ مڪروه نہ آهي.

(٢٠) مسجد ۾ ڳالهين لاءِ ويهڻ مڪروه آهي ڪٿي اهي ڳالهيون مباح هجن، جيڪڏهن ڪو عبادت لاءِ ويٺو هجي ۽ دنيا جي ڪا ڳالهہ بہ ڪري ورتائين تہ مڪروه نہ آهي.

(٢١) چمڙي ۽ ڪبوتر وغيره جا آکيرا مسجد جي صفائي خاطر پٽي ڦٽو ڪرڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي.

(٢٢) مسجد ۾ فوتي ۽ عذرخواهي جي سلسلي ۾ ويهڻ مڪروه آهي.

(٢٣) مسجد جو ڪچرو پهاري ڏئي اهڙي هنڌ نہ ڦٽو ڪجي جتي بي ادبي ٿئي.

(٢٤) مسجد ۾ مسافر ۽ اعتڪاف واري کان سواءِ ٻئي ڪنهن لاءِ بہ کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ جائز نہ آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي ائين ڪرڻو پوي تہ هو اعتڪاف جي نيت ڪري مسجد ۾ وڃي، پهريائين الله جو ذڪر ڪري يا نماز پڙهي، پوءِ کائي پيئي يا سمهي پوي تہ مڪروه نہ آهي، مسافر لاءِ بہ اهوئي بهتر آهي، اهڙيءَ ريت انهن کي اعتڪاف جو ثواب بہ ملندو.

(٢٥) درزي، ڪاتب يا ڪنهن ٻئي ڌنڌي واري لاءِ مسجد ۾ ويهي سبڻ، ڪتابت يا ڪو ٻيو ڌنڌو ڪرڻ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن مسجد جي حفاظت خاطر اتي ويهي ۽ وچ ۾ پنهنجو ڪم بہ ڪندو رهي تہ مڪروه نہ آهي.

(٢٦) جيڪڏهن مسجد جي صف يا تڏي جو تيلو يا ڏاڳو وغيره نمازي جي ڪپڙي ۾ ويڙهجي ٻاهر اچي ويو ۽ هن ڄاڻي واڻي ائين نہ ڪيو تہ ان جو واپس ڪٽي وجهڻ مٿس واجب نہ آهي.

(٢٧) نماز کان سواءِ مسجد ۾ ويهڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي پر جيڪڏهن ان جي ڪري مسجد جي ڪا شيءِ خراب ٿي وڃي تہ قيمت ڀرڻي پوندي.

(٢٨) جيڪڏهن ڪنهن غصب (ڦر ڪيل) زمين ۾ مسجد ٺاهي تہ ان ۾ نماز پڙهڻ جائز آهي پرافضل نہ آهي.

(٢٩) قبلي ڏانهن ڇاٽي واٽي عذر ڪان سواءِ ٻئي يا هڪ پير ڊگهيڙڻ مڪروه آهي ڪٿي ننڊ ۾ ڪجن يا جاڳ ۾. جيڪڏهن ڪنهن عذر جي ڪري يا ڀل ۾ ائين ٿئي تہ مڪروه نہ آهي، نابالغ لاءِ بہ اهوئي حڪم آهي، ۽ ناسمجهہ ٻار کي ائين سمهارڻ جو گناهہ سمهارڻ واري تي آهي. اهڙيءَ طرح قرآن مجيد ۽ شرعي ڪتابن ڏانهن پير ڊگهيڙڻ بہ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن ڪتاب مٿانهين هنڌ تي هجن تہ پوءِ انهن ڏانهن پير ڊگهيڙڻ مڪروه نہ آهي.

(٣٠) مسجد جي مرمت ۽ اڏاوت، تڏا ۽ صفون وڇائڻ، نل ڪري، ڏيئي ۽ روشني جي انتظام ڪرڻ، اذان ۽ اقامت چوڻ، ۽ امامت جي لياقت رکڻ ڄي صورت ۾ امامت ڪرڻ جو حق ان شخص کي آهي جنهن مسجد ٺاهي الله جي واسطي وقف ڪئي آهي ۽ جيڪڏهن هو پاڻ امامت جي لائق نہ آهي تہ ان جي مشوري سان ڪو ٻيو شخص مقرر ڪيو ويندو. اهڙيءَ طرح ان کان پوءِ سندس اولاد ۽ ڪٽنب وارا ٻين کان وڌيڪ حقدار آهن.

(٣١) جيڪڏهن مسجد ۾ وعظ ۽ قرآن مجيد جي تلاوت ٿي رهي هجي تہ عوام لاءِ وعظ ٻڌڻ بهتر آهي.

(٣٢) مسجد جي ڪنهن جڳهہ کي پنهنجي لاءِ خاص ڪري ڇڏڻ مڪروه آهي، جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ضرورت جهڙوڪ وضو وغيره لاءِ پنهنجي هنڌ تان اٿي ويو ۽ ڪيس جلدي واپس اچڻو آهي

تہ ان جو وڏيک حق آهي ۽ ان لاءِ ٻئي ويهندڙ شخص کي اتان اٿاري ڇڏڻ جائز آهي، خاص ڪري جيڪڏهن هو پنهنجو ڪپڙو وغيره اتي رکي ويو هجي.

(٣٣) مسجدن ۾ سڀ ڪان افضل مکہ معظمہ جي مسجد الحرام آهي ڇوتہ ان ۾ خانہ ڪعبہ آهي، ان ڪان پوءِ مسجد نبوي پوءِ بيت المقدس جي مسجد آهي جنهن کي مسجد قدس چئجي ٿو، پوءِ مسجد قبا، ان ڪان پوءِ هر شهر جون جامع مسجدون، پوءِ محلي جي مسجد پوءِ رستي جي مسجد، پنهنجي محلي جي مسجد ۾ پنجگانہ نماز پڙهڻ ڪٿي اتي ٿوري جماعت هجي جامع مسجد ڪان افضل آهي ڪٿي اتي جماعت گهٽي هجي، بلڪہ جيڪڏهن محلي جي مسجد ۾ جماعت نہ ٿيندي هجي تہ اتي اڪيلو وڃي اذان ۽ اقامت چئي ۽ نماز پڙهي ڪٿي اڪيلو هجي، سندس اها نماز جامع مسجد جي جماعت ڪان افضل آهي.

## وتر جو بيان

(١) عشاء جي نماز ڪان پوءِ ٽي رڪعتون وتر نماز پڙهڻ امام ابوحنيفہ رحمة الله وٽ واجب آهي. اهوئي امام صاحب جو آخري قول آهي ۽ اهوئي معتبر آهي، وتر جي واجب هئڻ جو انڪاري ڪافر نہ ٿو ٿئي، پر نماز وترجو منڪر ڪان منڪر ڪافر هئڻ گهرجي.

(٢) وترجي پڙهڻ جي تاڪيد فرض نمازن جي برابر آهي، ڄاڻي واڻي يا ويسر ڀل ۾ رهجي وڃي تہ ان جي قضا واجب آهي ۽ عذر ڪان سواءِ ڄاڻي واڻي ڇڏڻ وڏو گناهہ آهي ۽ ان جو تارڪ بہ فرض نمازن جي تارڪ وانگر فاسق ۽ گنهگار ٿيندو آهي.

(٣) وتر جي نماز هر وقت (يعني ڪٿي رمضان المبارڪ هجي يا ڪو ٻيو مهينو ۽ ڏينهن) جهري نمازن مان آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن

وتر نماز جماعت سان ادا ڪئي وڃي تہ ٽنهي رڪعتن ۾ امام کي جهر ڪرڻ واجب آهي ۽ جيڪڏهن اڪيلي سر پڙهي تہ ڪيس جهر ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو اختيار آهي، رمضان المبارڪ کان علاوه وتر نماز جماعت سان ادا ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن ماڻهن کي سڏ نہ ڏجي ۽ جماعت ٽن کان وڌيڪ نہ هجي تہ جماعت سان پڙهڻ جائز آهي نہ تہ مڪروه تحريمي آهي جيئن ٻين نفل نمازن جو حڪم آهي، وترجي ٽنهي رڪعتن ۾ الحمد ۽ سورت پڙهي ويندي آهي ان ڪري جماعت جي صورت ۾ ٽنهي رڪعتن ۾ جهر سان قراءت ڪجي.

(۴) وتر جي نماز جو وقت عشاء جي نماز کان پوءِ کان صبح صادق تائين آهي، جنهن کي پڇاڙي رات ۾ سجاڳ ٿيڻ بابت پڪ هجي تہ ان لاءِ مستحب ۽ افضل هي آهي تہ وتر پڇاڙي رات ۾ پڙهي، پر جيڪڏهن سجاڳ ٿيڻ ۾ شڪ هجيس ۽ قضا ٿيڻ جو ڊپ هجيس تہ عشاء جي نماز کان بعد ئي پڙهي ڇڏڻ گهرجي.

(۵) وتر پنهنجي وقت ۾ عشاء جي نماز جي تابع نہ آهي ۽ عشاء جي نماز ترتيب خاطر ان کان پهريان پڙهڻ واجب آهي، پر ڀل ۽ ٻين ڪنهن عذر سان ترتيب واجب نہ رهندي آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو شخص ڀل ۾ وتر نماز عشاء کان اڳ پڙهي ڇڏي تہ صحيح ٿي ويندو.

(٦) وتر جي نماز پڙهڻ جو طريقو هي آهي تہ ٽي رڪعتون هڪ سلام سان ۽ هن ريت پڙهجن جو ٻہ رڪعتون باقي نمازن وانگر پڙهي قعدي ۾ ويهي ۽ التحيات پڙهي ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيهي ۽ ان رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهي الله اڪبر چوندي ٻئي هٿ تڪبير تحريمہ وانگر ڪنن تائين کڻي، پوءِ هٿ ٻڌي دعا قنوت پڙهي پوءِ الله اڪبر چئي رڪوع ۾ وڃي ۽ باقي نماز معمول مطابق پوري ڪري، وتر جو

پهريون قعدو فرضن وانگر واجب آهي ان ڪري ان قعدي ۾ درود ۽ دعا نہ پڙهي ۽ جڏهن ٽين رڪعت لاءِ اٿي تہ ثنا ۽ اعوذ نہ پڙهي ۽ جيڪڏهن قعدو ڪرڻ وسري وڃيس ۽ اٿي بيهي تہ واپس نہ اچي ۽ آخر ۾ سجده سهو ڪري ڇڏي جيئن فرضن ۾ حڪم آهي، وتر جي ٽنهي رڪعتن ۾ الحمد ڪان پوءِ ڪا سورت يا گهٽ ۾ گهٽ ٽي ننڍيون آيتون ملائڻ واجب آهي، ٽنهي رڪعتن ۾ ڪي بہ سورتون پڙهڻ جو ڪيس اختيار آهي پر ڪڏهن ڪڏهن پهرين رڪعت ۾ سبح اسم ربک الاعلیٰ، ٻي ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٽين رڪعت ۾ قل هو الله احد پڙهڻ مستحب آهي.

(٧) امام هجي يا مقتدي يا منفرد، سڀن کي دعا قنوت آهستي آهستي پڙهڻ گهرجي، ڪٿي وتر نماز ادا پڙهجي يا قضا، ڪٿي رمضان المبارڪ ۾ هجي يا ڪن ٻين ڏينهن ۾، هر هنڌ اهوئي حڪم آهي، ۽ آهستي پڙهڻ واجب ناهي بلڪہ سنت آهي.

(٨) قنوت جي ڪا دعا مقرر نہ آهي پر مشهور دعا پڙهڻ اولیٰ ۽ سنت آهي جيڪا هي آهي: اللهم انا نستعينک ونستغفرک ونؤمن بک ونتوکل عليک ونثني عليک الخير ونشکرک ولا نکفرک ونخلع ونترک من يفجرک، اللهم اياک نعبد ولک نصلي ونسجد واليک نسعیٰ ونحفد ونرجوا رحمتک ونخشیٰ عذابک، ان عذابک بالکفار ملحق- ان ڪان پوءِ هي دعا بہ پڙهي تہ بهتر ۽ افضل آهي: اللهم اهدني فيمن هديت، وعافني فيمن عافيت، وتولني فيمن توليت، وبارک لي فيما اعطيت، وقني شر ما قضيت، فانک تقضي ولا يقضیٰ عليک، انه لايذل من واليت ولا يعز من عاديت، تبارکت ربنا وتعاليت، نستغفرک ونتوب اليک-

(٩) جيڪڏهن دعا قنوت ياد نہ هجي تہ هي دعا پڙهي ڇڏي: ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الاخرة حسنة، وقنا عذاب النار، يا اللهم اغفرلي ٽي ڀيرا چئي ڇڏي، يا ٽي ڀيرا يا رب چئي ڇڏي تہ نماز ٿي ويندي پر مشهور دعا قنوت جلدي ياد ڪري وٺي.

(۱۰) مقتدي قنوت ۾ امام جي پيروي ڪري، ان ڪري جيڪڏهن مقتدي اڃا دعا قنوت پوري نہ پڙهي تہ امام رڪوع ۾ هليو ويو تہ مقتدي دعا قنوت کي ڇڏي رڪوع ۾ هليو وڃي ۽ جيڪڏهن مقتدي دعا قنوت بنهہ نہ پڙهي تہ جلدي ۾ مختصر دعا مثال طور اللهم اغفرلي ٽي ڀيرا چئي رڪوع ۾ شامل ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن ايترو بہ نہ پڙهي سگهي تہ دعا ڇڏي ڏي ۽ رڪوع ۾ هليو وڃي.

(۱۱) جيڪڏهن دعا قنوت پڙهڻ وسري وڃي ۽ رڪوع ۾ ياد اچي تہ معتبر قول هي آهي تہ رڪوع ۾ قنوت نہ پڙهي ۽ قيام ڏانهن بہ واپس نہ اچي ۽ آخر ۾ سجده سهو ڪري ڇڏي ۽ جيڪڏهن قيام ڏانهن واپس اچي دعا قنوت پڙهيائين تہ رڪوع ٻيهر نہ ڪري ۽ سجده سهو ڪري ڇڏي پر قيام ڏانهن واپس اچڻ چڱو نہ آهي، ۽ جيڪڏهن ان صورت ۾ رڪوع ٻيهر ڪيائين ۽ سجده سهو ڪيائين تڏهن بہ نماز ٿي ويندي پر اهو ٻيو رڪوع لغو ۽ بي فائدو هوندو ۽ ان حالت ۾ ڪو نئون شامل ٿيندڙ مقتدي ان رڪعت کي لهندڙ شمار نہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن رڪوع کان مٿو کڻڻ کان بعد قنوت ياد اچي تہ سڀني فقيهن جي اتفاق سان دعا قنوت نہ پڙهي ۽ سجده سهو ڪري ڇڏي.

(۱۲) جيڪڏهن الحمد کان پوءِ قنوت پڙهي رڪوع ڪري ڇڏيائين ۽ سورت رهجي ويس پوءِ رڪوع ۾ ياد اچي تہ رڪوع کان واپس اچي سورت پڙهي ۽ دعا قنوت ۽ رڪوع کي دهرائي ۽ سجده سهو ڪري، ۽ جيڪڏهن الحمد رهجي وڃي تہ بہ واپس موٽي ۽ الحمد سان گڏ سورت، دعا قنوت ۽ رڪوع کي دهرائي ۽ سجده سهو ڪري، انهن صورتن ۾ جيڪڏهن رڪوع نہ دهرايو ويو تہ نماز نہ ٿيندي.

(۱۳) مسبوق کي گهرجي تہ امام سان گڏ قنوت پڙهي پوءِ ٻيهر نہ پڙهي ۽ جيڪڏهن ٽين رڪعت جي رڪوع ۾ شامل ٿيو هجي ۽ امام سان گڏ قنوت نہ پڙهيائين تہ پنهنجي رهيل نماز ۾ قنوت نہ پڙهي،

چوتہ امام جو قنوت پڑهڻ قراءت وانگر مقتدي لاءِ ڪافي آهي.

(١٤) جيڪڏهن وتر ڪنهن اهڙي امام جي پويان پڙهي جيڪو دعا قنوت رڪوع کان پوءِ "قومہ" ۾ پڙهندو آهي مثال طور شافعي مذهب واري امام جي پويان هجي تہ حنفي مقتدي قنوت ۾ ان امام جي پيروي ڪري ۽ قومہ ۾ ان سان گڏ پڙهي، پر جيڪڏهن اهو وتر جون ٽي رڪعتون هڪ سلام سان نہ پڙهندو هجي تہ ان جي پويان وتر نہ پڙهي بلڪہ اڪيلو پڙهي ڇڏي.

(١٥) جيڪڏهن فجر جي نماز ۾ شافعي مذهب واري امام قنوت پڙهي تہ حنفي مقتدي نہ پڙهي بلڪہ هٿ لڙڪائي چپ ڪري بيٺو رهي، اهوئي معتبر قول آهي.

## قنوت نازلہ

(١) جڏهن مسلمانن تي ڪا عام ۽ عالمگير مصيبت نازل ٿي وڃي مثال طور غيرمسلم حڪومتن جي طرفان حملو ۽ ڏاڍ ٿيڻ لڳي ۽ دنيا ۾ خوفناڪ جنگ پکيڙجي وڃي يا ٻين مصيبتن، بربادين ۽ تباهي آڻيندڙ طوفانن ۾ مبتلا ٿي وڃي يا طاعون جي وبا ڦهلجي وڃي تہ اهڙي مصيبت کي ٽارڻ لاءِ فرض نمازن ۾ قنوت نازلہ پڙهيو وڃي، ۽ جيستائين اها مصيبت ٽري نہ وڃي اهو عمل برابر جاري رکجي. ان جو جائز هئڻ جمهور امامن وٽ عام ڪري ۽ حنفين وٽ خاص ڪري باقي آهي ۽ منسوخ نہ آهي ۽ ان سان گڏوگڏ گهڻي توبہ ۽ استغفار ڪرڻ، هر قسم جي گناهن کان پاسو ڪرڻ ۽ حقوق العباد جي ادائگي جو پورو پورو لحاظ رکجي، ۽ اخلاص ۽ خشوع خضوع سان دعائون ڪجن. الله تعاليٰ ان عام مصيبت کان ڇوٽڪارو عطا فرمائيندو.

(٢) احناف وٽ ٽنهين جهري نمازن ۾ قنوت نازلہ پڙهڻ آيل آهي، ٻيا امام خاص ڪري امام شافعي رح پنجن ئي نمازن ۾ ان جي جائز هئڻ جا قائل آهن. تنهن ڪري پنجن نمازن ۾ پڙهندڙن تي

اعتراض نہ ڪرڻ گهرجي.

(٣) افضل هي آهي تہ قنوت نازلہ رڪوع کان بعد پڙهيو وڃي، ان ڪري فجر جي ٻي رڪعت، مغرب جي ٽين رڪعت ۽ عشاء جي چوٿين رڪعت ۾ رڪوع ڪان پوءِ سمع الله لمن حمده چئي امام دعا قنوت پڙهي ۽ مقتدي آمين چوندا رهن، دعا کان فارغ ٿي الله اڪبر چئي سجدي ۾ وڃن. جيڪڏهن دعا قنوت مقتدين کي ياد هجي تہ بهتر هي آهي تہ امام بہ آهستي پڙهي ۽ سڀ مقتدي بہ آهستي پڙهن، ۽ جيڪڏهن مقتدين کي ياد نہ هجي تہ بهتر هي آهي تہ امام دعا قنوت جهر سان پڙهي ۽ سڀ مقتدي آهستي آمين چوندا رهن. دعا قنوت جي وقت هٿ دن تي ٻڌجن، افضل اهو آهي، پر جيڪڏهن هٿ ڇڏي پڙهجي يا دعا وانگر سيني جي سامهون هٿ کڻي پڙهجي تہ بہ جائز آهي.

(٤) قنوت نازلہ واري دعا جماعت سان فرض نماز ۾ پڙهجي، منفرد (اڪيلو نماز پڙهندڙ) نہ پڙهي. قنوت نازلہ هي آهي: اللهم اهدنا فيمن هديت، وعافنا فيمن عافيت، وتولنا فيمن توليت، وبارک لنا فيما اعطيت، وقنا شر ما قضيت، انک تقضي ولا يقضيٰ عليک، وانه لا يذل من واليت، ولا يعز من عاديت، تبارکت ربنا وتعاليت، نستغفرک ونتوب اليک، وصلي الله علي النبي الکريم- اللهم اغفر لنا وللمؤمنين والمؤمنات والمسلمين والمسلمات، والف بين قلوبهم، واصلح ذات بينهم، وانصرنا وانصرهم عليٰ عدوک وعدوهم، اللهم العن الکفرة الذين يصدون عن سبيلک ويکذبون رسلک ويقاتلون اوليائک، اللهم خالف بين کلمتهم وزلزل اقدامهم وانزل بهم باسک الذي لا ترده عن القوم المجرمين - ڪن بزرگن ان سان گڏ ٻين دعائن جو بہ واڌارو ڪيو آهي، مثال طور "زلزل اقدامهم" کان پوءِ هي واڌارو ڪيو آهي: وفرق جمعهم وشتت شملهم واهزم جندهم، والق في قلوبهم الرعب، اللهم عليک باشدائهم، وخذهم اخذ عزيز مقتدر، (ان کان پوءِ وانزل بهم پڇاڙي تائين چئجي).

# سنت ۽ نفل نمازن جو بيان

مؤڪده سنتون: (١) فجر نماز جي فرضن کان پهريائين ٻه رڪعتون.

(٢) ظهر نماز ۽ جمعي نماز جي فرضن کان پهريائين هڪ سلام سان چار رڪعتون.

(٣) ظهر نماز جي فرضن کان پوءِ ٻه رڪعتون، جمعي نماز جي فرضن کان پوءِ امام ابوحنيفه رح وٽ هڪ سلام سان چار رڪعتون سنت مؤڪده آهن ۽ امام ابويوسف رح وٽ ڇهه رڪعتون سنت مؤڪده آهن يعني پهريائين چار رڪعتون هڪ سلام سان پڙهي پوءِ ٻه رڪعتون پڙهي، اهوئي افضل آهي.

(٤) مغرب جي فرضن کان پوءِ ٻه رڪعتون.

(٥) عشاء جي فرضن کان پوءِ ٻه رڪعتون، اهڙيءَ ريت روزانو ٻارهن رڪعتون سنت مؤڪده آهن ۽ جمعي جي ڏينهن سورهن يا ارڙهن رڪعتون آهن.

(٦) رمضان شريف ۾ تراويحن جون ويهه رڪعتون سنت مؤڪده آهن. سڀ کان وڌيڪ تاڪيد فجر جي ٻه رڪعت سنتن جي آهي، اهي سنتون واجب جي ويجهو آهن. جيڪڏهن فجر جون سنتون فجر جي فرضن سان گڏ رهجي وڃن (يعني فجر جي نماز قضا ٿي وڃي) ته جيڪڏهن سج اڀرڻ کان پوءِ شرعي ٻن پهرن کان پهريائين ادا ڪجي ته فرضن سان گڏ سنتن کي به قضا ڪري پڙهي، ۽ جيڪڏهن رڳو سنت قضا ٿي هجي ته امام محمد رح وٽ هڪ نيزي جيترو سج مٿي ٿيڻ کان بعد ٻن پهرن کان اڳ تائين ڪنهن به وقت پڙهي ڇڏي اهوئي افضل آهي ۽ اسان جي فقيهن جي اتفاق سان سج اڀرڻ کان اڳ نه

پڙهي ڇوتہ ان وقت پڙهڻ مڪروه تحريمي ۽ منع آهي. فجر جي سنت کان سواءِ ٻئي ڪنهن وقت جي سنت مؤڪده جيڪڏهن فرضن سان گڏ يا رڳو سنت قضا ٿي وئي هجي تہ وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ انهن جي قضا نہ پڙهي، پر ظهر ۽ جمعي جي فرضن کان اڳ واري سنت مؤڪده جيڪڏهن فرض کان پهريائين نہ پڙهي سگهجي تہ وقت جي اندر فرضن کان پوءِ پڙهي ڇڏجي، ۽ بهتر آهي تہ فرض کان پوءِ واري سنت مؤڪده کان بعد پڙهجي. فجر جي سنت گهر ۾ ۽ اول وقت ۾ ادا ڪرڻ سنت آهي، ۽ ان جي پهرين رڪعت ۾ سورة الڪافرون ۽ ٻي ۾ سورة الاخلاص پڙهڻ سنت آهي پر ڪڏهن ڪڏهن ٻيون سورتون بہ پڙهجن.

**غيرمؤڪده سنتون:** انهن کي سنن الزوائد ۽ مستحب ۽ مندوب بہ ڪوٺجي ٿو.

(١) عصر کان پهريائين چار رڪعتون.

(٢) عشاء کان پهريائين چار ڪعتون.

(٣) عشاء کان پوءِ واري سنت مؤڪده کان بعد چار رڪعتون، عصر ۽ عشاء جي فرضن کان پهريائين ۽ عشا کان پوءِ ٻہ رڪعتون بہ جائز آهن پر چار رڪعتون افضل آهن.

(٤) مغرب جي سنت مؤڪده کان پوءِ ڇهہ رڪعتون مستحب آهن انهن کي صلاة الاوابين چئجي ٿو. انهن کي ڪٺي هڪ سلام سان پڙهجي يا ٻن سان يا ٽن سان، تنهي طرح جائز آهي، پر ٽن سلامن سان پڙهڻ يعني هر ٻن رڪعتن تي سلام ورائڻ افضل آهي. صلاة الاوابين جون وڌ ۾ وڌ ويهہ رڪعتون آهن ۽ ٻہ يا چار رڪعتون بہ جائز آهن.

(٥) جمعي کان پوءِ واري سنت مؤڪده کان بعد ٻہ رڪعتون.

(٦) وتر نماز کان پوءِ ٻہ رڪعتون نفل پڙهڻ. اهو ان شخص

لاءِ مستحب آهي جيڪو وتر عشاء جي نماز کان پوءِ ٿي سمهڻ کان پهريائين پڙهي ۽ جيڪڏهن تهجد نماز کان پوءِ وتر ادا ڪري ته ان کان پوءِ ٻه ٻه رڪعتون نفل پڙهڻ جائز ۽ ثابت آهي، اهي ٻه ويهي پڙهڻ افضل آهي تان ته سڄو ثواب ملي. انهن کان سواءِ ٻيون به مستحب نمازون آهن، جن جو ڌار ڌار عنوانن سان ذڪر ڪجي ٿو.

تحية الوضوء (وضو جو شڪرانو): وضو کان پوءِ عضون جي خشڪ ٿيڻ کان اڳ ٻه رڪعت نماز تحية الوضوء پڙهڻ مستحب آهي، اهڙيءَ طرح غسل کان پوءِ به ٻه رڪعت نماز مستحب آهي، چار رڪعتون پڙهڻ ۾ به حرج ناهي، مڪروه وقت ۾ نه پڙهجن.

تحية المسجد: جڏهن ڪو شخص مسجد ۾ داخل ٿئي ته ان لاءِ ٻه رڪعتون تحية المسجد طور پڙهڻ مستحب آهي، ۽ مسجد جي تحية (ڪيڪار) ۽ تعظيم مان مراد مسجد جي رب جي ڪيڪار ۽ تعظيم مراد آهي، جيڪڏهن مسجد ۾ ڪنهن ضرورت جي ڪري هڪ وقت ۾ ڪئين ڀيرا وڃڻ جو اتفاق ٿئي ته رڳو هڪ ڀيرو تحية المسجد پڙهي ڇڏڻ ڪافي آهي ڪٿي منڍ ۾ پڙهي يا پڇاڙي ۾ يا وچ ۾ ڪنهن وقت پڙهي ڇڏي. جيڪڏهن مڪروه وقت هجي ته تحية المسجد نه پڙهي بلڪه "سبحان الله والحمد لله ولا اله الا الله والله اڪبر" چئي پوءِ درود شريف پڙهي ڇڏي، بي وضو هجي ۽ مسجد ۾ وڃڻ ضروري هجيس تڏهن به اهي ئي ڪلما چئي ڇڏي.

نمازِ اشراق: نماز اشراق جون ٻه رڪعتون به آهن ۽ چار به بلڪه ڇهه به آهن. ان جو وقت سج جي هڪ نيزي جيترو مٿي ٿيڻ کان شروع ٿيندو آهي ۽ ڏينهن جي هڪ پهر تائين رهندو آهي. افضل هي آهي ته

فجر جي نماز ادا ڪرڻ ڪان پوءِ نماز جي هنڌ تان نہ اٿي بلڪ اتي
ويٺو رهي ۽ درود شريف يا ڪلمي پاڪ يا ڪنهن ٻئي درود ۽ وظيفي
يعني ذڪر ۽ دعا يا تلاوت يا علم دين سکڻ سيکارڻ ۾ مشغول رهي ۽
جڏهن سج اڀري هڪ نيزي جيترو مٿي ٿي وڃي تہ ٻہ رڪعتون يا چار
رڪعتون اشراق جي نماز پڙهي ڇڏي، ڪيس هڪ پوري حج ۽ هڪ
عمري جو ثواب ملندو آهي، ۽ جيڪڏهن فجر جي نماز پڙهي اتان اٿي
وڃي ڪنهن دنيائي ڪم ۾ لڳي ويو، پوءِ هڪ نيزي جيترو سج مٿي ٿيڻ
ڪان بعد اشراق نماز پڙهيائين تہ بہ ٺيڪ آهي. پر ثواب گهٽجي ويندو.

**نماز چاشت:** ان کي نمازِ ضحيٰ بہ چئجي ٿو، ان جون گهٽ ۾ گهٽ
ٻہ ۽ وڌ ۾ وڌ ٻارهن رڪعتون آهن، وچولي طورتي اٺ رڪعتون آهن، ۽
اهائي عادت افضل آهي، اڪثر فقيهن وٽ چار رڪعتون افضل آهن. انهن
۾ ڪڏهن ڪڏهن سورت والشمس، والليل، والضحيٰ ۽ الم نشرح پڙهڻ
يا هر ٻنهي رڪعتن ۾ سورت والشمس ۽ والضحيٰ پڙهڻ مستحب آهي،
پر ڪڏهن ڪڏهن ٻيون سورتون بہ پڙهجن. ان نماز جو وقت سج جي
هڪ نيزي جيترو مٿي ٿيڻ ڪان شرعي نصف النهار (اڌ ڏينهن) ڪان
پهريائين تائين آهي، مختار ۽ افضل وقت هي آهي تہ ڏينهن جي چوٿين
ڀاڱي جيترو مٿي ٿيڻ وقت پڙهي. اڪثر بزرگ ڪاروبار ۽ ڌنڌي جي
مصروفيت خاطر اشراق جون گهٽ ۾ گهٽ ٻہ رڪعتون ۽ چاشت جون
چار رڪعتون (يعني ڪل ڇهہ رڪعتون) اشراق جي وقت ۾ پڙهي
ڇڏيندا آهن، بلڪ ٻہ رڪعتون استخاري جون بہ انهن سان گڏائي
پڙهندا آهن.

**نماز تهجد (صلاة الليل):** صلاة الليل يعني رات جي نماز نفل نماز
جو هڪ عام قسم آهي، عشاء جي نماز ڪان پوءِ جيڪو نفل پڙهيو

وڃي اهو عام صلاة الليل آهي، ان جو ٻيو قسم خاص صلاة الليل آهي جيڪو نماز تهجد آهي ۽ اهو هن ريت آهي ته عشاء کان پوءِ سمهي پئجي ۽ اڌ رات کان پوءِ اٿي نفل نماز پڙهجي. سمهڻ کان پهرين جيڪو ڪجهه پڙهيو وڃي سو تهجد نه آهي، پر جيڪو شخص سمهڻ کان پوءِ ٻيهر اٿڻ جو عادي نه هجي سو سمهڻ کان پهرين ڪجهه نفل پڙهي ڇڏي ته ڪيس تهجد جو ثواب ملندو ڪٿي تهڙو ثواب نه ٿيندو جيڪو سمهڻ کان پوءِ اٿي تهجد پڙهڻ سان ٿيندو آهي. تهجد نماز جو وقت سمهي اڌ رات کان پوءِ اٿڻ کان شروع ٿيندو آهي ۽ بهتر هي آهي ته رات جا ڇهه ڀاڱا ڪجن، پهرين ٽن ڀاڱن ۾ يعني اڌرات تائين ننڊ ڪجي، چوٿين ۽ پنجين ڀاڱي ۾ جاڳي نماز تهجد پڙهجي ۽ ذڪر وغيره ڪجي ۽ پوءِ آخري ڇهين ڀاڱي ۾ سمهي پئجي. ان جون گهٽ ۾ گهٽ ٻه رڪعتون آهن ۽ وڌ ۾ وڌ اٺ، ۽ وچولي درجي ۾ چار رڪعتون آهن. ڏهن ۽ ٻارهن رڪعتن تائين پڙهڻ جو به ثبوت ملي ٿو، پر پاڻ سڳورن جي عادت گهڻو ڪري اٺ رڪعتون پڙهڻ جي هئي، ۽ موقعي مطابق گهٽ وڌ به پڙهيون اٿائون تنهن ڪري اها عادت هئڻ گهرجي. جيڪو شخص تهجد جو عادي هجي ان لاءِ عذر کان سواءِ ڇڏي ڏيڻ مڪروه آهي. ان ۾ ڪا خاص سورت پڙهڻ مقرر نه آهي. حافظ لاءِ بهتر اهو آهي ته قرآن شريف جي روزانو جي منزل مقرر ڪري پڙهي، تانجو ٿورڙن ڏينهن ۾ سمورو قرآن مجيد ختم ٿيندو رهي، جيڪو شخص حافظ نه هجي پر ڪيس وڏيون سورتون جهڙوڪ سورة البقره، آل عمران يا يس وغيره ياد هجن ته اهي پڙهي. ڪي بزرگ سورت يس ڪي اٺن رڪعتن ۾ ورهائي پڙهندا رهيا آهن. ڪي سورة اخلاص (قل هو الله احد) ڪي هر رڪعت ۾ ڪئين ڀيرا ڏار ڏار طريقي سان پڙهندا آهن، صحيح هي آهي ته ڪا پابندي نه آهي، ان وقت جون ماثوره (حديثن ۾ آيل)

دعائون بہ پڙهڻ گهرجن.

عيدن، پندرهين شعبان ۽ رمضان جي پوين راتن ۽ ذوالحجہ جي پهرين ڏهن راتن ۾ جاڳڻ ۽ عبادت ڪرڻ مستحب آهي ڪٿي اڪيلو نماز پڙهي يا قرآن پاڪ جي تلاوت ڪري يا ذڪر، تسبيح، تحميد، تهليل ۽ درود شريف وغيره جو وظيفو ڪري. جيڪڏهن سموري رات جو جاڳڻ ممڪن نہ ٿي تہ جيترو ٿي سگهي اوترو اوجاڳو ڪرڻ گهرجي.

## نماز استخاره:

جيڪڏهن ڪو جائز اهم ڪم سامهون هجي مثال طور ڪٿي مڱڻو يا شادي ڪرڻ يا ڪنهن سفر تي وڃڻ جو ارادو هجي ۽ ان جي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ يا اهڙي ڪم جي وقت بابت تردد ۽ هٻڪ هجي تہ استخارو ڪرڻ سنت آهي. ان جو طريقو هي آهي تہ جڏهن رات جو سمهڻ لڳي تہ تازو وضو ڪري ٻہ رڪعتون نماز استخاره پڙهي. بهتر هي آهي تہ پهرين رڪعت ۾ سورت الڪافرون ۽ ٻي ۾ سورت الاخلاص پڙهي. انهن ٻنهين رڪعتن جو سلام ورائڻ کان پوءِ دعاءِ استخاره پڙهي. ان دعا کان پهرين ۽ بعد ۾ حمد ۽ صلاة پڙهڻ مستحب آهي، تنهن ڪري سوره الحمد شريف يا رڳو الحمد لله ۽ درود شريف پڙهجي. دعاءِ استخاره هي آهي: اللهم اني استخيرک بعلمک واستقدرک بقدرتک واسألک من فضلک العظيم، فانک تقدر ولا اقدر وتعلم ولا اعلم وانت علام الغيوب. اللهم ان کنت تعلم ان هذا الامر خير لي في ديني ومعاشي وعاقبة امري وعاجلہ وآجلہ فاقدره لي ويسره لي ثم بارک لي فيه، وان کنت تعلم ان هذا الامر شر لي في ديني ومعاشي وعاقبة امري وعاجلہ وآجلہ فاصرفه عني واصرفني عنه واقدر لي الخير حيث کان ثم رضني بہ-

ڀنهي هنڌن تي هذا الامر چوڻ وقت پنهنجي ان ڪم جو دل ۾ خيال آڻي يا زبان سان پنهنجي مقصد جو ذڪر ڪري مثال طور تي سفر لاءِ هذا السفر چوي ۽ ڪٽي ترسڻ لاءِ هذه الاقامة چوي ۽ نڪاح لاءِ هذا النڪاح چوي، ڪنهن شيءِ جي وڪري ۽ خريد لاءِ هذا البيع چوي وغيره وغيره. هذا الامر جئي پنهنجي گهرج جو نالو وٺڻ به جائز آهي. دعاءِ استخاره کان بعد پاڪ صاف هنڌ تي قبلي ڏانهن منهن ڪري سمهي پوي. جڏهن سمهڻ کان بعد اٿي ته جيڪا ڳالهه دل ۾ مضبوطي سان اچي سائي بهتر آهي ان تي عمل ڪري. استخارو روزانو ان وقت تائين ڪندو رهي جيستائين خيال ڪنهن هڪ طرف چڱيءَ طرح مضبوطي سان نه ٿي وڃي ۽ بهتر هي آهي ته ستن ڏينهن تائين استخارو ڪجي. جيڪڏهن ڪنهن مجبوري خاطر استخاري جي نماز نه پڙهي سگهي ته رڳو دعاءِ استخاره ئي پڙهي ڇڏي. حج، جهاد ۽ ٻين عبادتن ۽ نيڪ ڪمن يعني فرض، واجب، سنت ۽ مستحب جي ڪرڻ ۽ حرام مڪروه جي نه ڪرڻ لاءِ استخارو نه ڪجي ڇوته انهن ڪمن جي ڪرڻ يا نه ڪرڻ لاءِ ته واضح حڪم ڏنو ويو آهي. البت وقت جي تعين ۽ خاص حالت لاءِ انهن جي بابت به استخارو ڪري سگهجي ٿو. مثال طور حج بابت اهو تردد هجي ته پٽ جي رستي سفر ڪجي يا سامونڊي يا هوائي رستي، يا هي ته سواري خريد ڪجي يا ڪرائي تي وٺجي، يا هي ته فلاڻي ماڻهو کي سفر جو ساٿي بڻائجي يا نه بڻائجي، يا سفر اڄ شروع ڪجي يا سڀاڻي وغيره.

## نماز حاجت:

جيڪڏهن ڪنهن کي ڪا حاجت پيش اچي، ڪٿي ان جو واسطو سڌو سنئون الله تعالىٰ سان هجي يا ڪنهن واسطي سان يعني ڪنهن

ٻانهي سان ان ڪم جو پورو ٿيڻ لاڳاپيل هجي'مثال طور تي نوڪري جي گهرج هجي يا شادي ڪرڻ گهرندو هجي تہ ان لاءِ مستحب هي آهي تہ چڱيءَ طرح وضو ڪري ٻہ رڪعتون نفل نماز پڙهي ۽ سلام ورائڻ کان بعد نبي سائين صلي الله عليہ وسلم تي درود شريف پڙهي پوءِ هي دعا گهري: لا اله الا الله الحليم الكريم، سبحان الله رب العرش العظيم، الحمد لله رب العالمين، اسالک موجبات رحمتک وعزائم مغفرتک، والغنيمة من كل بر، والسلامة من كل اثم لا تدع لي ذنبا الا غفرته ولا هما الا فرجته ولا حاجة هي لک رضا الا قضيتها يا ارحم الراحمين- ان کان پوءِ جيڪا حاجت گهربل هجي سا الله تعاليٰ کان گهري، ان شاء الله اها پوري ٿيندي. نماز استخاره ۽ نماز حاجت ۾ هي فرق آهي تہ نماز استخاره مستقبل واري حاجت لاءِ آهي ۽ نماز حاجت پيش آيل هاڻوڪي حاجت لاءِ آهي.

## صلاة التسبيح:

حديثن ۾ ان نماز جو تمام گهڻو ثواب آيل آهي. جيڪڏهن ٿي سگهي تہ روزانو هڪ ڀيرو اها نماز پڙهجي نہ تہ هفتي ۾ هڪ ڀيرو (مثال طور هر جمعي جي ڏينهن) پڙهجي ۽ جيڪڏهن اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ مهيني ۾ هڪ ڀيرو نہ تہ سال ۾ هڪ ڀيرو پڙهجي، اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ سموري عمر ۾ هڪ ڀيرو پڙهجي. صلاة التسبيح جون چار رڪعتون آهن. بهتر هي آهي تہ چارئي رڪعتون هڪ سلام سان پڙهجن ۽ جيڪڏهن ٻن سلامن سان پڙهجن تہ بہ صحيح آهي. مڪروه وقتن کان سواءِ اها نماز هروقت پڙهي سگهجي ٿي ۽ بهتر هي آهي تہ سج جي لڙڻ کان پوءِ ظهر کان پهرين پڙهجي. وچولي درجي مطابق اها نماز هر جمعي جي ڏينهن سج لڙڻ کان پوءِ جمعي نماز کان پهرين پڙهجي.

صلاة التسبيح پڙهڻ جو طريقو جيڪو حضرت عبدالله بن المبارڪ
ڪان ترمذي شريف ۾ آيل آهي هي آهي تہ تڪبير تحريمہ ڪان بعد ثنا
(يعني سبحانڪ اللهم......) پڙهي، پوءِ تسبيح "سبحان الله والحمد لله
ولا اله الا الله والله اڪبر" پندرهن ڀيرا پڙهي، پوءِ عام طريقي موجب
اعوذ بالله، بسم الله، الحمد شريف ۽ سورت پڙهي، پوءِ رڪوع ۾ وڃڻ
ڪان پهرين قيام ۾ ئي (سورت ڪان بعد) ساڳئي تسبيح ڏهہ ڀيرا پڙهي
پوءِ رڪوع ڪري ۽ رڪوع جي تسبيح ڪان پوءِ اها تسبيح ڏهہ دفعا
پڙهي، پوءِ رڪوع ڪان مٿي ٿي قومہ ۾ سمع الله لمن حمده ۽ ربنا لڪ
الحمد ڪان پوءِ ڏهہ ڀيرا ۽ ٻنهي سجدن ۾ سجدي جي تسبيح ڪان پوءِ
ڏهہ ڀيرا ۽ ٻنهي سجدن جي وچ ۾ ويهڻ جي حالت يعني"جلسہ" ۾
ڏهہ ڀيرا ساڳئي تسبيح پڙهي، اهڙيءَ طرح هر رڪعتہ الحمد شريف
ڪان پهرين پندرهن ڀيرا ۽ ٻنهي سجدن ۾ ۽ ٻنهي سجدن جي وچ واري
جلسہ ۾ ڏهہ ڏهہ ڀيرا مٿين تسبيح پڙهي. اهڙيءَ طرح هررڪعت ۾ ٧٥
ڀيرا ۽ چئني رڪعتن ۾ ٽي سو ڀيرا اها تسبيح پڙهڻ گهرجي ۽
جيڪڏهن انهيءَ تسبيح ڪان بعد ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم بہ
ملائي تہ بهتر آهي ۽ ثواب ۾ واڌارو ٿيندو ۽ هڪ روايت ۾ اهي لفظ پڻ
وڌيڪ آيل آهن.

ٻيو طريقو جيڪو ترمذي شريف ۾ حضرت عبدالله بن عباس
رضي الله عنهما ڪان آيل آهي سو هن ريت آهي تہ ثنا ڪان پوءِ ۽ الحمد
شريف ڪان پهرين ڪنهن بہ رڪعت ۾ اها تسبيح نہ پڙهي بلڪہ هر
رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهڻ ڪان بعد پندرهن ڀيرا پڙهي ۽ رڪوع،
قومہ ۽ ٻنهي سجدن ۽ جلسہ ۾ ساڳئي طريقي مطابق ڏهہ ڏهہ ڀيرا
پڙهي ۽ ٻئي سجدي ڪان پوءِ ويهي جلسہ استراحت ۾ ڏهہ ڀيرا پڙهي،
اهڙيءَ ريت هر رڪعت ۾ ٧٥ ڀيرا پڙهي ۽ ٻنهي قعدن ۾ التحيات ڪان

پهرين پڙهي ڇڏي. اهي ٻئي طريقا صحيح آهن، پر پهريون طريقو حنفي مذهب سان وڌيڪ مطابقت رکي ٿو، ڇوته ٻئي طريقي ۾ جلسه استراحت ۾ تسبيح پڙهڻ آيل آهي پر حنفي مذهب ۾ جلسه استراحت (يعني ٻئي سجدي کان مٿي ٿي ويهڻ) مڪروه آهي، پر ڪن فقيهن ان کي ترجيح ڏني آهي ڇوته اهو مرفوع حديث سان ثابت آهي. بهتر هي آهي ته ڪڏهن هڪ روايت تي عمل ڪري ۽ ڪڏهن ٻي تي، جيئن ٻنهن تي عمل ٿي وڃي. ان نمازجي چئني رڪعتن ۾ ڪا سورت مقرر ڪري نه پڙهي، پر مستحب طور ڪڏهن ڪڏهن چئني رڪعتن ۾ ترتيب سان التڪاثر، العصر، الڪافرون ۽ الاخلاص پڙهي ۽ ڪڏهن اذا زلزلت، والعاديات، اذا جاء ۽ الاخلاص پڙهي. جيڪڏهن ويسريل خاطر تسبيح جا ڪلما ڪنهن هنڌ ڏهن کان گهٽ پڙهيا وڃن يا بنهه نه پڙهيا وڃن ته تسبيح جي اڳين هنڌ پڙهي ڇڏجن جيئن ڳڻپ پوري ٿي وڃي. پررڪوع جي رهيل تسبيح قومه ۾ پوري نه ڪري بلڪه سجدي ۾ پڙهي، اهڙيءَ طرح سجدي جي رهيل تسبيح جلسه ۾ نه پڙهي بلڪه ٻئي سجدي ۾ پڙهي، ڇوته قومه ۽ جلسي کي رڪوع ۽ سجدي کان ڊگهو ڪرڻ مڪروه آهي. تسبيح جي ڳڻپ آگرين تي نه ڪري بلڪه جيڪڏهن دل ۾ ڳڻي سگهي ۽ نماز ڏانهن ڌيان ۾ فرق نه اچي ته اهو بهتر آهي نه ته آگرين کي بند ڪري ڳڻپ ڪجي.

## سفر تي رواني ٿيڻ ۽ واپس اچڻ جي نماز:

جڏهن ڪو شخص پنهنجي وطن کان سفر تي وڃڻ لڳي ته ان لاءِ مستحب آهي ته ٻه رڪعتون نماز گهر ۾ پڙهي سفر شروع ڪري ۽ وڌيڪ ٻه رڪعتون مسجد ۾ پڙهڻ بهتر آهي ۽ جڏهن سفر کان واپس اچي ته مستحب آهي ته پهرين مسجد ۾ وڃي ٻه رڪعتون نماز پڙهي ۽

ٿوري جهڙ اتي ويهي پوءِ گهر وڃي، ۽ سفر دوران جڏهن ڪنهن منزل تي پهچي ۽ اتي ترسڻ جو ارادو هجيس تہ ويهڻ کان پهرين ٻہ رڪعتون نماز پڙهي.

## نماز توبہ:

جيڪڏهن ڪو شخص گناهہ ڪري ويهي تہ ان لاءِ مستحب هي آهي تہ ٻہ رڪعتون نماز پڙهي پنهنجي گناهہ کان توبہ ڪري ۽ پنهنجي بخشش ۽ معافي لاءِ الله تعاليٰ کان دعا گهري.

## نماز قتل:

جيڪڏهن ڪو مسلمان قتل ٿيڻ وارو هجي تہ ان لاءِ مستحب هي آهي تہ ٻہ رڪعتون نماز پڙهي پنهنجي گناه جي مغفرت ۽ بخشش لاءِ الله تعاليٰ کان دعاگهري جيئن اها نماز ۽ استغفاردنيا ۾ سندس آخري عمل هجي.

## نماز احرام:

حج يا عمري جي احرام ٻڌڻ وقت ٻہ رڪعتون نماز پڙهڻ سنت آهي. ان نمازجي پهرين رڪعت ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٻي ۾ قل هو الله احد پڙهڻ مستحب آهي.

**نوٽ:** نماز جي ٻين قسمن جهڙوڪ نذر، تراويح، جمعي، عيد، ڪسوف، خسوف ۽ استسقاء جو بيان اڳتي ڌار ڌار عنوانن هيٺ ايندو.

## سنتن ۽ نفلن جا خاص مسئلا

(١) عام نفل نمازِ جنهن ۾ ڪا تخصيص نہ هجي مڪروه وقتن کي ڇڏي هر وقت پڙهڻ مستحب آهي. ڏينهن وارا نفل هڪ سلام

سان چار رڪعتن کان وڌيڪ پڙهڻ ۽ رات جا نفل هڪ سلام سان اٺن رڪعتن کان وڌيڪ پڙهڻ مڪروه آهي. امام ابوحنيفہ رح وٽ افضل هي آهي ڪٽي ڏينهن هجي يا رات چئن چئن رڪعتن تي سلام ورائجي. ڪن فقيهن وٽ فتويٰ انهيءَ قول تي آهي. ۽ صاحبين رح وٽ افضل هي آهي تہ ڏينهن جي وقت چار رڪعتون هڪ سلام سان پڙهجن ۽ رات جي وقت هر ٻن رڪعتن تي سلام ورائجي. ڪن وٽ فتويٰ صاحبين رح جي قول تي آهي، اها ڳالهہ روايتن جي وڌيڪ مطابق آهي ۽ اڪثر عالمن جي راءِ بہ اهائي آهي.

(٢) سنتون (ڪني فرض نماز کان اڳ واريون هجن يا بعد واريون) ۽ نفل نماز گهر ۾ پڙهڻ افضل آهي هيٺ ڏنل نو (٩) نمازون ان حڪم کان ٻاهر آهن: (١) تراويح نماز(٢) تحية المسجد (٣) سفر کان واپس موٽڻ جي نماز (۴) احرام جون ٻہ رڪعتون (جيڪڏهن ميقات جي ڀرسان ڪا مسجد هجي) (۵) طواف جون ٻہ رڪعتون (٦) اعتڪاف ۾ ويٺل شخص جي نفل نماز (٧) سج گرهڻ واري نماز (٨) جنهن ڪي گهر وڃي ڪمن ڪارين ۾ مشغول ٿي وڃڻ خاطر سنت ۽ نفلن جي نہ پڙهي سگهڻ جو ڊپ هجي يا گهر ۾ پڙهڻ سان دل نہ لڳي ۽ خشوع خضوع گهٽجي وڃي. (٩) جمعي نماز کان اڳ واريون سنتون.

(٣) جماعت جي بيهجي وڃڻ کان بعد فجر جي سنتن کان سواءِ ڪابہ نفل نماز شروع ڪرڻ جائز نہ آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص گهر ۾ فجر جون سنتون نہ پڙهيون هجن ۽ مسجد ۾ جماعت ٿي رهي هجي ۽ هن کي پڪ هجي تہ سنتون پڙهڻ کان پوءِ ڪيس جماعت ملي ويندي ڪٽي قعدي جي ملڻ جي ئي اميد هجيس تہ اهڙو شخص سنتون پڙهي وٺي، پر صف جي برابر بيهي نہ پڙهي بلڪ جماعت کان ڏار پري ٿي بيهي، مثال طور جيڪڏهن مسجد ۾ اندر جماعت ٿي رهي هجي تہ اهو ٻاهر پڙهي. جماعت جي شروع ٿيڻ کان پهرين

جتي وٽيس اتي پڙهي سگهي ٿو، ڪٿي اهي ڪهڙيون به سنتون هجن. جيڪڏهن ڪنهن کي خبر هجي ته جماعت جلد شروع ٿيڻ واري آهي ۽ هي ان وقت تائين سنتن کان فارغ نه ٿي سگهندو ته اهڙي هنڌ نه پڙهي جو ان سان صف ۾ وٽي ايندي هجي. جيڪڏهن فجر جي نماز ۾ امام کي رڪوع ڪندي ڏٺائين ۽ ڪيس خبر ناهي ته اهو پهرين رڪعت جو رڪوع آهي يا ٻي جو، ته ان صورت ۾ فجر جون سنتون ڇڏي ڏجن ۽ جماعت سان شامل ٿيڻ گهرجي. جيڪي سنتون فرضن کان بعد پڙهبيون آهن تن کي مسجد ۾ ساڳئي هنڌ تي پڙهڻ جائز آهي پر اوليٰ هي آهي ته اتان ڪجهه پاسيرو ٿجي ۽ امام کي پنهنجي هنڌ تان ضرور پاسيرو ٿيڻ گهرجي، ان لاءِ ساڳئي هنڌ پڙهڻ مڪروه آهي.

(۴) مؤڪده توڙي غير مؤڪده سنتن، نفلن ۽ وتر جي هر هڪ رڪعت ۾ منفرد ۽ امام لاءِ الحمد سان گڏ سورت ملائڻ واجب آهي.

(۵) چئن رڪعتن وارين مؤڪده سنتن يعني ظهر ۽ جمعي کان پهرين ۽ جمعي کان بعد وارين چئن رڪعتن جي پهرين قعده ۾ التحيات کان بعد درود شريف نه پڙهي، جيڪڏهن غلطي سان پڙهي ورتائين ته اللهم صل عليٰ محمد جيتري مقدار جي پڙهڻ سان سجده سهو واجب ٿي پوندو آهي ۽ جڏهن انهن سنتن جي ٽين رڪعت لاءِ اٿي ته سبحانڪ اللهم ۽ اعوذ نه پڙهي ڇو ته مؤڪده هئڻ ڪري اهي سنتون فرضن وانگر آهن. جيڪڏهن چئن رڪعتن واري سنت غيرمؤڪده يا نفل نماز پڙهي ته ڪيس اختيار آهي، وٽيس ته پهرين قعده ۾ درود شريف ۽ دعا به پڙهي ۽ ٽين رڪعت ۾ ثنا ۽ اعوذ به پڙهي ۽ وٽيس ته فرضن وانگر رڳو التحيات پڙهي اٿي بيهي ۽ ٽين رڪعت ۾ ثنا ۽ اعوذ به نه پڙهي. وڌيڪ معتبر قول موجب اها ٻي صورت افضل آهي. چئن کان وڌيڪ يعني ڇهن يا اٺن رڪعتن واري نفل نماز ۽ نذر واري نماز جو به اهو ساڳيو ئي حڪم آهي.

## نفل نماز ڀڃڻ جا مسئلا

(١) نفل نماز قصدا شروع ڪرڻ سان واجب ٿي ويندي آهي، تنهنڪري ڀڃڻ جي صورت ۾ ان جي قضا پڙهڻ واجب آهي، عذر ڪان سواءِ ڀڃڻ سان گناه بہ ٿيندو آهي، ۽ جيڪڏهن ارادي ڪان سواءِ نفل نماز ڀڳي وئي تہ بہ ان جي قضا پڙهڻ واجب آهي.

(٢) مڪروه وقت ۾ شروع ڪرڻ سان بہ نفل نماز شروع ٿي ويندي آهي پر ان جو ڀڃڻ ۽ غيرمڪروه وقت ۾ قضا ڪرڻ واجب آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن ان کي پورو ڪري ڇڏيو تہ چڱو نہ ڪيائين، اهڙي نفل نماز ڪراهت تحريمہ سان ادا ٿيندي، ان ڪري ڪراهت تحريمہ ڪان بچڻ لاءِ دهرائي پڙهڻ واجب آهي. ۽ ڀڃڻ جي صورت ۾ ان جي قضا واجب آهي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن چئن رڪعتن سنت غير مؤڪده يا نفل جي نيت ڪئي ۽ پهريون قعده ڪرڻ ڪان پهرين ڀڃي ڇڏيائين يا پهرين قعده ۾ التحيات پڙهڻ جيتري مقدار جي برابر ويهي ٽين رڪعت لاءِ اٿڻ ڪان پوءِ (ٻيو قعدو پوري ڪرڻ ڪان پهرين) ڀڃي ڇڏيائين تہ رڳو ٻن رڪعتن جي قضا ڪري ۽ جيڪڏهن پهريون قعدو پوري ڪرڻ ڪان پوءِ ٽين رڪعت لاءِ اٿڻ ڪان پهرين ڀڃي ڇڏيائين يعني سلام ورائي ڇڏيائين تہ مٿس ڪابہ قضا واجب نہ ٿيندي، ڇو تہ پهريون ٻہ رڪعتون پوريون ٿي ويون ۽ ٻيون شروع ئي نہ ٿيون.

(٤) جيڪڏهن ڪا تعداد مقرر ڪرڻ ڪان سواءِ نفل نماز شروع ڪيائين يعني ٻن يا چئن رڪعتن جي تخصيص نہ ڪيائين تہ فقيهن جي اتفاق سان ٻن رڪعتن ڪان وڌيڪ لازم نہ ٿيندي.

(٥) جيڪڏهن ڪنهن چار رڪعتون نفل نماز پڙهي ۽ وچ

واري قعدي ۾ نہ ويٺو تہ فرض نماز تي قياس ڪندي نماز فاسد ٿيندي اهو امام محمد رح جو قول آهي. پر استحسان مطابق جيڪڏهن سجده سهو ڪجي تہ اها نماز بناڪراهت جي صحيح ٿي ويندي، اهو امام ابوحنيفہ رح ۽ امام ابويوسف رح جو قول آهي. باقي رهي هي ڳالهہ تہ اهي ٻہ رڪعتون ڳڻبيون يا چار، تہ صحيح راءِ اها آهي تہ اهي چار رڪعتون ليکيون ويندون. نفل جون ڇهہ، اٺ يا وڌيڪ رڪعتون هڪ ئي قعدي سان پڙهڻ وڌيڪ معتبر قول مطابق جائز نہ آهي، يعني هتي قياس تي عمل ٿيندو ۽ استحسان جو حڪم جاري نہ ٿيندو، ڇوتہ فرض نماز ڇهن، اٺن يا ان کان وڌيڪ رڪعتن جي نہ ٿيندي آهي، تنهن ڪري اهي نفل فرض جي مشابهہ نہ ٿي سگهندا، تنهن ڪري انهن جون ڪي بہ ٻہ رڪعتون صحيح نہ ٿينديون، البت رڳو ٻن رڪعتن جي قضا واجب ٿيندي، انهيءَ تي فتويٰ آهي. پر تراويحن جو حڪم ٻن ڳالهين ۾ عام نفلن کان الڳ آهي: **پهريون:** هي تہ چار رڪعتون هڪ ئي قعدي سان ادا ڪرڻ جي صورت ۾ عام نفلن ۾ چار رڪعتون ليکيون وينديون، پر تراويحن ۾ اهي ٻہ رڪعتون شمار ٿينديون. **ٻيو:** هي تہ عام نفلن ۾ ڇهہ يا وڌيڪ رڪعتون هڪ قعدي سان پڙهڻ جي صورت ۾ سموري نماز ڀڃي پوندي، البت قضا رڳو ٻن رڪعتن جي واجب ٿيندي، پر تراويحن ۾ ڇهہ يا وڌيڪ (ويهہ رڪعتون پڻ) هڪ قعدي ۽ هڪ سلام سان پڙهيون وڃن تہ معتبر قول موجب اهي رڳو ٻہ رڪعتون شمار ٿينديون. رهي اها ڳالهہ تہ قعده اوليٰ جي ڇڏڻ جي صورت ۾ سجده سهو ڪري يا نہ، تہ ان جو صحيح جواب هي آهي تہ ويسر ڀل سان رهجي وڃڻ جي صورت ۾ سجده سهو ڪري، پر ڄاڻي واڻي ڇڏي ڏيڻ جي صورت ۾ سجده سهو ڪافي نہ آهي بلڪہ ان نماز جو دهرائڻ واجب آهي، جيئن نماز ڪراهت کان سواءِ ادا ٿي وڃي.

## نفل يا ڪا بہ نماز ويهي پڙهڻ جا مسئلا

(١) جيڪو بيهڻ جي سگهہ رکي ٿو تنهن لاءِ معتبر قول مطابق ويهي نفل نماز پڙهڻ بناڪراهت جي جائز آهي، پر بيهي پڙهڻ افضل آهي. عذر کان سواءِ ويهي پڙهندڙ کي اڌ ثواب ملندو آهي.

(٢) عذر جي ڪري ويهي نماز پڙهڻ سان ثواب ۾ گهٽتائي نہ ٿيندي ڪٿي فرض هجي يا نفل وغيره، يعني بيهي پڙهڻ جيترو ثواب ملندو.

(٣) معتبر قول مطابق وتر کان بعد وارا نفل بہ بيهي پڙهڻ افضل آهن، ويهي پڙهڻ جو اڌ ثواب آهي.

(۴) فرض ۽ واجب نماز عذر کان سواءِ ويهي پڙهڻ جائز نہ آهي. فجر جي سنت جو بہ اهوئي حڪم آهي. ٻيون سنتون عذر کان سواءِ ويهي پڙهڻ جائز آهي ڪٿي اها نماز تراويح هجي، پر سلف جي عمل ۽ توارث جي خلاف آهي. جنهن نذر نماز کي بيهندي متعين نہ ڪيو ويو هجي ان جو بہ اهوئي حڪم آهي.

(۵) جنهن نفل نماز بيهي شروع ڪئي پوءِ پهرين يا ٻي رَڪعت ۾ عذر کان سواءِ ويهي رهيو، تہ اها نفل نماز امام ابوحنيفہ رح وٽ بناڪراهت جي جائز آهي، پر صاحبين رح وٽ عذر کان سواءِ ائين ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن چئن رکعتن جي نيت ڪيائين، ۽ پهريون ٻہ رکعتون بيٺي پڙهيائين، پر پويون ٻہ رکعتون ويهي ادا ڪيائين تہ اتفاق سان جائز آهي.

(٦) نفل نماز ۾ ٿڪاوٽ جي ڪري لٺ يا ڀت سان ٽيڪ ڏيڻ ۾ ڪو حرج ناهي، پر ٿڪاوٽ (وغيره) کان سواءِ ائين ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن نفل نماز ويهي شروع ڪئي پوءِ اٿي

بيٺو تہ ڪٿي هڪ رڪعت ويهي پڙهيائين ۽ هڪ بيهي، يا هڪ ئي رڪعت جو ڪجهہ حصو ويهي ۽ ڪجهہ بيهي پڙهيائين تہ ان جي نماز بناڪراهت جي جائز آهي.

(٨) جيڪڏهن ڪو شخص نفل نماز ويهي پڙهي ۽ رڪوع جي وقت بيهي رڪوع ڪري تہ ان لاءِ افضل هي آهي تہ بيهي ڪجهہ قراءت ڪري پوءِ رڪوع ڪري جيئن سنت جي مطابق ٿي وڃي. سڌو ٿي بيهي قراءت ڪرڻ کان سواءِ رڪوع ڪرڻ بہ جائز آهي. سڌو ٿي نہ بيهڻ کان سواءِ رڪوع ڪرڻ جائز نہ آهي، ڇوتہ سندس رڪوع ۾ وڃڻ نہ بيهڻ جي حالت ۾ واقع ٿيو نہ ويهڻ جي.

(٩) نفل نماز بہ فرض نماز وانگر عذر کان سواءِ ليٽي اشاري سان ادا ڪرڻ جائز نہ آهي، عذر جي ڪري جائز آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن رڪوع جيترو جهڪيل هئڻ جي حالت ۾ نفل نماز شروع ڪيائين تہ صحيح نہ ٿيندي.

## نذر جي نماز

(١) نذر نماز واجب آهي پر اها واجب لغيره آهي، يعني انهن نفلن مان آهي جيڪي ٻانهي جي پنهنجي فعل سان مٿس واجب ٿيندا آهن. تنهن ڪري ان جا ڪي حڪم فرضن جي مشابهہ آهن تہ ڪي نفلن جي.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن هيئن چيو تہ مون الله خاطر هڪ ڏينهن جي نماز پڙهڻ جي باس ڪئي تہ مٿس ٻہ رڪعتون لازم ٿينديون. ۽ جيڪڏهن ڪنهن پوري مهيني جي نمازن جي نذر ڪئي تہ مهيني جون سڀ فرض ۽ وتر نمازون مٿس لازم ٿينديون، سنتون لازم نہ ٿينديون. پر کيس گهرجي تہ مغرب جي فرض ۽ وتر نماز جي عوض ۾ چار چار رڪعتون پڙهي.

(٣) جيڪڏهن طهارت، ستر عورت يا قراءت کان سواءِ ٻن رڪعتن جي نذر ڪيائين ته امام محمد رح وٽ مٿس ڪا شيءِ لازم نه ٿيندي ڇوته اها نذر بالمعصيت آهي. امام ابويوسف رح وٽ ٻه رڪعتون طهارت، ستر عورت ۽ قراءت سان ادا ڪرڻ ضروري آهي ۽ اهڙو شرط لڳائڻ لغو آهي.

(٤) جيڪڏهن هڪ يا اڌ رڪعت نماز پڙهڻ جي باس ڪيائين ته مٿس ٻه رڪعتون لازم ٿينديون، ۽ جيڪڏهن ٽن رڪعتن جي باس ڪيائين ته چار رڪعتون لازم ٿينديون.

(٥) جيڪڏهن ظهر جي فرض نماز لاءِ اٺ رڪعتون پڙهڻ جي نذر ڪيائين ته مٿس رڳو چار رڪعتون ادا ڪرڻ فرض آهي، ان کان وڌيڪ ڪجهه به لازم نه ٿيندو. ڇوته وڌيڪ رڪعتن جو پاڻ کي پابند ڪرڻ ناجائز ۽ نذر بالمعصيت آهي.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن ٻن رڪعتن جي نذر ڪئي ۽ انهن سان بيهي پڙهڻ جو شرط نه لڳايائين ته انهن کي ويهي ادا ڪرڻ به جائز آهي، پر سواري تي ادا ڪرڻ جائز نه آهي ۽ جيڪڏهن بيهي ادا ڪرڻ جي نذر ڪئي اٿائين ته بيهي پڙهڻ واجب آهي ۽ ڪنهن شيءِ تي ٽيڪ ڏئي بيهڻ مڪروه آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن خاص ڏينهن تي ٻه رڪعتون نماز پڙهڻ جي نذر ڪيائين پر ان ڏينهن ادا نه ڪري سگهيو ته قضا ڪري پڙهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن خاص ڏينهن تي ٻه رڪعتون نماز پڙهڻ جو قسم ڪنيائين پر ان ڏينهن نه پڙهيائين ته قسم جو ڪفارو ڏئي، مٿس قضا لازم نه آهي. قسم جو ڪفارو هڪ غلام آزاد ڪرڻ يا ڏهن مسڪين کي ٻه وقت پيٽ ڀري کاڌو کارائڻ آهي ۽ جيڪڏهن اهو نه ٿي سگهي ته ٽي ڏينهن روزا رکجن. (وڌيڪ فقه جي ڪتابن ۾ " ڪفاره يمين" ۾ ڏسو).

(٨) جيڪڏهن مسجد الحرام يا مسجد بيت المقدس ۾ نماز ادا ڪرڻ جي نذر ڪيائين پر ڪنهن بي گهٽ درجي واري مسجد ۾ يا گهر جي مسجد ۾ ادا ڪيائين تہ جائز آهي.

(٩) جيڪڏهن ڪنهن عورت ڪنهن خاص ڏينهن ۾ نماز ادا ڪرڻ جي نذر ڪيائين پر ان ڏينهن کيس ماهواري اچي وئي تہ ان جي قضا پڙهڻ واجب آهي. ماهواري واجب هئڻ ۾ رڪاوٽ نہ بڻبي پر ادا ڪرڻ ۾ رڪاوٽ آهي. جيڪڏهن "ماهواري جي حالت ۾ نماز پڙهڻ" جي نذر ڪيائين تہ ڪجهہ بہ لازم نہ ٿيندو ڇوتہ اها نذر بالمعصيت آهي.

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن چار رڪعتون هڪ سلام سان پڙهڻ جي باس باسي، يا انهن کي هڪ سلام سان پڙهڻ جي شرط نہ لڳايائين تہ مٿس چارئي رڪعتون هڪ سلام سان پڙهڻ واجب آهي، ٻن سلامن سان ادا ڪرڻ سان اها نذر ادا نہ ٿيندي. ۽ جيڪڏهن ان جي ابتڙ چار رڪعتون ٻن سلامن سان ادا ڪرڻ جي باس ڪيائين تہ چارئي رڪعتون هڪ سلام سان ادا ڪرڻ بہ جائز آهي، ان سان باس پوري ٿي ويندي. جيڪڏهن نذر جون چار رڪعتون ادا ڪرڻ جي نيت سان نماز شروع ڪري ان کي ڀڃي ڇڏيائين تہ مٿس بالاتفاق چئن رڪعتن جي قضا لازم ٿيندي.

## تراويح نماز

(١) رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ عشاء جي نماز کان بعد تراويح نماز جون ويهہ رڪعتون پڙهڻ مردن ۽ عورتن لاءِ بالاجماع سنت مؤڪده علي العين آهي. جيڪڏهن ڪو انهن جو ترڪ ڪندو تہ اهو سنت جي ڇڏڻ جو گنهگار ۽ مڪروه جو مرتڪب شمار ٿيندو.

(٢) اها نماز ڏهن سلامن سان پڙهڻ مسنون آهي. يعني ٻن ٻن رڪعتن جي نيت ڪجي ۽ هر ٻن رڪعتن تي سلام ورائي ۽ هر چئن رڪعن کان بعد ٿوري جهڙ ويهي آرام ڪجي ان کي ترويحہ چئجي ٿو. اهڙيءَ طرح پنج ترويحہ ٿين ٿا. پنجن کان وڌيڪ ترويحہ ڪرڻ مڪروه آهي.

(٣) ان جو وقت عشاء (جي فرضن) کان بعد کان وٺي صبح صادق ٿيڻ تائين آهي، ڪٽي وتر کان پهرين پڙهجن يا بعد ۾، ٻنهي طرح سان جائز آهي، پر وتر کان پهريائين پڙهڻ افضل آهي. تراويح نماز عشاء جي نماز جي تابع آهي، ان ڪري جيڪي تراويحون عشاء نماز کان اڳ ادا ڪيون وڃن سي تراويحون نہ ليکيون وينديون تنهن ڪري اهي ٻيهر پڙهجن. جيڪڏهن عشاء، تراويح ۽ وتر نماز پڙهڻ کان پوءِ خبر پئي تہ عشاء جي نماز بناوضو جي پڙهي وئي آهي ۽ تراويح ۽ وتر وضو سان پڙهيا ويا آهن، يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري رڳو عشاء جي نماز فاسد ٿي هجي تہ عشاء سان گڏ تراويحون بہ دهرائي پڙهي، وتر ٻيهر نہ پڙهي، ڇوتہ وتر پنهنجي وقت ۾ عشاء جي تابع نہ آهي، پر ترتيب خاطر عشاء جي نماز ان کان اڳ ۾ پڙهڻ واجب آهي، پل يا ڪنهن ٻئي عذر جي ڪري ترتيب ساقط ٿي ويندي آهي.

(٤) تراويحن ۾ ٽهائي رات يا اڌرات تائين تاخير ڪرڻ مستحب آهي، ۽ اڌ رات کان پوءِ بہ صحيح اهو آهي تہ مڪروه نہ آهي بلڪہ مستحب ۽ افضل آهي. پر جيڪڏهن رهجي وڃڻ جو ڊپ هجي تہ بهتر اهو آهي تہ دير نہ ڪجي.

(٥) تراويحن ۾ جماعت سنت ڪفايہ آهي، يعني جيڪڏهن محلي جي مسجد ۾ تراويح نماز جماعت سان پڙهي وئي ۽ ڪو شخص گهر ۾ اڪيلو نماز پڙهي تہ گنهگار نہ ٿيندو، پر جيڪڏهن سڀ محلي

وارا تراويح جماعت سان نہ پڑهن تہ سڀ سنتن جي ڇڏڻ جي ڪري گنهگار ٿيندا، ۽ جيڪڏهن ڪن ماڻهن گهر ۾ جماعت سان نماز پڙهي ورتي تہ انهن کي جماعت جي فضيلت تہ ملي وئي پر مسجد جي فضيلت نہ ملي.

(٦) هر چئن رڪعتن کان پوءِ ايترو وقت ويهڻ مستحب آهي جيتري وقت ۾ چار رڪعتون پڙهيون ويون آهن يا پڙهي سگهجن ان کي ترويحہ چئجي ٿو. جيڪڏهن ايترو وقت ويهڻ ۾ ماڻهن کي تڪليف ٿئي ۽ جماعت جي گهٽجي وڃڻ جو ڊپ هجي تہ ان کان گهٽ ويهي. ان ويهڻ جي وقت ۾ ڪيس اختيار آهي، وٽيس تہ اڪيلي سر نفل پڙهي، وٽيس تہ آهستي آهستي قرآن مجيد پڙهي يا ڪا تسبيح وغيره پڙهي يا چپ ڪري ويهي. ان وقفي ۾ جماعت سان نفل پڙهڻ مڪروه آهي. ڪن فقيهن لکيو آهي تہ هيٺين تسبيح ٽي ڀيرا پڙهجي: سبحان ذي الملک والملکوت، سبحان ذي العزة والعظمة والقدرة والکبرياء والجبروت. سبحان الملک الحي الذي لاينام ولا يموت، سبوح قدوس ربنا ورب الملائکة والروح، لا اله الا الله نستغفرالله، ونسالک الجنة، ونعوذبک من النار.

(٧) جيڪڏهن ڪو عذر يا مجبوري جي ڪري روزو نہ رکي سگهي تہ ان لاءِ بہ تراويح پڙهڻ سنت آهي، جيڪڏهن نہ پڙهندو تہ سنت جي ترڪ جو گناهہ ٿيندس.

(٨) گهر يا مسجد ۾ تراويحون پڙهائڻ لاءِ ڪنهن شخص کي اجرت تي مقرر ڪرڻ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن حافظ جي دل ۾ وٺڻ جو خيال نہ هوءِ ماڻهن سندس خدمت جي خيال سان ڪجهہ ڏئي ڇڏيو تہ وٺڻ جائز آهي. جيڪو رواج ۽ رسم جي طور تي ڏنو ويندو آهي ۽ حافظ بہ وٺڻ جي خيال سان پڙهندو آهي ڪٿي زبان سان ڪجهہ نہ چوندو آهي تہ اهو بہ صحيح نہ آهي.

(٩) هڪ مسجد ۾ ساڳين مقتدين لاءِ ٻه ڀيرا تراويحن جي جماعت ڪرڻ مڪروه آهي. جيڪڏهن هڪ امام ٻن مسجدن ۾ پوريون پوريون تراويحون پڙهائي ته اهو ناجائز آهي ۽ جيڪڏهن مقتدي ٻن مسجدن ۾ پوريون پوريون تراويحون پڙهي ته جائز آهي، پر ڪيس وتر هڪ ئي هنڌ پڙهڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن گهر ۾ اڪيلي سر عشاء، تراويح ۽ وتر نماز پڙهي، پوءِ مسجد ۾ اچي امامت جي نيت سان ٻين کي تراويح پڙهائي ته امام لاءِ مڪروه آهي، جماعت لاءِ مڪروه نه آهي.

(١٠) افضل اهو آهي ته سڀ تراويحون هڪ ئي امام پڙهائي، جيڪڏهن ٻه امام پڙهائن ته مستحب هي آهي ته هر امام ترويحه پوري ڪري الڳ ٿئي. مثال طور هڪ امام اٺ رڪعتون ۽ ٻيو امام ٻارهن رڪعتون پڙهائي، ۽ جيڪڏهن هر امام ڏهه ڏهه رڪعتون پڙهائي ته اهو چڱو نه آهي. جيڪڏهن عشاء جو فرض ۽ وتر هڪ شخص پڙهائي ۽ تراويحون ٻيو پڙهائي ته اهو به جائز آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن فرض هڪ شخص پڙهائي ۽ وتر ٻيو پڙهائي ته اهو به جائز آهي.

(١١) نابالغ ڇوڪري جي بالغن لاءِ امامت تراويحن ۽ نفلن ۾ به جائز نه آهي، ۽ جيڪڏهن اهو نابالغن جي امامت ڪري ته جائز آهي.

(١٢) جيڪڏهن ڪڏهن تراويحن جون سڀ يا ڪي رڪعتون فوت ٿي وڃن ته سنتن وانگر انهن جي به قضا نه پڙهي، جيڪڏهن انهيءَ وقت اندر وتر پڙهڻ کان بعد ياد آيس ته ٻه رڪعتون رهجي ويون آهن ته پڙهي ڇڏي، ۽ انهن کي جماعت سان پڙهڻ وڌيڪ بهتر آهي.

(١٣) جيڪڏهن سڀن مقتدين عشاء جو فرض جماعت سان نه پڙهيو ته انهن لاءِ تراويح نماز جماعت سان پڙهڻ جائز نه آهي، ڇو ته تراويحن جي جماعت فرض نماز جي جماعت جي تابع آهي. پر

جيڪڏهن ماڻهو عشاء جي نماز جماعت سان پڙهي تراويحون جماعت سان پڙهي رهيا هجن ته جنهن نمازي عشاء جي نماز الڳ پڙهي هجي ان لاءِ انهن سان شريڪ ٿي تراويحون جماعت سان پڙهڻ جائز آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي وقت مسجد ۾ پهچي جو عشاء جي جماعت ٿي چڪي هجي بلڪه تراويحن جون به ڪي رڪعتون ٿي چڪيون هجن ته ان کي پهريائين عشاء جو فرض ۽ به رڪعتون سنت ادا ڪري پوءِ تراويحن جي جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي، وتر به جماعت سان پڙهي، ۽ ان وچ ۾ تراويحن جون جيتريون رڪعتون کانئس رهجي ويون هجن اهي وتر کان پوءِ پڙهي ڇڏي.

(١٤) جيڪڏهن ڪنهن عشاء جي فرض نماز جماعت سان پڙهي، پر تراويحون جماعت سان نه پڙهيائين يا ڪجهه تراويحون امام سان پڙهيائين ته ان لاءِ وتر جماعت سان پڙهڻ جائز آهي. پر جيڪڏهن فرض ۽ تراويحون جماعت سان نه پڙهيون اٿائين ته وتر جماعت سان نه پڙهي، ۽ جيڪڏهن سڀن تراويحون جماعت سان نه پڙهيون آهن ته سڀئي وتر جماعت سان نه پڙهن.

(١٥) وتر نماز جماعت سان ادا ڪرڻ جو حڪم رڳو رمضان المبارڪ لاءِ آيل آهي. رمضان کان سواءِ باقي ڏينهن ۾ وتر جي جماعت سان ادا ڪرڻ جو حڪم نفلن وانگر آهي. رمضان شريف ۾ وتر جو جماعت سان ادا ڪرڻ گهر ۾ اڪيلي پڙهڻ کان افضل آهي.

(١٦) فرض، وتر يا نفل نماز پڙهندڙ جي پٺيان تراويحن جي اقتداء صحيح نه آهي.

(١٧) افضل هي آهي ته تراويحن جي هر ٻن رڪعتن لاءِ نئين سر نيت ڪجي، تراويحن جي نيت لاءِ رڳي نفل جي نيت ڪافي آهي، پر افضل آهي ته سنت ۽ تراويحن جو ذڪر به ڪجي.

(١٨) رمضان شريف ۾ تراويحن ۾ هڪ ڀيرو قرآن پاڪ جو ترتيب وار پڙهڻ سنت مؤڪده آهي. ماڻهن جي سستي جي ڪري ان کي ڇڏڻ نہ گهرجي. پر جيڪڏهن ماڻهو ايترا سست هجن ۽ اهو ڊپ هجي تہ جيڪڏهن سمورو قرآن شريف پڙهيو ويندو تہ ماڻهو نماز ۾ نہ ايندا ۽ جماعت ٽٽي ويندي يا انهن کي ڏاڍو ڏکيو لڳندو تہ بهتر اهو آهي تہ جيترو ماڻهن کي ڏکيو نہ لڳي اوترو پڙهجي، يا سورت الم تر کيف کان سورت والناس تائين وارين ڏهن سورتن مان هڪ سورت هر رڪعت ۾ پڙهجي ۽ بہ ڀيرا ائين ڪرڻ سان ويهہ رڪعتون ٿي وينديون، يا مرضي مطابق ٻيون سورتون پڙهجن. جماعت جي سستي جي ڪري طمانيت ۽ نماز جي رڪنن کي چڱيءَ طرح ادا ڪرڻ کي ترڪ نہ ڪجي، قراءت ۾ جلدي نہ ڪجي، اعوذ بالله ۽ بسم الله پڙهجي، ۽ قعدي ۾ التحيات کان بعد درود شريف بہ ضرور پڙهجي ڪٿي رڳو اللهم صل علىٰ محمد تائين پڙهجي، اهڙيءَ طرح تراويحہ کي بہ نہ ڇڏجي. رمضان شريف ۾ تراويحن ۾ بہ ڀيرا ختم ڪرڻ افضل آهي، ٽي ڀيرا ختم ڪرڻ وڌيڪ افضل آهي، پر اها فضيلت ان وقت آهي جڏهن مقتدين کي ڏکيائي نہ ٿئي.

(١٩) هڪ رات ۾ سمورو قرآن مجيد پڙهڻ ان صورت ۾ جائز آهي جڏهن سڀ مقتدي ذوق شوق وارا هجن نہ تہ مڪروه آهي. ڪن بزرگن کان هڪ رات ۾ قرآن جو ختم ثابت آهي، پر اڄ ڪالهہ وارا رواجي شبينا ان حڪم ۾ داخل نہ آهن، ڇوتہ انهن ۾ ڪئين مڪروه شين ۽ خرابين جو ارتڪاب ڪيو ويندو آهي، تنهن ڪري اهي ناجائز آهن.

(٢٠) افضل آهي تہ تراويحن جي سڀني ٻن ٻن رڪعتن ۾ هڪ جيتري قراءت ڪجي ڪٿي گهٽ وڌ پڙهڻ بہ جائز آهي، پر ٻين نمازن

وانگر ان ۾ بہ ٻي رڪعت جي قراءت پھرين رڪعت کان وڌائڻ مڪروہ آھي. ٿورڙو وڌائڻ ۾ حرج نہ آھي.

(۲۱) عذر ڪان سواءِ تراويحون ويھي پڙھڻ جائز آھي پر مستحب نہ آھي بلڪ مڪروہ تنزيھي آھي. ٻين نفلن وانگر عذر ڌاران ويھي پڙھندڙ کي بيھي پڙھندڙ کان اڌ ثواب ملندو آھي. جيڪڏھن عذر خاطر امام ويھي تراويحون پڙھي ۽ مقتدي بيٺل ھجن تہ سندن نماز صحيح ٿيندي، ان صورت ۾ ڪن فقيھن جماعتين لاءِ بہ ويھي پڙھڻ کي مستحب قرار ڏنو آھي جيئن امام جي ابتڙ ھلڻ جي صورت نہ رھي.

(۲۲) جيڪڏھن ڪنھن چار رڪعتون ھڪ سلام سان پڙھيون ۽ ٻي رڪعت تي قعدو نہ ڪيائين تہ استحسانا ان جي نماز نہ ٻڃندي، پر جيڪڏھن ڇاٽي واٽي ائين ڪيو اٿائين تہ ان نماز جو دھرائڻ واجب آھي، ۽ پل جي صورت ۾ مٿس سجدہ سھو واجب ٿيندو ۽ اھي پہ رڪعتون شمار ٿينديون. اھوئي صحيح ۽ مفتيٰ بہ قول آھي، ان سان گڏ فتويٰ ان ڳالھہ تي آھي تہ انھن رڪعتن ۾ پڙھيل قرآن شريف کي ٻيھر پڙھڻ جي ضرورت ناھي، پر جيڪڏھن مقتدين کي بار محسوس نہ ٿئي ۽ اھي راضي ھجن تہ احتياط مطابق اھا قراءت دھرائڻ گھرجي. جيڪڏھن ٻي رڪعت کان بعد قعدو نہ ڪيائين ۽ ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيٺو تہ ٽين رڪعت جي سجدو ڏيڻ کان پھرين ياد اچڻ تي واپس اچي قعدو ڪري ۽ سجدہ سھو ڪري سلام ورائي ڇڏي. جيڪڏھن ٽين رڪعت جي سجدي ڏيڻ ڪان پوءِ ياد اچي تہ ھڪ ٻي رڪعت پڙھي قعدو ڪري ۽ سجدہ سھو ڪري سلام ورائي، اھڙيءَ طرح اھي چار رڪعتون پہ شمار ٿينديون (جيئن مٿي بيان ٿيو) ۽ جيڪڏھن ٻي رڪعت کان پوءِ قعدو ڪري ٽين رڪعت لاءِ اٿي بيٺو ۽ ٽين رڪعت جي سجدي کان پوءِ ياد آيس ۽ ھڪ رڪعت ملائي چار رڪعتون پوريون ڪري

ڇڏيائين ۽ سجده سهو بہ ڪيائين تہ صحيح قول موجب اهي چار رڪعتون شمار ٿينديون.

(٢٣) تراويحن ۾ ڇهہ، اٺ يا ڏهہ رڪعتون هڪ سلام سان پڙهڻ ان صورت ۾ جائز آهي جڏهن هر ٻن رڪعتن تي قعدو ڪيو وڃي، پر ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ مڪروه آهي. هڪ ئي سلام سان ويهہ رڪعتون ادا ڪرڻ ۽ هر ٻن رڪعتن تي قعدو ڪرڻ جو بہ اهوئي حڪم آهي تہ سڀ تراويحون ادا ٿي وينديون، پر ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ مڪروه آهي. پر جيڪڏهن هر ٻن رڪعتن تي قعدو نہ ڪيائين بلڪہ رڳو آخر ۾ قعدو ڪيائين تہ استحسان مطابق رڳو ٻہ رڪعتون شمار ٿينديون. اهو حڪم تراويحن لاءِ آهي. عام نفلن ۾ ان صورت ۾ سموري نماز ڀڄي پوندي، ڪي ٻہ رڪعتون پڻ صحيح نہ ٿينديون. انهيءَ تي فتويٰ آهي، جيئن نفلن ۾ بيان ٿي چڪو آهي.

(٢٤) جيڪڏهن ڪنهن سبب خاطر تراويحن جي سموري نماز يا ان مان ڪي ٻہ رڪعتون فاسد ٿي پون تہ انهن ۾ پڙهيل قرآن مجيد ٻيهر پڙهڻ کپي، جيئن تراويحن ۾ ختم قرآن اڻ پورو نہ رهي.

(٢٥) جيڪڏهن تراويحن ۾ قراءت جي ڪا غلطي ٿئي يا ڪا سورت يا آيت رهجي وڃي تہ معلوم ٿيڻ جي صورت ۾ صحيح ڪري پڙهجي ۽ رڳو رهيل سورت يا آيت پڙهڻ ڪافي آهي، جيڪڏهن ان کان بعد وارو حصو ٻيهر پڙهي ڇڏجي تہ بهتر آهي جيئن ختم ترتيب جي مطابق هجي.

(٢٦) مقتدي جو عذر کان سواءِ ويهي تراويحون پڙهڻ ۽ جڏهن امام رڪوع ۾ وڃڻ لڳي تہ اٿي بيهڻ مڪروه تحريمي آهي. جيڪڏهن پوڙهپ يا بيماري يا ڪنهن ٻئي عذر جي ڪري ائين ڪري

تہ مڪروہ ناهي. اهڙيءَ طرح ڪي ماڻھو رڪعت جي شروع ۾ نماز ۾ شريڪ نہ ٿيندا آهن ۽ جڏهن امام رڪوع ۾ وڃڻ لڳندو آهي تہ شريڪ ٿي ويندا آهن. اهو بہ مڪروہ تحريمي آهي، منديءَ کان ئي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي.

(٢٧) جيڪڏهن ننڊ جو زور هجي تہ جماعت سان تراويح پڙهڻ مڪروہ آهي، بلڪہ ان صورت ۾ جماعت کان الڳ ٿيڻ گهرجي ۽ جڏهن ننڊ جو زورختم ٿئي ۽ سجاڳي اچي وڃي تہ نماز ۾ شامل ٿجي.

(٢٨) امام کي تراويحن ۾ ڪنهن سورت جي منڍ ۾ هڪ ڀيرو بلند آواز سان بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهڻ گهرجي ڇوتہ بسم الله قرآن شريف جي هڪ آيت آهي. هر سورت جي شروع ۾ بسم الله آهستي پڙهڻ مستحب آهي.

(٢٩) امام لاءِ تراويحن ۾ قرآن جو ختم ستاويهين رات جو ڪرڻ افضل آهي، ان کان پهرين بہ جائز آهي پر افضل جي خلاف آهي. جڏهن تراويحن ۾ قرآن پاڪ ختم ڪيو وڃي تہ رمضان شريف جي باقي راتين ۾ تراويحون ڇڏي نہ ڏجن، ڇوتہ تراويحون سموري ماہ رمضان ۾ پڙهڻ سنت مؤڪدہ آهي ۽ انهن جو ڇڏي ڏيڻ مڪروہ تحريمي آهي.

(٣٠) ختم جي وقت آخري رڪعت ۾ الم کان مفلحون تائين پڙهڻ بهتر ۽ مستحب آهي. سورہ اخلاص هڪ ڀيرو پڙهڻ گهرجي، اڄ ڪالهہ جي رواج مطابق ٽي ڀيرا پڙهڻ مڪروہ آهي.

(٣١) تراويحن جون رڪعتون ان خيال سان شمار ڪرڻ تہ ڪيتريون باقي رهجي ويون آهن مڪروہ آهي.

# نماز جي ڀڃڻ جا حڪم ۽ عذر

**نماز ڀڃڻ جا حڪم:** (١) نماز، روزي ۽ ٻين عبادتن کي ڄاڻي واڻي ڪنهن عذر کان سواءِ ڀڃڻ حرام آهي، نماز کي صحيح ڪرڻ ۽ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ ڀڃڻ جائز بلڪ ضروري آهي.

(٢) نماز کي ڀڃڻ ڪڏهن واجب هوندو آهي جهڙوڪ جان بچائڻ لاءِ ، ڪڏهن مستحب هوندو آهي جهڙوڪ جماعت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ۽ ڪڏهن جائز ۽ مباح هوندو آهي جهڙوڪ ان وقت جڏهن مال جي وڃائجڻ جو ڊپ هجي.

**نماز ڀڃڻ جا عذر:**

(١) ڪنهن جو جانور ڀڄي وڃي، يا ٻڪرار کي پنهنجي ٻڪرين لاءِ بگهڙ جو ڊپ هجي، يا نانگ ۽ وڇون وغيره سامهون اچي وڃي ۽ ان جي ايذاءَ جو ڊپ هجي، يا ٻلي ڪڪڙ جي ويجهو اچي وڃي جنهن جي ڪري ڪڪڙ جي جان کي خطرو هجي.

(٢) ڪنهن مال جي وڃائجڻ جو ڊپ هجي جنهن جي قيمت گهٽ ۾ گهٽ هڪ درهم جي برابر يا ان کان وڌيڪ هجي ڪٿي پنهنجو مال هجي يا پرايو، ڊپ ڪٿي چوري جو هجي يا ٻاهي جي سڙڻ، ٻرڻ يا پاڻي جي سڙڻ جو هجي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو ريل کان هيٺ لهي نماز پڙهي رهيو هجي ۽ سامان يا ٻار ٻچا ريل گاڏيءَ ۾ هجن ۽ ريل گاڏي رواني ٿي وڃي تہ نماز ڀڃي سوار ٿي وڃي.

(٣) ڪنهن مصيبت جي ماريل جي سڏ تي، يا ڪنهن جي موت جو ڊپ هجي، يا ڪو نابينو وڃي رهيو هجي ۽ اڳيان کوهہ هجي جنهن ۾ ان جي ڪري پوڻ جو ڊپ هجي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن کي فرض نماز پڙهندي سندس پيءُ ماءُ، ڏاڏو ڏاڏي ۽ نانو ناني وغيره ڪنهن ڏک ۽ تڪليف ڪان سواءِ سڏي ته نماز نه ڀڃي، پر جيڪڏهن ڪنهن تڪليف خاطر مدد لاءِ سڏن ته نماز ڀڃي ڪين جواب ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن نفل يا سنت پڙهي رهيو هجي ۽ انهن مان ڪو سڏي ۽ ڪيس ان جي نماز ۾ هئڻ جي خبر نه هجي ته هر حال ۾ نماز ڀڃي مٿس سڏ جو جواب ڏيڻ فرض آهي، پر جيڪڏهن سڏيندڙ کي سندس نماز ۾ هئڻ جي خبر هجي ته جيستائين ان کي ڪا تڪليف يا نقصان پهچڻ جو ڊپ نه هجي ته نماز نه ڀڃي، ۽ جيڪڏهن اهڙو ڊپ هجي ته نماز ڀڃڻ فرض آهي.

(۵) جيڪڏهن نماز ۾ پيشاب يا پائخاني يا پيٽ جي هوا جو زور ٿئي ته نماز ڀڃي ڇڏجي ڪٿي فرض هجي يا نفل، ۽ فراغت حاصل ڪرڻ کان پوءِ پڙهي ڪٿي جماعت فوت ٿي وڃيس. انهيءَ حالت ۾ نماز پوري ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي جنهن جو ڀڃڻ واجب آهي. پر جيڪڏهن وقت جي ختم ٿيڻ جو خوف هجي ته انهيءَ حالت ۾ نماز پوري ڪجي، پوءِ ٻيهر قضا ڪرڻ جي بہ ضرورت نہ آهي.

(٦) جيڪڏهن نماز ۾ ڪا اهڙي حالت پيش اچي جنهن سان ڪنهن ٻئي امام وٽ نماز ڀڄي پوندي آهي پر حنفين وٽ نه ڀڄندي آهي، ۽ جماعت يا وقت جي فوت ٿيڻ جو خوف نه هجي ته امامن جي اختلاف کان بچڻ لاءِ مستحب آهي ته نماز ڀڃي اهڙيءَ طرح ادا ڪجي جو سڀني امامن وٽ صحيح ٿي وڃي. پر جيڪڏهن جماعت يا وقت جي فوت ٿيڻ جو ڊپ هجي ته اها نماز نه ڀڃي.

(۷) جيڪڏهن ڪو ذمي ڪافر اچي نماز پڙهندڙ کي چوي ته مون کي مسلمان ڪر، ته نماز ڀڃڻ فرض آهي ڪٿي فرض نماز هجي يا نفل.

(٨) جيڪڏهن دائي کي ماءُ يا ٻار جي جان يا ان جي ڪنهن عضوي کي نقصان پهچڻ جو گهڻو ڊپ هجي تہ مٿس نماز پڙهڻ واجب آهي، پر جيڪڏهن ڊپ تہ هجي پر غالب گمان نہ هجي تڏهن بہ نماز پڙهڻ ۽ مؤخر ڪرڻ جائز آهي.

(٩) جيڪڏهن ڪو شخص فرض ۽ واجب يا سنت ۽ نفل پڙهي رهيو هجي ۽ وقتي فرضن جي جماعت بيهجي وڃي تہ ان حالت ۾ بہ نماز کي ڇڏڻ جائز آهي. ان جو تفصيل اڳتي اچي رهيو آهي.

# جماعت سان شريڪ ٿيڻ جا مسئلا

## اڪيلي سر فرض پڙهندڙ جو ساڳئي فرض جي جماعت ۾ شامل ٿيڻ:

(١) جيڪڏهن ڪو شخص فرض نمازجي پهرين رڪعت پڙهي رهيو هجي ۽ اڃان تائين ان جو سجدو نہ ڪيو اٿائين تہ اتي ساڳئي نماز جي جماعت شروع ٿي وئي تہ ان کي ڪپي تہ پنهنجي نماز ڇڏي جماعت ۾ شريڪ ٿي وڃي، ڇو تہ اها ڪهڙي بہ فرض نماز هجي.

(٢) جيڪڏهن اهو شخص هڪ رڪعت پڙهي چڪو هجي ۽ ٻي رڪعت ۾ هجي پر اڃان ٻي رڪعت جو سجدو نہ ڪيو اٿائين تہ جيڪڏهن اها نماز ٻن يا ٽن رڪعتن واري آهي يعني فجر ۽ مغرب جي نماز آهي تہ ان نماز کي ڇڏي جماعت ۾ شامل ٿي وڃي. پر جيڪڏهن انهن ٻنهي نمازن ۾ ٻي رڪعت جو سجدو ڪري چڪو آهي تہ پوءِ نہ ڇڏي بلڪہ پنهنجي فرض کي ئي پورو ڪري، پوءِ امام سان شريڪ نہ ٿئي ڇوتہ هو پنهنجي فرض نماز ادا ڪري چڪو آهي، هاڻ جماعت سان پڙهيل نماز نفل شمار ٿيندي جيڪا مڪروه تحريمي آهي، ڇوتہ فجر جي نماز کان پوءِ نفل پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، ۽ مغرب ۾ ٽي

رڪعتون هونديون آهن جڏهن تہ نفل ۾ ٽي رڪعتون جائز نہ آهن.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن چار رڪعتن واري فرض يعني ظهر، عصر يا عشاء نماز جي هڪ رڪعت پڙهي ۽ ٻي ۾ هيو تہ جماعت بيهجي وڃي تہ مٿس واجب آهي تہ ٻي رڪعت پوري ڪري التحيات، درود ۽ دعا پڙهي سلام ورائي ڇڏي پوءِ جماعت ۾ شامل ٿي وڃي، جيئن اهي ٻہ رڪعتون نفل ٿي وڃن ۽ فرض جماعت سان ادا ٿي وڃي. جيڪڏهن ٻي رڪعت جو سجدو ڪري چڪو آهي تہ بہ اهوئي حڪم آهي. جيڪڏهن ٽين رڪعت ۾ هيو ۽ ان جي سجدي ڪان اڳ جماعت بيهجي وئي تہ نماز ڇڏي جماعت ۾ شامل ٿي وڃي، پر جيڪڏهن ٽين رڪعت جي سجدي ڪرڻ کان پوءِ جماعت بيهجي وئي تہ مٿس واجب آهي تہ پنهنجي نماز پوري ڪري وٺي ۽ ان کي نہ ڇڏي، ڇڏڻ جي صورت ۾ گنهگار ٿيندو. پوءِ ظهر ۽ عشاء جي نماز بابت کيس اختيار آهي تہ جماعت ۾ شامل ٿي وڃي ۽ اهو ان لاءِ افضل آهي ڇوتہ اها نماز نفل شمار ٿيندي ۽ کيس جماعت سان نفل پڙهڻ جو ثواب ملندو، ۽ وٽيس تہ جماعت ۾ شامل نہ ٿئي. فجر، مغرب ۽ عصر جي نماز پوري ڪرڻ جي صورت ۾ جماعت ۾ شامل نہ ٿئي.

(٤) مٿي ڏنل ان وقت لاءِ آهن جڏهن انهيءَ هنڌ جماعت ٿئي پر جيڪڏهن ڪنهن ٻي مسجد ۾ جماعت ٿئي تہ ڪنهن بہ حالت ۾ نماز نہ ڇڏي ڪٿي اجان پهرين رڪعت جو سجدو بہ نہ ڪيو اٿائين.

(٥) نماز ڇڏڻ جو طريقو هي آهي تہ قيام جي حالت ۾ هجي يا رڪوع ۽ سجدي ۾، انهيءَ حالت ۾ ئي هڪ پاسي ڏانهن سلام ورائي. پوءِ امام جي اقتداء ڪجي. ٻيا بہ طريقا آهن جهڙوڪ قعدي ڏانهن واپس اچي ويهي سلام ورائي. ڪن جو چوڻ آهي تہ سلام نہ ورائي بلڪہ ساڳئي حالت ۾ امام سان شامل ٿيڻ جي نيت ڪري تڪبير

تحريمہ چوي. اهي سڀ صورتون جائز آهن، پر پهرين صورت وڌيڪ بهتر آهي.

## سنت ۽ نفل وغيره جي دوران فرض جي جماعت جو بيهجڻ:

(١) جيڪڏهن ڪو شخص نفل نماز پڙهي رهيو هجي ۽ ان وچ ۾ اتي فرض نماز جي جماعت تيڻ لڳي تہ نفل نماز ڪي نہ ڀڃي، ڪٿي پهرين رڪعت جو سجدو ڪيو اٿائين يا نہ ڪيو اٿائين. بلڪہ ڪيس گهرجي تہ ٻہ رڪعتون پوريون ڪري سلام ورائي (ڪٿي چئن رڪعتن جي نيت ڪئي هيائين) پوءِ جماعت ۾ شامل ٿئي.

(٢) جيڪڏهن ظهر يا جمعي جي فرضن کان پهرين واريون چار رڪعتون سنت مؤڪده پڙهي رهيو هجي ۽ ان وچ ۾ ظهر جي جماعت شروع ٿئي يا جمعي جو خطبو شروع ٿي وڃي تہ معتبر قول موجب چار رڪعتون پوريون ڪري، ڪٿي پهرين ٻن رڪعتن جي وقت جماعت شروع ٿئي يا پوئين ٻن رڪعتن جي وقت. انهيءَ تي فتويٰ آهي (پر ان ڳالهہ جو خيال رکڻ گهرجي تہ جماعت نہ هلي وڃي، ٻي صورت ۾ ٻہ رڪعتون پڙهي سلام ورائي ڇڏي ۽ جماعت ۾ شامل ٿي وڃي)، ۽ جيڪڏهن ٽين رڪعت شروع ڪري ڇڏي اٿائين تہ چار رڪعتون پوريون ڪرڻ ضروري آهي.

(٣) جيڪڏهن فجر جي سنتن جي دوران جماعت بيهجي وڃي تہ جيڪڏهن التحيات ۾ جماعت سان ملڻ جي اميد اٿس تہ سنتن کي پورو ڪري جماعت ۾ شامل ٿئي، پر جيڪڏهن التحيات ۾ ملڻ جي اميد نہ هجيس تہ سنتون ڀڃي جماعت ۾ شامل ٿي وڃي ۽ سج اڀرڻ کان پوءِ اهي قضا ڪري پڙهي.

(٤) جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي وقت مسجد ۾ اچي جو وقتي

فرض جي جماعت ٿي رهي هجي ۽ هن اجان تائين فرضن کان پهرين واري سنت مؤڪده نہ پڙهي آهي تہ جيڪڏهن اهو ظهر يا جمعي جو وقت هجي ۽ هن کي يقين يا غالب گمان هجي تہ امام جي رڪوع ۾ وڃڻ کان اڳ پوري ڪري وٺندو ۽ جماعت جي ڪابہ رڪعت ڪانئس فوت نہ ٿيندي تہ جماعت کان پري بيهي پڙهي وٺي. پر جيڪڏهن رڪعت جي فوت ٿيڻ جو غالب گمان هجي تہ سنتون نہ پڙهي بلڪہ امام سان شامل ٿي وڃي، ۽ اهي سنتون فرضن کان بعد پڙهي، ڪٿي بعد واري سنت مؤڪده کان اڳ ۾ پڙهي يا بعد ۾، ٻنهي طرح جائز ۽ مفتيٰ بہ آهي، پر بهتر اهو آهي تہ بعد واري سنت مؤڪده کان پوءِ پڙهي. جيڪڏهن اهو فجر جو وقت هجي تہ فجر جون سنتون جيئن تہ وڏيڪ مؤڪده آهن تنهن ڪري انهن لاءِ اهو حڪم آهي تہ ڪٿي فرض نماز شروع ٿي چڪي هجي تڏهن بہ اهي ان صورت ۾ پڙهڻ گهرجن جڏهن گهٽ ۾ گهٽ هڪ رڪعت ملڻ جي اميد هجيس، پر جيڪڏهن هڪ رڪعت ملڻ جي بہ اميد نہ هجيس تہ پوءِ نہ پڙهي، بلڪہ جماعت ۾ شامل ٿي وڃي (حنفين وٽ ظاهر روايت اها آهي، "بدائع" ۽ درمختار ۾ ان کي معتبر چيو ويو آهي)، پوءِ مرضي پويس تہ سج ايرڻ کان پوءِ پڙهي ڇڏي. ٻيو قول هي آهي تہ جيڪڏهن گمان غالب اٿس تہ التحيات ملي ويندس تہ ان صورت ۾ اهي سنتون پڙهي جماعت ۾ شامل ٿئي، نہ تہ انهن کي ڇڏي ڏئي، ("بحر" ۽ "شامي" وغيره ۾ ان قول کي اختيار ڪيو ويو آهي).

(٥) جيڪڏهن اهو ڊپ هجيس تہ فجر جي سنت نماز جي سنتن ۽ مستحب شين جي پابندي ڪندي ادا ڪرڻ سان جماعت نہ ملندي ۽ سنتن ۽ مستحبن جي پابندي نہ ڪرڻ سان ملي ويندي تہ ان صورت ۾ رڳو نماز جي فرضن ۽ واجبن جي پابندي ڪري ۽ سنتن

جهڙوڪ ثنا ۽ اعوذبالله وغيره کي ڇڏي ڏئي، اهو ساڳيو ئي حڪم ظهر ۽ جمعي جي سنتن جو بہ آهي.

(٦) جيڪڏهن فرض نماز جي جماعت شروع هجي ۽ ڪو فجر يا ڪنهن ٻئي وقت جون سنتون پڙهڻ گهري تہ اهي اهڙي هنڌ پڙهجن جيڪو مسجد کان الڳ هجي، جيڪڏهن اهڙو هنڌ نہ ملي تہ مسجد جي اندر ڪنهن ڪنڊ ۾ يا ڪنهن ٿنڀي وغيره جي اوٽ ۾ پڙهي. يا جيڪڏهن جماعت اندر ٿي رهي هجي تہ سنتون ٻاهر پڙهي، ۽ جماعت ٻاهر ٿي رهي هجي ۽ هو اندر وڃي سگهندو هجي تہ اندر پڙهي. جيڪڏهن ڪو اهڙو هنڌ نہ مليس تہ جماعت جي صف کان جيترو پري ممڪن هجي اتي پڙهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن کان فجر جي سنت ۽ فرض ٻئي قضا ٿي ويا هجن ۽ سج اڀرڻ يعني هڪ نيزي جيترو بلند ٿيڻ کان پوءِ شرعي ٻن پهرن کان اڳ اڳ ڪنهن وقت پڙهي تہ سنت ۽ فرض ٻئي قضا ڪري پڙهي، ۽ جيڪڏهن سج لڙڻ کان پوءِ قضا ڪري تہ رڳو فرض جي قضا پڙهي. ۽ جيڪڏهن رڳو سنتون قضا ٿي وڃن تہ سج جي اڀري هڪ نيزي جيترو مٿي ٿيڻ کان پوءِ پڙهڻ بهتر آهي. جيڪڏهن ڪنهن سنتون پڙهي ڇڏيون هيون رڳو فرض قضا ٿيو آهي تہ رڳو فرض جي قضا پڙهي، سنتون ٻيهر نہ پڙهي. ڪنهن ٻئي وقت جون سنتون قضا ٿي وڃن تہ انهن جي قضا نہ پڙهجي، چوتہ وقت کان پوءِ ڪنهن بہ سنت جي قضا نہ آهي.

## مقتدي ڪي ڪهڙين صورتن ۾ جماعت سان ملندڙ ليکيو ويندو:

(١) جنهن کي ڪنهن بہ فرض نماز ۾ هڪ رڪعت امام سان ملي ان کي فقيهن جي اتفاق سان جماعت سان نماز پڙهندڙ شمار نہ

ڪيو ويندو، پر ڪيس جماعت جو ثواب ملي ويندو ڪٿي آخري قعدي ۾ ئي اچي جماعت سان ملي. چئن رڪعتن واري نماز ۾ ٻن رڪعتن ۾ ملندڙ جو به بالاتفاق اهوئي حڪم آهي.

(٢) چئن رڪعتن واري نماز ۾ امام سان ٽي رڪعتون پڙهڻ واري ۽ ٽن رڪعتن واري نماز يعني مغرب ۾ ٻه رڪعتون امام سان پڙهڻ واري کي ڪن وٽ جماعت سان پڙهندڙ شمار ڪيو وڃي ٿو، ۽ ڪن وٽ شمار نه ٿو ڪيو وڃي، البته ان کي جماعت جو ثواب ملي وڃي ٿو، اهو قول ئي معتبر آهي ۽ فتويٰ به ان تي ڏني وڃي ٿي.

(٣) جنهن کي رڪعت جو رڪوع امام سان ملي وڃي ان کي اها رڪعت امام سان ملي وئي، ۽ جيڪڏهن رڪوع امام سان نه ملي ته اها رڪعت مليل نه ليکبي.

(٤) جڏهن نمازي يعني امام وغيره پهريون سلام ورائيندو آهي ته السلام جي ميم چوڻ سان نماز کان ٻاهر اچي ويندو آهي، ان کان پهرين ٻاهر نه ليکيو ويندو آهي، تنهن ڪري ان کان پهرين تائين امام جي اقتداء صحيح آهي بعد ۾ صحيح ناهي.

## اذان کان پوءِ مسجد کان ٻاهر وڃڻ جا مسئلا

جڏهن ڪنهن مسجد ۾ اذان ٿي وڃي ته جيڪو شخص مسجد ۾ موجود آهي يا اذان کان بعد مسجد ۾ آيو آهي ۽ ان اجان تائين ان وقت جي نماز نه پڙهي آهي تنهن کي ان وقت جي نماز ان مسجد ۾ ادا ڪرڻ کان سواءِ ٻاهر وڃڻ مڪروه تحريمي آهي، پر ڪي صورتون ان حڪم کان الڳ آهن:

(١) اهو شخص ڪنهن ٻي مسجد جو امام يا مؤذن هجي.

(٢) اهو شخص ڪنهن ٻئي محلي جو رهاڪو هجي ۽ ان محلي ۾ اجان تائين جماعت نه ٿي هجي، پر ان لاءِ افضل اهوئي آهي ته ان

مسجد جي جماعت ۾ شامل ٿئي.

(۳) پنهنجي استاد جي مسجد ۾ سبق، وعظ يا مسئلن ٻڌڻ لاءِ وڃڻ بالاتفاق جائز آهي جيئن ٻيڻو ثواب حاصل ٿئيس. اهو حڪم ان وقت آهي جڏهن ڪانئس سمورو يا ڪجهه سبق فوت ٿي وڃڻ جو ڊپ هجي، ٻي صورت ۾ ڪيس اتان نه وڃڻ گهرجي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن ضرورت خاطر نڪري ۽ گمان غالب هجيس ته جماعت جي شروع ٿيڻ کان اڳ واپس اچي ويندو ته اهڙي شخص لاءِ مسجد کان ٻاهر وڃڻ بنا ڪراهت جي جائز آهي.

(۵) جيڪڏهن ان وقت جي فرض نماز اڪيلي سر پڙهي چڪو هجي ۽ اهو عصر، مغرب يا فجر جي نماز جو وقت هجي ته ٻاهر هليو وڃي، ڀلي تڪبير شروع ٿي هجي يا نه ٿي هجي ۽ جيڪڏهن عشاء يا ظهر جي نماز جو وقت هجي ته تڪبير شروع ٿيڻ کان اڳ ٻاهر وڃڻ ۾ ڪو حرج نه آهي، پر تڪبير شروع ٿيڻ کان پوءِ مسجد کان ٻاهر وڃڻ ان لاءِ مڪروه آهي، ان صورت ۾ ڪيس کپي ته نفل جي نيت سان ظهر يا عشاء جي جماعت ۾ شامل ٿي وڃي ته جيئن ڪيس نفل ۽ جماعت ٻئي حاصل ٿين.

## قضا نمازن جي پڙهڻ جو بيان

(۱) ڪنهن عبادت کي ان جي مقرر وقت جي اندر شروع ڪرڻ کي ادا چئبو آهي. فرض ۽ واجب عبادت کي ان جي مقرر وقت گذرڻ کان پوءِ شروع ڪرڻ کي قضا ڪوٺجي ٿو. مثال طور ظهر نماز ظهر جي وقت ۾ ئي پڙهي وڃي ته ان کي ادا چئبو، وقت گذرڻ کان پوءِ پڙهجي ته ان کي قضا ڪوٺيو ويندو.

(۲) جيڪڏهن وقت جي اندر نماز لاءِ تڪبير تحريمه چئي ورتائين ته اها نماز ادا شمار ٿيندي ڀلي تڪبير تحريمه چوڻ کان بعد

وقت ختم ٿي وڃي. پر فجر، جمعي ۽ عيد نماز لاءِ اهو حڪم ناهي تنهن ڪري جيڪڏهن انهن ۾ سلام کان پهريائين بہ وقت ختم ٿي ويو تہ نماز ٻچي پوندي.

(٣) سڀني فرض ۽ واجب نمازن جي قضا واجب آهي، ۽ ڪن سنتن جي قضا سنت آهي.

(۴) ڪنهن فرض، واجب يا سنت نماز کي ڄاڻي واڻي عذر کان سواءِ ان جي وقت تي ادا نہ ڪرڻ گناهہ آهي. فرض ۽ واجب کي وقت تي ادا نہ ڪرڻ جو گناهہ تمام وڏو آهي، ان کان پوءِ سنت جو آهي. پر ارادي کان سواءِ يا ڪنهن عذر جي ڪري قضا ٿي وڃي تہ گناهہ نہ آهي. عذر جو تفصيل اڳتي ايندو.

(۵) جيڪڏهن ڪنهن کان فرض يا واجب نماز قضا ٿي وڃي تہ ياد اچڻ يا جاڳ ٿيڻ يا عذر جي ختم ٿيڻ تي فورا پڙهي ڇڏي. قضا نماز پڙهڻ ۾ ڪنهن عذر کان سواءِ دير ڪرڻ گناهہ آهي. پر جيڪڏهن اهو مڪروه وقت هجي تہ ان جي ختم ٿيڻ کان پوءِ پڙهي.

(٦) فجر کان سواءِ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي وقت جون سنتون قضا ٿي وڃن تہ انهن جي قضا ضروري نہ آهي، پر فجر جون سنتون جيڪڏهن فرضن سان گڏ قضا ٿيون هجن تہ سج ايرڻ کان بعد شرعي ٻن پهرن کان پهرين سنت ۽ فرض ٻئي ادا ڪري. ۽ جيڪڏهن زوال (سج لڙڻ) کان پوءِ پڙهي تہ رڳو فرض پڙهي سنتون نہ پڙهي. جيڪڏهن رڳو فجر جون سنتون قضا ٿيون هجن تہ انهن کي سج ايرڻ کان اڳ پڙهڻ مڪروهہ آهي، سج ايرڻ کان پوءِ پڙهڻ مڪروه ناهي بلڪہ بهتر آهي. پر اهي سنتون نہ پر نفل ليکبيون. ظهر ۽ جمعي جون پهريون چار سنت مؤڪده جيڪڏهن ڪنهن فرض کان پهرين نہ پڙهيون تہ فرض نماز کان پوءِ وارين سنت مؤڪده کان پهرين يا پوءِ پڙهي. بهتر اهو آهي تہ بعد ۾ پڙهي، ۽ انهن کي مجازا قضا ڪونجي ٿو حقيقة نہ.

## جن صورتن ۾ نماز جي قضا واجب ناهي

(١) جيڪڏهن نمازون عقل وڃائجي وڃڻ (جنون) جي حالت ۾ فوت ٿيون ۽ اها حالت پوري ڇهن نمازن جي وقت تائين رهي ته ان حالت جي ختم ٿيڻ کان پوءِ انهن نمازن جي قضا واجب نه آهي. پر جيڪڏهن اها حالت پنجن نمازن جي وقت تائين رهي ۽ ڇهين نماز جي وقت ختم ٿيڻ کان پهرين هوش اچي وڃي ته انهن پنجن نمازن جي قضا واجب آهي.

(٢) جيڪڏهن ڪو شخص بيهوش هو يا ڪيس مرگهي جو دورو هو يا ايترو بيمار هو جو اشارن سان به نماز پڙهي نه ٿي سگهيو ۽ ان حالت ۾ ڇهه وقت گذري ويا ته انهن نمازن جي قضا لازم نه آهي.
(انهن ئي مسئلن جو تفصيل مريض جي بيان ۾ آهي).

(٣) جيڪڏهن ڪو مسلمان (الله نه ڪري) مرتد ٿي ويو، ان کان بعد پيهر اسلام آندائين ته جيڪي نمازون مرتد هئڻ جي حالت ۾ رهجي ويس تن جي قضا مٿس واجب نه آهي. پر جيڪي نمازون ڪانئس مرتد ٿيڻ کان پهرين اسلام جي حالت ۾ رهجي ويون هجن انهن جي قضا مٿس واجب آهي.

(۴) جيڪڏهن ڪو غيرمسلم دارالحرب (غيرمسلمن جي ملڪ) ۾ مسلمان ٿيو، پر ڪيس نماز روزي ۽ ٻين فرضن بابت علم نه هئڻ ڪري ادا نه ڪيائين ته مٿس انهن جي قضا لازم نه آهي. پر جيڪڏهن ڪو ڪافر دار الاسلام ۾ مسلمان ٿيو يا مسلمان ٿيڻ کان پوءِ دار الاسلام ۾ اچي وڃي ته هاڻ سندس جيڪي نمازون فوت ٿينديون انهن جي قضا مٿس فرض آهي، ڇوته دارالاسلام ۾ "ڄاڻ نه هئڻ" عذر نه آهي.

(۵) حيض ۽ نفاس جي حالت ۾ نماز معاف آهي، ان ڪري ان جي قضا بہ نہ آهي.

## نماز قضا ڪرڻ جا عذر

(١) دشمن جو خوف: مثال طور مسافر ڪي چورن ۽ ڌاڪن جو پورو ڊپ هجي ۽ ڪنهن بہ نموني سان نماز پڙهڻ تي قادر نہ هجي. جيڪڏهن سواري تي ويهي يا قبلي جي رخ کان سواءِ ڪنهن ٻئي پاسي منهن ڪري دشمن جي ڊپ کان بچي سگهندو هجي تہ عذر نہ ليکبو، ان صورت ۾ نماز قضا ڪري ڇڏڻ تي گنهگار ٿيندو.

(٢) ٻار ڄڻائڻ واري دائي ڪي جيڪڏهن نماز ۾ مشغول ٿيڻ ڪري ٻار جي فوت ٿيڻ يا ان جي ڪنهن عضوي جي ضائع ٿيڻ جو ٻار جي ماءُ جي وفات يا سندس نقصان جو غالب ڊپ هجي تہ ان لاءِ نماز ۾ تاخير ڪرڻ يا قضا ڪرڻ جائز آهي، جيڪڏهن نماز ۾ هجي تہ نماز جو ڀڃڻ واجب آهي.

(٣) ماءُ تي ٻار جي اڌ حصي جي ٻاهر اچڻ تائين نماز فرض آهي، ان حالت ۾ بہ ڪيس نماز پڙهڻ گهرجي، جيڪڏهن اشارن سان پڙهي سگهي تہ اشارن سان پڙهي. پر جيڪڏهن ٻار جي فوت ٿيڻ يا ان جي ڪنهن عضوي جي ضائع ٿيڻ يا پنهنجي جان يا ڪنهن عضوي جي ضائع ٿيڻ جو خطرو هجي تہ قضا ڪرڻ جائز آهي ۽ نفاس ختم ٿيڻ کان پوءِ ان جي قضا پڙهي.

(۴) ننڊ اچي وڃڻ يا وسري وڃڻ بہ عذر آهي پر جاڳ ٿيڻ ۽ ياد اچڻ تي جيڪڏهن مڪروه وقت نہ هجي تہ فورا پڙهي ڇڏي، هاڻ دير ڪرڻ مڪروه آهي. نماز جي وقت ٿيڻ کان پوءِ سمهڻ جي اجازت نہ آهي، ان ڪري ان وقت سمهي پوڻ جي ڪري نماز قضا ڪرڻ جي صورت ۾ گنهگار ٿيندو.

## قضا نمازن جو حڪم ۽ پڙهڻ جو طريقو:

(١) قضا نمازن جو حڪم هي آهي ته جنهن قسم جي نماز قضا ٿي هجي انهيءَ حالت ۾ ان کي ادا ڪيو وڃي. مثال طور فرض جي قضا فرض آهي ۽ واجب جي قضا واجب ۽ ڪن سنتن جي قضا سنت آهي. فجر جون سنتون جيڪڏهن فرضن سان گڏ قضا ٿي وڃن ۽ پن پهرن کان پهرين قضا ڪرڻ جي صورت ۾ انهن سنتن کي قضا ڪرڻ سنت آهي. مقيم هئڻ واري حالت جي قضا انهيءَ حالت وانگر آهي، تنهن ڪري ڪٿي ان کي مقيم هئڻ جي حالت ۾ قضا ڪجي يا سفر جي حالت ۾، چئن رڪعتن واري نماز پوري (يعني چار رڪعتون) قضا ڪجي ۽ سفر واري حالت ۾ قضا ٿيل نماز انهيءَ حالت وانگر قضا ڪجي ڪٿي سفر جي حالت ۾ قضا ڪري يا حضر جي حالت ۾، چئن رڪعتن واري نماز ۾ قصر ڪري يعني ٻه رڪعتون پڙهي.

(٢) قضا نماز پڙهڻ وقت جيڪڏهن ڪو عذر هجي ته ان جو لحاظ رکيو ويندو جڏهن ته قضا ٿيڻ واري وقت جي عذر جو لحاظ نه رکبو. ان ڪري جنهن وقت جي نماز قضا ٿي آهي جيڪڏهن ان وقت بيهي نماز پڙهي ٿي سگهيو پر جڏهن ان کي قضا ڪرڻ جو ارادو ڪيائين ته بيهي پڙهڻ تي قادر نه آهي ته ويهي پڙهي سگهي ٿو، ۽ جيڪڏهن ويهي پڙهڻ تي قادر نه آهي ۽ اشارن سان پڙهي سگهي ٿو ته اشارن سان قضا پڙهي. تندرستي کان پوءِ جڏهن ڪيس بيهڻ تي قدرت حاصل ٿئي ته ان نماز کي ٻيهر پڙهڻ جي ضرورت نه آهي. پر جيڪڏهن نماز قضا ٿيڻ وقت بيهڻ تي قادر نه هيو ۽ جڏهن قضا پڙهڻ جو ارادو ڪيائين ته ڪيس بيهڻ جي سگهه حاصل ٿي وئي آهي ته هاڻ مٿس بيهي قضا پڙهڻ واجب آهي.

(٣) جهري قضا نمازن کي جماعت سان پڙهڻ جي صورت ۾ امام کي نماز ۾ جهر ڪرڻ کپي، اڪيلي سر پڙهي ته جهر سان يا آهستي پڙهڻ بابت کيس اختيار آهي پر جهر افضل آهي. جن نمازن ۾ قراءت آهستي ڪئي ويندي آهي انهن ۾ امام ۽ منفرد ٻنهي لاءِ (وقتي نمازن وانگر) آهستي پڙهڻ واجب آهي.

(٤) زندگي ۾ ڪنهن وقت به قضا نماز پڙهي سگهجي ٿي، پر ٽن مڪروه وقتن يعني سج ايرڻ، شرعي نصف النهار کان سج لڙڻ تائين ۽ سج لهڻ وقت نه پڙهڻ گهرجي. ان جو تفصيل نماز جي وقتن جي بيان ۾ ڏنل آهي. قضا نمازون جلد پڙهڻ کپن، عذر کان سواءِ دير ڪرڻ مڪروه ۽ گناه آهي. جيڪڏهن تمام گهڻيون قضا نمازون گڏ ٿي ويون هجن ته جيتري قدر فرصت ۽ موقعو ملي، پڙهندو رهي. هڪ وقت ۾ ٻه ٽي چار يا ان کان وڌيڪ به جيتريون نمازون پڙهي سگهي پڙهندو رهي، هڪ وقت ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ قضا نماز پڙهي وٺي. نفل پڙهڻ بدران قضا نماز ۾ وقت لڳائڻ وڌيڪ بهتر ۽ افضل آهي بلڪه ضروري آهي. پر اهي مشهور مؤڪده ۽ غيرمؤڪده سنتون جيڪي فرضن سان گڏ آهن، تراويح نماز، تهجد، اشراق، چاشت، اوابين، صلاة التسبيح، تحية المسجد ۽ تحية الوضوء واريون نمازون جيڪي حديثن ۾ آيل آهن ان حڪم کان الڳ آهن.

(٥) قضا نماز کي ادا جي نيت سان پڙهڻ به جائز آهي. قضا نمازن جي نيت هن طرح ڪرڻ گهرجي ته مان فلاڻي ڏينهن جي فلاڻي نماز جي قضا پڙهان ٿو. قضا جي وقت ۽ ڏينهن جو ذڪر ضروري آهي. رڳو هي نيت ڪرڻ ته ظهر يا فجر جي قضا پڙهان ٿو ڪافي ناهي. پر جيڪڏهن مهينو ۽ ڏينهن ياد نه هجيس ته سهولت خاطر هن ريت نيت ڪري ته مثال طور منهنجي ذمي جيتريون فجر جون نمازون باقي آهن

انهن مان پهرين فجر جي نماز پڙهان ٿو. اهڙيءَ طرح هر نماز جي وقت سان اهي لفظ دل ۾ آٽي ۽ زبان سان بہ چئي وٺي، يا هينئن نيت ڪري تہ منهنجي ذمي جيتريون فجر جون نمازون آهن انهن مان آخري فجر جي نماز پڙهان ٿو. هر ڀيري اهڙيءَ طرح نيت ڪندو رهي.

## قضا نمازن ۾ ترتيب جو حڪم

(١) ترتيب واري لاءِ قضا نمازن ۾ ۽ قضا ۽ وقتي نمازن ۾ ترتيب رکڻ ضروري آهي، اهڙيءَ طرح فرض ۽ وتر ۾ ترتيب واجب آهي. ان ڪري پهريائين قضا نمازون ترتيب سان پڙهڻ کپن، يعني جيڪا سڀ کان پهريائين قضا ٿي هجي ان کي پهرين پڙهي پوءِ ان کان بعد واري پڙهي. انهيءَ ترتيب سان سڀن جي قضا پڙهي. وتر نمازن کي بہ فجر جي فرضن کان پهرين قضا ڪري. جيڪڏهن ڪنهن جي رڳو وتر نماز قضا ٿي وئي هجي، ان کان سوا ٻي ڪا قضا نماز ان جي ذمي نہ هجي تہ کيس پهرين وتر جي قضا پڙهڻ گهرجي، ان کان پوءِ فجر جي نماز ادا ڪري. جيڪڏهن وتر جي قضا کيس ياد هجي ۽ وقت ۾ گنجائش هوندي پهرين فجر جي نماز پڙهي ڇڏيائين تہ اها صحيح نہ ٿيندي تنهن ڪري هاڻ پهرين وتر جي قضا پڙهي پوءِ فجر نماز ٻيهر پڙهي ۽ وقتي نماز انهن سڀن کان پوءِ پڙهي. جيڪڏهن ڪنهن فجر جي نماز پڙهي ۽ کيس وتر نہ پڙهڻ بابت ياد هو تہ امام ابوحنيفہ رح وٽ ان جي فجر نماز نہ ٿيندي پر نفل ۽ سنتن لاءِ اهو حڪم نہ آهي (ڪن صورتن ۾ ترتيب ختم ٿي ويندي آهي ان جو تفصيل اڳتي ايندو).

(٢) "ترتيب وارو" اهو آهي جنهن جي ذمي ڪا قضا نماز نہ هجي يا پنج يا ان کان گهٽ نمازون ان جي ذمي هجن اهي تازو قضا ٿيل هجن يا پراڻيون هجن يا ٻنهي قسمن جون هجن، لاڳيتيون هجن يا

ڏار ڏار. جيڪڏهن ڪنهن جي ذمي ڇهه يا وڌيڪ قضا نمازون هجن ته اهڙو شخص "ترتيب وارو" نه ليکبو، ان ڪري مٿس ترتيب سان پڙهڻ واجب نه آهي. ان کي اختيار آهي ته پنهنجي مرضي مطابق جنهن نماز کي وڏيس پهرين پڙهي ۽ جنهن کي وڏيس بعد ۾ پڙهي.

## ترتيب ختم ٿيڻ جون صورتون

ترتيب ٽن صورتن ۾ واجب نه ٿيندي آهي:

**(پهرين)** وقت جو تنگ نه هئڻ، ان جون ڪي صورتون هي آهن:

(١) وقت جي تنگيءَ خاطر قضا ۽ وقتي فرض جي وچ ۾ ترتيب ختم ٿي ويندي آهي. پر وقت جي تنگيءَ جي ڪري قضا نمازن جي وچ ۾ ترتيب ختم نه ٿيندي آهي، ان ڪري جيڪڏهن ايترو وقت هجي جنهن ۾ رڳو هڪ نماز پڙهي سگهجي ته وقتي نماز پڙهي وٺي ان کان پوءِ قضا نمازون پڙهي. جيڪڏهن قضا نماز پڙهيائين ۽ وقتي نماز قضا ڪري ڇڏيائين ته اها قضا نماز ٿي ويندي پر وقتي نماز کي قضا ڪرڻ جي ڪري گنهگار ٿيندو.

(٢) جيڪڏهن وقت ايترو ٿورو هجي جو ان ۾ وقتي ۽ قضا نمازن کي سنتن ۽ مستحبن جي لحاظ رکڻ سان نه پڙهي سگهجي ۽ سنتون ۽ مستحب ڇڏڻ سان ٻئي نمازون پڙهي سگهجن تڏهن به مٿس ترتيب فرض آهي.

(٣) ترتيب ختم ٿيڻ لاءِ وقت جي تنگي جو لحاظ نماز شروع ڪرڻ وقت ڪيو ويندو.

(٤) وقت جي تنگي جي ڪري ترتيب ختم ٿيڻ لاءِ اصل وقت جي تنگي جو شمار ٿيندو، مستحب وقت جو شمار نه ٿيندو، پر عصر

جي وقت ۾ امام ابوحنيفہ رح ۽ امام ابويوسف رح وٽ اصل وقت کي ڏٺو ويندو ۽ امام محمد رح وٽ مستحب وقت جو شمار ٿيندو.

(۵) وقت تنگ هئڻ ۾ نماز پڙهندڙ جي گمان جو خيال نہ ڪيو ويندو، بلڪہ حقيقت ۾ وقت تنگ هئڻ سان ئي ترتيب ختم ٿيندي.

(٦) جيڪڏهن قضا نمازون هڪ کان وڌيڪ هجن ۽ وقت ۾ ايتري گنجائش نہ هجي جو سڀ قضا نمازون ۽ وقتي نماز کي ترتيب سان پڙهي سگهجي بلڪہ رڳو ايتري گنجائش هجي جو وقتي نماز کان پهرين ڪي قضا نمازون پڙهي سگهجن تہ ان بابت اختلاف آهي. ڪن وٽ صحيح قول اهو آهي تہ ان سان ترتيب ختم ٿي ويندي ۽ ان لاءِ وقتي نماز پهرين پڙهڻ جائز آهي، ۽ ڪن وٽ جيتريون نمازون ترتيب سان پڙهڻ جي گنجائش آهي انهن ۾ ۽ وقتي نمازن ۾ ترتيب ضروري آهي. يعني جيتري تائين گنجائش واريون نمازون نہ پڙهندو تہ وقتي نماز نہ ٿيندي. ڪن فقيهن ان قول کي معتبر مڃيو آهي.

**(ٻي صورت)** نسيان (وسري وڃڻ)، ان جون ڪي صورتون هي آهن:

(١) قضا نماز جي وسري وڃڻ ڪري ترتيب ختم ٿي ويندي آهي، جيستائين ياد نہ اچي ترتيب لازم نہ ٿيندي. ياد اچڻ تي ترتيب لازم ٿيندي.

(٢) جيڪڏهن وقتي نماز ادا ڪرڻ کان بعد وسريل قضا نماز ياد اچي تہ وقتي نماز ٿي ويندي، پر جيڪڏهن سلام ورائڻ کان پهرين ياد اچي ۽ وقت ۾ گنجائش آهي تہ هاڻ مٿس ترتيب لازم ٿي ويندي ۽ وقتي نماز ڀڄي پوندي، تنهن ڪري پهرين قضا نمازون ترتيب سان پڙهي پوءِ وقتي نماز ادا ڪري. جيڪڏهن وقت ۾ سين

قضا نمازن جي گنجائش ناهي بلڪ ڪن جي گنجائس آهي تہ گنجائش مطابق قضا نمازون پهرين پڙهي ڇڏي پوءِ وقتي نماز پڙهي. ۽ جيڪڏهن ڪنهن بہ قضا نماز پڙهڻ جي گنجائش نہ آهي تہ وقتي نماز ڪي نہ ٽيجي بلڪ پوري ڪري بعد ۾ قضا نمازون پڙهي، اهو حڪم منفرد لاءِ آهي. جيڪڏهن امام ڪي مثال طور ظهر جي نماز ۾ ياد اچي تہ متس فجر جي قضا باقي آهي تہ ڪيس سلام ورائي پهرين فجر جي قضا پڙهڻ گهرجي پوءِ ظهر ادا ڪري. جيڪڏهن مقتدي ڪي اها صورت درپيش ٿئي تہ امام سان گڏ نماز پوري ڪري جيئن جماعت جو ثواب ملي وڃيس، اهي سندس نفل ليکبا، پوءِ پهرين فجر جي قضا پڙهي، بعد ۾ ظهر جي وقتي نماز اڪيلو پڙهي.

(٣) ڪنهن قضا نماز جي ذمي تي نہ هئڻ بابت پڪو جوڳو گمان بہ ترتيب ڪي ساقط ڪرڻ ۾ نسيان (ويسر) جي حڪم ۾ آهي، اهڙيءَ طرح ڪن وٽ ترتيب جي فرض هئڻ کان ناواقف هجڻ بہ ويسر (نسيان) وانگر آهي، ڪن وٽ ناواقف هئڻ عذر ناهي، پر پهريون قول معتبر آهي. (تفصيل عمدة الفقه ۽ ٻين ڪتابن ۾ ڏسو).

**(ٽين صورت)** ڪيترن ئي قضا نمازن جو جمع ٿيڻ-

(١) جيڪڏهن گهڻيون نمازون قضا ٿي وڃن تہ ترتيب ساقط ٿي ويندي آهي. گهڻين نمازن مان مراد ڇهہ يا وڌيڪ نمازون آهن، يعني ڇهہ يا وڌيڪ نمازون گڏ ٿي وڃن ڪٽي نيون هجن يا پراڻيون يا ٻنهي قسم جون هجن، ڌار ڌار هجن يا لاڳيتيون، حقيقة قضا ٿيل هجن ڪٽي حڪما- ڇهين نماز جي وقت گذرڻ سان ڇهہ نمازون گڏ ٿي وڃن تہ قضا نمازن جي پاڻ ۾ توڙي قضا ۽ وقتي نمازن ۾ ترتيب واجب نہ ٿي رهي. پر وتر نماز ڇهن جي ڳڻاڻي ۾ نہ ايندي بلڪ ان ڪي عشاء نماز سان گڏ شمار ڪري ٻنهي ڪي هڪ نماز ليکيو ويندو ۽ عشاء ۽

وتر جي وچ ۾ ترتيب بہ ساقط نہ ٿيندي.

(۲) ڪنهن نماز جي حڪما قضا ٿيڻ جو مثال هي آهي تہ ڪنهن ترتيب لاڳو ٿيل شخص جي ڪا نماز قضا ٿي وئي (ڪٿي وتر نماز ٿي هجي) ۽ قضا جي ياد هوندي هو وقتي نمازون پڙهندو رهيو ايستائين جو ان پنج يا وڌيڪ وقتي نمازون پڙهي ڇڏيون ۽ ان عرصي ۾ يادگيري ۽ وقت ۾ گنجائش هوندي قضا نماز نہ پڙهيائين تہ اها هڪ نماز حقيقة ۽ حڪما قضا آهي ۽ هي پنج نمازون رڳو حڪما قضا آهن ڇوتہ جيستائين هن ترتيب مطابق قضا نماز پهرين ادا نہ ڪئي تہ اهي وقتي نمازون فاسد ٿينديون رهيون، پر انهن جو فساد ان هڪ حقيقي طور قضا ٿيل نماز کي انهن حڪمي قضا نمازن جي گهٽي (يعني پنجن) ٿيڻ کان پهرين ادا ڪرڻ سان ترتيب جي واجب ٿيڻ خاطر موقوف آهي، هاڻ جڏهن اهي سڀ ملي ڇهہ قضا نمازون ٿي ويون تہ ترتيب ساقط ٿي وئي هاڻ انهن جو فساد جيڪو ترتيب جي ڪري هو ترتيب جي ساقط ٿيڻ سان ختم ٿي ويو ۽ اهي پنجئي حڪمي قضا نمازون صحيح ٿي ويون، هاڻ مٿس رڳو اها هڪ حقيقي طور قضا ٿيل نماز باقي آهي. پر جيڪڏهن پنج نمازون حڪما قضا ٿيڻ کان پهرين يعني ٻن ٽن يا چئن نمازن کان پوء حقيقي طور قضا ٿيل نماز پڙهي ڇڏيائين تہ اهي سڀ پڙهيل وقتي نمازون فرض نہ رهيون بلڪہ نفل ٿي ويون، تنهن ڪري انهن سڀن نمازن جي قضا واجب آهي.

(۳) جڏهن ڇهہ يا وڌيڪ قضا نمازن جي گڏ ٿيڻ جي ڪري ترتيب ساقط ٿي وڃي تہ معتبر قول موجب هاڻ ترتيب ٻيهر واجب نہ ٿيندي. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن انهن قضا نمازن مان ڪي نمازون پڙهي ڇڏيون ايستائين جو هاڻ ڇهن کان گهٽ نمازون سندس ذمي رهجي ويون تہ هاڻ مٿس ٻيهر ترتيب جو حڪم لاڳو نہ ٿيندو ان

ڪري انهن کي بہ بي ترتيب ادا ڪري سگهي ٿو، يعني جنهن کي وٽيس پهرين پڙهي، ۽ انهن جي يادگيري هوندي وقتي نماز پهرين پڙهي سگهي ٿو اهوئي معتبر قول آهي جنهن تي فتوىٰ پڻ ڏني وڃي ٿي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن جي ذمي ڇهہ يا وڌيڪ قضا نمازون هيون ۽ ان سڀ ادا ڪري ڇڏيون جو نئين يا پراڻي ڪابہ قضا نماز سندس ذمي نہ رهي آهي تہ هاڻ بالاتفاق نئين سر مٿس ترتيب رکڻ جو حڪم لاڳو ٿيندو. مطلب تہ ڪنهن شخص تي زندگي ۾ ڪيترائي ڀيرا ترتيب رکڻ جو حڪم لڳي سگهي ٿو ۽ وري ڪيترائي ڀيرا ڪانئس ترتيب ختم بہ ٿي سگهي ٿي.

## قضا نماز بابت ڌار ڌار مسئلا

(۱) ڪنهن جي ڪا هڪ نماز قضا ٿي وئي ۽ ڪيس ياد نہ رهيو تہ اها ڪهڙي هئي، گمان غالب بہ ڪنهن نماز بابت نہ ٿو ٿئيس تہ هڪ ڏينهن رات جون (يعني پنج) نمازون ڀيهر پڙهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ٻن ڏينهن جون سندس ٻہ نمازون قضا ٿيون هجن ۽ ڪيس ياد نہ هجي تہ اهي ڪهڙيون آهن تہ ٻن ڏينهن جون سڀ نمازون ڀيهر پڙهي. عليٰ هذا القياس. وڌيڪ ڏينهن جي هڪ هڪ نماز قضا ٿيڻ ۽ ياد نہ رهڻ جي صورت ۾ بہ اوترن ڏينهن جون پنجئي نمازون ڀيهر پڙهي.

(۲) جيڪڏهن ڪنهن جي هڪ ڏينهن ظهر (اڳين) ۽ ٻئي ڏينهن عصر (وچين) جي نماز قضا ٿي هجي ۽ ڪيس ياد نہ هجي تہ ڪهڙي نماز پهرين قضا ٿي هئي ۽ ڪنهن طرف غالب گمان بہ نہ ٿئيس تہ امام ابوحنيفہ رح وٽ ٻئي نمازون پڙهي جنهن کي پهرين پڙهيو اٿس سا ڀيهر بہ پڙهي، ان ۾ احتياط آهي. مٿي ڏنل مثالن ۾ جيڪڏهن

پهرين عصر پڙهي پوءِ ظهر پڙهيائين، پوءِ عصر نماز ٻيهر پڙهيائين تہ اهو بہ جائز آهي، ۽ صاحبين وٽ ڪانئس ترتيب ختم ٿي ويندي تنهن ڪري پهرين نمازجو دهرائڻ ضروري ناهي.

(٣) ڪو نابالغ ڇوڪرو عشاء جي نماز پڙهي سمهي پيو ۽ کيس احتلام ٿيو تہ هاڻ مٿس نماز فرض ٿي وئي پوءِ جيڪڏهن فجر جي طلوع ڪان پهرين جاڳيو تہ عشاء نماز ٻيهر پڙهي، سندس پهرين پڙهيل عشاء نماز نفل ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن فجر ٿيڻ ڪان پوءِ جاڳيو تہ ڪن وٽ مٿس عشاء جي نماز قضا ڪري پڙهڻ لازم آهي اهوئي قول معتبر آهي. ماهواري سان بالغ ٿيندڙ ڇوڪريءَ جو حڪم ان جي ابتڙ آهي تہ جيڪڏهن فجر ٿيڻ ڪان اڳ ماهواري سان بالغ ٿئي تہ مٿس عشاء نماز جي قضا واجب ناهي، پر جيڪڏهن هوءَ احتلام سان بالغ ٿئي تہ ان جو اهو ساڳيو حڪم آهي جيڪو ڇوڪري جو آهي. جيڪڏهن ڇوڪري يا ڇوڪريءَ مان ڪوبہ عمر جي لحاظ ڪان پوري پندرهن سالن جو ٿي بالغ ٿئي ۽ ان وقت تائين بلوغت جي ڪابہ نشاني ظاهر نہ ٿئي تہ جنهن وقت هو پندرهن سالن جو ٿيو آهي جيڪڏهن ان وقت جي نماز پهرين پڙهي چڪو آهي تہ اها نفل ٿي ويندي ۽ مٿس اها نماز ٻيهر پڙهڻ فرض ٿيندي.

(٤) ماهواري جي ڏينهن واري وچوٿي ترتيب ۾ رڪاوٽ نہ بڻندي ڪٿي ڪيتري بہ هجي. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن ترتيب واري عورت جي ڪا نماز قضا ٿي وئي پوءِ کيس ماهواري آئي تہ جڏهن هو ان ڪان پاڪ ٿئي تہ پهرين اها رهيل نماز پڙهي پوءِ وقتي نماز پڙهي. جيڪڏهن يادگيري هوندي ۽ وقت ۾ گنجائش هوندي بہ قضا نماز نہ پڙهائين ۽ وقتي نماز پڙهي ڇڏيائين تہ اهوصحيح ناهي. پهرين قضا پڙهي پوءِ وقتي نماز ٻيهر پڙهي.

(٥) جنهن کي اهو ياد نہ هجي تہ سندس ذمي ڪيتريون قضا نمازون آهن تہ اهڙو شخص غالب گمان تي عمل ڪري ۽ احتياط طور ڪجھہ وڌيڪ ئي پڙهي ڇڏي.

(٦) جن نمازن جي قضا ٿيڻ يا مڪروه تحريمي سان ادا ٿيڻ بابت شڪ آهي يا مڪروه تنزيهي سان ادا ٿيون آهن تہ انهن کي قضا ڪرڻ مستحب آهي. اهو شخص اهڙي نماز جي هر رڪعت ۾ الحمد ۽ ڪا سورت پڙهي ۽ مغرب جي نماز ۾ چار رڪعتون ٽن قعدن سان پڙهي، يعني ٽين رڪعت جي قعدي ۾ التحيات پڙهي اٿي بيهي ۽ هڪ ٻي رڪعت پڙهي چار پوريون ڪري ۽ قعدو ڪري سجده سهو ڏئي پوءِ التحيات، درود شريف ۽ دعا پڙهي سلام ورائي. وتر لاءِ بہ چار رڪعتون ٽن قعدن سان مغرب وانگر ادا ڪري ۽ دعا قنوت ساڳئي طريقي موجب ٽين رڪعت ۾ پڙهي.

(٧) ڪي ماڻهو "سموري عمر جي قضا" شب قدر يا رمضان جي آخري جمعي ۾ جماعت سان ان خيال سان پڙهندا آهن تہ ان هڪ نماز سان سموري عمر جون قضا نمازون ادا ٿي وينديون اهو هڪ غلط خيال آهي.

(٨) ڪنهن بي نمازي ان فعل کان توبہ ڪئي تہ پوئين سموري عمر ۾ رهيل سڀ نمازن جي قضا پڙهڻ مٿس واجب آهي، توبہ سان نمازون معاف نہ ٿيون ٿين، البت هاڻ تائين نماز نہ پڙهڻ جو گناهہ معاف ٿي ويو ٿو. هاڻ جيڪڏهن انهن جي قضا نہ پڙهندو تہ گنهگار ٿيندو.

## فديي جا مسئلا:

(١) جيڪڏهن ڪنهن جون ڪي نمازون ۽ روزا قضا ٿيا ۽ مرڻ

تائين اهي قضا نہ ڪيائين تہ اهڙين نمازن ۽ روزن جي فديي ڏيڻ جي وصيت ڪرڻ مٿس واجب آهي، وصيت نہ ڪرڻ تي گنهگار ٿيندو.

(٢) قضا نمازن ۽ روزن وغيره جي فديي جي وصيت ميت جي ترڪي جي ٽين حصي ۾ جاري ٿيندي ڪٿي وصيت ان کان وڌيڪ جي ڪئي اٿس.

(٣) هر نماز جو فديو فطراڻي جي مقدار جيترو يعني اڌ صاع (پوڻا ٻہ سير) ڪڻڪ يا هڪ صاع جون يا ٻنهن مان ڪنهن هڪ جي قيمت ڏيڻ گهرجي. هر وتر نماز ۽ هر روزي لاءِ بہ ايترو فديو ڏجي.

(۴) جيڪڏهن ميت پنهنجي پٺيان ڪو ترڪو نہ ڇڏيو آهي يا ان ڪا وصيت نہ ڪئي آهي تہ سندس وارث تي ڪجهہ بہ واجب ناهي، پر جيڪڏهن وارث پاڻ مرادو پنهنجي مال مان يا ورهاڱي کان بعد پنهنجي حصي مان احسان طور ادا ڪرڻ گهري تہ جائز آهي. ۽ جيڪڏهن وصيت ڪيائين پر ترڪي جو ٽيون پاڱو قضا ٿيل نمازن ۽ روزن جي فديي لاءِ پورو نہ پيو ٿئي تہ جيترو ادا ٿي سگهي اوترو ٽين پاڱي مان ڏيڻ گهرجي ۽ باقي لاءِ وارث احسان طور ادا ڪري ڇڏي.

(۵) ڪيترين يا سڀن نمازن ۽ روزن جو فديو هڪ ئي فقير کي ڏيڻ جائز آهي، پر قسم يا ظِهار وغيره جي روزن جو فديو هڪ فقير کي هڪ ڏينهن ۾ هڪ کان وڌيڪ جو ڏيڻ جائز ناهي. (تفصيل روزن جي بيان ۾ ڏنل آهي).

(٦) مرض الموت ۾ ڪنهن کي پنهنجي نمازن جو فديو ڏيڻ جائز نہ آهي ڇوتہ جيستائين اشاري سان بہ نماز پڙهي سگهجي تہ نماز پڙهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ان کان بہ عاجز ٿي وڃي تہ ان عرصي جي نماز معاف آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن سندس ذمي ڪي قضائون رهجي وڃن تہ انهن لاءِ وصيت ڪرڻ گهرجي، پر وڌيڪ پوڙهائپ ۽ روزي

رکڻ کان عاجز ٿيڻ واري عرصي جي روزن جو فديو پنهنجي زندگي ۾ ادا ڪرڻ جائز آهي، ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي روزن جو فديو پنهنجي زندگي ۾ ادا ڪرڻ جائز ناهي.

(٧) ڪي اڻ ڄاڻ نمازن ۽ روزن جي سموري فديي جي بدلي ۾ هڪ قرآن پاڪ ڏئي ڇڏيندا آهن يا ڪنهن فقير کي پيسا يا اناج زباني ڏئي پنهنجي ذمي قرض ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان قرض جي بدلي ۾ هڪ قرآن پاڪ فقير کي ڏئي ڇڏيندا آهن، اها رڳي بي بنياد ڳالهه آهي، ان ريت سمورو فديو ادا نه ٿيندو. پر بازار جي حساب سان جيتري هديي جو قرآن پاڪ ڏنو اتس اوترو فديو ادا ٿيندو. ٻيا به ڪيترائي غلط طريقا ماڻهن ۾ پکڙيل آهن، انهن سڀن کان بچڻ گهرجي.

(٨) نماز ۽ روزو بدني عبادت آهي ان جي ادائيگي لاءِ ڪو ڪنهن جو عيوضي نه ٿو ٿي سگهي، يعني ڪنهن ٻئي جي ادا ڪرڻ سان اصل ماڻهو جي ذمي کان اهو فرض ادا نه ٿو ٿي سگهي ڪٿي وصيت به ڪري، پر حج جو معاملو الڳ آهي، ڇوته اهو بدني ۽ مالي ٻنهي طرح جي عبادت آهي، ان ڪري ان لاءِ ڪنهن اهڙي عذر (معذوري) جي ڪري ٻئي کي عيوضي بڻائي سگهجي ٿو جيڪو موت تائين جاري رهي. زڪواة رڳو مالي عبادت آهي، معذوري جي صورت ۾ ڪنهن ٻئي کي ان لاءِ عيوضي بڻائي سگهجي ٿو، ان کان سواءِ نه. (وڌيڪ تفصيل لاءِ فقه جا ٻيا ڪتاب ڏسو).

## سجدة سهو جو بيان

**تعريف:** ”سهو“ ويسر ڀل کي چئبو آهي، جيڪڏهن نماز ۾ ڀل سان ڪا اهڙي گهاٽي واڌي ٿي وڃي جنهن سان نماز ڀڄندي ته نه آهي پر منجهس اهڙو نقصان اچي ويندو آهي جنهن جو پورائو نماز ۾ ئي

ٿي سگهي ٿو، ان نقصان جي پورائي لاءِ شريعت هي طريقو مقرر ڪري ڇڏيو آهي ته آخري قعدي ۾ التحيات ڪان پوءِ ساڄي پاسي سلام ڦيرڻ ڪان بعد ٻه سجدا ڏنا وڃن. انهن سجدن کي "سجده سهو" چئجي ٿو. تفصيلي طريقو اڳتي اچي ٿو.

**حڪم:** ضرورت مهل سجده سهو لاءِ ٻه سجدا ڏيڻ واجب آهي. وقت جي گنجائش هئڻ ۽ مڪروه وقت نه هئڻ جي صورت ۾ انهن جي ڇڏڻ سان گنهگار ٿيندو ۽ اهڙي نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي، نماز ٻيهر پڙهڻ سان اهو گناهه ختم ٿي ويندو. سجده سهو جو اهو حڪم فرض، واجب، سنت، توڙي نفل سڀن نمازن لاءِ ساڳيو آهي. جيڪڏهن نماز ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا سهو ٿئي يعني ڪيترين شيون اهڙيون ٿيون جن سان سجده سهو واجب ٿيندو آهي تڏهن به رڳو هڪ ڀيرو سهو جا ٻه سجدا واجب ٿيندا.

## سجده سهو جو طريقو ۽ ضروري مسئلا:

(١) سجده سهو جو طريقو هي آهي ته آخري قعدي ۾ التحيات پڙهڻ ڪان بعد رڳو هڪ پاسي (يعني ساڄي پاسي) سلام ورائي الله اڪبر چوندي سجدي ۾ هليو وڃي، ۽ نماز جي سجدي وانگر ٽي ڀيرا سجدي جي تسبيح پڙهي، پوءِ تڪبير (الله اڪبر) چوندي سجدي ڪان مٿو کڻي ۽ اطمينان سان سڌو ويهڻ ڪان پوءِ ٻيهر تڪبير چوندي ٻئي سجدي ۾ هليو وڃي ۽ ساڳيءَ طرح سجدو ڏئي پوءِ تڪبير چوندي سجدي ڪان مٿو کڻي ۽ ويهي ٻيهر التحيات پڙهي ۽ درود شريف ۽ دعا پڙهي نماز ختم ڪرڻ لاءِ ٻنهي پاسن ڏانهن سلام ڦيري.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن ڀل ۾ هڪ پاسي ڏانهن به سلام نه ورايو ۽ سجده سهو ڪري ڇڏيائين تڏهن به ادا ٿي ويندو. سامهون

سلام چئي سجده سهو ڪرڻ بہ جائز آهي پر ڇاڪاڻ ته ان ڪري اهڙو ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٣) جيڪڏهن ڀنهي پاسن ڏانهن سلام ڦيري سجده سهو ڪيائين تہ هڪ روايت مطابق اهو بہ جائز آهي پر وڌيڪ معتبر قول هي آهي تہ رڳو هڪ پاسي (يعني ساڄي پاسي) ڏانهن سلام ورائي سجده سهو ڪري، جيڪڏهن ڀنهي پاسن ڏانهن سلام ورائي ڇڏيائين تہ هاڻ سجده سهو نہ ڪري بلڪ نماز ٻيهر پڙهي.

(۴) درود ۽ دعا سجده سهو کان پوءِ واري قعدي ۾ پڙهي، اهوئي معتبر قول آهي، پر ڪن عالمن احتياط طور سجده سهو کان پهرين بہ التحيات کان بعد دردو شريف ۽ دعا پڙهڻ کي پسند ڪيو آهي، تنهن ڪري احتياط ان ۾ آهي تہ سجده سهو کان پهرين ۽ بعد واري ڀنهي قعدن ۾ اهي ٽيئي شيون پڙهجن.

(۵) سهو جي ڀنهي سجدن کان بعد "قعده" ڪرڻ نماز جو رڪن نہ آهي بلڪ نماز جو رڪن سجده سهو کان پهرين وارو قعده آهي ۽ اهو سجده سهو سان باطل نہ ٿو ٿئي ڇوتہ اهو قوي آهي، پر سجده سهو کان بعد وارو قعدو ڪرڻ ۽ سلام ڦيرڻ واجب آهي، ان جي ڇڏڻ سان نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي.

## اهي شيون جن سان سجده سهو واجب ٿئي ٿو:

(١) نماز جي واجب شين مان ڪا شيءِ ڀل ۾ رهجي وڃي.

(٢) ڀل ۾ ڪنهن واجب ۾ دير ٿي وڃي.

(٣) ڀل ۾ ڪنهن فرض ۾ دير ٿي وڃي.

(۴) ڀل ۾ ڪنهن فرض کي اڳواٽ ادا ڪيو وڃي.

(۵) ڀل ۾ ڪنهن فرض کي ٻيهر ادا ڪجي جهڙوڪ ٻہ

رکوع کري ويھي.

(٦) ڀل ۾ ڪنهن واجب جي ڪيفيت متائي ڇڏي، جھڙوڪ آهستي پڙهڻ جي هنڌ زور سان يا زور سان پڙهڻ واري هنڌ آهستي پڙهي. (اصل ۾ انهن سڀني صورتن ۾ سجده سهو واجب ٿيڻ جو سبب واجب جو ڇڏڻ آهي).

## اهي صورتون جن ۾ سجده سهو سان تلافي ممڪن ناهي بلڪ نماز دهرائڻ واجب آهي

جن شين جي ڀل ۾ ڪرڻ سان سجده سهو واجب ٿئي ٿو جڏهن اهي ڄاڻي ٻجهي ڪبيون ته سجده سهو سان انهن جي تلافي نه ٿي ٿي سگهي بلڪ نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي. جيڪڏهن نماز جي فرضن مان ڪو فرض ڄاڻي ٻجهي رهجي وڃي ته نماز ٻڃي پوندي آهي ان لاءِ سجده سهو جائز نه آهي بلڪ نماز جو دهرائڻ فرض آهي. جيڪڏهن سجده سهو جي واجب هئڻ جي صورت ۾ سجده سهو نه ڪيائين تڏهن به ان نماز جو دهرائڻ واجب آهي.

## اهي صورتون جن ۾ نه سجده سهو واجب آهي ۽ نه نماز دهرائڻ ضروري آهي

(١) سنت ۽ مستحب جي ڇڏڻ تي نه سجده سهو واجب ٿئي ٿو نه وري نماز ٻيهر پڙهڻ ضروري آهي ڪٿي ڀل ۾ ائين ٿيو هجي يا ڄاڻي ٻجهي، البت نماز جو دهرائڻ مستحب آهي.

(٢) جيڪڏهن ڪو اهڙو واجب رهجي وڃي جيڪو نماز جي واجبن مان ناهي بلڪ ڪنهن ٻاهرين شيءِ جي ڪري آهي ته سجده

سهو واجب نہ ٿو ٿئي، مثال طور ترتيب ۾ ڦيرڦار اچي قرآن شريف پڙهڻ سان سجده سهو واجب نہ ٿو ٿئي ڇوتہ اهو تلاوت جي واجبن مان آهي نماز جي واجبن مان نہ آهي، پر سجده تلاوت ۾ دير ڪرڻ سان سجده سهو واجب ٿئي ٿو، ڇوتہ اهو قراءت جي تابع ٿي نماز جي واجبن ۾ بہ شمار ٿيندو.

## اهي صورتون جن ۾ سجده سهو معاف ٿي ويندو آهي:

(١) وقت جو تنگ هجڻ، مثال طور جيڪڏهن فجر جي نماز ۾ ڦيريون سلام ورايائين ۽ اجان سجده سهو نہ ڏنائين تہ سج اڀري ويو، يا جمعي جي نماز ۾ وقت ختم ٿي ويو تہ سجده سهو معاف ٿي ويندو ۽ نماز ٻيهر پڙهڻ بہ ضروري ناهي.

(٢) مڪروه ۽ ممنوع وقت ٿيڻ، مثال طور ڪنهن تي عصر جي نماز ۾ سجده سهو واجب ٿيو ۽ ڦيرين سلام ورائڻ ڪان بعد سجده سهو ڪرڻ ڪان ڦيرين سج جي رنگت ۾ تبديلي اچي وئي، يا فجر جي نماز ۾ ان مهل سج اڀري ويو يا نصف النهار (سج لڙڻ) جو وقت ٿي ويو تہ سجده سهو معاف ٿي ويندو ۽ اها نماز ٻيهر پڙهڻ بہ ضروري ناهي.

(٣) جيڪڏهن سلام ڪان پوءِ ڪا اهڙي شيءِ ظاهر ٿي جنهن سان نماز ڀڄي پوي جهڙوڪ بي وضو ٿيڻ يا ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ وغيره تہ ان سان سجده سهو ساقط ٿي وڃي ٿو، پوءِ جيڪڏهن اها شيءِ نمازي جي پنهنجي فعل ۽ اختيار سان ظاهر ٿي هجي تہ نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي، نہ تہ واجب ناهي.

(٤) جيڪڏهن ڪنهن تي فرض نماز ۾ سجده سهو واجب ٿيو ۽ سلام ڪان ڦيرين هن چاٽي ٻجهي ان تي نفل نماز جي "بناء" ڪري

ڇڏي (نفل نماز ڳڻدي پڙهڻ شروع ڪيائين) ته نفل جي آخر ۾ سجده سهو نه ڪري ڇوته هاڻ ڪائنس سجده سهو ساقط ٿي ويو، پر فرض ٻيهر پڙهڻ واجب آهي. پر جيڪڏهن ٻِل ۾ ائين ڪيائين ته سجده سهو ساقط نه ٿيندو، نفلن جي آخر ۾ سجده سهو ڪري، ان جا فرض ۽ نفل ٻيئي صحيح ٿي ويندا.

## سجده سهو واجب ٿيڻ جا مسئلا

مٿي اصول بيان ڪيا ويا، هاڻ انهن جون جزئيات بيان ڪجن ٿيون:

**(پهريون) الحمد ۽ سورت جي قراءت بابت مسئلا:**

(١) جيڪڏهن فرض جي پهرين يا ٻي يا پهرين ٻنهين رڪعتن ۾ يا واجب (يعني وتر) ۽ سنتن ۽ نفلن جي ڪنهن رڪعت ۾ سورت الحمد رهجي وڃي ته سجده سهو واجب ٿيندو، معتبر قول مطابق الحمد جي هڪ آيت به رهجي وڃي ته سجده سهو لازم آهي. جيڪڏهن سورت پڙهڻ کان پوءِ رڪوع ۾ وڃڻ کان پهرين يا رڪوع ۾ يا رڪوع کان اٿڻ بعد ياد آيس ته الحمد نه پڙهي اٿائين ته واپس اچي پهرين الحمد پڙهي پوءِ سورت ۽ رڪوع دهرائي جيئن اهي سڀ ترتيب سان ادا ٿي وڃن ۽ آخر ۾ سجده سهو ڏئي، جيڪڏهن رڪوع نه دهرائيندو ته نماز ٻيهر پوندس. جيڪڏهن فرضن جي پوين ٻن رڪعتن يا هڪ رڪعت ۾ الحمد رهجي وڃي ته سجده سهو واجب نه ٿيندو.

(٢) جيڪڏهن فرض جي پهرين ٻن رڪعتن مان ڪنهن رڪعت ۾ يا وتر، سنتن ۽ نفلن جي ڪنهن به رڪعت ۾ سورت ملائڻ کان پهرين سورت الحمد پوري يا اڌ ٻيهر پڙهيائين ته سجده سهو واجب ٿيندو. پر جيڪڏهن سورت ملائڻ کان بعد الحمد ٻيهر پڙهيائين يا فرضن جي آخري رڪعتن ۾ ٻيهر پڙهيائين ته سجده سهو واجب نه ٿيندو.

(٣) جيڪڏهن فرض جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ يا انهن مان ڪنهن هڪ رڪعت ۾ يا وتر، سنت ۽ نفل جي ڪنهن رڪعت ۾ الحمد پڙهيائين ۽ پل ۾ سورت رهجي ويس يا ٽن آيتن جي مقدار کان گهٽ قراءت ڪيائين تہ سجده سهو واجب ٿيندو. جيڪڏهن سورت پڙهڻ ڏاران رڪوع ۾ هليو ويو پوءِ ياد اچيس تہ رڪوع کان واپس اچي سورت پڙهي پيهر رڪوع ڪري، مٿس سجده سهو واجب آهي. جيڪڏهن رڳو الحمد يا رڳو سورت رهجي وڃي تہ رڪوع ۾ ياد اچڻ جي صورت ۾ ان کي پڙهڻ لاءِ رڪوع کان واپس نہ ٿئي بلڪ ائين ئي نماز پوري ڪري ۽ آخر ۾ سجده سهو ڏئي، سندس نماز صحيح ٿي ويندي.

(٤) فرضن جي آخري ٻن يا هڪ رڪعت ۾ الحمد سان ڪا سورت ملائڻ سان سجده سهو واجب نہ ٿيندو ڪٿي چاٽي واٽي ائين ڪجي، پر امام کي ائين نہ ڪرڻ گهرجي.

(٥) الحمد کان پهرين سورت مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ آيت پڙهڻ سان سجده سهو واجب ٿيندو. هڪ آيت کان گهٽ پڙهڻ سان واجب نہ ٿيندو.

(٦) پل ۾ رڪوع، سجدي يا پهرين قعدي ۾ قراءت ڪرڻ سان سجده سهو واجب ٿيندو. آخري قعدي ۾ التحيات کان پهرين قراءت ڪرڻ سان بہ سجده سهو واجب ٿيندو. التحيات کان پوءِ قراءت سان سجده سهو واجب نہ ٿيندو ۽ نماز ٿي ويندي.

(٧) سجدي واري آيت پڙهڻ کان پوءِ لڳولڳ سجده تلاوت ڪرڻ وسري ويس، اڳتي ڪافي پڙهڻ کان پوءِ ياد اچڻ تي سجده تلاوت ڪيائين تہ سجده سهو واجب ٿيندو.

(**پيون**) فرض نماز جي پهرين ٻن رڪعتن کي قراءت لاءِ

مخصوص ڪرڻ واجب آهي، تنهنڪري جيڪڏهن فرض نماز جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ سورت ملائڻ وسري ويس ته پوئين ٻن رڪعتن ۾ سورت ملائي ۽ سجده سهو ڪري، ۽ جيڪڏهن پهرين رڪعتن مان هڪ رڪعت ۾ وسري وڃڻ خاطر سورت نه ملايائين ته پوئين هڪ رڪعت ۾ سورت ملائي ۽ سجده سهو ڪري، ۽ جيڪڏهن پوئين رڪعتن ۾ به سورت ملائڻ ياد نه رهيس ۽ بالڪل آخري التحيات پڙهڻ وقت ياد آيس تڏهن به سجده سهو ڪرڻ سان نماز ٿي ويندي.

**(ٽيون)** نماز جي هر رڪعت ۾ جيڪو فعل مڪرر (ٻيڻو) آهي ان ۾ ترتيب رکڻ واجب آهي، ان جي ترتيب مٽجڻ سان سجده سهو واجب ٿيندو آهي، مثال طور ڪنهن ڪان ڪنهن رڪعت ۾ هڪ سجدو رهجي ويو ۽ نماز جي آخر ۾ ياد آيس ته هو پهرين نماز جو سجدو ڏئي پوءِ قعدو ڪري سجده سهو ڏئي، وري قعده ڪري سلام ورائي. ان ڪان پهرين جيڪي ارڪان ڪري چڪو آهي انهن جو دهرائڻ واجب نه آهي.

**(چوٿون)** تعديل ارڪان، جيڪڏهن ڀل ۾ ڪو تعديل ارڪان نه ڪري يعني رڪوع، قومه ۽ ٻنهي سجدن ۾ ۽ ٻنهي سجدن جي وچ واري جلسه ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو سبحان الله چوڻ جي مقدار جيترو نه ترسي ته سجده سهو واجب ٿيندو ۽ ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ سان نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي.

**(پنجون)** جيڪڏهن فرض نماز جو پهريون قعدو ڀل ۾ رهجي وڃي ته سجده سهو واجب آهي. جيڪڏهن ٻي رڪعت جي سجدي کان پوءِ ڀل ۾ بيهڻ لڳي ته جيستائين ويهڻ جي ويجهو هجي ته ويهي رهي ۽ سجده سهو نه ڪري ۽ جيڪڏهن بيهڻ جي ويجهو هجي ته قعدي کي ڇڏي ڏئي ۽ بيهي رهي، پوءِ آخر ۾ سجده سهو ڪري ڇڏي، نماز ٿي

ويندي. (وڌيڪ تفصيل اڳتي ڏسو).

**(ڇهون) تشهد (التحيات) پڙهڻ:**

(١) پهرين يا ٻئي قعدي ۾ تشهد بنهہ نہ پڙهيائين يا پورو نہ پر ڪجهہ حصو پڙهيائين تہ سجده سهو واجب آهي ڪٽي اها فرض نماز هجي يا واجب، سنت يا نفل هجي.

(٢) تشهد بدران الحمد يا ڪا سورت پڙهڻ سان سجده سهو واجب ٿيندو. (جيئن مٿي بيان ٿيو).

(٣) جيڪڏهن فرض نماز جي پهرين رڪعت جي قيام ۾ الحمد کان پهرين التحيات يا دعا قنوت پڙهيائين تہ سجده سهو واجب نہ ٿيندو، پر فرض نماز جي ٻي رڪعت ۾ الحمد کان پهرين التحيات پڙهيائين تہ ان بابت اختلاف آهي، معتبر قول مطابق ان صورت ۾ بہ سجده سهو واجب نہ ٿيندو. جيڪڏهن ٽين ۽ چوٿين رڪعت ۾ الحمد کان پهرين تشهد پڙهيائين يا تسبيح يا ڪو ٻيو ذڪر پڙهيائين يا الحمد سان گڏ قراءت ڪيائين تہ بہ سجده سهو واجب نہ ٿيندو. فرض کان علاوه باقي نمازن جي سيني رڪعتن لاءِ اهوئي حڪم آهي جيڪو فرض نماز جي پهرين ٻن رڪعتن بابت بيان ٿيو. جيڪڏهن فرض نماز جي پهرين هڪ يا ٻن رڪعتن ۾ ۽ وتر سنت يا نفل جي ڪنهن بہ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ تشهد پڙهيائين تہ سجده سهو واجب ٿيندو.

(٤) جيڪڏهن فرض يا فرض کان سواءِ ڪنهن بہ نماز جي پهرين قعدي ۾ التحيات ٻيهر پڙهيائين يا فرض، واجب ۽ سنت مؤڪده جي پهرين قعدي ۾ التحيات کان پوءِ درود شريف "اللهم صل علیٰ محمد" جيترو يا ان کان وڌيڪ پڙهيائين تہ سجده سهو واجب ٿيندو، ان مقدار کان گهٽ پڙهڻ سان سجده سهو واجب نہ ٿيندو. نفل ۽ سنت غيرمؤڪده جي پهرين قعدي ۾ درود شريف جو ايترو يا ان کان

وڏيڪ حصو پڙهڻ سان به سجده سهو واجب نه ٿيندو.

**(ستون)** رڪوع جي هنڌ سجدي ڪرڻ يا سجدي جي هنڌ رڪوع ڪرڻ، يا ڪنهن رڪن کي ٻيهر ڪرڻ يا ڪنهن رڪن کي ان جي هنڌ کان اڳتي پوئتي ڪرڻ سان سجده سهو واجب ٿيندو.

**(اٺون) ٻيهڻ جي هنڌ تي ويهڻ يا ويهڻ جي هنڌ تي ٻيهڻ:**

(١) جيڪڏهن امام يا اڪيلو نمازي (منفرد) فرض يا وتر نماز جو پهريون قعدو وساري اٿڻ لڳي ته جيڪڏهن ويهڻ جي ويجهو آهي ته ويهي رهي ۽ التحيات پڙهي، مٿس سجده سهو واجب نه ٿيندو. پر جيڪڏهن اٿي بيٺو يا ٻيهڻ جي ويجهو ٿي ويو ته واپس نه اچي، قعدي کي ڇڏي ڏئي، آخر ۾ سجده سهو ڪري ڇڏي سندس نماز ٿي ويندي، ان حالت ۾ قعدي ڏانهن واپس اچي ويو ته معتبر قول موجب سندس نماز ٿي ويندي پر ائين ڪرڻ سان گنهگار ٿيندو ۽ مٿس سجده سهو به واجب آهي.

(٢) فرضن ۽ وتر جي آخري قعدي ۽ سنتن ۽ نفلن جي هر قعدي کي ڀل ۾ ڇڏي اٿي ٻيهڻ کان پوء ياد اچڻ تي واپس اچڻ ضروري آهي ۽ مٿس سجده سهو به واجب آهي.

(٣) جيڪڏهن مٿيون صورتون ڪنهن مقتدي کي پيش اچن ته کيس امام جي پيروي ڪرڻ گهرجي.

(۴) جيڪڏهن ڪنهن کان چئن رڪعتن واري فرض نماز ۾ چوٿين رڪعت تي ويهڻ وسري ويو ته جيڪڏهن ويهڻ جي ويجهو آهي ته ويهي رهي مٿس سجده سهو نه آهي، پر جيڪڏهن اٿي سڌو ٿي بيٺو يا ٻيهڻ جي ويجهو ٿي ويو ته ياد اچڻ تي قعدي ڏانهن واپس هليو وڃي ۽ سجده سهو ڪري ڇڏي. ايتري وقت تائين جو ان رڪعت جي سجدي ڪرڻ کان پهرين ڪنهن وقت به واپس اچي وڃي ۽ سجده

سهو ڪري ڇڏي ته سندس نماز ٿي ويندي، پر جيڪڏهن پنجين رڪعت جو سجدو ڪري بيهي ته هاڻ واپس نه اچي بلڪه وٺيس ته هڪ ٻي رڪعت ملائي ۽ ڇهه رڪعتون پوريون ڪري سلام ورائي ڇڏي ۽ سجده سهو نه ڪري، اها سموري نماز نفل شمار ٿيندي تنهن ڪري فرض نماز ٻيهر پڙهي، ۽ وٺيس ته ڇهين رڪعت نه ملائي بلڪه پنجين رڪعت تي ئي سلام ورائي ڇڏي ان صورت ۾ به اهي چار رڪعتون نفل ٿي وينديون ۽ فرض جو دهرائڻ ضروري آهي، پهرين صورت يعني ڇهه رڪعتون پوريون ڪرڻ مندوب ۽ بهتر آهي ۽ آخري قعدي ڪي ڇاٽي واٽي ڪٽي پل ۾ ڇڏي اٿي بيهڻ پنهي جو حڪم ساڳيو آهي ته جيڪڏهن وڌيل رڪعت جي سجدي کان پهرين واپس اچي وڃي ته سجده سهو سان نماز صحيح ٿي ويندي ۽ وڌيل رڪعت جو سجدو ڏيڻ ان بعد فرض نماز نفل ٿي ويندي ۽ فرض ٻيهر پڙهڻ ضروري آهي.

(٥) جيڪڏهن فرض جي چوٿين رڪعت تي تشهد پڙهڻ جيترو وقت ويٺو ۽ التحيات پڙهي اٿي بيٺو ته پنجين رڪعت جي سجدي کان پهرين جڏهن به ياد اچيس ويهي رهي ۽ التحيات نه پڙهي بلڪه فورا سلام ورائي سجده سهو ڏئي پوءِ قعده ۾ ويهي التحيات، درود ۽ دعا پڙهي سلام ورائي ڇڏي ۽ جيڪڏهن پنجين رڪعت جو سجدو ڏئي وڌائين پوءِ ياد آيس ته هڪ ٻي رڪعت ملائي ڇهه پوريون ڪري ۽ آخر ۾ سجده سهو ڪري، سندس چار رڪعتون فرض ۽ ٻه رڪعتون نفل ٿي وينديون. جيڪڏهن مغرب جي نماز ۾ ائين ٿئي تڏهن به اهوئي حڪم آهي. جيڪڏهن ان صورت ۾ ڇئن رڪعتن واري فرض ۾ پنجين رڪعت ۽ مغرب ۾ چوٿين رڪعت تي سلام ورائي ڇڏيائين ۽ ٻي رڪعت نه ملايائين تڏهن به سندس نماز ٿي ويندي ۽ اها وڌيڪ هڪ رڪعت ضائع ٿي ويندي، پر اهو سنت طريقي جي خلاف آهي ۽ چڱو

ناهي.

(٦) چئن رڪعتن واري سنت مؤڪده جي وچ واري قعدي جي ڇڏڻ جو حڪم بہ چئن رڪعتن واري فرض وانگر آهي.

(٧) چئن رڪعتن واري نفل يا سنت غيرمؤڪده نماز جو وچ وارو قعدو وسري وڃڻ ڪري رهجي وڃي تہ ٽين رڪعت جي سجدي کان اڳ جڏهن بہ ياد اچي ويهي رهڻ گهرجي ۽ آخر ۾ سجده سهو ڪري ڇڏجي ۽ ٽين رڪعت جو سجدو ڪري ڇڏڻ جي صورت ۾ چار رڪعتون پوريون ڪري سجده سهو ڪرڻ گهرجي. ان صورت ۾ بہ نماز ٿي ويندي.

**(نائون) قنوت وتر:** پل ۾ جيڪڏهن دعا قنوت رهجي وڃي ۽ سورت پڙهي رڪوع ۾ هليو ويو تہ سجده سهو لازم ٿيندو، قنوت جي تڪبير رهجي وڃي تہ بہ سجده سهو واجب آهي، ڪن وٽ اها تڪبير واجب ناهي تنهن ڪري ان جي رهجي وڃڻ جي صورت ۾ سجده سهو واجب نہ آهي. (علامہ شامي رح نماز جي واجبن جي بيان ۾ ان کي معتبر قرار ڏنو آهي). جيڪڏهن پل ۾ وتر جي پهرين يا ٻي رڪعت ۾ دعا قنوت پڙهي ڇڏيائين تہ ٽين رڪعت ۾ ٻيهر پڙهي ۽ سجده سهو ڪري. جيڪڏهن دعا قنوت جي هنڌ سبحانڪ اللهم الخ پڙهي ڇڏيائين تہ مٿس سجده سهو واجب ناهي، جيڪڏهن انهيءَ وقت ياد اچي وڃيس تہ دعا قنوت بہ پڙهي ڇڏڻ افضل آهي.

**(ڏهون) عيد نماز جون تڪبيرون:** جيڪڏهن عيد نماز جون ڇهہ زائد تڪبيرون وسري وڃن يا گهٽ وڌ ٿي وڃن يا پنهنجي اصلي جڳهہ کان علاوه ٻئي هنڌ ادا ڪيائين تہ سجده سهو واجب ٿيندو. جيڪڏهن امام کان عيد جون تڪبيرون وسري ويون ۽ هو رڪوع ۾ هليو ويو تہ واپس قيام ڏانهن اچي تڪبيرون چئي پوءِ رڪوع ڪري ۽

سجده سهو ڪري. پر جمعي ۽ عيد نماز ۾ جڏهن جماعت گهڻي هجي تہ امام لاءِ بهتر هي آهي تہ سجده سهو نہ ڪري تہ جيئن ماڻهن ۾ وڳوڙ نہ ٿئي.

**(يارهون) بلند آواز سان ۽ آهستي پڙهڻ ۾ ڀل ٿيڻ:**

(١) جيڪڏهن امام آهستي پڙهڻ جي هنڌ بلند آواز سان يا بلند آواز سان پڙهڻ واري هنڌ آهستي قراءت ڪئي تہ سجده سهو واجب ٿيندو، ان جو مقدار امام ابوحنيفہ رح وٽ هڪ ننڍي آيت آهي ۽ صاحبين رح وٽ ٽي ننڍيون آيتون آهن اهوئي معتبر قول آهي، الحمد ۽ ٻي قراءت بابت ساڳيو حڪم آهي.

(٢) جيڪڏهن منفرد نمازي بلند آواز بدران آهستي پڙهيو تہ سجده سهو واجب نہ ٿيندو، پر آهستي پڙهڻ جي هنڌ ڏاڍي پڙهڻ تي سجده سهو واجب ٿيڻ بابت اختلاف آهي. ڪن وٽ ان صورت ۾ سجده سهو واجب آهي ڇوتہ انهن وٽ سري نماز ۾ منفرد تي بہ آهستي پڙهڻ واجب آهي پر ڪن وٽ اهو واجب نہ آهي تنهن ڪري مٿس سجده سهو بہ واجب ناهي، (اها ظاهرالرواية آهي، اڪثر فقيهن جي فتويٰ بہ انهيءَ تي آهي).

**(ٻارهون) رڪن جي مقدار جيترو سوچڻ:**

(١) جيڪڏهن الحمد پڙهي سوچڻ لڳو تہ ڪهڙي سورت پڙهان ۽ هڪ رڪن يعني ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جيتري وقت تائين سوچيندو رهيو تہ مٿس سجده سهو واجب ٿيندو. ساڳئي طرح جيڪڏهن پڙهندي پڙهندي وچ ۾ ايتري جهٽ رڪجي ويو يا پهرين يا ٻئي قعدي ۾ فورا التحيات شروع نہ ڪيائين بلڪہ ايتري جهٽ ترسيو رهيو يا رڪوع ڪان اٿڻ ڪان بعد يا ٻنهي سجدن جي وچ واري "جلسي" ۾ ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جي اندازي جيترو وقت سوچيندو

رهيو تہ سجده سهو واجب ٿيندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نماز ۾ اهو شڪ ٿيس تہ ٽي رڪعتون پڙهيون اٿس يا چار ۽ هڪ رڪن جي اندازي جيتري جهٽ چپ ٿي سوچيندو رهيو، يا چوٿين رڪعت لاءِ اٿڻ ۾ دير ٿي ويس تہ انهن سڀني صورتن ۾ سجده سهو واجب ٿيندو. جيڪڏهن سوچڻ سان فرض يا واجب جي ادا ڪرڻ ۾ ڪا دير نہ ٿئي يعني نماز جا رڪن ۽ واجب ادا ڪندو رهيو ۽ سوچيندو بہ رهيو تہ مٿس سجده سهو لازم نہ ٿيندو. سوچڻ جي مقدار هر هنڌ هڪ رڪن ادا ڪرڻ (يعني ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ) جي مقدار جي برابر آهي. پر قراءت ۾ جيتري گهٽ ۾ گهٽ قراءت سان نماز جائز ٿيندي آهي ان جي مقدار، ۽ تشهد کان پوءِ اللهم صل علىٰ محمد چوڻ جي مقدار معتبر آهي، چوتہ اها بہ تقريبا ٽن تسبيحن جي برابر آهي.

**(تيرهون)** ڀل ۾ ٻہ رڪوع يا ٽي سجدا ڪرڻ تي سجده سهو واجب آهي.

## سجده سهو جا ڌار ڌار مسئلا:

(١) امام جي ڀل سان امام ۽ مقتدي سڀن تي سجده سهو واجب آهي، ڪٽي مقتدي مدرڪ (يعني امام سان گڏ منڍ کان سموري نماز ۾ شريڪ) هجي ڪٽي لاحق يا مسبوق هجي، ڪٽي امام جي ڀل کان پوءِ شامل ٿيو هجي. جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي وقت جماعت ۾ شامل ٿيو جڏهن امام سهو جو هڪ سجدو ڪري چڪو آهي تہ ٻئي سجدي ۾ سندس پيروي ڪري، ۽ پهرين سجدي کي قضا نہ ڪري، پر جيڪڏهن اهڙي وقت جماعت ۾ شامل ٿئي جو امام سهو جا ٻئي سجدا ڪري چڪو هو تہ ڪانئس ٻئي سجدا ساقط ٿي ويندا، هاڻ انهن کي قضا نہ ڪري.

(٢) جيڪڏهن امام جي پٺيان مقتدي ڪان ڪا اهڙي ڀل ٿي وڃي جنهن سان سجده سهو واجب ٿيندو آهي ته مقتدي تي ان صورت ۾ سجده سهو واجب نه ٿيندو.

(٣) مسبوق (جنهن ڪان هڪ ٻه رڪعت رهجي وڃي) سجده سهو ۾ امام جي پيروي ڪري.

(۴) جيڪڏهن مسبوق کي امام جي سلام ورائڻ ڪان بعد پنهنجي رهيل نماز ۾ ڀل ٿئي ته ان لاءِ نماز جي پڇاڙيءَ ۾ سجده سهو ڪري.

(۵) جڏهن امام نماز کي ختم ڪرڻ لاءِ سلام ورائي ته مسبوق کي سلام نه ورائڻ گهرجي، جيڪڏهن ڄاڻي واڻي سلام ورائيندو ته سندس نماز ڀڄي پوندي، جيڪڏهن مسئلي جي خبر نه هئس ۽ اهو سمجهيائين ته هن کي به امام سان گڏ سلام ورائڻ گهرجي ته اهو به ڄاڻي واڻي سلام ورائڻ شمار ٿيندو، پر ڀل ۾ سلام ورائڻ سان نماز نه ڀڄندي، هاڻ جيڪڏهن ان جو سلام امام جي سلام سان گڏ واقع ٿيو ته مٿس سجده سهو ناهي پر ائين تمام گهٽ ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن ان امام جي سلام ڪان پوءِ سلام ڦيريو ته مٿس سجده سهو واجب آهي پنهنجي رهيل نماز پوري ڪري آخر ۾ سجده سهو ڏئي.

(٦) مسبوق کي کپي ته امام جي سلام ورائڻ وقت ٿوري جهٽ ترسي، يعني جڏهن امام ٻئي پاسي ڏانهن سلام ورائي تڏهن پنهنجي رهيل نماز پوري ڪرڻ لاءِ اٿي بيهي جيئن ڪيس خبر پئجي سگهي ته امام تي ڪو سجده سهو ته ناهي.

(٧) جيڪڏهن مسبوق امام سان گڏ سجده سهو نه ڪيو ۽ پنهنجي رهيل نماز پوري ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺو ته ڪانئس سجده سهو معاف نه ٿيندو ڪيس پنهنجي نماز جي آخر ۾ سجده سهو ڪرڻ کپي. ڪيس

رهيل نماز ۾ بہ سهو ٿي وڃي تہ پنهن لاءِ هڪ ئي ڀيرو سجده سهو ڪرڻ ڪافي آهي.

(٨) امام جي ڀل سان لاحق تي بہ سجده سهو واجب ٿيندو آهي پر هو پنهنجي لاحقانہ نماز پوري ڪرڻ کان پهرين امام سان گڏ سجده سهو نہ ڪري. امام سان گڏ سجده سهو ڏيڻ سان سندس اهو سجدو ادا نہ ٿيندو ۽ نماز بہ نہ پڄندي، ڪيس نماز پوري ڪري آخر ۾ سجده سهو ڏيڻ گهرجي.

(٩) لاحق ڪي پنهنجي لاحقانہ نماز ۾ سهو ٿئي تہ مٿس سجده سهو لازم نہ آهي ڇوتہ ان کي مقتدي جو حڪم حاصل آهي.

(١٠) "خوف جي نماز" ۾ پهريون ٽولو لاحق جي حڪم ۾ آهي تنهن ڪري جيڪڏهن امام سجده سهو ڏئي تہ اهي امام سان گڏ سجده سهو نہ ڪن بلڪ پنهنجي نماز پوري ڪرڻ کان پوءِ سجده سهو ڪن. ٻيو ٽولو مسبوق جي حڪم ۾ آهي ان ڪري اهي امام سان گڏ سجده سهو ڪن. (تفصيل "خوف واري نماز" ۾ ڏنل آهي).

(١١) مقيم مقتدي مسافر امام جي پٺيان نماز پڙهي تہ رڳو قراءت بابت اهو لاحق جي حڪم ۾ آهي تنهنڪري اڪيلي ٿيڻ کان پوءِ رهيل نماز ۾ قراءت نہ ڪري، پر سجده سهو بابت مسبوق جي حڪم ۾ آهي ان ڪري امام سان گڏ سجده سهو ڪري. جيڪڏهن ڪيس پنهنجي نماز ۾ ٻيڻ ڀل ٿئي تہ آخر ۾ سجده سهو ڪري.

(١٢) جيڪڏهن سجده سهو ۾ يا ان کان بعد ڀل ٿئي تہ ٻيهر سجده سهو واجب نہ ٿيندو ڇوتہ اهڙيءَ ريت اهو سلسلو ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندو، نماز ۾ رڳو هڪ ئي ڀيرو سجده سهو ثابت آهي.

(١٣) چئن يا ٽن رڪعتن واري نماز ۾ ڀل ۾ يا پوري ٿيڻ جي

خيال سان ٻن رڪعتن تي سلام ورائي ڇڏيائين تہ جيستائين ڪا اهڙي ڳالهہ نہ ٿئي جنهن سان نماز ڀڄي پوي تي اٿي نماز پوري ڪري ۽ سجده سهو ڏئي، البت سلام ورائڻ کان پوءِ نماز کي ڀڃندڙ ڪا شيءِ ظاهر ٿئي تہ نئين سر نماز پڙهي.

## شڪ جا مسئلا

(١) شڪ جي صورت ۾ جيڪڏهن ڪنهن پاسي گهڻو گمان ٿئي تہ ان مطابق عمل ڪرڻ ضروري آهي ۽ ان صورت ۾ سجده سهو واجب نہ ٿيندو، پر جيڪڏهن سوچيندي هڪ رڪن (يعني ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ) جيتري دير ٿي وڃي تہ سجده سهو واجب ٿيندو (جيئن مٿي بيان ڪيو ويو) ۽ جيڪڏهن ڪنهن پاسي گهڻو گمان نہ ٿي سگهي تہ گهٽتائي واري پاسي کي وٺڻ کپي، تفصيل اڳتي اچي ٿو، ان صورت ۾ مٿس هر حالت ۾ سجده سهو واجب آهي ڪٿي هڪ رڪن جيتري دير سوچي يا نہ سوچي.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن کي نماز ۾ مثال طور هي شڪ ٿيو تہ ٽي رڪعتون پڙهيون اٿس يا چار، اهڙو شڪ پهريون ڀيرو ٿيو اٿس يعني ڪيس وسارڻ جي عادت ناهي تہ نماز کي ڀڃي نئين سر نماز پڙهي، پر جيڪڏهن ڪنهن کي شڪ ڪرڻ جي عادت آهي ۽ اڪثر ڪيس شڪ ٿيندو رهندو آهي تہ سوچي گهٽي گمان مطابق عمل ڪري ۽ سجده سهو نہ ڪري، جيڪڏهن سوچڻ کان بعد بہ ٻنهي پاسن ڏانهن خيال برابر رهي تہ گهٽتائي واري پاسي تي عمل ڪري ڇوتہ ان بابت پڪ آهي. مثال طور ڪنهن کي شڪ ٿيو تہ سندس پهرين رڪعت آهي يا ٻي، تہ ان کي پهرين قرار ڏئي ڇڏي، ٻي يا ٽين رڪعت بابت شڪ هجي تہ ٻي سمجهي ڇڏي، ٽين يا چوٿين بابت شڪ هجي تہ ٽين

سمجهي. شڪ کان پوءِ واري هر رڪعت تي قعدو ڪري جيئن قعدي جو فرض يا واجب رهجي نہ وڃي، آخري قعدي ۾ سجده سهو ڪري. مطلب تہ جيڪڏهن چئن رڪعتن واري فرض نماز ۾ اهو شڪ ٿيس تہ اها پهرين رڪعت آهي يا ٻي، ۽ ڪنهن پاسي گهڻو گمان بہ نہ ٿئيس تہ ان کي پهرين سمجهي ۽ ان کي ادا ڪري قعدو ڪري ۽ التحيات پڙهي ڇوتہ شايد اها ٻي رڪعت هجي، پوءِ ٻي رڪعت پڙهي ۽ ان ۾ الحمد کان پوءِ سورت بہ پڙهي ۽ ان کان پوءِ ويهي التحيات پڙهي ٽين رڪعت پڙهي جنهن ۾ رڳو الحمد پڙهي ۽ قعدو بہ ڪري تہ شايد اها چوٿين رڪعت هجي، پوءِ چوٿين رڪعت پڙهي ۽ قعدو ڪري ۽ سجده سهو ڏيئي نماز ختم ڪري. ۽ جيڪڏهن اهو شڪ هجيس تہ ٻي رڪعت آهي يا ٽين، تڏهن بہ ساڳيو ئي حڪم آهي تہ ان کي ٻي سمجهي ۽ ٻي رڪعت تي قعدو ڪري ٽين رڪعت پڙهي ۽ قعدو بہ ڪري جو متان اها چوٿين هجي، پوءِ چوٿين رڪعت پڙهي قعدو ڪري ۽ سجده سهو ڪري سلام ورائي، علىٰ هذا القياس ٽين ۽ چوٿين ۾ شڪ هجيس تہ ٽين سمجهي ۽ ٻن رڪعتن واري نماز ۾ پهرين يا ٻي رڪعت هجڻ جو شڪ هجيس تہ پهرين سمجهي ۽ ان رڪعت تي قعدو ڪري هڪ ٻي رڪعت پڙهي نماز پوري ڪري ۽ سجده سهو پڻ ڪري.

(۳) نماز پڙهڻ کان پوءِ جيڪو شڪ ٿئي ان جو اعتبار نہ ڪبو، پر احتياط طور ٻيهر نماز پڙهي ڇڏي تہ چڱو آهي ان سان دل جو وسواس ختم ٿي ويندو ۽ شبهو بہ نہ رهندو، پر جيڪڏهن چڱيءَ طرح ياد اچي وڃيس تہ ان مطابق عمل ڪري، ان ڪري جيڪڏهن تشهد مان فارغ ٿيڻ کان بعد سلام ورائڻ کان پهرين يا پوءِ شڪ ٿئي تہ نماز جي صحيح هئڻ جو حڪم لڳايو ويندو، پر جيڪڏهن سلام

وراڻ کان پهرين يا پوءِ نماز کي پيچندڙ ڪنهن شيءِ جي ظاهر ٿيڻ کان پهرين يقين ٿي وڃي ته مثال طور ٽي رڪعتون ٿي ٿيون آهن ته پوءِ اٿي هڪ ٻي رڪعت پڙهي ۽ سجده سهو ڪري ڇڏي.

(۴) جيڪڏهن وتر نماز ۾ قيام جي حالت ۾ اهو شڪ ٿيس ته اها ٻي رڪعت آهي يا ٽين، ۽ ڪنهن پاسي گهڻو گمان به نه ٿئيس ته ان رڪعت ۾ دعا قنوت پڙهي ۽ رڪعت پوري ڪري قعدو ڪري، پوءِ اٿي هڪ ٻي رڪعت پڙهي، ان ۾ به دعا قنوت پڙهي ۽ آخر ۾ سجده سهو ڪري.

(۵) نماز ۾ ڪنهن کي اهو شڪ ٿئي ته مسافر آهي يا مقيم، ته چار رڪعتون پڙهي ۽ احتياط طور ٻي رڪعت تي قعدو ڪرڻ ضروري آهي نه ته نماز نه ٿيندي.

(٦) امام کي ٻي رڪعت جي سجدي کان پوءِ شڪ ٿيو ته اها پهرين رڪعت آهي يا ٻي، يا هي شڪ ٿيس ته ٽين آهي يا چوٿين، ته پنهنجي مقتدين ڏانهن اک ڦيرائي ڏسي ۽ ان مطابق عمل ڪري، جيڪڏهن اهي اٿي بيهن ته هي به اٿي بيهي ۽ اهي ويهي رهن ته هي به ويهي رهي، شڪ نه رهيس ته مٿس سجده سهو واجب ناهي.

(٧) ڪنهن کي خود نماز پڙهڻ يا نه پڙهڻ بابت شڪ ٿئي ته جيڪڏهن وقت هجي ته مٿس نماز ٻيهر پڙهڻ واجب آهي ۽ جيڪڏهن وقت ختم ٿي ويو هجي ته ڪجهه به واجب ناهي، پر جيڪڏهن يقين ٿي وڃيس ته قضا ڪري پڙهي.

## سجده تلاوت جو بيان

قرآن پاڪ ۾ چوڏهن هنڌ اهڙا آهن جن جي پڙهڻ يا ٻڌڻ سان سجده تلاوت ڪرڻ واجب ٿيندو آهي. اهي هي آهن:

(١) سوره اعراف جي پڇاڙي ۾ (٢) سوره رعد جي ٻئي رکوع ۾ (٣) سورة النحل جي پنجين رکوع ۾ (۴) سوره بني اسرائيل جي ٻارهين رکوع ۾ (۵) سوره مريم جي چوٿين رکوع ۾ (٦) سورة الحج جي ٻئي رکوع ۾ (٧) سورة الفرقان جي پنجين رکوع ۾ (٨) سورة النمل جي ٻئي رکوع ۾ (٩) سوره الم تنزيل السجده جي ٻئي رکوع ۾ (١٠) سوره ص جي ٻئي رکوع ۾ (١١) سوره حم سجده جي پنجين رکوع ۾ (١٢) سوره نجم جي آخر ۾ (١٣) سوره اذا السماءُ انشقت ۾ (١۴) سوره اقراء واري آيت جي هنڌ تي- عام ماڻهن جي سهولت لاءِ ڪناري تي "السجدة" جو لفظ لکيل هوندو آهي.

## سجده تلاوت جو سنت طريقو

سجده تلاوت نماز جي سجدي وانگر ڪرڻ گهرجي. ڪي ماڻهو قرآن پاڪ تي ئي سجدو ڪري ڇڏيندا آهن، ان سان سجدو ادا نہ ٿيندو. بلڪہ جڏهن سجده تلاوت ڪري تہ اٿي بيهي دل ۾ سجده تلاوت جي نيت ڪري، زبان سان بہ هي لفظ چوڻ بهتر آهن، نويت ان اسجد لله تعالىٰ عن تلاوة القرآن (پنهنجي ٻولي ۾ هينئن چوي تہ الله تعالىٰ جي واسطي سجده تلاوت ڪريان ٿو) پوءِ هٿ کڻڻ کان سواءِ الله اکبر چوندي سجدي ۾ وڃي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا سبحان ربي الاعلىٰ چوي، پوءِ الله اکبر چوندي سجدي کان مٿو کڻي اٿي بيهي. سجده تلاوت ۾ التحيات پڙهڻ ۽ سلام ورائڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن ويهي الله اکبر چوندي سجدي ۾ هليو وڃي ۽ سجدي کان پوءِ الله اکبر چوندي مٿو کڻي ويهي رهي (اٿي نہ) تڏهن بہ جائز آهي پر اٿي بيهي سجدي ۾ وڃڻ ۽ سجدي کان مٿي ٿي اٿي بيهڻ وڌيڪ بهتر آهي. جيڪڏهن نماز جي اندر سجده تلاوت ڪرڻ گهري تہ دل ۾ نيت

ڪري زبان سان نيت نہ ڪري، جيڪڏهن نماز ۾ سجدي جي آيت پڙهڻ کان فورا بعد سجده تلاوت ڪري تہ نيت ضروري ناهي.

## سجده تلاوت جا شرط، فرض، سنتون، مستحب ۽ پچندڙ شيون

(١) سجده تلاوت جا بہ سڀ اهي ئي شرط آهن جيڪي نماز جا شرط آهن جهڙوڪ طهارت، قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، نيت، اوگهڙ ڍڪڻ وغيره. پر تڪبير تحريمہ سنت آهي. اها نيت ڪرڻ شرط ناهي تہ فلاڻي آيت جو سجدو آهي، رڳو سجده تلاوت جي نيت ڪرڻ ڪافي آهي.

(٢) پيشاني زمين تي رکڻ سجده تلاوت ۾ فرض آهي، نماز ۾ سجدي جي آيت کان فورا پوءِ رڪوع ڪرڻ ان جي قائم مقام آهي (ان سان بہ سجدو ادا ٿي ويندو) معذور لاءِ اشاري سان ادا ڪرڻ ڪافي آهي.

(٣) سجده تلاوت لاءِ بہ تڪبيرون چوڻ سنت آهي ۽ امام لاءِ اهي ڏاڍيان چوڻ سنت آهي، سجدي ۾ ٽي ڀيرا سبحان ربي الاعلىٰ چوڻ سنت آهي.

(٤) بيهي سجدي ۾ وڃڻ ۽ سجدي کان پوءِ اٿي بيهڻ اهي ٻيئي "قيام" مستحب ۽ افضل آهن. سجده تلاوت لاءِ الله اڪبر چوندي وقت نہ هٿ کڻڻا آهن نہ التحيات پڙهڻو آهي ۽ نہ وري سلام ورائڻو آهي.

(٥) جن شين سان نماز ڀڄي پوندي آهي انهن شين سان سجده تلاوت بہ ڀڄي پوندو آهي، ان ڪري اهڙو سجدو ٻيهر ڏيڻ واجب آهي، پر سجده تلاوت ۾ ٽهڪ ڏيڻ سان وضو نہ ٿو ڀڄي، البت سجدو ڀڄي پوي ٿو، اهڙيءَ طرح عورت جي "محاذات" (سامهون اچڻ) سان پڻ سجده تلاوت نہ ٿو ڀڄي.

## سجده تلاوت واجب ٿيڻ جا سبب

سجده تلاوت واجب ٿيڻ جا ٽي سبب آهن:

(١) سجدي جي آيت جي پاڻ تلاوت ڪرڻ، جهڙيءَ طرح سجده واري پوري آيت جي تلاوت سان سجدو واجب ٿئي ٿو ساڳيءَ طرح ان آيت جو ڪجهہ حصو تلاوت ڪرڻ سان بہ سجده تلاوت واجب ٿئي ٿو پر شرط هي آهي تہ جيڪو لفظ سجدي تي دلالت ڪري ٿو ان سان گڏ هڪ لفظ منڍ ۾ يا بعد ۾ ملائي پڙهجي. سجدي جي آيت لکڻ يا ان کي ڏسڻ يا زبان کان سواءِ رڳو دل ۾ پڙهڻ يا ٻارن کي "هجي" ڪرائڻ وانگر هڪ هڪ حرف ڪري پڙهڻ سان سجده تلاوت واجب نہ ٿو ٿئي. جيڪڏهن سجدي جي آيت جو ترجمو اردو، فارسي يا ڪنهن ٻي زبان ۾ پڙهيائين تہ پڙهندڙ تي سجده تلاوت واجب ٿيندو، ڪٿي ڪيس اها خبر هجي يا نہ هجي تہ اهو سجدي جي آيت جو ترجمو آهي پر ٻڌندڙ تي سجدو ان صورت ۾ واجب ٿيندو جڏهن ڪيس خبر هجي تہ اهو سجدي واري آيت جو ترجمو آهي. انهيءَ تي فتويٰ آهي. جيڪڏهن ڪنهن ٻوڙي شخص سجدي جي آيت پڙهي تہ مٿس سجده تلاوت واجب آهي. ڪنهن ننڊ ۾ سجدي جي آيت پڙهي تہ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي شخص جاڳ ڪان پوءِ ڪيس ٻڌايو تہ مٿس سجدو واجب ٿيندو، نہ تہ واجب نہ ٿيندو.

(٢) سجدي جي آيت جو ڪنهن ٻئي ماڻهو کان ٻڌڻ، ڪٿي ارادي سان ٻڌي يا ارادي ڪان سواءِ ٻڌڻ ۾ اچيس، هرحالت ۾ مٿس سجده تلاوت واجب ٿيندو، ڪنهن پکيءَ جي واتان سجدي واري آيت ٻڌڻ يا قبي جي اندر يا ٽڪريءَ جهنگ ۾ سجدي واري بلند آيت سان پڙهندڙجي آواز جي پڙاڏي جي ٻڌڻ سان سجده تلاوت واجب نہ ٿيندو، نشي جي حالت ۾ سجدي جي آيت پڙهڻ يا ٻڌڻ سان سجده تلاوت

واجب ٿيندو، ڪنهن ستل ماڻهو ڪان سجده تلاوت ٻڌڻ سان معتبر قول مطابق سجده تلاوت واجب نہ ٿيندو.

(٣) اهڙي امام جي اقتداء ڪرڻ جنهن سجده تلاوت واري آيت پڙهي هجي، ڪٿي هن جي اقتداء ڪان پهرين تلاوت ڪئي اٿس يا بعد ۾، ڪٿي امام آهستي تلاوت ڪئي هجي يا بلند آواز ۾، سڀين مقتدين تي امام سان گڏ سجدو تلاوت ڪرڻ واجب آهي. عورت جيڪڏهن پنهنجي نماز ۾ سجدي جي آيت پڙهي ۽ سجدي ڏيڻ ڪان پهرين ڪيس ماهواري اچي وئي تہ اهو سجدو ڪانئس معاف ٿي ويندو.

## نماز ۾ سجدي جي آيت پڙهڻ جا مسئلا

(١) جيڪڏهن امام سجدي جي آيت پڙهي تہ فورا سجدو ڪري ۽ مقتدي بہ ساڻس گڏ سجدو ڪن، ڪٿي سجدي جي آيت ٻڌن يا نہ ٻڌن، ڪٿي نماز جهري هجي يا سري، پر سري نماز لاءِ مستحب اهو آهي تہ امام اهڙو رڪوع يا سورت يا ان جو اهڙو حصو تلاوت نہ ڪري جنهن ۾ سجدي واري آيت هجي.

(٢) جيڪڏهن ڪو شخص نماز ۾ ان وقت شامل ٿيو جڏهن امام سجده تلاوت واري آيت پڙهي چڪو هو پر اڃان سجدو تلاوت نہ ڪيو اٿائين تہ ان کي بہ امام سان گڏ سجده تلاوت ڪرڻ کپي. ۽ جيڪڏهن امام جي سجده تلاوت ڪرڻ ڪان پوءِ شامل ٿيو تہ هاڻ هن کي سجده تلاوت نہ ڪرڻ گهرجي، نہ نماز ۾ ۽ نہ وري نماز ڪان بعد، امام جو سجدو ان لاءِ بہ ڪافي آهي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن مقتدي سجدي جي آيت پڙهي تہ نہ مٿس پاڻ تي سجدو واجب آهي نہ امام تي ۽ نہ وري ٻين مقتدين تي، نہ نماز ۾ ۽ نہ نماز ڪان بعد.

(۴) پر جيڪڏهن مقتدي ڪان سجدي واري آيت ٻڌندڙ سندس نماز ۾ شريڪ ناهي ته مٿس سجده تلاوت واجب ٿيندو، ڪٿي ٻڌندڙ اڪيلي سر ڪا ٻي نماز پڙهي رهيو هجي ڪنهن ٻي نماز جو امام يا مقتدي هجي يا بنهه نماز ۾ نه هجي، پر ڪنهن ٻي نماز دوران سجدي جي آيت ٻڌڻ جي صورت ۾ نماز ڪان بعد مٿس سجدو ڪرڻ واجب آهي، نماز ۾ ادا ڪرڻ سان ادا نه ٿيندو، نماز منجهه ادا ڪرڻ سان نماز نه پڄندي پر مڪروه تحريمي ٿي ويندي، تنهن ڪري نماز به ٻيهر پڙهڻ واجب آهي.

(۵) سجده تلاوت نماز۾ رڪوع ڪرڻ يا سجدي ڪرڻ سان ادا ٿي ويندو آهي، پرسجدو ڪرڻ افضل آهي. رڪوع سان سجده تلاوت ادا ٿيڻ لاءِ هي شرط آهي ته فورا (بنادير جي) هڻڻ گهرجي، دير ڪرڻ جي صورت ۾ رڪوع ڪرڻ سان سجده تلاوت ادا نه ٿيندو بلڪه هاڻ ڪيس سجدو ڪرڻ گهرجي. دير ڪرڻ ڪان مراد سجدي واري آيت ڪان پوءِ ٽي يا ان ڪان وڌيڪ آيتون پڙهڻ آهي، هڪ يا ٻه آيتون پڙهڻ جي صورت ۾ دير شمار نه ڪئي ويندي، بلڪه اها جلدي جي حڪم ۾ هوندي.

(٦) سجدي جي آيت پڙهي رڪوع ڪري ڇڏي ته رڪوع ڪرڻ وقت سجده تلاوت جي نيت ڪرڻ به ضروري آهي. نيت نه ڪرڻ سان سجده تلاوت ادا نه ٿيندو، جيڪڏهن رڪوع ۾ وڃڻ ڪان پوءِ سجده تلاوت جي نيت ڪيائين ته معتبر قول موجب سجدو ادا نه ٿيندو ۽ رڪوع ڪان مٿي ٿيڻ بعد نيت ڪيائين ته عالمن جي اتفاق سان نه ٿيندو، مقتدي لاءِ به اهو ساڳيو ئي حڪم آهي.

(٧) رڪوع ڪرڻ وقت سجده تلاوت جي نيت سان گڏ نماز جي رڪوع جي پڻ نيت ڪري نه ته نماز جو رڪوع نه ٿيندو.

(٨) نماز جي سجدي سان بہ ان صورت ۾ سجده تلاوت ادا ٿي ويندو آهي جڏهن سجدي جي آيت تلاوت ڪرڻ ڪان فورا پوءِ رڪوع ڪري پوءِ سجدو ڪري، ان لاءِ نيت ڪرڻ بہ ضروري ناهي، تنهن ڪري جيڪڏهن امام رڪوع ۾ سجده تلاوت جي نيت نہ ڪئي هجي تہ نماز جي سجدي سان سجده تلاوت ادا ٿي ويندو، ڪٿي امام ۽ مقتدين سجدي تلاوت جي نيت ڪئي هجي يا نہ ڪئي هجي، ان ڪري امام کي گهرجي تہ جيڪڏهن سجدي جي آيت ڪان فورا بعد رڪوع ڪري تہ ان ۾ سجده تلاوت جي نيت نہ ڪري تہ جيئن نماز جي سجدي ۾ سين جو سجده تلاوت بہ ادا ٿي وڃي.

(٩) جيڪڏهن امام جهري نماز ۾ سجدي جي آيت پڙهي تہ سجده تلاوت ڪرڻ وڌيڪ بهتر آهي، ۽ جيڪڏهن سري نماز ۾ پڙهيائين تہ سجدي جي آيت پڙهڻ ڪان پوءِ رڪوع ڪرڻ ۽ ان ۾ سجده تلاوت جي نيت نہ ڪرڻ وڌيڪ بهتر آهي جيئن مقتدين ڪان پل نہ ٿئي ۽ نماز جي سجدي سان سين جو سجده تلاوت ادا ٿي وڃي.

(١٠) جمعي، عيد ۽ سري نمازن ۾ ۽ پي جنهن نماز ۾ گهٽي جماعت هجي ان ۾ امام لاءِ سجدي جي آيت پڙهڻ مڪروه آهي، پر آيت ڪان فورا بعد نماز جو رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ ۽ رڪوع ۾ سجده تلاوت جي نيت نہ ڪرڻ مڪروه ناهي.

(١١) نماز ۾ پڙهيل سجدي جي آيت سورت جي وچ واري هجي تہ بهتر هي آهي تہ ان جي پڙهڻ ڪان بعد سجده تلاوت ڪجي پوءِ اٿي سورة ختم ڪري رڪوع ڪجي، جيڪڏهن ان وقت سجده تلاوت نہ ڪيائين بلڪہ نماز لاءِ رڪوع ڪري ڇڏيائين ۽ منجهس سجده تلاوت جي نيت بہ ڪري ڇڏيائين تہ اهو بہ جائز آهي (جيئن مٿي بيان ڪيو ويو، ۽ جيڪڏهن ان وقت سجدو يا رڪوع نہ ڪيائين ۽

سورت پوري ڪرڻ ڪان پوءِ رڪوع ڪيائين تہ هاڻ سجده تلاوت رڪوع ۾ نيت ڪرڻ سان ادا نہ ٿيندو، متس نئين سر سجده تلاوت ڪرڻ واجب آهي، ۽ ديرڪرڻ خاطر سجده سهو بہ واجب آهي. جيڪڏهن سجدي جي آيت سورت جي آخر ۾ آهي تہ افضل هي آهي تہ ان ڪان پوءِ رڪوع ڪري ڇڏي ۽ اڪيلو هجي تہ رڪوع ۾ سجده تلاوت جي پڻ نيت ڪري، امام هجي تہ بهتر هي آهي تہ رڪوع ۾ سجده تلاوت جي نيت نہ ڪري، ڇوتہ نماز جي سجدي ۾ امام ۽ مقتدين سڀ جو سجده تلاوت بہ ادا ٿي ويندو. جيڪڏهن سجدي جي آيت تلاوت ڪرڻ ڪان پوءِ سجده تلاوت ڪري تہ ڪيس ڪپي تہ سجدي ڪان مٿي ٿي اٿي بيهڻ ڪان پوءِ ٻي سورت مان ڪجهہ پڙهي پوءِ رڪعت جو رڪوع ڪري، سجده تلاوت ڪان اٿڻ بعد ٻي سورت مان ڪجهہ نہ پڙهيائين ۽ رڪوع ڪري ڇڏيائين تڏهن بہ جائز آهي.

(١٢) جيڪڏهن سجده تلاوت فورا يا هڪ ٻہ آيتون پڙهڻ ڪان بعد ادا نہ ڪيائين بلڪہ ان ڪان اڳتي ٽي يا ان ڪان وڌيڪ آيتون تلاوت ڪري ويئو تہ هاڻ نماز جي اندر جڏهن بہ سجده تلاوت ڪري تہ دير جي ڪري آخر ۾ سجده سهو بہ متس واجب آهي، ايستائين جو جيڪڏهن آخري قعدي ۾ ويهڻ ڪان بعد ياد اچيس تہ سجده تلاوت ادا ڪري قعدو ڪري، پوءِ سجده سهو ڪري، بعد ۾ آخري قعدو ڪري، متس آخري قعدو ٻيهر ڪرڻ فرض آهي، جيڪڏهن نماز جو سلام ورائڻ ڪان پوءِ ياد آيس تہ جيستائين ڪانئس نماز جي ابتڙ ڪو فعل ظاهر نہ ٿيو هجي متس سجده تلاوت ادا ڪرڻ واجب آهي ۽ ديرڪرڻ خاطر سجده سهو بہ واجب ٿيندو. جيڪڏهن سورت ختم ٿيڻ ڪان ٻہ ٽي آيتون پهرين سجدي جي آيت هجي تہ نمازي کي اختيار آهي تہ ان وقت سجده تلاوت ڪري يا سورت ختم ڪرڻ ڪان پوءِ ڪري،

جيڪڏهن سورت ختم ڪرڻ کان پوءِ سجده تلاوت ڪري ته ان کان پوءِ اٿي ٻيهي ٻي سورت مان ڪجهه پڙهي رڪعت جو رڪوع ڪرڻ افضل آهي (جيئن مٿي بيان ڪيو ويو).

(١٣) جيڪڏهن نماز ۾ سجده تلاوت پنهنجي اصلي جڳهه تي ڪرڻ وسري ويس ۽ ٽي يا ان کان وڌيڪ آيتون پڙهڻ کان بعد ياد آيس ته انهيءَ وقت سجده تلاوت ڪري ڇڏي پوءِ ان رڪن ڏانهن واپس اچي وڃي جنهن ۾ ان وقت هيو ۽ بهتر هي آهي ته اهو رڪن ٻيهر ادا ڪري، ان کي ٻيهر ادا نه ڪيائين تڏهن به سندس نماز ٿي ويندي پر آخري قعدي کي ٻيهر ادا ڪرڻ فرض آهي، انهن سڀن صورتن ۾ دير ڪرڻ خاطر مٿس سجده سهو واجب آهي. ڄاڻي واڻي دير ڪرڻ جي صورت ۾ به سلام کان پهرين تائين اهوئي حڪم آهي، ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ سان گناهگار پڻ ٿيندو. نماز ۾ پڙهيل سجدي جي آيت جو سجده تلاوت نماز ۾ ادا نه ڪيائين ته هاڻ سلام ورائڻ ۽ نماز کي پڇندڙ ڪنهن شيءِ جي ظاهر ٿيڻ کان بعد ادا نه ٿو ڪري سگهي، توبه ۽ استغفار کان سواءِ ان جي معافي جي ٻي ڪابه صورت نه آهي.

(١٤) جيڪو سجده تلاوت نماز کان ٻاهر واجب ٿيو هجي سو نماز ۾ ادا نه ٿيندو، ساڳئي ريت جيڪو سجده تلاوت نماز ۾ واجب ٿيو آهي اهو نماز کان ٻاهر ادا نه ٿيندو، نه وري ڪنهن ٻي نماز ۾ ادا ٿيندو، ان لاءِ توبه ۽ استغفار ڪندو رهي.

(١٥) جيڪڏهن نماز ۾ پڙهيل سجدي جي آيت جو سجده تلاوت ادا ڪرڻ کان پهرين حيض يا نفاس کان علاوه ڪنهن ٻي سبب خاطر سندس نماز ڀڄي پئي ته هاڻ اهو سجدو نماز کان ٻاهر ادا ڪرڻ واجب آهي. حيض ۽ نفاس جي ڪري عورت جي نماز ڀڄي پوڻ جي صورت ۾ ڪانئس سجده تلاوت ساقط ٿي ويندو.

(١٦) جيڪڏهن امام سجدي جي آيت پڙهڻ کان پوءِ سجده تلاوت نہ ڪيو تہ مقتدي بہ نہ ڪري.

## تلاوت جي سجدن جي "تداخل" ۽ مجلس جي مٽجڻ ۽ ساڳئي رهڻ جو بيان

(١) تداخل جو مطلب هي آهي تہ هڪ سجده تلاوت ڪي ٻئي جو تابع قرار ڏئي ٻنهي لاءِ هڪ ئي سجدو ڪافي سمجهيو وڃي. ان جو سبب آيت ۽ مجلس جو هڪ هئڻ آهي، ان ڪري هڪ ئي آيت ڪي هڪ ئي مجلس ۾ دهرائي پڙهڻ يا ٻڌڻ سان هر پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ تي هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن هڪ آيت پاڻ پڙهي ۽ ساڳئي آيت ساڳئي مجلس ۾ ڪنهن ٻئي کان ٻڌائين تڏهن بہ هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو. جتي هڪ سجدوَ ڪافي هوندو آهي اتي سجدو بہ پيرا ادا ڪرڻ مستحب بہ نہ آهي.

(٢) ڪئين سجدن لاءِ هڪ سجدي جي ڪافي هئڻ جو شرط هي آهي تہ هڪ ئي آيت هڪ ئي مجلس ۾ ڪئين پيرا پڙهي وڃي، ڪٿي ڪيترائي پيرا پڙهيائين هڪ ئي سجدو ڪافي آهي، ڪٿي آخر ۾ سجده تلاوت ڪري ڇڏي يا پهريون پيرو پڙهڻ کان بعد سجدو ڪري ۽ پوءِ ان آيت کي ڪئين پيرا پڙهندو رهي، انهن سڀن صورتن ۾ اهو هڪ ئي سجده تلاوت ڪافي آهي. جيڪڏهن نماز ۾ سجدي جي هڪ ئي آيت کي ڪئي پيرا پڙهي تڏهن بہ هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو ڪٿي آيت پڙهي ختم ڪرڻ کان بعد آخر ۾ سجدو ڪري يا پهرين پيري کان بعد يا وچ ۾ سجدو ڪري.

(٣) گهڻن سجدن جي واجب ٿيڻ لاءِ ٽن شين مان ڪنهن هڪ

شيءِ جو هئڻ ضروري آهي:

(پهريون) ڌار ڌار آيتون تلاوت ڪرڻ يعني هڪ ئي مجلس ۾ سجدي جون الڳ الڳ آيتون تلاوت ڪرڻ (ٻيون) هڪ ئي مجلس ۾ سجدي جون ڌار ڌار آيتون تلاوت ڪرڻ. (ٽيون) سجدي جي هڪ ئي آيت ڌار ڌار مجلسن ۾ ٻڌڻ. ان مان معلوم ٿيو تہ هڪ سجدي جي ڪافي هئڻ لاءِ آيت ۽ مجلس جو ساڳيو هئڻ شرط آهي، تنهن ڪري هڪ ئي آيت ڌار ڌار مجلسن ۾ پڙهيائين يا ٻڌائين يامختلف آيتون هڪ ئي مجلس ۾ پڙهيائين يا ٻڌائين تہ اوترائي تلاوت جا سجدا واجب ٿيندا. جيڪڏهن ٻڌندڙ جي مجلس مٽجي وئي ۽ پڙهندڙ جي نہ مٽي تہ ٻڌندڙ تي ساڳئي آيت ڪئين ڀيرا ٻڌڻ سان اوترائي سجدا واجب ٿيندا، پڙهندڙ تي رڳو هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو، ساڳئي ريت جيڪڏهن پڙهندڙ جي مجلس مٽجي وئي ٻڌندڙ جي نہ مٽي تہ پڙهندڙ تي اوترائي سجدا واجب ٿيندا، پر ٻڌندڙ تي رڳو هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو."

(۴) مجلس تبديل ٿيڻ جا ٻہ قسم آهن: (۱) پهريون حقيقي، يعني هڪ مجلس ڪان ٻي مجلس ۾ ٻن قدمن ڪان وڌيڪ هلي وڃڻ، ان صورت ۾ جيڪڏهن ساڳئي هنڌ ڀيهر اچي سجدي جي ساڳئي آيت پڙهيائين تڏهن بہ ٻہ سجدا واجب ٿيندا، ڪن وٽ ٽن قدمن ڪان وڌيڪ هلڻ سان مجلس تبديل ٿئي ٿي. پر جيڪڏهن اها جڳہ هڪ ئي هنڌ جي حڪم ۾ آهي جهڙوڪ ننڍي مسجد يا ننڍو گهر، ڪمرو يا ڪوٺي هجي تہ ان ۾ ڌار ڌار هنڌن جي تلاوت سان هڪ ئي سجدو واجب ٿيندو، اهوئي حڪم ٻيڙي تي تلاوت ڪندڙ جو آهي (ڪٽي ٻيڙي هلي رهي هجي)، اهڙيءَ طرح اهو ساڳيوئي حڪم سواري تي نماز پڙهندڙ جو آهي جڏهن سوار تي ڪنهن جهنگ مان گذري رهيو هجي ۽ سجدي جي هڪ ئي آيت ڪئي ڀيرا تلاوت ڪري تہ مٿس هڪ ئي

سجدو واجب ٿيندو. وڏي مسجد يا وڏي گهر ۾ جڳهہ مٽجڻ سان الڳ الڳ سجده تلاوت واجب ٿيندو.

(ٻيون) حڪمي، يعني سجدي جي هڪ ئي آيت ڪي ٻہ ڀيرا پڙهڻ جي وچ ۾ عملِ ڪثير (ڪافي وقت وٺندڙ ڪم) ڪرڻ، جهڙوڪ خريد فروخت ڪرڻ، هڪ ٻن لقمن کان وڌيڪ کائڻ، ليٽي سمهڻ، عورت ٻاران ٻار کي کير پيارڻ وغيره، تہ ان صورت ۾ ٻہ ڌار ڌار سجدو واجب ٿيندو. عمل قليل (ٿورڙو ڪم) ڪرڻ جهڙوڪ هڪ ياٻہ گرهہ کائڻ يا هڪ ٻہ ڍڪ پيئڻ يا ويٺي ويٺي سمهڻ يا ڪنهن ويٺل جي اٿي بيهڻ (وغيره) سان هڪ ئي سجدو ڪافي ٿي ويندو.

## سجده تلاوت جا ڌار ڌار مسئلا

(١) غيرمڪروه مباح وقت ۾ سجدي جي آيت پڙهڻ ۽ مڪروه وقت، ۾ ان جو سجدو ڪرڻ جائز نہ آهي، پر مڪروه وقت ۾ سجدي جي آيت پڙهڻ ۽ ان ۾ ئي سجدو ڪرڻ جائز آهي.

(٢) سجدي جي آيت نماز کان ٻاهر پڙهڻ تي فورا سجدو ڪرڻ واجب ناهي، البت بهتر ۽ افضل آهي ۽ دير ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي، ڇوتہ متان بعد ۾ ياد نہ رهي. پر جڏهن بہ اهڙو سجدو ڪندو تہ اهو ادا ليکيو ويندو، قضا نہ هوندو. جيڪڏهن ان وقت سجدو نہ ڪري سگهجي تہ تلاوت ڪندڙ ۽ ٻڌندڙ لاءِ هيئين چوڻ مستحب آهي: سمعنا واطعنا غفرانک ربنا واليک المصير. پر سموري عمر ۾ ڪيس ڪنهن بہ وقت اهو سجدو ڪرڻ گهرجي، نہ تہ گنهگار ٿيندو.

(٣) جيڪڏهن تلاوت ڪندڙ وٽ اهڙا ماڻهو ويٺل هجن جن کي سجدي ڪرڻ جي عادت هجي ۽ اهي وضو سان بہ هجن تہ ڪيس سجدي جي آيت ڏاڍيان تلاوت ڪرڻ گهرجي، پر جيڪڏهن اهي وضو

سان نہ هجن يا ڪيس اهو گمان هجي تہ اهي سجدو نہ ڪندا يا ڪين سجدو ڪرڻ ڳرو لڳندو يا سندن حالت جي خبر نہ هجيس تہ سجدي جي آيت هوريان تلاوت ڪري، ڪٿي نماز ۾ هجي يا نماز ڪان ٻاهر تلاوت ڪري رهيو هجي.

(۴) قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ مهل رڳو سجدي واري آيت جي تلاوت ڇڏي ڏيڻ ۽ باقي سورت اڳيان پويان پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي. ڇوتہ سجدي ڪان بچڻ جو مطلب سجدي ڪان انڪار ڪرڻ آهي، پر سورت مان ڪا ٻي آيت نہ پڙهڻ ۽ رڳو سجدي واري آيت پڙهڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي، البت نماز ۾ ائين ڪرڻ ان وقت جائز آهي جڏهن اها آيت ايترو وڏي هجي جو ٽن ننڍين آيتن جي برابر هجي، نہ تہ جائز نہ آهي، ۽ بهتر اهو آهي تہ سجدي جي آيت کي هڪ ٻن آيتن سان ملائي پڙهي.

(۵) جيڪڏهن ڪنهن عورت ماهواري يا نفاس جي حالت ۾ سجدي جي آيت ٻڌي تہ مٿس تلاوت جو سجدو واجب ٿي نہ ٿيندو، پر احتلام واري ڪنهن مرد يا عورت سجدي جي آيت ٻڌي تہ مٿس سجده تلاوت واجب ٿيندو، پر ان جو ادا ڪرڻ غسل ڪرڻ ڪان بعد واجب ٿيندو.

(٦) جيڪڏهن نماز ڪان ٻاهر سجدي جي آيت تلاوت ڪرڻ ڪان پوءِ سجدو نہ ڪيائين پوءِ ساڳئي هنڌ نماز جي نيت ٻڌي ڇڏيائين ۽ اهائي آيت ٻيهر نماز ۾ پڙهيائين ۽ نماز ۾ ئي تلاوت جو سجدو ڪيائين تہ اهو ٻنهي ڀيرن جي تلاوت لاءِ ڪافي آهي، پر جيڪڏهن ان جڳہ جي بدران ڪنهن ٻئي هنڌ نماز جي نيت ٻڌائين ۽ ساڳئي آيت ٻيهر نماز ۾ پڙهيائين تہ ان جو سجدو ڪيس نماز ۾ ادا ڪرڻ گهرجي، ۽ نماز ڪان ٻاهر واري تلاوت جو سجدو نماز ڪان ٻاهر الڳ ادا ڪرڻ

واجب آهي. ۽ جيڪڏهن سجدي جي آيت پڙهي سجدو ڪيائين پوءِ ساڳئي هنڌ نماز جي نيت ٻڌي نماز ۾ اهائي آيت ٻيهر پڙهيائين ته هاڻ نماز ۾ ڪيس ٻيهر سجدو ڪرڻو پوندو.

## شڪراني جو سجدو

(١) شڪراني جو سجدو عبادت آهي جنهن تي ثواب ملندو آهي، انهيءَ تي فتويٰ آهي.

(٢) ان جو طريقو هي آهي ته جنهن شخص تي الله جو ڪو خاص انعام ٿئي جهڙوڪ الله تعاليٰ فرزند يا مال ڏئيس يا ڪو گم ٿيل شخص يا شيءِ ملي وڃيس يا ڪا مصيبت ٽري وڃيس ته ان لاءِ مستحب هي آهي ته الله اڪبر چئي قبلي ڏانهن منهن ڪري الله تعاليٰ لاءِ شڪراني جو سجدو ڏئي جنهن ۾ حمد ۽ تسبيح چئي پوءِ ٻي تڪبير چئي مٿو مٿي ڪئي. تلاوت جي سجدي جو جيڪو طريقو بيان ٿيو آهي، شڪراني جي سجدي جو به ساڳيوئي طريقو ۽ آداب آهن.

(٣) مڪروه وقتن ۾ شڪراني جو سجدو ڪرڻ به مڪروه آهي.

(٤) ڪنهن سبب ڌاران شڪراني جو سجدو ڪرڻ ڪٿي عبادت ناهي، پر مڪروه به نه آهي.

(٥) ڪي ماڻهو نماز کان پوءِ جيڪو هڪ يا ٻه سجدا ڪندا آهن سو مڪروه آهي.

(٦) ڪي اڄ ڄاڻ ماڻهو وتر جي نماز کان پوءِ سنت سمجهي ٻه سجدا ڪندا آهن اهو مڪروه تحريمي آهي، تنهن ڪري ائين نه ڪرڻ گهرجي.

## بيمار ۽ معذور جي نماز جو بيان

(١) نماز ڪنهن به حالت ۾ نه ڇڏڻ گهرجي. جيستائين بيهي پڙهڻ جي سگهه هجي ته بيهي پڙهي، پر جنهن کي بيماري يا ڪنهن ٻئي عذر جي ڪري بيهڻ جي سگهه بنهه نه هجي يا بيهڻ سان سخت تڪليف ٿيندي هجي يا بيماري وڌي وڃڻ جو ڊپ هجي، يا مٿي ۾ چڪر اچي ڪري پوڻ جو خطرو هجي ته انهن سڀن صورتن ۾ فرض ۽ واجب نماز (پڻ) ويهي رڪوع ۽ سجدي سان پڙهجي ۽ رڪوع لاءِ ايترو جهڪڻ گهرجي جو پيشاني گوڏن جي سامهون ٿي وڃي.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن کي بيهڻ جي طاقت ته آهي پر رڪوع ۽ سجدو نه ڪري سگهي، يا بيهڻ، رڪوع ۽ سجدي ٽنهين جي طاقت نه آهي ۽ ويهڻ تي قادر آهي ته ويهي اشاري سان نماز ادا ڪري، سجدي جو اشارو رڪوع جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هيٺ تائين ڪري، يعني رڪوع لاءِ ٿورڙو جهڪي ۽ سجدي ۾ ان کان وڌيڪ جهڪي، جيڪڏهن ٻئي هڪ جيترا ڪندو ته نماز نه ٿيندس.

(٣) جيڪڏهن ڪو قيام (بيهڻ) جو پورو وقت نه بيهي سگهي پر ڪجهه وقت بيهي سگهي ته جيترو وقت بيهي سگهي اوترو بيهڻ فرض آهي.

(٤) جيڪڏهن ڪو ڀت وغيره تي ٽيڪ ڏئي بيهي سگهي ته ٽيڪ ڏئي بيهي نماز پڙهي نه ته سندس نماز نه ٿيندي. جيڪڏهن ڊگهي قراءت جي ڪري بيهي ٿڪي پئي ۽ تڪليف ٿيڻ لڳيس ته ان لاءِ ڪنهن ڀت، وڻ يا ڪاٺي وغيره تي ٽيڪ ڏيڻ مڪروه ناهي، پر ضرورت کان سواءِ ائين ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(٥) جيڪڏهن ڪو گهر ۾ بيهي نماز پڙهي سگهي پر مسجد

ڏانهن وچڻ کان بعد کيس بيهڻ جي سگهہ نہ رهي تہ پنهنجي گهر ۾ بيهي نماز پڙهي، گهر ۾ جماعت جي سهولت هجيس تہ جماعت سان پڙهي نہ تہ اڪيلي سر پڙهي ڇڏي جيڪڏهن رمضان جي روزن رکڻ جي صورت ۾ بيهڻ جي سگهہ نہ رهيس ۽ روزا نہ رکڻ جي صورت ۾ بيهي سگهي تہ رمضان جا روزا رکي ۽ ويهي نماز پڙهي.

(٦) ويهي نماز پڙهڻ جي صورت ۾ ڪنهن خاص ڪيفيت ۾ ويهڻ ضروري ناهي، جهڙيءَ طرح آسان لڳي اوئنئن ويهي سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن گوڏن ڀر يعني التحيات ۾ ويهڻ وانگر وڌيڪ آسان لڳي يا ڪنهن ٻئي انداز ۾ ويهڻ جي برابر هجي تہ گوڏن ڀر ويهڻ بهتر آهي.

(٧) سجدي لاءِ وهاڻو، سر يا تختي وغيره پيشاني جي ويجهو ڪٽي ان تي سجدو ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، ڪٽي پاڻ ڪٽي يا ڪو ٻيو سندس آڏو جهلي بيهي. جيڪڏهن وهاڻو، سر يا ڪا ٻي مٿاهين شيءِ زمين يا صندلي وغيره تي رکيل هجي ۽ ان تي سجدو ڪري رکوع لاءِ بہ رڳو اشارو نہ پر پٺي جهڪائي اٿائين تہ (رکوع ۽ سجدو ڪري سگهندڙ جي) نماز ٿي ويندي.

(٨) پيشاني تي زخم هئڻ جي صورت ۾ نڪ تي سجدو ڪرڻ فرض آهي، ان صورت ۾ اشاري سان نماز پڙهڻ صحيح ناهي.

(٩) جيڪڏهن ڪو بيمار يا معذور ويهي نہ سگهي تہ ليٽي اشاري سان نماز پڙهي، ان جي صورت هي آهي تہ پٺيءَ ڀر ليٽي قبلي ڏانهن پير ڪري، يعني (اسان جي ملڪ ۾) سندس مٿو اوڀر ڏانهن ۽ پير اولهہ ڏانهن هجن، جيڪڏهن ٿي سگهي تہ گوڏا اڀا ڪري پير قبلي ڏانهن نہ ڊگهيڙي، ائين نہ ڪري سگهي تہ پير ڊگهيڙي ۽ مٿي جي هيٺان وهاڻو وغيره رکي مٿي کي ڪجهہ اوچو ڪري ڇڏي ۽ رکوع ۽ سجدي لاءِ مٿو جهڪائي اشاري سان نماز پڙهي ۽ سجدي جو اشارو ڪجهہ

وڏيڪ جهڪو ڪري، اهو وڏيڪ بهتر آهي، البت هي به جائز آهي ته اتر ڏانهن مٿو ڪري ساڄي پاسي ليٽي يا ڏکڻ پاسي ڏانهن مٿو ڪري کاٻي پاسي ليٽي ۽ اشارن سان نماز پڙهي، انهن ٻنهي صورتن مان ساڄي پاسي ليٽڻ افضل آهي.

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن چڱي ڀلي ماڻهو بيهي نماز شروع ڪئي، بعد ۾ ڪيس اهڙي بيماري لڳي وئي جنهن جي ڪري بيهي نه سگهي مثال طور رڳ ٽڙي ويس ته رهيل نماز ويهي پڙهي، نئين سر پڙهڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن رڪوع ۽ سجدي جي سگهه به نه رهيس ته ويهي اشاري سان رهيل نماز پڙهي، ۽ جيڪڏهن ويهي به نه سگهي ته ليٽي اشاري سان رهيل نماز پوري ڪري.

(١١) جيڪڏهن ڪو ماڻهو عذر جي ڪري ويهي نماز پڙهي رهيو هو بعد ۾ بيهڻ جي طاقت حاصل ٿي ويس ته رهيل نماز بيهي پوري ڪري ۽ جيڪڏهن بيماري جي ڪري رڪوع ۽ سجدي جي طاقت نه هئس جنهن جي ڪري مٿي جي اشاري سان رڪوع ۽ سجدو ٿي ڪيائين، بعد ۾ نماز جو ڪجهه حصو ادا ڪرڻ کان پوءِ رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ جي طاقت حاصل ٿيس ته سندس نماز ٽٽي پوندي هاڻ نئين سر رڪوع ۽ سجدي سان پڙهي، پر جيڪڏهن اشاري سان رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ کان اڳ چڱو ڀلو ٿي وڃي ته نماز جو ادا ڪيل حصو صحيح آهي رهيل نماز رڪوع ۽ سجدي سان ادا ڪري.

(١٢) عذر جي ڪري اشاري سان پڙهيل نمازون چڱي ڀلي ٿيڻ کان پوءِ (جيڪڏهن عذر قدرت جي طرفان هجي ته) ٻيهر نه پڙهڻ گهرجن، پر جيڪڏهن عذر ٻانهي جي طرفان هجي ته عذر ختم ٿيڻ کان پوءِ اهڙي نماز ٻيهر پڙهڻ ضروري آهي.

(١٣) جيڪڏهن ڪو بيمار مٿي جي اشاري سان نماز پڙهڻ

کان بہ عاجز ٿي وڃي تہ اهڙي صورت ۾ مٿس نماز پڙهڻ فرض ناهي ۽ اک، ڀرن يا دل جي اشاري سان نماز پڙهڻ ضروري ناهي، ڇوتہ انهن شين جو اشارو معتبر نہ آهي. انهن نمازن جي قضا واجب ٿيڻ يا نہ ٿيڻ جون چار صورتون آهن:

**(پهرين)** جيڪڏهن اهڙو مرض هڪ رات ۽ ڏينهن يعني پنجن نمازن کان وڌيڪ رهيو هجي ۽ سندس عقل ۽ هوش حواس بہ رهيا هجن تہ فقيهن جي گڏيل راءِ موجب اهڙين نمازن جي قضا واجب نہ آهي.

**(ٻي)** جيڪڏهن مرض هڪ رات ۽ ڏينهن کان گهٽ رهيو ۽ مريض هوش ۾ رهيو تہ اهڙين نمازن جي قضا سڀن فقيهن وٽ ضروري آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن هڪ ڏينهن رات ۾ ايتري قدر چڱو ڀلو ٿي ويو جو مٿي جي اشاري سان نماز پڙهي سگهي ٿو تہ انهن نمازن کي اشاري سان ادا ڪري ڇڏي ۽ اهو نہ سوچي تہ جڏهن چڱيءَ طرح صحتمند ٿي ويندس تہ پڙهندس، ڇوتہ ٿي سگهي ٿو تہ ان مرض ۾ گذاري وڃي تہ گنهگار ٿيندو، ۽ انهن نمازن جي "فديي" ڏيڻ جي وصيت ڪرڻ ضروري آهي.

**(ٽين)** جيڪڏهن بيماري ڏينهن رات کان وڌيڪ عرصو رهي ۽ هوش قائم رهيو، ۽

**(چوٿين)** جيڪڏهن بيماري هڪ ڏينهن رات کان گهٽ عرصو رهي پر هوش نہ رهيو تہ انهن پنهين صورتن ۾ اختلاف آهي. ظاهر الرواية مطابق انهن جي قضا ضروري آهي.

(١۴) جيڪڏهن ڪو شخص پنجن نمازن جي وقت تائين بيهوش رهيو تہ انهن نمازن جي قضا پڙهي، پر جيڪڏهن بيهوشي پنجن نمازن کان وڌي وڃي ۽ وچ ۾ ڪو بہ وقت هوش ۾ نہ اچي تہ هاڻ انهن نمازن جي قضا نہ پڙهي، ڇوتہ ان صورت ۾ نماز ڪانئس معاف ٿي

ويندي. جنون (چري ٿيڻ) جو حڪم بہ بيهوشي وانگر آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن نشي ڏيندڙ شيءِ جي واپرائڻ ڪري هڪ ڏينهن رات کان وڌيڪ عرصو هوش نہ رهي تہ ان سان نماز معاف نہ ٿيندي، ڪٿي ان کي پنهنجي مرضي سان واپرائي يا ڪنهن ٻئي ڪيس واپرائڻ لاءِ مجبور ڪيو هجي، ڇوتہ ٻانهن جي فعل سان الله جو حق ختم نہ ٿو ٿئي.

(١٥) بيماريءَ جي حالت ۾ قضا ٿيل نمازن جي قضا جيڪڏهن تندرستي جي حالت ۾ پڙهي تہ تندرستي جي حالت وانگر پڙهي، بيماري جي حالت وانگر ويهي يا اشاري سان ادا ڪندو تہ ادا نہ ٿينديون، ۽ تندرستي جي حالت ۾ قضا ٿيل نمازون بيماري جي حالت ۾ قضا ڪرڻ گهري تہ ويهي يا اشاري سان، جهڙيءَ طرح بہ سگهہ هجيس پڙهي ڇڏي ۽ ان ڳالهہ جو انتظار نہ ڪري تہ جڏهن اٿڻ (قيام)، ويهڻ (قعود) ۽ رڪوع سجدي جي طاقت ٿيندي تڏهن پڙهندس، اهي سڀ شيطاني وسوسا آهن، قضا ڪرڻ ۾ دير نہ ڪري، ائين نہ ٿئي جو موت اچي وڃي ۽ اها توفيق نہ ٿئيس.

(١٦) جيڪڏهن ڪنهن بيماري اڌرنگ وغيره جي ڪري پاڻيءَ سان استنجو نہ ڪري سگهي تہ ڪپڙي يا پتر وغيره سان اگهي نماز پڙهي ڇڏي. جيڪڏهن پاڻ تيمم نہ ڪري سگهي تہ ڪو ٻيو ڪيس تيمم ڪرائي ڇڏي. جيڪڏهن ڪپڙي يا پتر سان اگهڻ جي بہ طاقت نہ اٿس تڏهن بہ نماز قضا نہ ڪري، ائين ئي پڙهي ڇڏي پر زال مڙس جي صورت ۾ هڪ ٻئي جو بدن اگهي ڇڏي، ۽ جيڪڏهن ڌوئڻ سان نقصان نہ ٿئيس تہ ڌوئي ڇڏي. زال مڙس کان سواءِ ڪنهن ٻئي لاءِ اهو حڪم ناهي ڪٿي ماءُ پيءُ يا ڌيءُ پٽ هجي.

(١٧) تندرست ماڻهو لاءِ نفل نماز ويهي پڙهڻ جائز آهي، پر بناعذر جي ائين ڪرڻ سان اڌ ثواب ملي ٿو، پر جيڪڏهن ڪنهن مجبوري جي ڪري نفل نماز ويهي پڙهي وڃي تہ پورو ثواب ملندو.

# مسافر جي نماز جو بيان

## مسافر ۽ شرعي سفر جي سڃاڻ:

(١) شريعت ۾ مسافر ان کي چئجي ٿو جيڪو ٽن "منزلن" جيتري مفاصلي تي وڃڻ جي ارادي سان گهران نڪري. ان بابت عوام جي سهولت لاءِ اسان جي اڪثر فقيهن ٤٨ انگريزي ميلن جو مفاصلو مقرر ڪري ڇڏيو آهي، اڪثر عالمن جي فتويٰ به اهائي آهي.

(٢) سامونڊي سفر ۽ جابلو رستن ۾ اتان جي رفتار مطابق اندازي سان ڪو مفاصلو مقرر ڪرڻو پوندو.

(٣) اهو مفاصلو ان رستي جي لحاظ کان ليکيو ويندو جنهن سان ڪو شخص هلي رهيو هجي، مثال طور جيڪڏهن ڪنهن جڳهه لاءِ ٻه رستا آهن، هڪ رستو ٽن منزلن جو آهي ۽ ٻيو ٽن کان گهٽ آهي ته ڊگهي رستي سان وڃڻ جي صورت ۾ مسافر ليکيو ويندو ۽ ٽن منزلن کان گهٽ واري رستي سان وڃڻ جي صورت ۾ مسافر نه ليکيو ويندو.

(٤) جيڪڏهن ڪا جڳهه عام طرح سان پيدل هلڻ واري لاءِ ٽي منزلون آهي پر ڪو شخص ان کي ريل گاڏي، موٽرڪار يا ٽانگي وغيره تي جلدي طي ڪري وٺي تڏهن به اهو مسافر هوندو ڀلي ڪيڏو به جلدي پهچي وڃي.

## سفر جا احڪامَ:

(١) اهي حڪم جيڪي سفر جي ڪري تبديل ٿي ويندا آهن

سي هي آهن: ١- نماز جو قصر ٿيڻ (گهٽجڻ). ٢- روزو نہ رکڻ جي اجازت ٣- موزن جي مسح جي مدت ٽي ڏينهن، ٽي راتيون ٿيڻ ٤- مسافر تي جمعو، عيدون ۽ قرباني واجب نہ هئڻ ٥-آزاد عورت لاءِ مَحرم کان سواءِ سفر جو ناجائز هئڻ. (هيٺ نماز جي قصر هئڻ جو تفصيل ڏجي ٿو).

(٢) نماز قصر ڪري پڙهڻ جو مطلب هي آهي تہ شرعي طور تي مجيل مسافر تي چئن رڪعتن واري فرض نماز يعني ظهر، عصر ۽ عشاء ۾ ٻہ رڪعتون فرض آهن. پر فجر، مغرب ۽ وترجي نمازن ۾ ڪا گهٽتائي نہ ٿي ٿئي.

(٣) مسافر تي قصر ڪرڻ واجب آهي ۽ پوريون چار رڪعتون پڙهڻ گناهہ آهي.

(٤) جيڪڏهن مسافر قصر نماز ۾ چار رڪعتون پڙهي ڇڏيون ۽ ٻي رڪعت تي التحيات جيترو اندازو ويٺو تہ آخر ۾ سجده سهو ڪرڻ سان نماز ٿي ويندي، سندس پهريون ٻہ رڪعتون فرض ۽ آخري ٻہ نفل ٿي ويندي يون، پر ڄاڻي ٻجهي ائين ڪرڻ سان گناهگار ٿيندو (يعني مڪروه تحريمي جو مرتڪب ليکيو ويندو)، ٻيل سان ائين ٿيڻ تي گناهہ نہ ٿيندو. پر جيڪڏهن ٻي رڪعت تي التحيات جيترو وقت نہ ويٺو تہ سندس فرض نماز نہ ٿيندي، تنهن ڪري هاڻ نئين سر فرض پڙهي، ۽ اها نماز نفل ٿي ويندي.

(٥) سنتن ۾ قصر ناهي، تنهن ڪري مسافر چئن رڪعتن واريون سنتون چارئي پڙهندو، ۽ معتبر راءِ موجب سفر ۾ خوف يا جلدي هجي تہ سنتون نہ پڙهي، جيڪڏهن امن ۽ اطمينان هجي جهڙوڪ ڪنهن جڳهہ تي ترسيل هجي تہ پڙهي ڇڏي. فجر جون سنتون خاص طورتي پڙهي، ڪن وٽ مغرب کان بعد وارين سنت مؤڪده ٻن رڪعتن

جو بہ اهوئي حڪم آهي.

(٦) جڏهن شرعي سفرجي نيت ڪري پنهنجي شهر يا وسندي جي آبادي ڪان ٻاهر نڪري وڃي تہ ان وقت ڪان نماز قصر ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي. شهر سان لاڳاپيل شهر جا ضروري ماڳ، جهڙوڪ قبرستان، گهوڙن ڊوڙائڻ جو ميدان، گند وغيره اڇلائڻ جي جڳهہ وغيره بہ آبادي جي حڪم ۾ آهن، انهن ڪان ٻاهر نڪري قصر ڪرڻ گهرجي. جنهن پاسي ڪان شهر ڪان ٻاهر نڪري ان پاسي جي آبادي ڪان ٻاهر نڪرڻ جو اعتبار آهي.

(٧) ساڳئي طرح جڏهن پنهنجي شهر واپس اچي تہ جيستائين آباديءَ منجهہ داخل نہ ٿي وڃي ان وقت تائين اهو مسافر آهي ۽ قصر نماز پڙهندو، ۽ جڏهن ان آباديءَ ۾ داخل ٿي وڃي جنهن ڪان ٻاهر نڪرڻ تي قصر نماز شروع ٿيندي آهي تہ اهو مقيم بنجي ويندو ۽ مٿس پوري نماز پڙهڻ لازمي ٿي پوندي.

(٨) جيستائين ٽي منزلون پوريون نہ ٿين، مسافر رڳو نيت سان مقيم بنجي ويندو آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن ٽن منزلن جي سفر جو ارادو ڪري نڪتو پر ڪجهہ مفاصلي ڪان پوءِ سندس ارادو مٽجي ويو ۽ واپس روانو ٿي ويو تہ جڏهن ڪان واپس ٿيڻ جو ارادو ٿيس ان وقت ڪان مسافر نہ رهيو، ڪٿي جهنگ ۾ هجي. پر جيڪڏهن ٽي منزلون طئي ڪرڻ ڪان بعد واپسي جو ارادو ڪري تہ هاڻ پنهنجي شهر ۾ داخل ٿيڻ ڪان اڳ تائين نماز قصر ڪندو رهي.

## مقيم ٿيڻ (ترسڻ) جي نيت جا مسئلا

(١) جيستائين ڪو پنڌ ۾ هجي ۽ ٽي منزلون طئي ڪرڻ ڪان پوءِ ڪنهن شهر، وسندي يا ڳوٺ (وغيره) ۾ لاڳيتا پندرهن ڏينهن

ترسڻ جي نيت نہ ڪري ان وقت تائين برابر سفر جو حڪم رهندو ۽ نماز قصر ڪندو رهندو، ۽ جڏهن ڪنهن هنڌ پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪندو تہ نيت ڪرڻ سان ئي مٿس پوري نماز پڑهڻ لازم ٿي ويندي، ۽ جيڪڏهن ٽي منزلون طئي ڪرڻ ڪان پهرين واپسي جو ارادو ڪيائين يا ترسڻ جي نيت ڪيائين تہ اتي ئي مقيم بنجي ويندو ۽ نيت ڪرڻ سان ئي ڪيس پوري نماز پڑهڻي پوندي.

(٢) مسافر جي مقيم بنجڻ ۽ پوري نماز پڑهڻ لاء ڇهہ شرط آهن: ١- اقامت (ترسڻ) جي نيت ڪرڻ ٢- هڪ ئي هنڌ پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪرڻ ٣- ڪيس پنهنجو مستقل (آزاد) ارادو هجي يعني ڪنهن ٻي جي مرضي جي تابع نہ هجي. ٤- سفر جاري نہ رکڻ ٥- اها جڳهہ ترسڻ جهڙي هجي، يعني ڪا وسندي هجي، جهنگ (برپٽ) يا درياءَ وغيره نہ هجي ٦- هڪ ئي هنڌ پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪرڻ.

(٣) ٻيڙي ۽ جهاز ۾ ترسڻ جي نيت جو ان وقت تائين اعتبار ناهي جيستائين ان جي بيهڻ جي جڳهہ آباديءَ سان لڳ نہ هجي. جهاز ۽ ٻيڙي جا عملدار مهاڻا وغيره مسافر ئي آهن ڪٿي سندن ٻار ٻچا ۽ سامان ساڻن گڏ هجي. جيڪڏهن ٻيڙي يا جهاز جي بندرگاهہ آباديءَ سان لڳ هجي ۽ اهي بندرگاهہ ڪان روانا نہ ٿيا هجن تہ منجهن سوار مسافر اجان تائين پنهنجي اصل وطن ۾ هئڻ خاطر مقيم ليکيا ويندا ۽ پوري نماز پڑهندا. ساڳئي طرح جيڪڏهن ٻيڙي يا جهاز سفر دوران ڪنهن شهر يا ڳوٺ جي پرسان ڪناري تي لنگر هڻي بيهي ۽ پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جو ارادو هجي تہ ترسڻ جي نيت ڪرڻ سان ان جا مسافر مقيم بنجي ويندا ۽ پوري نماز پڑهندا.

(٤) جيڪڏهن لاڳيتا پندرهن ڏينهن ترسڻ جي نيت نہ ڪري

تہ نماز ”قصر“ پڙهي، ڪٿي ان حالت ۾ پندرهن کان وڌيڪ ڏينهن گذري وڃن. مثال طور نيت اها اٿس تہ ٻن چئن ڏينهن ۾ ڪم ٿي ويندو تہ هليو ويندس، پر ڪم پورو نہ ٿيس ۽ وڌيڪ ٻن چئن ڏينهن جي نيت ڪري ڇڏيائين وري بہ ڪم پورو نہ ٿيس ۽ ارادو مٽائيندو رهيو، ان ريت پندرهن يا ان کان بہ ڪيترا ڏينهن وڌيڪ گذري وڃن ۽ ڪٿي ورهين جا ورهيہ ان ارادي سان رهي تہ ڪيس نماز قصر ئي پڙهڻ گهرجي.

(٥) ترسڻ جي نيت لاءِ شرط آهي تہ هڪ ئي هنڌ پندرهن ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪري (جيئن مٿي بيان ڪيو ويو). تنهن ڪري جيڪڏهن ڪو شخص ٻن مستقل طور تي ڌارڌار جڳهين تي پندرهن ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪري تہ اهو مقيم نہ ٿيو پر مسافر ئي رهندو، ۽ نماز قصر پڙهندو، پر جيڪڏهن هڪ جڳهہ ٻي جي تابع هجي تہ ٻنهين جڳهين تي سراسري طور پندرهن ڏينهن ترسڻ جي نيت سان مقيم بنجي ويندو.

(٦) جيڪڏهن ٻن ڌار ڌار ڳوٺن ۾ پندرهن ڏينهن ترسڻ جي نيت هن ريت ڪري تہ ڏينهن جو هڪ ڳوٺ ۾ رهندس ۽ رات جو ٻئي ڳوٺ ۾، تہ ترسڻ جي اهڙي نيت صحيح آهي، تنهن ڪري جتي رات گذارڻ جو ارادو اٿس اتان جي حساب سان پندرهن ڏينهن جي نيت سان مقيم بنجي ويندو ۽ ٻنهي هنڌن تي پوري نماز پڙهندو.

(٧) جيڪڏهن حج جا پانديئڙا اهڙي ڏينهن مڪي پاڪ ۾ داخل ٿين جو منيٰ وڃڻ تائين کين مڪي پاڪ ۾ پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ملي ويندا تہ اهي مڪي ۾ مقيم بنجي ويندا ۽ پوري نماز پڙهندا، ۽ جيڪڏهن اهڙي وقت پهچن جو پندرهن ڏينهن پورا ٿيڻ کان اڳ ئي کين منيٰ وڃڻو پوندو تہ ان صورت ۾ اهي ترسڻ جي نيت سان مقيم نہ ٿيا، سندن ترسڻ جي ارادي جو اعتبار ناهي.

## تابع ۽ متبوع (پوئلڳ ۽ اصلي شخص) جي نيت جا مسئلا

(١) جيڪو ڪنهن جي تابع هجي سو ان اصلي شخص جي ترسڻ جي نيت سان ئي مقيم بڻبو، ۽ ان جي ئي سفرجي نيت سان سفر تي روانو ٿيڻ سان مسافر ٿيندو.

(٢) زال پنهنجي مڙس سان، ٻانهو پنهنجي مالڪ سان، شاگرد پنهنجي استاد سان، نوڪر پنهنجي آقا سان ۽ سپاهي پنهنجي امير سان سفر ڪري تہ اهو پنهنجي نيت سان مقيم نہ بڻبو پر پنهنجي "متبوع" جي نيت سان مقيم بڻبو، پر زال پنهنجي مڙس جي تابع ان وقت ٿيندي آهي جڏهن اهو ڪيس مهر معجل (فوري ادا ڪرڻ جوڳو حق مهر) ادا ڪري، جيڪڏهن ادا نہ ڪيائين تہ اها مڙس جي تابع نہ ٿيندي، البت مهر مؤجل (ديرسان ادا ڪرڻ جوڳو حق مهر) واري زال هر حال ۾ پنهنجي مڙس جي تابع آهي.

(٣) نابالغ پٽ جيڪڏهن پنهنجي پيءُ جي خدمت لاءِ گڏ هجي تہ اهو پيءُ جي تابع آهي.

(٤) قيدي جي پنهنجي نيت جو اعتبار ناهي بلڪہ اهو قيد ڪرڻ واري جي تابع آهي، ۽ جيڪو شخص قرض جي بدلي قرض خواهہ جي قيد ۾ هجي تہ اهو قرض خواهہ جي تابع آهي.

(٥) "تابع" لاءِ پنهنجي "متبوع" جي نيت جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي، تنهن ڪري هر "تابع" کي پنهنجي "متبوع" کان پڇڻ گهرجي ۽ سندس چوڻ مطابق عمل ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن اهو نہ ٻڌائي تہ سندس عمل مان ڄاڻ وٺڻ گهرجي.

## مسافر ۽ مقيم جي امام ۽ مقتدي بنجڻ جا مسئلا

(١) وقت اندر مقيم جي پٺيان مسافر جي اقتداء صحيح آهي، ان صورت ۾ مقتدي مسافر تي به چار رڪعتون فرض ٿي وينديون آهن.

(٢) مقيم جي مسافر جي پٺيان اقتداء ادا ۽ قضا ٻنهين صورتن ۾ (جيڪڏهن ٻئي ساڳئي نماز قضا ڪن) درست آهي. مثال طور جيڪڏهن امام مسافر آهي ۽ مقتدي مقيم آهي ته جڏهن مسافر امام پنهنجون ٻه رڪعتون پوريون ڪري سلام ورائي ته مقيم مقتدي امام سان گڏ سلام نه ورائن، پر پنهنجي نماز پوري ڪرڻ لاءِ اٿي بيهن ۽ اڪيلي سر پنهنجون پنهنجون ٻه رڪعتون پوريون ڪري "قعدو" ڪن ۽ سلام ورائين، پر اهي انهن ٻنهي رڪعتن ۾ فاتحه ۽ سورت نه پڙهن ڇوته اهي "لاحق" (مقتدي جو هڪ قسم) وانگر آهن، تنهن ڪري اهي سورة الحمد جي اندازي جيترو وقت بيهڻ کان بعد رڪوع ۽ سجدو ڪن، هرڪو پنهنجي پنهنجي اندازي مطابق قيام ڪري. انهن ٻنهي رڪعتن ۾ ڪنهن کان ڪا ڀل (سهو) ٿي وڃي ته سجده سهو به نه ڏئي.

(٣) مسافر امام لاءِ مستحب آهي ته ٻنهين پاسي سلام ورائڻ کان هڪدم پوءِ پنهنجي مقتدين کي چئي ڇڏي ته "آءٌ مسافر آهيان، اوهان پنهنجي نماز پوري ڪري وٺو". وڌيڪ بهتر هي آهي ته نماز شروع ڪرڻ کان پهرين ائين چئي ڇڏي، نه ته سلام ورائڻ کان فورا پوءِ چئي. جيڪڏهن پهرين چئي ڇڏيو اٿس تڏهن به بعد ۾ چوڻ بهتر آهي ته جيئن بعد ۾ شامل ٿيڻ وارن کي به خبر پئجي وڃي.

## نماز منجهہ نيت مٽائڻ جا مسئلا

(١) جيڪڏهن ڪو مسافر وقتي نماز پڙهڻ جي حالت ۾ اقامت (ترسڻ) جي نيت ڪري وٺي، ڪٿي نماز جي مهڙ ۾ يا وچ ۾ يا پڇاڙيءَ ۾، تہ اهو پوري نماز پڙهي. مثال طور جيڪڏهن ڪنهن مسافر ظهر (اڳين) جي نماز شروع ڪئي ۽ هڪ رڪعت پڙهڻ کان پوءِ ترسڻ جي نيت ڪري ڇڏيائين تہ هاڻ اهو چار رڪعتون پوريون ڪري، پر جيڪڏهن وقت گذرڻ کان پوءِ يا مسافر لاحق، مسافر امام جي فارغ ٿيڻ کان پوءِ "لاحق" هئڻ جي حالت ۾ ترسڻ جي نيت ڪئي تہ ان نيت جو اثر ان نماز ۾ ظاهر نہ ٿيندو. مثال طور، ڪنهن مسافر اهڙي وقت ظهر نماز شروع ڪئي جو هڪ رڪعت پڙهڻ کان پوءِ ظهر جو وقت ختم ٿي ويو، ان کان پوءِ هن ترسڻ جي نيت ڪئي تہ ان نيت جو ان نماز تي ڪو اثر نہ ٿيندو، چوتہ ڪيس اها نماز قصر ئي پڙهڻي پوندي. پر جيڪڏهن هڪ رڪعت پڙهڻ کان پوءِ، وقت اندر ترسڻ جي نيت ڪيائين ۽ نيت ڪرڻ کان پوءِ ظهر جو وقت ختم ٿي ويو تہ ڪيس پوري نماز، يعني چار رڪعتون پڙهڻيون پونديون. ساڳئي طرح جيڪڏهن ڪو مسافر ظهر نماز ۾ ڪنهن مسافر جو مقتدي ٿيو ۽ پوءِ "لاحق" ٿي ويو ۽ پنهنجي "لاحقاڻي نماز" ادا ڪرڻ لڳو ۽ مسافر امام جي فارغ ٿيڻ کان پوءِ ان لاحق مقتدي، ترسڻ جي نيت ڪري ڇڏي تہ ان نيت جو سندس نماز تي اثر نہ پوندو ۽ ڪيس قصر نماز ئي پڙهڻي پوندي. پر جيڪڏهن امام جي فارغ ٿيڻ کان پهرين ترسڻ جي نيت ڪيائين تہ پوري نماز يعني چار رڪعتون پڙهندو.

(٢) جيڪڏهن ڪنهن نماز جي اول وقت ۾ ڪو شخص مسافر هو، جنهن ڪري ان اها نماز قصر ڪري پڙهي، ان کان پوءِ

ساڳئي وقت ۾ ترسڻ جي نيت ڪيائين يا پنهنجي وطن واپس اچي ويو ته سندس نماز تي ڪو اثر نه پوندو، اها قصر ڪري پڙهيل نماز ڪافي رهندي. پر جيڪڏهن نماز پڙهڻ کان اڳ وقت اندر ترسڻ جي نيت ڪيائين يا پنهنجي وطن واپس اچي ويو ته هاڻ پوري نماز پڙهندو. ساڳئي طرح جيڪڏهن ڪو مقيم، وقتي نماز پڙهڻ کان اڳ مسافر ٿي ويو ته هاڻ قصر نماز پڙهندو، جيڪڏهن پوري نماز پڙهڻ کان پوءِ ساڳئي وقت ۾ مسافر بنجي ويو ته اها پڙهيل نماز ڪافي آهي. مطلب ته وقتي فرض ادا ڪري ڇڏڻ کان پوءِ نيت يا حالت بدلجڻ سان ان وقتي نماز تي ڪو اثر نه پوندو، پران جو اثر ايندڙ وقتن تي پوندو.

(٣) جيڪڏهن وقتي نماز نه پڙهيائين ۽ ان جو وقت گذري ويو، ان کان پوءِ مسافر ترسڻ جي نيت ڪئي ته قضا نماز قصر پڙهندو، ۽ جيڪڏهن مقيم وقتي نماز نه پڙهي ۽ وقت گذرڻ کان پوءِ سفر شروع ڪيائين ته اهو پوري نماز قضا ڪندو. مطلب ته جيڪڏهن سفر ۾ قصر نماز قضا ٿي وئي ته ان کي قصر ڪري پڙهي، ڪٿي سفر جي حالت ۾ قضا ڪري يا اقامت (مقيم هئڻ) جي حالت ۾، ۽ جيڪڏهن مقيم هئڻ جي حالت ۾ ڪا نماز قضا ٿي هجي ته اها پوري يعني چار رڪعتون قضا ڪري، ڪٿي سفر دوران قضا پڙهي رهيو هجي يا مقيم هئڻ جي حالت ۾.

## اصلي وطن ۽ اقامت جي وطن جي تشريح

(١) وطن ٻن قسمن جو ٿئي ٿو: **(پهريون)** اصلي وطن، جتي پيدائش ٿي هجي ۽ رهائش به اتي ئي هجيس يا اها جڳهه جتي سندس ٻار ٻچا رهندڙ هجن ۽ ان کي گهر بنائي ورتو اٿس. **(ٻيون)** وطن-اقامت، هي اهو شهر يا ڳوٺ آهي جتي مسافر پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن

ترسڻ جي نيت ڪري.

(٢) اصلي وطن، وطن- اقامت سان ختم ٿي ويندو آهي، ڪٿي انهن جي وچ ۾ سفر جيترو مفاصلو هجي يا نہ هجي. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن پنهنجو شهر بالڪل ڇڏي ڏنو ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ پنهنجو گهر وسايائين ۽ پنهنجي ٻارن ٻچن سوڌو اتي رهڻ لڳو، پهرين شهر ۾ گهر سان ڪو تعلق نہ رکيائين تہ هاڻ اهو ٻيو شهر سندس اصلي وطن بنجي ويو ۽ پهريون شهر ان لاءِ پرديس بنجي ويو.

(٣) اصلي وطن سفر ڪرڻ سان ختم نہ ٿو ٿئي ۽ وطن- اقامت سان بہ ختم نہ ٿوٿئي، ان ڪري جڏهن بہ پنهنجي اصلي وطن واپس اچي تہ پوري نماز پڙهي، ڪٿي هڪ ئي نماز جي وقت لاءِ آيو هجي، ڪٿي پنهنجي مرضي سان آيو هجي يا سفر دوران ڪنهن ضرورت لاءِ يا اتان لنگهڻ جي ارادي سان ان ۾ داخل ٿيو هجي، ۽ ڪٿي اتي ترسڻ جي نيت ڪري يا نہ ڪري، هر حالت ۾ پوري نماز پڙهي.

(٤) هڪ وطن- اقامت ٻئي وطن- اقامت سان ختم ٿي ويجي ٿو، ۽ شرعي سفر ڪرڻ يا اصلي وطن ڏانهن واپس پهچڻ سان پڻ ختم ٿي ويجي ٿو، تنهن ڪري جيڪڏهن هڪ وطن- اقامت کي ڇڏي ٻئي هنڌ وطن- اقامت اختيار ڪيائين، يعني اتي پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جي نيت ڪيائين تہ پهريون وطن- اقامت ختم ٿي ويو، جيتوڻيڪ ٻنهي جڳهين جي وچ ۾ سفر جيترو مفاصلو نہ هجي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن وطن- اقامت کان شرعي سفر يعني ٽن منزلن تي روانو ٿي ويجي تہ وطن- اقامت ختم ٿي ويندو ۽ ٻيهر اتي اچي تہ قصر نماز پڙهندو، ۽ جيڪڏهن وطن- اقامت کان شرعي سفر کان گهٽ مقدار تي روانو ٿيندو تہ وطن- اقامت ختم نہ ٿيندو، ۽ ٻيهر واپس اچڻ تي پوري نماز پڙهندو. ساڳئي طرح جيڪڏهن پنهنجي اصلي وطن ۾ داخل ٿي

ويو تڏهن بہ وطن- اقامت ختم ٿي ويندو ۽ اتي پيهر اچڻ جي صورت ۾ قصر نماز پڙهندو، پر جيڪڏهن انهن صورتن ۾ ان هنڌ پيهر اچي پندرهن يا وڌيڪ ڏينهن ترسڻ جو ارادو ڪيائين تہ هاڻ اهو پيهر وطن- اقامت بنجي ويندو.

## ڌار ڌار مسئلا:

(۱) جمعي جي ڏينهن سج لڙڻ کان پهرين سفر تي نڪرڻ مڪروه ناهي، ڪٿي اهڙي هنڌ وڃي جتي جمعو نماز فرض نہ آهي.

(۲) جمعي جي ڏينهن سج لڙڻ کان پوءِ جمعي نماز ادا ڪرڻ کان پهرين نڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، ڇوتہ مٿس جمعي نماز لاءِ مسجد ۾ حاضر ٿيڻ واجب آهي، تنهن ڪري نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ سفر شروع ڪري.

(۳) ڪا زائفان شرعي سفر يعني ٽي منزلون يا ان کان وڌيڪ بالغ محرم يعني مڙس، پاءُ يا پيءُ وغيره کان سواءِ نہ ڪري، محرم لاءِ بہ اهو شرط آهي تہ اهو کليو کلايو فسق واري ڪمن جو ارتڪاب ڪندڙ نہ هجي ۽ پروسي جوڳو هجي، تنهن ڪري جنهن محرم کي الله ۽ رسول جو خوف نہ هجي ۽ شريعت جي پابندي ڪندڙ نہ هجي تہ اهڙي محرم سان سفر ڪرڻ بہ صحيح نہ آهي، هڪ يا ٻن ڏينهن جو سفر بہ محرم کان سواءِ ڪرڻ بهتر ناهي، پر جيڪڏهن ڪنهن قافلي سان هجي تہ ٽن ڏينهن کان گهٽ واري مفاصلي تي محرم کان سواءِ وڃڻ جائز آهي (اڄوڪي زماني ۾ ان کان بہ وس آهر بچڻ گهرجي- مؤلف).

(۴) سومر ۽ خميس جي ڏينهن سفر ڪرڻ مستحب ۽ چڱو آهي، سفر تي روانو ٿيڻ کان اڳ گهر ۾ ۽ سفر کان واپس اچڻ تي محلي

جي مسجد ۾ ٻہ رڪعتون نفل نماز پڙهڻ مستحب آهي.

(۵) جيڪڏهن مسافر ڪي چورن، ڦورن يا ڪنهن دشمن يا بلاء جو ڊپ هجي يا قافلو نماز پڙهڻ جيترو وقت نہ ترسي تہ نماز کي ان صورت ۾ پوئتي قضا ڪري سگهي ٿو جڏهن نماز پڙهڻ جي ڪنهن بہ طرح ڪيس سگهہ نہ هجي جهڙوڪ پنهنجي سواري نہ هئڻ، تنهن ڪري وس هوندي بہ قضا ڪرڻ سان گنهگار ٿيندو، جيڪڏهن بنهہ مجبور هجي تہ گنهگار نہ ٿيندو.

# سواري تي يا ٻيڙي ۾ نماز پڙهڻ جا مسئلا

## سواري تي نفل نماز پڙهڻ جا مسئلا:

(١) شهر يا وسندي کان ٻاهر گهوڙي يا ڪنهن ٻئي جانور تي سوار ٿي نفل نماز پڙهڻ جائز آهي، ڪٿي ڪا مجبوري اٿس يا نہ، ۽ جيڏانهن جانور وڃي رهيو هجي اوڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي، چوتہ سواري تي نماز ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ شرط ناهي، پر جيڪڏهن شروع ڪرڻ وقت ممڪن هجي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ مستحب آهي. جانور جي رخ جي ابتڙ طرف ڏانهن نماز پڙهڻ جائز نہ آهي.

(٢) ڪنهن شهر يا آباديءَ منجهہ جانور تي سوار ٿي نفل نماز پڙهڻ امام ابوحنيفہ رح وٽ جائز نہ آهي، امام ابويوسف رح وٽ، بناڪراهت جي جائز آهي ۽ امام محمد رح وٽ جائز تہ آهي پر مڪروه آهي.

(٣) شهر کان ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ مسافر ۽ غيرمسافر ان

حڪم ۾ برابرآهن، ان ڪري جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي ٻني ٻاري وغيره ڏانهن يا پس گردائي ۾ ويندو هجي ۽ شرعي مسافر نہ هجي تڏهن بہ ان لاءِ سواري تي نفل نماز پڙهڻ جائز آهي.

(۴) سنت مؤڪده ۽ غيرمؤڪده سڀ نفل جي حڪم ۾ آهن، پر فجر جي سنت امام ابوحنيفہ رح وٽ ڪنهن مجبوري کان سواءِ سواري تي پڙهڻ جائز نہ آهي.

(۵) سواري تي نماز پڙهڻ جو طريقو هي آهي تہ اشارن سان نماز پڙهي، يعني جنهن حالت ۾ سواري تي ويٺو هجي نيت ٻڌي، دستور موجب قراءت وغيره ڪري رڪوع ۽ سجدو اشارن سان ڪري، ۽ سجدي جو اشارو رڪوع کان وڌيڪ جهڪو هجي، ۽ معمول مطابق قعدي ۾ تشهد وغيره پڙهي سلام ورائي. سجدي ۾ ڪنهن بہ شيءِ تي پنهنجو مٿو نہ رکي، ڪٿي جانور هلي رهيو هجي يا بيٺو هجي، ائين ڪرڻ مڪروه آهي.

(٦) شهر کان ٻاهرسواري تي نماز پڙهڻ دوران جيڪڏهن جانور پنهنجو پاڻ هلندو هجي تہ ان کي هڪلڻ جائز نہ آهي، پر جيڪڏهن پنهنجو پاڻ نہ هلندو هجي تہ "عمل قليل" (ٿورڙي چرپر) سان نماز نہ ٽٽندي، "عمل ڪثير" (گهڻي چرپر) سان ٽٽي پوندي.

(٧) جيڪڏهن نفل نماز زمين تي شروع ڪيائين، پوءِ جانور تي سوار ٿي ان کي پورو ڪيائين تہ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن سواري تي شروع ڪيائين ۽ زمين تي لهي پوري ڪيائين تہ جائز آهي، اهو حڪم ان صورت ۾ آهي جڏهن عمل قليل (ٿورڙي چرپر) سان لٿو هجي، مثال طور پير هڪ پاسي لڙڪائي ترڪي وڃي.

(٨) جيڪڏهن سواري جي جانور کي پليتي لڳل هجي تہ ان سان نماز ۾ ڪو فرق نہ ايندو، ڪٿي گهڻي هجي يا ٿوري، پر جيڪڏهن

نمازي جي بدن يا ڪپڙن ڪي پليتي لڳل هجي ته نماز نه ٿيندي.

(٩) هر شخص کي پنهنجي پنهنجي سواري تي اڪيلي سر نماز پڙهڻ گهرجي. جيڪڏهن جماعت سان پڙهندا ته امام جي نماز ٿي ويندي، جماعتين جي نه ٿيندي. امام ۽ مقتدي سڀ هڪ ئي جانور تي سوار هجن ته سڀن جي نماز ٿي ويندي.

(١٠) جانور تي رکيل ڪجائي يا گاڏي ۾ نفل نماز پڙهڻ جو اهوئي حڪم آهي جيڪو خود جانور تي پڙهڻ جو بيان ٿيو.

(١١) پيرين پنڌ نماز پڙهڻ، فقيهن جي اتفاق سان، جائز نه آهي.

## فرض نماز سواريءَ تي پڙهڻ جا مسئلا

(١) جانور تي سوار هئڻ جي حالت ۾ ڪنهن عذر کان سواءِ فرض نماز پڙهڻ جائز نه آهي، پر ڪنهن عذر يا مجبوري خاطر جائز آهي. نماز جنازه، وتر ۽ نذر جي نماز ۽ اهڙي نفل ۽ سنت نماز جنهن کي شروع ڪرڻ کان پوءِ پڇي ڇڏڻ جي ڪري قضا ڪرڻ واجب آهي ۽ سوار نه هئڻ جي حالت ۾ پڙهيل سجدي جي آيت (جو سجدو)، انهن سڀن جو حڪم به فرض نماز وانگر آهي.

(٢) اهي عذر ۽ مجبوريون، جن جي ڪري فرض نماز سواري تي پڙهڻ جائز آهي، هي آهن: جانور کان هيٺ لهڻ جي صورت ۾ پنهنجي جان، مال متاع يا جانور بابت چور، ڦورو، موذي جانور يا دشمن جو يا سنگتين جي رواني تي وڃڻ جو ڊپ هجي، يا جانور سرڪش هجي جو لهڻ کان پوءِ ٻيهر ان تي نه چڙهي سگهي، يا بيماري يا ڪمزوري جي ڪري ٻيهر نه چڙهي سگهي ۽ اتي ڪو ٻيو ماڻهو ڪيس سوار ڪرائڻ وارو به موجود نه هجي، يا زائفان هجي جيڪا ڪنهن ٻئي

جي ٽيڪ کان سواءِ لهي چڙهي نہ سگهندي هجي ۽ سندس ڪو محرم موجود نہ هجي، يا زائفان کي ڪنهن بچڙي ماڻهو کان ڊپ هجي، يا سڄي زمين تي گپ هجي، نماز لاءِ ڪٿي بہ سڪل جڳہ نہ هجي. عذر جي حالت ۾ سواري تي پڙهيل فرض ۽ واجب نماز، عذر ختم ٿيڻ کان پوءِ، ٻيهر پڙهڻ ضروري نہ آهي.

(٣) جيڪڏهن سواري کي بيهاري قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ ممڪن هجي تہ فرض ۽ واجب نماز لاءِ سواري کي بيهارڻ ۽ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي، نہ تہ نماز نہ ٿيندي. جيڪڏهن سواري کي بيهارڻ ممڪن آهي پر قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ممڪن نہ آهي تہ بيهارڻ ضروري آهي ۽ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ معاف آهي ۽ جيڪڏهن بيهارڻ ممڪن نہ هجي پر قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ممڪن هجي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي ۽ بيهارڻ معاف آهي.

(٤) فرض ۽ واجب نمازون سواري تي ادا ڪرڻ جا باقي مسئلا اهي ئي آهن جيڪي نفلن جي سواري تي ادا ڪرڻ بابت مٿي بيان ڪيا ويا.

(٥) جيڪڏهن ڪجائي يا گاڏيءَ يا ٽانگي وغيره جو هڪ حصو (ٻاجاري) جانور جي مٿان رکيل هجي تہ ڪٿي گاڏي هلي رهي هجي يا بيٺل هجي، ان ۾ نماز پڙهڻ جو اهوئي حڪم آهي جيڪو جانور تي نماز پڙهڻ جو آهي، يعني فرض ۽ واجب، عذر کان سواءِ جائز ناهي، جڏهن تہ سنت ۽ نفل بناعذر جي بہ جائز آهن. گاڏي (ٽانگي وغيره) جي ٻاجاري جانور تي نہ هجي تہ اها زمين يا تختي جي حڪم ۾ آهي، ان تي فرض نماز عذر کان سواءِ بہ جائز آهي، پر قيام (بيهڻ) تي سگهہ هجيس تہ بيهي پڙهي، پر جيڪڏهن بيهڻ تي قدرت نہ هجيس ۽ لهڻ بہ ممڪن ائس تہ ويهي پڙهي.

## ٻيڙيءَ ۽ جهاز ۾ نماز پڙهڻ جا مسئلا

(١) جيڪڏهن ٻيڙي يا جهاز پاڻي تي هلي رهيو هجي ته فرض ۽ واجب نماز، عذر جي ڪري ويهي پڙهڻ، سيِن فقيهن وٽ جائز آهي، جڏهن ته صاحبين (امام ابويوسف ۽ محمد رح) وٽ عذر کان سواءِ جائز ناهي، اهائي معتبر راءِ آهي. عذر هي آهن: مٿو ڦرڻ، ڪري پوڻ ۽ پير نه ڪڙڻ، ٻيڙي کان ٻاهر نڪرڻ جي سگهه نه هئڻ.

(٢) جيڪڏهن ٻيڙي پاڻي تي نه هلي رهي هجي بلڪه ڪناري تي ٻڌل هجي ته ان ۾ قيام (بيهڻ) جي سگهه هوندي ويهي نماز پڙهڻ، فقيهن جي اتفاق سان، جائز نه آهي، ڇوته اها زمين وانگر آهي، پر جنهن عذر جي ڪري زمين تي ويهي نماز پڙهڻ جائز آهي، ان ساڳئي عذر جي ڪري ٻيڙي ۽ جهاز ۾ پڻ ويهي پڙهڻ جائز آهي.

(٣) ٻيڙي ۽ جهاز ۾ نماز شروع ڪرڻ وقت قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي، ڪٿي اها نماز فرض ۽ واجب هجي يا سنت ۽ نفل هجي. جڏهن ٻيڙي رخ مٽائي ته نمازي به پنهنجو منهن قبلي ڏانهن ڦيرائي ۽ هر ڀيري ٻيڙي جي ڦرڻ سان قبلي ڏانهن منهن ڦيريندو رهي جيستائين وچي سڄي نماز قبلي رخ تي پوري ڪري، جيڪڏهن سگهه هوندي قبلي ڏانهن نه ڦرندو ته فقيهن جي اتفاق موجب سندس نماز نه ٿيندي.

(٤) ٻيڙيءَ ۾ ويهي نماز پڙهڻ جي صورتن ۾ رڪوع ۽ سجدي جي سگهه هوندي ڪري، اشارن سان نماز پڙهڻ جائز ناهي، پر جيڪڏهن اهڙي سگهه نه اٿس ته اشارن سان نماز پڙهڻ جائز آهي.

(٥) هڪ ٻيڙيءَ ۾ جماعت سان نماز پڙهڻ جا اهي ئي مسئلا آهن جيڪي پٽ تي جماعت ڪرڻ جا آهن، هڪ ٻيڙيءَ تي سوار

شخص جي اقتدا ٻي ٻيڙيءَ تي سوار شخص جي پٺيان جائز ناهي، يعني امام جي نماز ٽي وينديءَ، مقتدي جي نہ ٿيندي، پر جي ٻئي ٻيڙيون مليل آهن، ڪٺي ٻڌل هجن يا ائين ٿي هڪ ٻئي جي ويجهو هجن، تہ اقتداء جائز آهي.

## ريل ۾ نماز پڙهڻ جا مسئلا

(١) ريل ۾ نماز پڙهڻ جائز آهي ڪٿي اها نماز فرض ۽ واجب هجي يا سنت ۽ نفل هجي، ڪٿي ڪا مجبوري هجي يا نہ هجي، ريل هلندڙ هجي يا بيٺل هجي. ڇوتہ ريل، پٽ تي تختي وانگر آهي، ۽ جيڪڏهن ان کي جانور تي رکيل گاڏي وانگر بہ مڃيو وڃي تڏهن بہ عذر جي ڪري لهڻ جي ضرورت ناهي، ڇوتہ هلندڙ ريل مان لهڻ ممڪن ناهي ۽ بيٺل ريل مان لهڻ سان، ان جي نڪري وڃڻ يا مال متاع جي وڃائجي وڃڻ جو انديشو آهي. جيڪڏهن اها اميد اٿس تہ نماز جي وقت هوندي تائين ڪيس لهڻ جو موقعو ملي ويندو، تڏهن بہ ريل ۾ نماز پڙهڻ جائز آهي، ڇوتہ نماز شروع ڪرڻ وقت، عذر جي هجڻ جو اعتبار آهي، ڪٿي آخر ۾ ان عذر جي ختم ٿيڻ جي اميد هجي، پر آخري وقت تائين ترسڻ مستحب آهي.

(٢) ريل ۾ نماز پڙهڻ واري لاءِ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جي سگهہ هجي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن ريل رخ ڦيرائي تہ نمازي بہ رخ مٽائي قبلي ڏانهن منهن ڪري. ساڳئي طرح قيام (بيهڻ) جي سگهہ اٿس تہ بيهي نماز پڙهڻ ضروري آهي، نہ تہ نماز نہ ٿيندي. قيام جي سگهہ نہ اٿس تہ ويهي پڙهڻ جائز آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جي سگهہ نہ اٿس تہ پڇاڙي وقت تائين ترسي، ان وقت بہ سگهہ نہ ٿئيس تہ جيڏانهن ٿي

سگهيس نماز پڙهي ڇڏي. جيڪڏهن ريل ايترو لڏندي هجي جو مٿي ڦرڻ يا ڪري پوڻ جو ڊپ هجي تہ اهو عذر آهي، اهڙي شخص لاءِ ويهي نماز پڙهڻ جائز آهي. جيڪڏهن اهو ممڪن اٿس تہ ريل جي گاڏي جي فرش تي يا هڪ تختي تي ويهي نماز پڙهي ۽ ٻئي تختي تي سجدو ڏئي تہ ان ريت ويهي پڙهڻ ضروري آهي، جيتوڻيڪ ان صورت ۾ گوڏا زمين تي نتا لڳن. هاڻ اهڙي صورت جي سگهہ هوندي ويهي پڙهيائين تہ نماز نہ ٿيندس. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ان ريت قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جي سگهہ اٿس تہ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ضروري آهي، ان کان سواءِ نماز نہ ٿيندي.

# جمعي جي نماز جو بيان

## جمعي جي ڏينهن جون فضيلتون:

(١) اهو ڏينهن هفتي جي ڏينهن ۾ سڀ کان افضل آهي.

(٢) انهيءَ ڏينهن حضرت آدم عليہ السلام کي جنت ۾ داخل ڪيو ويو. انهيءَ ڏينهن کين جنت کان زمين تي لاٿو ويو جيڪو سموري آدم جي اولاد، ولين نبين ۽ عام خاص جي پيدائش جو سبب بڻيو ۽ انهيءَ ڏينهن سندن توبہ قبول ٿي.

(٣) اهو ڏينهن مسلمانن لاءِ عيد يعني خوشيءَ جو ڏينهن آهي.

(٤) انهيءَ ڏينهن قيامت ٿيندي.

(٥) انهيءَ ڏينهن جنتين کي خدا تعاليٰ جو ديدار نصيب ٿيندو رهندو، پر ڪن کي ان کان گهٽ مدت ۾ ۽ ڪن کي ان کان وڌيڪ وقت کان پوءِ ٿيندو رهندو.

(٦) ان ڏينهن دوزخ کي گرم نہ ڪيو ويندو آهي.

(٧) ان ڏينهن مردا (مئل) قبر جي عذاب کان محفوظ رهندا آهن.

(٨) جيڪو بہ مسلمان مرد يا زائفان ان ڏينهن يا ان جي رات ۾ فوت ٿيندو آهي سو قبر جي عذاب ۽ قبر جي فتني کان محفوظ رهندو آهي ۽ ان لاءِ شهيد جو اجر لکيو ويندو آهي.

(٩) ان ڏينهن روح گڏ ٿيندا آهن.

(١٠) جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن شرعي قاعدن پٽاندڙ، اول وقت ۾ مسجد وڃي خطبو ٻڌي ۽ جمعو ادا ڪري تہ سندس گذريل جمعي کان هيل تائين ڪيل گناهہ معاف ٿي ويندا ۽ هر هڪ وک جي بدلي هڪ پوري سال جي عبادت يعني نمازن ۽ روزن جو ثواب ملندو، وڌيڪ تفصيل حديثن ۾ آهي. (پر انهن حديثن جي سند بابت پڪ ڪرڻ گهرجي- مترجم).

(١١) جمعي نماز کان لاپرواهي ڪندي ڇڏي ڏيڻ واري لاءِ حديثن ۾ سخت وعيد آيل آهن.

(١٢) ان ڏينهن هڪ گهڙي اهڙي آهي جنهن ۾ هر دعا قبول ٿيندي آهي، ان جو مقرر وقت ڄاڻايل نہ آهي پران بابت ڪيترائي قول آهن جن مان بہ قول وڌيڪ معتبر آهن: ١- هڪ هي تہ اها گهڙي امام جي خطبي لاءِ منبر تي ويهڻ کان نماز جي پڄاڻي تائين ڪنهن وقت آهي. ٢- ٻيو هي تہ جمعي جي پوئين پهر يعني عصر کان سج لهڻ تائين ڪنهن وقت آهي. هر ڏينهن ۾ قبوليت جي هڪ گهڙي هوندي آهي، ان لحاظ کان جمعي ۾ بہ گهڙيون ٿي ويون.

(١٣) جمعي جو ڏينهن جمعي جي رات کان افضل آهي.

## جمعي نماز جو حڪم:

جمعي جي نماز فرض عين آهي، ۽ ان جي فرض هئڻ جي تاڪيد ظهر (اڳين) نماز کان وڌيڪ آهي. جمعي جي ڏينهن جمعي نماز کي ظهر نماز جي جڳهہ تي رکيو ويو آهي، تنهن ڪري جمعو نماز ادا ڪرڻ سان ظهر نماز لهي ويندي آهي.

## جمعي نماز جي واجب هئڻ جا شرط:

نماز واجب هئڻ جي شرطن سان گڏوگڏ جمعي نماز جي واجب هئڻ جا ڪي ٻيا پڻ شرط آهن، جيستائين اهي سڀ شرط نمازي ۾ موجود نہ هجن ان وقت تائين مٿس جمعو نماز فرض نہ ٿي ٿئي، پر اهڙو شخص جمعو نماز پڙهي ڇڏي تہ سندس نماز ادا ٿي ويندي ۽ ظهر جو فرض سندس ذمي تان لهي ويندو، مثال طور ڪو مسافر يا ڪا زائفان جمعو نماز پڙهي تہ ظهر نماز سندس ذمي تان لهي ويندي بلڪ مسافر مرد مڪلف (عاقل بالغ) لاءِ جمعو نماز پڙهڻ افضل آهي، البت عورت لاءِ پنهنجي گهر ۾ ظهر نماز پڙهڻ افضل آهي.

**شرط هي آهن:**

١- آزاد هجڻ، تنهن ڪري غلام تي جمعو فرض نہ آهي، البت مڪاتب غلام تي يا جنهن غلام جو ڪجهہ حصو آزاد هجي ۽ رهيل حصي لاءِ ڪمائي ڪري مالڪ کي ڏيندو هجي، ان تي جمعو فرض آهي. (اڄ ڪلهہ غلامي جو سرشتو موجود ناهي- مترجم).

٢- مرد هجڻ، عورت ۽ خنثيٰ مشڪل تي جمعو فرض نہ آهي.

٣- شهر ۾ مقيم (ترسيل) هئڻ، مسافر تي جمعو فرض ناهي.

٤- تندرست هئڻ، بيمار تي جمعو فرض نہ آهي، بيماري اها

ليکي ويندي جيکا جامع مسجد تائين پيرين پنڌ وڃڻ ۾ روڪ بنجي. ڪو شخص پيريءَ جي ڪمزوري سببان مسجد نہ وڃي سگهي تہ اهو مريض جي حڪم ۾ آهي.

٥- گهمڻ ڦرڻ جي سگهہ هئڻ، اپاهج ۽ معذور تي جمعو فرض نہ آهي.

٦- ٻنهي اکين يا هڪ اک کان سڄو هئڻ، جيڪو نابينو پاڻ جمعي نماز واري مسجد تائين بنا تڪليف ۽ مشڪل جي نہ وڃي سگهي، ان تي جمعو فرض ناهي. ڪي نابينا ڪنهن جي مدد ۽ تڪليف کان سواءِ بازارين محلن ۾ هِتي هُتي گهمندا ڦرندا آهن ۽ جامع مسجد ۾ ڪنهن مشڪل ۽ تڪليف کان سواءِ وڃي سگهن ٿا تن تي جمعو فرض آهي.

٧- جماعت ڇڏي ڏيڻ جا جيڪي عذر مٿي بيان ڪيا ويا آهن انهن مان ڪو عذر موجود هجي تہ جمعو نماز فرض نہ ٿيندي.

## جمعو نماز صحيح هئڻ جا شرط:

(١) مصر يعني وڏو يا ننڍو شهر يا وڏو ڳوٺ هئڻ، تنهن ڪري ننڍي ڳوٺ يا جهنگ ۾ جمعہ نماز نہ ٿيندي. ننڍو شهر يا وڏو ڳوٺ اهو آهي جنهن جي آبادي مثال طور چار هزار هجي يا آس پاس جي علائقي ۾ ان کي وڏو ڳوٺ يا ننڍو شهر ليکيو وڃي ۽ منجهس اهڙا دڪان هجن جن ۾ روزانو واهپي جون شيون عام طرح سان ملي ونديون هجن ۽ اهڙو ڪو حاڪم يا پنچائت وغيره بہ هجي جيڪا اتان جي رهاڪن جا فيصلا ڪندي هجي، ڪو دين جو عالم پڻ اتي رهندڙ هجي جيڪو روزانو جا ضروري مسئلا ڪين ٻڌائي سگهي ۽ جمعي جو خطبو ۽ نماز پڙهائي سگهي، تہ اهڙي ڳوٺ ۾ جمعو نماز فرض

آهي ۽ ٿي ويندي. شهر جي پس گردائي جي اهڙي آبادي جيڪا شهر جي ضرورتن لاءِ شهر سان مليل هجي جهڙوڪ قبرستان، ڇانوڻي، ڪورٽون ۽ اسٽيشن وغيره اهي سڀ شهر جي آبادي ۾ شامل آهن ۽ شهر جي ئي حڪم ۾ آهن انهن ۾ جمعو نماز ادا ڪرڻ جائز آهي.

(٢) اسلامي حاڪم جو هجڻ، ڪٿي اهو عادل هجي يا ظالم، يا حاڪم جي نائب جو هجڻ، يعني جنهن کي بادشاهه حڪم ڏنو هجي ۽ اهو امير، قاضي يا خطيب هجي، ان کان سواءِ جمعو ادا ڪرڻ صحيح نه آهي. حاڪم جو نائب موجود هجي ۽ اهو ڪنهن ٻئي کان نماز پڙهائي ته جائز آهي. جيڪڏهن ڪنهن شهر يا ڳوٺ ۾ انهن مان ڪوبه موجود نه هجي ۽ حاڪم کان اجازت به نه وٺي سگهندا هجن ته شهر جا رهاڪو ڪنهن شخص کي مقرر ڪن ۽ اهو خطبو ڏئي ۽ جمعو نماز پڙهائي ته اهو جائز آهي. جيئن ته اڄوڪي زماني ۾ حڪومت جو انهن معاملن ڏانهن توجه ناهي ان ڪري ماڻهو پاڻ ڪنهن کي مقرر ڪري ڇڏن جيڪو ڪين خطبو ڏئي ۽ نماز پڙهائي ته جائز آهي، نماز ٿي ويندي.

(٣) دارالاسلام هئڻ، دارالحرب ۾ جمعو نماز جائز نه آهي (ڪن فقيهن دارالاسلام کي جمعي جي شرطن ۾ شامل نه ڪيو آهي، شايد ان ڪري جو "اسلامي حاڪم هئڻ" ۾ اهو شرط پنهنجو پاڻ شامل آهي، ڪن ته اسلامي حاڪم يا ان جي نائب جي هئڻ کي به شرط نه ٺهرايو آهي، ڇوته اهو شرط عقلي طور احتياط جي درجي ۾ آهي، ان ڪري ناهي ته ڪو ان کان سواءِ شرعي طور تي جمعو نماز نه ٿيندي، تنهنڪري ڪن فقيهن وٽ بادشاهه جو مسلمان هئڻ به شرط نه آهي. والله اعلم بالصواب).

(٤) ظهر جو وقت هئڻ، تنهن ڪري ظهر کان اڳ يا ان جي

گذري وڃڻ کان پوءِ جمعو نماز نہ ٿيندي، ايستائين جو جيڪڏهن نماز پڙهڻ جي حالت ۾ وقت ختم ٿي ويو تہ نماز ڀڃي پوندي، ڪٿي آخري قعدو التحيات جي اندازي جيترو ادا ڪري چڪو هجي، يعني اها نماز نفل بنجي ويندي ۽ ڪيس ظهر نماز قضا ڪرڻي پوندي، جمعي جي قضا نہ پڙهي ويندي آهي بلڪہ هاڻ ظهر جي قضا واجب ٿيندي، ۽ ان ساڳئي جمعي جي نيت تي ظهر نماز کي جاري نہ رکي (ڇوتہ اهي ٻئي ڌار ڌار نمازون آهن)، پر نئين سر ظهر قضا ڪري.

(٥) وقت اندر نماز کان اڳ ڪنهن وڇوٽيءَ کان سواءِ خطبو پڙهڻ، جيڪڏهن خطبي کان سواءِ جمعو نماز پڙهي وئي، يا وقت کان اڳ يا نمازکان پوءِ خطبو پڙهيو ويو، يا خطبي پڙهڻ ۾ خطبي پڙهڻ جوارادو نہ هو، ياخطبي ۽ نماز ۾ گهڻي وڇوٽي اچي وڃي تہ جمعو نماز نہ ٿيندي.

(٦) جماعت جي هجڻ، يعني امام کان سواءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ماڻهو خطبي جي شروعات کان پهرين رڪعت جي سجدي تائين موجود هجن، نہ تہ جمعو نماز نہ ٿيندي. اهو ضروري ناهي تہ جيڪي ٽي ماڻهو خطبي جي وقت حاضر هئا سي ئي نماز ۾ بہ هجن، جيڪڏهن خطبي جي وقت وارا ماڻهو وچ ۾ ڪنهن وقت هليا ويا ۽ انهن جي جڳہ تي ٻيا ٽي ماڻهو اچي ويا، اهڙيءَ ريت امام سان خطبي جي شروعات کان پهرين رڪعت جي سجدي تائين هر حالت ۾ ٽي ماڻهو موجود رهيا تہ جمعہ نماز ٿي ويندي، پر شرط هي آهي تہ اهي ٽي ماڻهو اهڙا هجن جيڪي امامت ڪري سگهن، تنهن ڪري جيڪڏهن زائفون يا نابالغ ڇوڪرا هوندا تہ نماز نہ ٿيندي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پهرين رڪعت جي سجدي کان اڳ ماڻهو هليا ويا ۽ ٽن ماڻهن کان گهٽ رهجي ويا يا ڪوبہ نہ رهيو تہ جمعہ نماز ڀڃي پوندي، پر جيڪڏهن سجدي ڏيڻ

کان بعد هليا ويا تہ فرق نہ پوندو، نماز ٿي ويندي.

(٧) عام اجازت سان علي الاعلان جمعو نماز ادا ڪرڻ، ان جو مطلب هي آهي تہ مسجد جا دروازا کولي ڇڏجن ۽ اهڙن سڀن ماڻهن کي اچڻ جي اجازت هجي جن تي جمعو ادا ڪرڻ فرض آهي. تنهن ڪري جمعہ نماز اهڙي هنڌ صحيح نہ ٿيندي جتي رڳو ڪي خاص ماڻهو اچي سگهن ۽ هر شخص کي اچڻ جي اجازت نہ هجي. جيڪڏهن ڪي ماڻهو مسجد ۾ گڏ ٿي مسجد جا دروازا بند ڪري ڇڏن ۽ جمعو نماز ادا ڪن تہ اهو جائز ناهي.

لوٽ: جيڪڏهن جمعي جي صحيح هئڻ جي شرطن مان ڪو شرط موجود نہ هجي، ان هوندي بہ ڪي ماڻهو جمعو نماز پڙهن تہ سندن نماز ادا نہ ٿيندي، مٿن ظهر نماز ادا ڪرڻ فرض آهي، جڏهن تہ اها نماز نفل بنجي ويندي. جيئن تہ نفل نماز اهتمام سان پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، ان ڪري ان حالت ۾ جمعو نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي.

# جمعي جي خطبي جا مسئلا

## جمعي جي خطبي جا فرض:

(١) وقت، اهو زوال (سج لڙڻ) کان پوءِ آهي يعني ظهر جي نماز جو وقت آهي. جيڪڏهن زوال کان پهرين خطبو پڙهيو ويو تہ جائز ناهي.

(٢) خطبي جو جمعي نماز کان پهرين هئڻ، نماز کان پوءِ خطبو پڙهڻ جائز نہ آهي.

(٣) خطبي جي نيت سان ماڻهن جي سامهون الله تعاليٰ جو

ذكر ڪرڻ، جيڪڏهن رڳو الحمد لله يا سبحان الله يا لا اله الا الله چئي ڇڏيائين تہ خطبي جو فرض ادا ٿي ويندو، پر رڳو ان تي ڪفايت ڪرڻ، سنت جي خلاف هئڻ ڪري مڪروه آهي. اها ڪراهت ڪن وٽ تحريمي ۽ ڪن وٽ تنزيهي آهي. صاحبين وٽ ڊگهي ذڪر يعني گهٽ ۾ گهٽ التحيات جيترو هئڻ ضروري آهي، ان کان گهٽ جائز ناهي.

(۴) خطبو اهڙن ماڻهن آڏو پڙهڻ جن جي موجود هئڻ سان جمعو صحيح ٿيندو آهي، يعني گهٽ ۾ گهٽ ٽي عاقل بالغ مرد هجن ڪٽي اهي معذور هجن يعني مسافر، مريض يا غلام هجن، ۽ ڪٽي ٻوڙا يا ستل هجن يا پري هجن پر آواز وٽن پهچندو هجي، تڏهن بہ خطبو جائز آهي. ڪن وٽ هڪ يا ٻن ماڻهن آڏو خطبي پڙهڻ ۽ ٽن سان نماز پڙهڻ سان خطبو ۽ جمعو نماز ٿي ويندي. ڪن وٽ هڪ يا ٻن ماڻهن آڏو خطبي پڙهڻ ۽ ٽن ماڻهن سان نماز پڙهڻ سان خطبو ۽ نماز ٿي ويندي. پر پهرين قول ۾ وڌيڪ احتياط آهي. جيڪڏهن امام اڪيلي سر خطبو پڙهيو يا رڳو عورتن ۽ ٻارن جي سامهون خطبو پڙهيائين تہ صحيح قول مطابق اهو جائز ناهي ۽ جمعو نہ ٿيندو.

(۵) خطبي جو جهر سان (ڏاڍيان) هئڻ، يعني ايڏي آواز سان هجي جو جيڪڏهن ڪا روڪ نہ هجي تہ پروارا ماڻهو ٻڌي سگهن.

(٦) خطبي ۽ نماز جي وچ ۾ گهڻو وقفو نہ هئڻ.

## خطبي جون سنتون ۽ مستحب:

(١) طهارت، يعني خطبي پڙهندڙ جو ننڍي ۽ وڏي ناپاڪائي کان پاڪ هئڻ، بي وضو ۽ احتلام واري لاءِ خطبو پڙهڻ مڪروه آهي ۽ ان کي ٻيهر پڙهڻ مستحب آهي.

(٢) اوگهڙ ڍڪيل هئڻ، اهو ڪٽي پنهنجي هنڌ فرض آهي ڪٽي

نماز ۾ هجي يا نماز کان ٻاهر، پر خطبي لاءِ ان جي سنت هئڻ جو مطلب هي آهي تہ ڪنهن ان ڪان سواءِ خطبو پڙهيو تہ ٿي ويندو پر مڪروه آهي، ڪٿي اوگھڙ نہ ڍڪڻ جو گناهہ ڪيس الڳ ٿيندو. اهڙيءَ طرح مسجد ۾ وڃڻ لاءِ وڏي ناپاڪائي (احتلام وغيره) کان پاڪ هجڻ واجب آهي، پر خطبي لاءِ سنت هجڻ جو مطلب هي آهي تہ خطبو ڪراهت سان ادا ٿي ويندو، پرمسجد ۾ ناپاڪائي هوندي وڃڻ جو گناهہ الڳ ٿيندو.

(٣) خطبو شروع ڪرڻ کان اڳ خطيب جو منبر تي ويهڻ.

(٤) خطيب جو منبر تي هجڻ ۽ منبر جو محراب جي ڪاٻي پاسي هجڻ ۽ رسول الله ﷺ جي پيروي جي نيت سان خطبو پڙهڻ.

(٥) جيڪڏهن منبر نہ هجي تہ عصا (لٺ) هٿ ۾ ڪٽڻ، منبر هجي تہ لٺ هٿ ۾ ڪٽڻ سنت غيرمؤڪده آهي.

(٦) جيڪو شهر تراز (زور) سان فتح ٿيل هجي ان ۾ جيڪڏهن مسلمانن جو حاڪم يا سندس عيوضي خطبو ڏئي تہ خطبي ڏيڻ مهل تراز ٻڇيءَ ۾ لڙڪائي، حاڪم يا سندس عيوضيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ائين نہ ڪري. جيڪو شهر تراز سان فتح ٿيل نہ هجي اتي ائين نہ ڪجي.

(٧) جڏهن خطيب منبر تي ويهجي وڃي تہ ٻي اذان سندس سامهون ڏيڻ، اها اذان خطيب جي سامهون هئڻ گھرجي، ڪٿي منبر سان گڏ پهرين صف ۾ ڏجي يا هڪ ٻن صفن کان پوءِ يا سموري صفن کان پوءِ، مسجد ۾ هجي يا ٻاهر، هر نموني جائز آهي.

(٨) خطبو ٻيهي پڙهڻ، عذر جي صورت ۾ ويهي خطبو پڙهڻ بناڪراهت جي جائز آهي. خطبو ڪنهن ڪتاب مان ڏسي پڙهڻ جائز آهي.

(٩) مسجد ۾ وينل ماڻهن ڏانهن منهن ۽ قبلي ڏانهن پٺي ڪرڻ، ۽ ماڻهن جو قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ.

(١٠) خطبو شروع ڪرڻ کان پهرين پنهنجي دل ۾ اعوذ بالله من الشيطان الرجيم پڙهڻ.

(١١) خطبو ڏاڍيان ايڏي آواز سان پڙهڻ جو ماڻهو ٻڌي سگهن، پر صحيح روايت موجب ايڏي آواز سان پڙهڻ جو ٻه وارا ٻڌي سگهن، فرض آهي (جيئن مٿي خطبي جي فرضن ۾ بيان ڪيو ويو)، ۽ مناسب بلند آواز سان پڙهڻ ٻنهن خطبن ۾ سنت آهي، پر ٻئي خطبي ۾ پهرين جي ڀيٽ ۾ آواز هلڪو هجي.

(١٢) ٻه خطبا پڙهڻ.

(١٣) ٻئي خطبا عربيءَ ۾ پڙهڻ.

(١٤) خطبو الحمد لله سان شروع ڪرڻ.

(١٥) الله تعاليٰ جي اهڙي حمد ۽ ثنا ڪرڻ جيڪا ڪيس جڳائي.

(١٦) ڪلمہ شهادت يعني اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمدا رسول الله چوڻ.

(١٧) درود شريف پڙهڻ.

(١٨) وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ.

(١٩) قرآن شريف جون ڪي آيتون يا ڪا سورت پڙهڻ، ان جو گهٽ ۾ گهٽ اندازو هڪ آيت آهي، ۽ اها ٻنهي خطبن لاءِ ڌار ڌار سنت آهي.

(٢٠) ٻنهي خطبن جي وچ ۾ ايتري جهٽ ويهڻ جنهن ۾ ٽي ڀيرا سبحان الله چئي سگهجي، يا ضرورت آهر وڏيڪ وقفو ڪجي، وچ ۾ نہ ويهڻ چڱو ناهي.

(٢١) ٻئي خطبي ۾ مٿي ذڪر ڪيل شين يعني حمد وثنا، درود

شريف ۽ ڪلمہ شهادت دهرائڻ.

(٢٢) ٻئي خطبي ۾ وعظ ۽ نصيحت جي هنڌ مسلمان مردن ۽ عورتن لاءِ دعا ڪرڻ.

(٢٣) خطبي کي وڏيڪ ڊگهو نہ ڪرڻ، بلڪہ نماز کان هلڪو رکڻ، ٻئي خطبا "طوال مفصل" سورتن مان ڪنهن سورت جيترا هجن، ان کان وڌائڻ مڪروه آهي.

(٢٤) ٻئي خطبي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل، اصحاب ۽ پاڪ بيبين سڳورين، خاص ڪري خلفاءِ راشدين ۽ سائين سڳوري ﷺ جي ٻنهن چاچن حضرت حمزه ۽ حضرت عباس رضي الله عنهم اجمعين جو ذڪر ۽ سندن لاءِ دعا ڪرڻ بهتر ۽ مستحب آهي. مهڙ زماني کان ان تي عمل ٿيندو پيو اچي. وقت جي حاڪم لاءِ عدل ۽ انصاف وغيره جي دعا ڪرڻ، پر انهن جي غلط تعريف ڪرڻ مڪروه تحريمي بلڪہ حرام آهي.

(٢٥) ٻيو خطبو مسنون لفظن "الحمد لله نحمده ونستعينه...." سان شروع ڪرڻ مستحب آهي.

(٢٦) خطبي دوران نمازين کي التحيات ۾ ويهڻ وانگر گوڏن تي ويهڻ مستحب آهي، پلٿي هڻي ويهڻ يا گوڏا اڀا ڪري ويهڻ بہ جائز آهي، يا جنهن بہ نموني سولائيءَ سان ويهي سگهي ويهي رهي.

(٢٧) خطبو ختم ٿيندي ئي تڪبير چئي نماز شروع ڪرڻ.

## خطبي جون جهليل ۽ مڪروه شيون:

(١) جيڪي شيون نماز جي حالت ۾ حرام ۽ منع آهن سي خطبي ۾ بہ حرام ۽ منع آهن. تنهن ڪري جڏهن امام خطبي لاءِ اٿي بيهي تہ ان وقت کان کائڻ پيئڻ، ڳالهائڻ، تسبيح وغيره پڙهڻ، سلام ڪرڻ، سلام ۽ ڇڪ جو جواب ڏيڻ ۽ ٻيا اهڙا مڙيوئي ڪم منع ۽ حرام

تي ويندا آهن. نبي اڪرم ﷺ جو نالو ڪَن تي پيو تہ زبان سان درود شريف نہ پڙهي البت دل ۾ چئي ڇڏي. ويجهي ۽ ڏورانهين سڀ لاءِ اهوئي حڪم آهي. خطيب لاءِ بہ خطبي ۾ ڳالهائڻ مڪروه تحريمي آهي، پر نيڪي جو حڪم ڏيڻ ۽ بدي کان روڪڻ يا ڪو شرعي مسئلو ٻڌائڻ جائز آهي.

(٢) ڪنهن بہ قسم جي نماز پڙهڻ، سجدو ڪرڻ يا قرآن شريف وغيره پڙهڻ منع آهي، ترتيب واري (يعني جنهن جون پنجن کان گهٽ نمازون قضا ٿيل هجن) لاءِ قضا پڙهڻ مڪروهہ ناهي. جيڪڏهن ڪنهن خطبو شروع ٿيڻ کان اڳ جمعي کان پهرين واري سنت موڪده شروع ڪئي هجي تہ معتبر قول موجب خطبي جي شروع ٿيڻ کان پوءِ بہ ان کي جاري رکي ۽ اها پوري ڪري وٺي.

(٣) مهڙ کان پڇاڙيءَ تائين ويٺلن تي خطبوٰ ٻڌڻ واجب آهي، امامہ کي ويجهو هئڻ، پري هجڻ کان افضل آهي، پر ويجهو ٿيڻ لاءِ خطبو شروع ٿيڻ کان پوءِ ماڻهن جا ڪنڌ اورانگهي وڃڻ مڪروه تحريمي آهي، جيڪڏهن اڳيان جڳهہ خالي هجي تہ خطبو شروع ٿيڻ کان پهرين ان ريت وڃڻ جائز آهي.

(٤) خطيب جي دعا ڪرڻ مهل ٻڌڻ وارن لاءِ هٿ کڻڻ ۽ زبان سان آمين چوڻ جائز ناهي، ائين ڪرڻ گناهہ آهي، هٿ کڻڻ کان سواءِ دل ۾ دعا گهرڻ جائز آهي.

(٥) خطبي ۾ درود شريف پڙهڻ وقت خطيب جو ساڄي کاٻي منهن ڪرڻ بدعت آهي، ائين نہ ڪرڻ گهرجي.

(٦) رمضان شريف جي آخري جمعي جي خطبي ۾ ڦوڙاهي ۽ فراق جا مضمون پڙهڻ پاڻ ڪريمن ﷺ ۽ اصحاب سڳورن رضہ ۽ سلف صالحين کان ثابت ناهي، ڪٿي پنهنجي هنڌ مباح آهي، پر انهن جي پڙهڻ

ڪي ضروري سمجهڻ ۽ نہ پڙهڻ واري کي گهٽ وڌ چوڻ چڱو ناهي، پيون بہ ڪيئي خرابيون آهن، جن جي ڪري اهڙن مضمونن کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي تہ جيئن انهن خرابين جو تدارڪ ٿئي.

(٧) جڏهن خطيب خطبي لاءِ منبر تي ويهي تہ ماڻهن کي سلام نہ ڪري، اهوئي معتبر قول آهي.

(٨) خطبي جي سنتن کي پورو نہ ڪرڻ مڪروه آهي.

(٩) جمعي جي پهرين اذان اچڻ کان پوءِ خطبي ۽ جمعي لاءِ "سعي" ڪرڻ واجب آهي ۽ خريداري ۽ ڏي وٺ ڪرڻ يا ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مشغول ٿيڻ مڪروه تحريمي آهي ۽ مسجد منجهہ يا ان جي دروازي تي لين دين ڪرڻ تہ سخت گناهہ آهي. "سعي" مان مراد اطمينان، وقار ۽ بردباريءَ سان وڃڻ ۽ انهن شين کي ڇڏي ڏيڻ آهي جيڪي خطبي ۽ نماز لاءِ وڃڻ کان روڪ بڻجن ٿيون.

(١٠) عربيءَ کي ڇڏي ڪنهن ٻي زبان ۾ خطبو پڙهڻ يا عربيءَ سان گڏ ڪنهن ٻي زبان جا بيت يا تقرير وغيره ملائڻ سنت متوارثہ جي خلاف ۽ مڪروه تحريمي آهي، ڪڏهن ڪڏهن ائين ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي.

## خطبي پڙهڻ جو سنت طريقو:

نماز کان اڳ خطيب منبر تي ويهي ۽ ان جي سامهون مؤذن اذان چوي، جڏهن اذان ختم ٿئي تہ امام نمازين ڏانهن منهن ڪري بيهي ۽ خطبو پڙهي. پهريون خطبو پڙهي ٿورڙي دير لاءِ ويهي رهي پوءِ اٿي ٻيو خطبو پڙهي، جڏهن ٻيو خطبو ختم ٿئي تہ امام منبر تان لهي محراب جي سامهون بيهي رهي ۽ مؤذن دستور موجب تڪبير چوي ۽ نمازي اٿي امام سان گڏ نماز ادا ڪن.

## جمعي نماز جا ڌار ڌار مسئلا:

(١) بهتر اهو آهي تہ جيڪو شخص خطبو پڙهي اهوئي نماز پڙهائي، ڪو ٻيو نماز پڙهائي تہ اهو بہ جائز آهي.

(٢) جيڪڏهن خطبي کان پوءِ امام جو وضو ڀڄي پيو تہ ان لاءِ ڪنهن اهڙي ٻئي شخص کي عيوضي بڻائڻ جائز آهي جيڪو خطبي ۾ موجود هو، جيڪو موجود نہ هيو ان کي عيوضي بنائڻ جائز ناهي. جيڪڏهن نماز ۾ وضو ڀڄي پويس تہ هر شخص کي عيوضي بنائڻ جائز آهي، ڀلي اهو خطبي ۾ موجود هيو يا نہ.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن سمجهدار نابالغ حاڪم جي حڪم سان خطبو پڙهيو ۽ ڪنهن بالغ نماز پڙهائي تہ جائز آهي، اهوئي معتبر قول آهي.

(٤) خطبي جي ختم ٿيڻ کان فورا پوءِ تڪبير چئي نماز شروع ڪري ڇڏڻ سنت آهي، يعني خطبي ۽ تڪبيرجي وچ ۾ ڪو دنياوي ڪم ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، جيڪڏهن وچوٽي گهڻي هجي تہ خطبو ٻيهر پڙهڻ گهرجي، پر ڪنهن ديني ڪم، مثال طور ڪنهن کي مسئلو ٻڌائڻ يا نيڪي جي حڪم ڏيڻ ۽ بدي کان روڪڻ يا وضو ڀڄي پوي تہ وضو لاءِ وڃڻ جي ڪري دير ٿئي تہ ڪا ڪراهت ناهي ۽ خطبو ٻيهر پڙهڻ جي ضرورت نہ آهي.

(٥) جمعي نماز جي نيت لاءِ عربي ۾ هينئن چوي: "نويت ان اصلي رڪعتي الفرض صلاة الجمعة"، يا سنڌي ۾ هي چئي: "مان جمعي نماز فرض جون ٻہ رڪعتون پڙهڻ جي نيت ڪئي" ٻيا لفظ ٻين نيتن وانگر چئي.

(٦) جمعہ نماز جو فرض ٻہ رڪعتون آهن، امام هر رڪعت ۾

الحمد کان پوءِ کا بہ سورت پڙهي سگهي ٿو، ٻنهي رکعتن ۾ قراءت جهر سان (ڏاڍيان) ڪري. ڪڏهن پهرين رکعت ۾ سورت جمعہ ۽ ٻي رکعت ۾ سورت منافقون يا پهرين رکعت ۾ سبح اسم ربک الاعلیٰ ۽ ٻيءَ ۾ هل اتاک حديث الغاشيہ پڙهي پر هميشہ اهي نہ پڙهندو رهي.

(٧) جيڪڏهن مجبوري يعني گهڻي رش هئڻ خاطر جمعي نماز ۾ ڪنهن نمازي جي پٺي تي سجدو ڪيائين تہ جائز آهي.

(٨) جيڪو شخص جمعي نماز ۾ التحيات يا سجده سهو ۾ يا سجده سهو کان بعد واري التحيات ۾ شامل ٿيو تہ ان کي ڪيپي تہ جمعي جي نيت ڪري شامل ٿئي ۽ شيخين (امام ابوحنيفہ ۽ ابويوسف رح) وٽ اهو جمعي جي نماز پوري ڪري، ڪٿي مسافر هجي يا مقيم. مسبوق کي سندس مسبوقانہ نماز ۾ اختيار آهي تہ قراءت ڏاڍيان ڪري يا هوريان.

(٩) جيڪو شخص ٻين نمازن ۾ امام بنجڻ جي لائق آهي اهو جمعي نماز جي امام بنجڻ جو پڻ لائق آهي، تنهن ڪري مسافر، غلام يا مريض جمعي نماز جو امام بنجي سگهي ٿو.

(١٠) جنهن تي جمعو فرض آهي تنهن لاءِ شهر ۾ جمعو نماز ادا ڪرڻ کان پهرين ظهر نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي ۽ ڪن وٽ حرام آهي، مٿس ظهر پڙهڻ کان پوءِ بہ جمعي لاءِ وڃڻ فرض آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن کي جمعو نماز نہ ملي، ۽ ٻي هنڌ بہ نہ ملي سگهيس تہ هاڻ مٿس ظهر پڙهڻ فرض آهي، پر ڪيس جمعي جي ڇڏڻ جو گناهہ ٿيندو. جيڪي معذور آهن، جهڙوڪ بيمار ۽ مسافر وغيره، انهن لاءِ مستحب هي آهي تہ جيستائين امام جمعي نماز کان فارغ نہ ٿئي ان وقت تائين ظهرادا نہ ڪن، ان کان اڳ ظهر ادا ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي.

(١١) جيڪڏهن ڪو ڳوٺاڻو جمعو پڙهڻ لاءِ شهر آيو ۽

سندس وڏو مقصد جمعو پڙهڻ آهي جيتوڻيڪ ٻيا ڪم ڪاريون ڪرڻ جو پڻ ارادو اٿس تہ ڪيس جمعي جو ثواب ملندو.

(١٢) هڪ شهر جي ڪيئي مسجدن ۾ جمعو نماز پڙهڻ جائز آهي، پر بهتر اهو آهي تہ هڪ شهر جي هڪ ئي مسجد ۾ سڀ ماڻهو گڏ ٿي جمعو نماز ادا ڪن.

(١٣) هڪ مسجد ۾ ٻيهر جمعي نماز جي امامت ڪرڻ جائز ناهي، ڪٽي ڪيترن ئي ماڻهن کان جمعو رهجي وڃي، ڪنهن ٻي اهڙي مسجد ۾ وڃي جمعي ۾ شامل ٿين جتي هميشہ جمعو نماز ٿيندي هجي ۽ ڪين نماز ملڻ جي اميد هجي. جيڪڏهن ڪين اهڙي ڪنهن مسجد ۾ جمعو نماز نہ ملي سگهي تہ ڪنهن اهڙي مسجد ۾ وڃي الڳ الڳ ظهر نماز ادا ڪن جتي جمعو نماز نہ ٿيندي هجي، جماعت سان نماز نہ پڙهن ۽ نہ وري جمعو نماز پڙهن.

## جمعي جون سنتون ۽ مستحب:

(١) هر مسلمان کي خميس جي ڏينهن کان جمعي جو اهتمام ڪرڻ گهرجي، ان ڏينهن عصر جي وقت کان وڌ ۾ وڌ استغفار وغيره ڪرڻ گهرجي، صاف ڪپڙا ۽ خوشبوءِ وغيره تيار رکڻ گهرجي.

(٢) جمعي جي ڏينهن هيٺيان وار ۽ بغلن جا وار وٺڻ گهرجن، مٿي جا وار، مڇون ۽ ننهن وترائڻ گهرجن، جيڪڏهن اهي گهڻو وڌيل نہ هجن تہ بهتر هي آهي تہ جمعي کان پوءِ وترائجن، نہ تہ جمعي نماز کان اڳ وترائڻ افضل آهي. ڪن فقيهن وٽ هر حالت ۾ انهن کي اڳ ۾ وترائڻ افضل آهي، حديثن سان بہ ان جي تائيد ٿئي ٿي، والله اعلم بالصواب. ڏندڻ ۽ غسل ڪرڻ گهرجي، غسل واري وضو سان ئي جمعو نماز ادا ڪرڻ افضل آهي. جيڪڏهن غسل کان پوءِ وضو ڀڄي پوي ۽

نئين وضو سان نماز ادا ڪجي تڏهن بہ غسل جي سنت ادا ٿي ويندي.
سٺا ڪپڙا پهرڻ گهرجن، بهتر هي آهي تہ اڇي رنگ جا هجن جمعي ۽
عيد جا ڪپڙا ٻين ڏينهن جي پوشاڪ کان الڳ هجن تہ بهتر آهي، اها
ڳالهہ زهد جي خلاف ناهي. ٿي سگهي تہ تيل ۽ خوشبوءِ وغيره
لڳائجي، افضل خوشبوءِ اها آهي جنهن ۾ مشڪ سان گڏ گلاب مليل
هجي.

(٣) جامع مسجد ۾ گهڻو اڳي وڃڻ گهرجي ۽ پهرين صف ۾
جاءِ وٺڻ جي ڪوشش ڪجي، جيڪو جيترو اڳ ويندو اوتروئي ڪيس
ثواب وڏيڪ ملندو. پر جڳہ رکڻ لاءِ سوير مصلو وجهي هليو وڃڻ
ٺيڪ ناهي، البت جيڪڏهن پهريان اچي ذڪر فڪر ۽ ورد وظيفي ۾
مشغول رهيو، پوءِ ڪنهن ضرورت جي ڪري ويٺو پيس ۽ ڪو ڪپڙو
وغيره پنهنجي جڳہ تي رکي ويو تہ ان ۾ ڪو حرج ناهي.

(٤) جمعي نماز لاءِ پيدل وڃڻ مستحب آهي، سواري تي وڃڻ
بہ جائز آهي.

(٥) جمعي جي ڏينهن سورت ڪهف پڙهڻ ۾ وڏو ثواب آهي،
ڪٿي جمعي نماز کان پهريان پڙهي يا بعد ۾، يا جمعي جي رات پڙهي،
رات يا ڏينهن جي شروعات ۾ پڙهڻ افضل آهي. جمعي جي ڏينهن يا
رات جو سورت دخان ۽ سورت يلس پڙهڻ جي پڻ فضيلت آيل آهي.

(٦) جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهڻ جو ثواب ٻين ڏينهن
کان وڏيڪ آهي، تنهن ڪري درود شريف گهڻو پڙهجي.

(٧) جمعي جي ڏينهن قبرستان وڃڻ مستحب آهي.

# عيدن جي نماز جو بيان

## عيدن جي نماز جو حڪم وغيره:

شوال مهيني جي پهرين تاريخ کي عيدالفطر ۽ ذوالحج جي ڏهين تاريخ کي عيدالاضحيٰ چئجي ٿو. اسلام ۾ اهي ٻئي عيد ۽ خوشيءَ جا ڏينهن آهن جن ۾ شڪراني طور انهن ماڻهن تي ٻه ٻه رڪعتون پڙهڻ واجب آهي جن تي جمعو فرض آهي. جمعي نماز جي فرض ۽ صحيح هئڻ لاءِ جيڪي شرط مٿي بيان ٿي چڪا آهن اهي ساڳيا شرط عيدن جي نماز لاءِ پڻ آهن، خطبي کان سواءِ جو جمعي جي نماز ۾ خطبو فرض ۽ شرط آهي ۽ ان جو نماز کان پهريان پڙهڻ ضروري آهي، جڏهن ته عيد نماز ۾ خطبو شرط يعني فرض ناهي پر سنت آهي ۽ نماز کان پوءِ پڙهيو ويندو آهي. عيد جو خطبو نماز کان پهريان پڙهڻ يا بنهه ڇڏي ڏيڻ چڱو ناهي، پر نماز ٿي ويندي آهي. عيد جو خطبو بلڪه ٻيا سڀ خطبا ٻڌڻ، جمعي جي خطبي وانگر واجب آهي، خطبي جي دوران ڳالهائڻ، کائڻ، پيئڻ، سلام ڪرڻ يا سلام جو جواب ڏيڻ ۽ اهڙيون ٻيون سڀ ڳالهيون منع، حرام ۽ مڪروه تحريمي آهن، تفصيل مٿي جمعي جي خطبي ۾ بيان ٿي چڪو آهي. عيد نماز لاءِ اذان ۽ تڪبير نه چئي ويندي. بناڪنهن سبب جي عيد نماز نه پڙهڻ گمراهي ۽ بدعت آهي. ننڍڙي ڳوٺ ۾ جتي جمعو پڙهڻ صحيح ناهي عيد نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، يعني اها نفل شمار ٿيندي ۽ نفل جماعت سان پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي. عيدالفطر يا عيدالاضحيٰ جمعي جي ڏينهن ٿئي ته جمعو ۽ عيد نماز ٻنهي جو ادا ڪرڻ ضروري آهي.

## عيد واري ڏينهن جون سنتون ۽ مستحب:

(١) عيد جي ڏينهن سوير سجاڳ ٿيڻ ۽ صبح جي نماز پنهنجي محلي جي مسجد ۾ پڙهڻ.

(٢) غسل ڪرڻ. جيڪڏهن ڪنهن رمضان جي آخري جمعي تي مٿي جا وار، مڇون ۽ ننهن وغيره نہ وترايا هجن تہ عيدالفطر جي ڏينهن وترائڻ سنت آهي، جڏهن تہ عيدالاضحيٰ ۾ قرباني ڪرڻ واري لاءِ نماز ۽ قرباني ڪرڻ کان پوءِ وار وغيره وترائڻ مستحب آهي، اهڙي شخص کي کپي تہ ذوالحج شروع ٿيڻ کان پهريان وار ۽ ننهن وغيره ڪترائي ڇڏي. انهن ڏينهن ۾ نہ ڪترائڻ مستحب آهي جيئن حاجين سان مشابهت (هڪجهڙائي) پيدا ٿئي، پر جيڪڏهن ڪو ذوالحج شروع ٿيڻ کان پهريان نہ ڪترائي سگهيو هجي ۽ اهي وڏا ٿي ويا هجن تہ ڪترائي ڇڏي.

(٣) ڏندڻ ڪرڻ — (٤) پاڻ وٽ جيڪي ڪپڙا هجن تن مان سٺا ڪپڙا پهرڻ، ڪٿي نوان هجن يا ڌوتل، اڇا هجن يا ڪنهن ٻئي رنگ جا هجن.

(٥) خوشبوءِ هڻڻ - (٦) منڊي پهرڻ-

(٧) عيدالفطر جي ڏينهن عيدگاه وڃڻ کان پهريان ڪا مٺي شيءِ جهڙوڪ ڇهارا يا ڪارڪون کائڻ افضل آهي.عيدالاضحيٰ ۾ نماز کان پهريان ڪجهہ بہ نہ کائڻ مستحب آهي. جيڪڏهن ڪو کائي تہ مڪروه ناهي، پر مستحب هي آهي تہ ان ڏينهن سڀ کان پهريان قرباني جو گوشت کائجي.

(٨) جن تي فطرانو واجب آهي عيد نماز کان پهريان اهو ادا ڪرڻ. عيدالفطر جي موقعي تي سرندي وارن تي فطرانو واجب آهي،

عيدالاضحيٰ ۾ ناهي، پر انهن تي بعد ۾ قرباني ڪرڻ واجب آهي.

(٩) سرور ۽ خوشي ظاهر ڪرڻ.

(١٠) سگهه آهر گهڻو صدقو ۽ خيرات ڪرڻ.

(١١) عيد گاهه ڏانهن جلدي وڃڻ.

(١٢) پيادو وڃڻ افضل آهي، سواري تي وڃڻ به جائز آهي.

(١٣) جيڪڏهن ڪيئي هنڌن تي عيد نماز ٿيندي هجي تڏهن به عيد گاهه ڏانهن وڃڻ سنت آهي.

(١٤) شان ۽ اطمينان سان وڃڻ، جن شين کي ڏسڻ ناجائز آهي تن کان نظرون هٽائڻ ۽ نگاهه جهڪي رکڻ.

(١٥) عيدالفطر جي نماز لاءِ ويندي رستي ۾ آهستي (يعني سري طورتي) تڪبير چوندي وڃڻ، جڏهن ته عيدالاضحيٰ جي نماز لاءِ ويندي ڏاڍيان (جهر سان) تڪبير چوندي وڃڻ، عيدگاهه پهچڻ کان پوءِ تڪبير بند ڪري ڇڏجي. تڪبير جا لفظ هن ريت آهن: "الله اڪبر الله اڪبر، لا اله الا الله والله اڪبر، الله اڪبر ولله الحمد".

(١٦) نماز کان پوءِ ٻئي رستي سان واپس اچڻ.

(١٧) هڪ ٻئي کي مبارڪباد ڏيڻ، جهڙوڪ هيئن چوڻ: الله تعاليٰ اسان ۽ اوهان کان قبول فرمائي، يا هيئن چوڻ: عيد مبارڪ هجي.

(١٨) عيد نماز کان پهريان گهر يا عيدگاهه ۾ نفل نماز نه پڙهڻ ۽ عيد نماز کان پوءِ عيد گاهه ۾ نفل نه پڙهڻ ۽ عيد نماز کان واپس اچڻ کان بعد گهر ۾ چار يا ٻه رڪعتون نفل پڙهڻ، چار رڪعتون افضل آهن.

## عيدن جون مڪروه ڳالهيون:

(١) سنتن ۽ مستحب ڳالهين جو خيال نه رکڻ.

(٢) عيد نماز لاءِ منبر عيدگاهہ ڪٺي وڃڻ مڪروه تنزيهي ۽ خلاف اوليٰ آهي، عيدگاهہ ۾ منبر ٺاهڻ مڪروه ناهي، پر اڇوڪي زماني ۾ بهتر آهي.

(٣) عيد نماز ڪان پهريان نفل پڙهڻ هر ڪنهن لاءِ (مطلقا) مڪروه آهي ڪٿي گهر ۾ پڙهجن يا عيدگاهہ ۾، عيد نماز ڪانپوءِ عيدگاهہ ۾ پڙهڻ مڪروه آهي پر گهر ۾ پڙهڻ مستحب آهي.

(٤) عيد نماز ڪان پهريان قضا ٿيل فجر جي نماز پڙهڻ ۾ ڪو حرج ناهي، جيڪڏهن ڪنهن فجر جي قضا نہ پڙهي تہ عيد نماز ٿي ويندي، ڪٿي نمازي "ترتيب وارو" ئي هجي.

(٥) عيد نماز ڪان پوءِ هٿ ملائڻ ۽ ياڪر پائي ملڻ هر حالت ۾ بدعت ۽ مڪروه آهي، ان ڪان پاسو ڪرڻ کپي.

## عيد نماز جو وقت:

(١) ٻنهي عيد نمازن جو وقت سج جي هڪ نيزي جيترو مٿي چڙهڻ ڪان شرعي نصف النهار (اڌ ڏينهن) ڪان پهريان تائين آهي.

(٢) افضل هي آهي تہ عيدالاضحيٰ جي نماز سوير ادا ڪجي تہ جيئن قرباني جلد ٿئي، جڏهن تہ عيد الفطر ديرسان ادا ڪجي تہ جيئن ماڻهو فطراڻو ڏئي سگهن.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن عذر جي ڪري عيدالفطر جي نماز عيد واري ڏينهن ادا نہ ٿي سگهي تہ ٻئي ڏينهن مٿي بيان ڪيل وقت تي ادا ڪجي، پر اها قضا ليکي ويندي، ادا نہ چئبي. عذر ڪان سواءِ ٻي ڏينهن ۽ عذر جي ڪري ٽئين ڏينهن عيدالفطر جي نماز جائز نہ آهي.

(٤) عيدالاضحيٰ جي نماز عذر جي ڪري ٻارهين تاريخ تائين، بناڪراهت جي، پڙهي سگهجي ٿي، پهرين ڏينهن ڪان پوءِ اها قضا ليکي

ويندي ۽ عذر کان سواءِ ٻارهين تاريخ تائين ادا ڪري سگهجي ٿي، ڪٿي مڪروه آهي ۽ ڇگو ناهي. عيدالفطرجي ٻئي ڏينهن ادا ٿيڻ لاءِ عذر شرط آهي، نہ تہ جائز ناهي. (جيئن مٿي بيان ڪيو ويو).

## عيد نمازن جو طريقو:

نماز عيدالفطر جي نيت جا عربي لفظ هي آهن: "نويت ان اصلي رکعتي الواجب صلاة عيد الفطر مع ست تکبيرات واجبة"، سنڌيءَ ۾ هن ريت چئجي: "مان ٻہ رکعتون واجب نماز عيدالفطر ڇهن واجب تڪبيرن سان پڙهڻ جي نيت ڪئي". عيدالاضحيٰ جي نيت ۾ 'صلاة عيدا الفطر' بدران 'صلاة عيدالاضحيٰ' چئجي، ٻيا لفظ ٻين نيتن وانگر چئجن، واجب جو لفظ چوڻ شرط ناهي پر بهتر آهي. امام ۽ مقتدي اها نيت ڪري تڪبير تحريمہ چئي دستور موجب هٿ ٻڌن ۽ ثنا (سبحانڪ اللهم......) پڙهن، پوءِ ٻئي هٿ ڪنن تائين ڪڻندي الله اڪبر چون ۽ لڙڪائي ڇڏن، ان ريت ٽي ڀيرا تڪبير چون، پر ٽئين تڪبير کان پوءِ هٿ نہ لڙڪائن بلڪہ دستور موجب دن جي مٿان ٻڌي بيهن، امام انهن ٽنهي تڪبيرن جي وچ ۾ ٽي ڀيرا سبحان الله چوڻ جيترو يا ضرورت آهر وڌيڪ وقفو ڪري، پوءِ امام اعوذ بالله ۽ بسم الله آهستي پڙهي الحمد شريف ۽ ڪا سورت ڏاڍيان پڙهي. مستحب آهي تہ سورت الاعليٰ پڙهي ۽ مقتدي ماٺ رهن، پوءِ رڪوع ۽ سجدو ڪن، ۽ جڏهن ٻي رکعت لاءِ اٿي بيهن تہ امام پهريان الحمد ۽ سورت ڏاڍيان قراءت ڪري، سورت الغاشيہ پڙهڻ افضل آهي، مقتدي ماٺ رهن، قراءت ختم ڪرڻ کان پوءِ رڪوع ۾ وڃڻ کان پهريان ٽي زائد تڪبيرون پهرين رکعت وانگر چوي، هاڻ ٽئين تڪبير تي هٿ ڇڏي ڏئي، پوءِ بناهٿ ڪڻڻ جي چوٿين تڪبير چئي رڪوع ۾ وڃن ۽ دستور موجب نماز پوري ڪن.

مطلب تہ ٻنهي عيد نمازن ۾ ڇهہ زائد (وڌيڪ) تڪبيرون چوڻ واجب آهي، ٽي تڪبيرون پهرين رڪعت ۾ تڪبير تحريمہ ۽ ثنا کان بعد، اعوذ. بسم الله ۽ الحمد کان پهريان ۽ ٽي تڪبيرون ٻي رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهڻ کان پوءِ، رڪوع ۾ وڃڻ کان پهريان چوي، اهوئي افضل آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن ٻي رڪعت ۾ پهرين رڪعت وانگر اعوذ. بسم الله ۽ الحمد کان پهرين چئي ڇڏيون تہ بہ جائز آهي.

## عيد جي خطبي جا مسئلا:

نماز پوري ڪرڻ کان پوءِ امام ٻہ خطبا پڙهي، جمعي جي خطبي وانگر، ٻنهي خطبن جي وچ ۾ ٽن تسبيحن جيترو ويهي. جيڪي شيون جمعي جي خطبي ۾ سنت يا مڪروه آهن، اهي ساڳيون ٻنهي عيدن جي خطبي ۾ پڻ سنت يامڪروه آهن، پر ٻن شين جو فرق آهي: هڪ هي تہ عيدن ۾ خطبي کان پهريان تڪبير چوڻ سنت آهي پر جمعي ۾ ائين ناهي (پنج خطبا تڪبير سان شروع ڪرڻ سنت آهي: ٻنهي عيدن جا خطبا ۽ حج جا ٽي خطبا) ٻيو هي تہ جمعي ۾ خطبي کان پهريان خطيب لاءِ منبر تي ويهڻ سنت آهي جڏهن تہ عيدن ۾ سنت ناهي، تنهن ڪري جڏهن خطيب منبر تي چڙهي تہ ويهي نہ، پر بيهي خطبو شروع ڪري ڇڏي. عيدالفطرجي خطبي ۾ تڪبير، تسبيح، لا اله الا الله، الحمد لله ۽ نبي سڳوري ﷺ تي درود شريف پڙهي. مستحب اهو آهي تہ خطبي جي مهڙ ۾ لاڳيتو نو (٩) ڀيرا الله اڪبر چوي ۽ ٻئي خطبي جي مهڙ ۾ لاڳيتو ست ڀيرا ۽ منبر تان لهڻ کان پهريان لاڳيتو چوڏهن ڀيرا الله اڪبر چوي. عيدالاضحيٰ جي خطبي ۾ پڻ عيدالفطر جي خطبي وانگر پهريان خطبي جي شروعات ۾ ٩ ڀيرا ۽ ٻئي خطبي جي شروعات ۾ ست ڀيرا ۽ منبر کان لهڻ وقت ١۴ ڀيرا الله اڪبرچوڻ مستحب آهي،

ان سان گڏوگڏ تسبيح، تهليل، تحميد ۽ درود شريف پڻ پڙهي ۽ وعظ نصيحت ڪري، ذبح ۽ قرباني ڪرڻ جا مسئلا ۽ "ايام تشريق" جون تڪبيرون سيکاري. جمعي جي سمورن مستحبن ۽ سنتن تي انهن خطبن ۾ بہ عمل ڪري.

## عيد نمازن جا ڌار ڌار مسئلا:

(١) جيڪڏهن مقتدي اهڙي امام جي پٺيان عيد نماز پڙهي جنهن وٽ زائد تڪبيرن ۾ هٿ نہ کڻڻا آهن تہ مقتدي کي هٿ کڻڻ گهرجن.

(٢) جيڪڏهن مقتدي ڇهن کان وڌيڪ تڪبيرون چئي تہ جيڪڏهن امام جي ويجهو هجي ۽ سندس آواز ڪيس ٻڌڻ ۾ اچي تہ تيرهن تڪبيرن تائين مقتدي امام جي پيروي ڪري، تيرهن کان وڌيڪ تڪبيرن ۾ سندس پيروي نہ ڪري، ڇوتہ تيرهن کان وڌيڪ تڪبيرون اصحاب سڳورن رضہ کان نہ آيل آهن ۽ ڪنهن فقيہ جو مذهب بہ ناهي. جيڪڏهن امام کان پري هجي ۽ تڪبيرون ڪنهن ٻئي کان ٻڌي تہ جيتريون ٻڌي سين جي پيروي ڪري، ڇوتہ ان ۾ تڪبيرن جي غلطي جو امڪان آهي، ان ڪري امام جي تڪبيرن جي چڱيءَ طرح ڄاڻ حاصل ڪرڻ ممڪن نہ آهي.

(٣) جڏهن ڪو شخص پهرين رڪعت ۾ اهڙي وقت پهتو جو امام عيد جون زائد تڪبيرون چئي چڪو هو ۽ اڃان قيام ۾ هيو تہ ڪس نيت ٻڌي عيد جون تي تڪبيرون چئي ڏي، ڪٽي امام قراءت شروع ڪري چڪو هجي.

(۴) جيڪڏهن عيد نماز ۾ ڪو شخص اهڙي وقت پهتو جڏهن امام رڪوع ۾ هو تہ جيڪڏهن ڪيس غالب گمان اهو آهي تہ

تي زائد تڪبيرون چوڻ کان پوءِ رڪوع ۾ شامل ٿي سگهندو ته تڪبير تحريمه کانپوءِ زائد تڪبيرون چئي پوءِ رڪوع ۾ وڃي، ۽ جيڪڏهن اهڙو غالب گمان نه اٿس ته تڪبير تحريمه کان پوءِ رڪوع ۾ هليو وڃي ۽ رڪوع جي تسبيح بدران بنا هٿ کڻڻ جي اهي ٿي زائد تڪبيرون چئي وٺي، جيڪڏهن ٿي تڪبيرون پوريون ڪرڻ کان پهريان امام رڪوع ختم ڪري سڌو ٿي بيهي ته ان کي به رهيل تڪبيرون ڇڏي رڪوع ختم ڪرڻ ۾ امام جي پيروي ڪرڻ گهرجي، رهيل تڪبيرون کانئس معاف ٿي وينديون. جيڪڏهن امام سان رڪوع کان پوءِ "قومه" ۾ اچي شامل ٿئي ته ان وقت تڪبيرون نه چئي، ۽ جڏهن امام جي سلام ورائڻ کان پوءِ پنهنجي رهيل پهرين رڪعت پڙهي ته ان ۾ اهي تڪبيرون ادا ڪري، پر ان رهيل رڪعت ۾ ثناء کان بعد ۽ الحمد کان پهرين نه چئي بلڪه الحمد ۽ سورت جي قراءت کان فارغ ٿي رڪوع ۾ وڃڻ کان پهريان چئي.

(٥) جيڪڏهن عيد نماز ۾ ان وقت شريڪ ٿئي جڏهن امام التحيات پڙهي چڪو هجي ۽ اڃان سلام نه ورايو اٿس يا سجده سهو لاءِ سلام ورايو اٿس پر اڃان سجده سهو نه ڪيو اٿس يا سجده سهو ڪري چڪو آهي پر ان کان پوءِ واري التحيات ۾ آهي ۽ اڃان آخري سلام نه ورايو اٿس ته ان کي کپي ته امام جي فارغ ٿيڻ کان پوءِ رهيل نماز پوري ڪري ۽ ٻنهي رڪعتن ۾ پنهنجي پنهنجي هنڌ تڪبيرون چئي، اهڙو شخص عيد نماز ۾ شامل ليکيو ويندو.

(٦) جيڪڏهن مقتدي ٻي رڪعت ۾ شامل ٿئي ته پهرين رڪعت جون تڪبيرون ان وقت نه چئي پر جڏهن پنهنجي رهيل رڪعت پڙهي ته ان وقت قراءت کان پوءِ رڪوع ۾ وڃڻ کان پهريان چئي، جيئن مٿي نمبر ۴ ۾ بيان ٿيو، ۽ جيڪڏهن ٻي رڪعت جون تڪبيرون

امام سان گڏ نہ ملن يعني هو ٻي رڪعت جي رڪوع ڪان پوءِ شامل ٿئي ۽ ڪيس ٻي رڪعت امام سان نہ ملي تہ ٻئي رڪعتون مسبوقانہ نموني پڙهي، ۽ زائد تڪبيرون هر رڪعت ۾ پنهنجي پنهنجي هنڌ پڙهي جيئن نمبر ٥ ۾ بيان ٿيو.

(٧) "لاحق" امام جي مذهب مطابق تڪبيرون چئي، يعني پنهنجي لاحقانہ نماز ۾ اوتريون تڪبيرون چئي جيتريون امام چيون هجن ڇوتہ اهو ڄڻڪ امام جي پٺيان آهي، جڏهن تہ مسبوق پنهنجي مذهب مطابق تڪبيرون چئي.

(٨) جيڪڏهن امام ڪان عيد نماز جي پهرين رڪعت ۾ زائد تڪبيرون رهجي ويون ۽ الحمد شروع ڪري ڇڏيائين تہ ڪيس قراءت ڪان بعد تڪبيرون چوڻ گهرجن، ۽ جيڪڏهن رڪوع ۾ ياد اچن تہ رڪوع ۾، اٿڻ ڪان پهرين، چئي ڇڏي ۽ قراءت ٻيهر نہ ڪري، ۽ جيڪڏهن ٻي رڪعت ۾ تڪبيرون چوڻ وساري ويهي ۽ رڪوع ۾ هليو وڃي تڏهن بہ رڪوع ۾ چئي ڇڏي ۽ قيام ڏانهن واپس نہ اچي. جيڪڏهن قيام ڏانهن موٽي اچي تہ بہ جائز آهي، نماز نہ ڀڄندي، پر ٻيهر رڪوع ڪري، قراءت ٻيهر نہ ڪري.

(٩) عيد نماز ۾ ٻي رڪعت جي رڪوع ۾ وڃڻ لاءِ تڪبير واجب آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن امام ڪان سڀ يا ڪي زائد تڪبيرون يا رڪوع ۾ وڃڻ جي تڪبير رهجي وڃي تہ سجده سهو واجب ٿيو پوي، سجده سهو ڪجي تہ جائز آهي، پر جمعي ۽ عيد نماز ۾ ماڻهن جي انبوهہ ڪري سجده سهو نہ ڪرڻ افضل آهي، ڪٿي ڪهڙي بہ سببان واجب ٿيو هجي، انهن واجب تڪبيرن ڪي ڄاڻي ٻجهي ڇڏي ڏيڻ مڪروه تحريمي آهي.

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن ڪي عيد نماز نہ ملي هجي يا شامل تہ

ٿيو هجي پر سندس نماز پڇي پئي هجي ۽ ٻيا سڀ ماڻهو پڙهي چڪا هجن ته اهو شخص اڪيلي سر عيد نماز نٿو پڙهي سگهي، ڇوته ان لاءِ جماعت شرط آهي، ۽ نماز پڇي پوڻ جي صورت ۾ قضا به لازم ناهي، پر جيڪڏهن ڪنهن ٻئي هنڌ عيد نماز ملي سگهندي هجي ته اتي وڃي شامل ٿئي، ڇوته عيد نماز (سڀن فقيهن وٽ) هڪ ئي شهر ۾ گهڻن هنڌن تي جائز آهي. جيڪڏهن ڪيترن ئي ماڻهن کي عيد نماز نه ملي هجي ته اهڙي ٻي مسجد ۾ عيد نماز جماعت سان پڙهن جتي عيد نماز نه پڙهي وئي هجي، انهن مان ڪو هڪ امام بنجي وڃي، جيڪڏهن اها صورت به ممڪن نه هجي ۽ ٻئي هنڌ به نماز نه ملي ته هرهڪ گهر وڃي چار رڪعتون چاشت نماز پڙهي ڇڏي، انهن ۾ زائد تڪبيرون نه چئي، ڇوته اها عيد نماز جي قضا ناهي پر چاشت جا نفل آهن.

(١١) جيڪڏهن امام عيدالفطر جي نماز پڙهائي ۽ نماز کان پوءِ سج لڙڻ ۽ ماڻهن جي ڪنڌري وڃڻ کان اڳ خبر پئي ته امام بي وضو هو ته ان صورت ۾ نماز ٻيهر پڙهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن سج لڙڻ کان اڳ ماڻهن جي ڪنڌري وڃڻ کان پوءِ خبر پئي ته هاڻ نماز ٻيهر نه پڙهجي، نه ان ڏينهن ۽ نه وري ٻئي ڏينهن، ۽ جيڪڏهن سج لڙڻ کان پوءِ خبر پئي ته ٻئي ڏينهن نماز ٻيهر پڙهن، ۽ جيڪڏهن ٻئي ڏينهن سج لڙڻ کان پوءِ خبر پئي ته ٻيهر نه پڙهن. جيڪڏهن عيدالاضحيٰ ۾ ائين ٿئي ته جيڪڏهن انهيءَ ڏينهن سج لڙڻ کان اڳ خبر پوي ته سڀن ماڻهن کي اطلاع ڏيڻ لاءِ پڙو ڏجي ۽ نماز ٻيهر پڙهجي، اطلاع ملڻ کان پهريان جنهن قرباني ڪري ڇڏي هجي ته سندس قرباني جائز آهي، اطلاع ملڻ کان پوءِ سج لڙڻ تائين قرباني جائز ناهي، جيڪڏهن سج لڙڻ کان پوءِ خبر پئي ۽ ماڻهن قرباني ڪري ڇڏي آهي ته سندن قرباني جائز آهي، ٻئي ڏينهن نماز ٻيهر پڙهن، ٻئي ڏينهن خبر پوي ته سج لڙڻ

کان پهريان نماز پيهر پڙهن ۽ جيڪڏهن سج لڙي چڪو هجي تئين ڏينهن (١٢ ذوالحج تي) سج لڙڻ کان پهريان پڙهي ڇڏن، تئين ڏينهن سج لڙڻ کان پوءِ خبر پوي ته هاڻ پيهر نه پڙهن.

(١٢) جيڪڏهن عيد نماز جي وقت جنازو به موجود هجي ته اڳ ۾ عيد نماز ادا ڪئي ويندي، ۽ جنازي نماز خطبي کان اڳ ادا ڪئي ويندي.

(١٣) عيد نماز يا خطبي کان بعد دعا گهرڻ منقول ناهي، پر جيئن ته عام طرح سان نماز کان پوءِ دعا گهرڻ سنت آهي ان ڪري عيد جي موقعي تي نماز کان پوءِ دعا گهرڻ افضل هئڻ کپي، نماز کان پوءِ بدران خطبي کان پوءِ دعا گهرڻ افضل هئڻ جي خلاف هجڻ گهرجي، پنهي هنڌن تي دعا نه گهرڻ جي پڻ گنجائش آهي.

## ايام تشريق جي تڪبيرن جو بيان:

(١) عرفه جي ڏينهن يعني نائين ذوالحج، قرباني جي ڏينهن يعني ڏهين ذوالحج ۽ ايام تشريق يعني ١١ کان ١٣ ذوالحج، (انهن پنجن ڏينهن ۾) تشريق جون تڪبيرون چيون وينديون آهن.

(٢) اهي تڪبيرون چوڻ واجب آهي.

(٣) انهن تڪبيرن جو وقت عرفه يعني ٩ ذوالحج جي فجر نماز کان شروع ٿيندو آهي ۽ ١٣هين ذوالحج جي ڏينهن عصر نماز تائين آهي، اهي سڀ ٢٣ نمازون آهن جن کان پوءِ اها تڪبير واجب آهي.

(٤) تڪبير اوچي آواز سان هڪ ڀيرو چوڻ واجب آهي، ذڪر طور ٻه يا ٽي ڀيرا چوڻ افضل آهي، زائفون تڪبير چوڻ گهرن ته هوريان چون.

(٥) اها تڪبير نماز جو سلام ورائڻ کان فورا پوءِ چوڻ واجب

آهي، جيڪڏهن ڇاٽي واٽي يا پل ۾ مسجد کان نڪري ويو يا وضو ڀڄي پيس تہ اها تڪبير معاف ٿي ويندي، مقتدي لاءِ امام کان پهريان تڪبير چوڻ جائز آهي، پر مستحب هي آهي تہ امام کان پوءِ چوي، جيڪڏهن امام کان تڪبير چوڻ وسري وڃي تہ مقتدي فورا ڇٽي ڇڏن، امام جو انتظار نہ ڪن.

(٦) تڪبير جا لفظ هي آهن: الله اڪبر الله اڪبر لا اله الا الله، والله اڪبر الله اڪبر ولله الحمد.

(٧) ان جا شرط هي آهن: مقيم هئڻ، شهر ۾ هجڻ، فرض نماز مستحب جماعت سان پڙهڻ، ان ڪري اها تڪبير مسافر ۽ ڳوٺ جي رهاڪو ۽ عورت تي واجب ناهي، پر جيڪڏهن اِهي اهڙي شخص جا مقتدي هجن جنهن تي تڪبير واجب آهي تہ انهن تي بہ واجب ٿي ويندي، اڪيلي سر نماز پڙهڻ واري تي بہ اها تڪبير واجب ناهي، پر جيڪڏهن اهو ڇئي ڇڏي تہ بهتر آهي، اهڙيءَ طرح مسافر ۽ زائفان پڻ ڇئي ڇڏن تہ بهتر آهي.

(٨) اها تڪبير مٿي ٻڌايل وقتن ۾ فرض عين نماز کان پوءِ واجب آهي، ان ڪري وتر نماز، عيد الاضحيٰ، نفل، سنت ۽ نماز جنازه وغيره کان پوءِ چوڻ واجب نہ آهي، پر عيدالاضحيٰ جي نماز کان پوءِ بہ چوڻ کپي، ڇوتہ ڪن وٽ واجب آهي.

(٩) مسبوق ۽ لاحق تي بہ اها تڪبير واجب آهي، پر اهي پنهنجي نماز پوري ڪري پوءِ چون، جيڪڏهن امام سان گڏ ڇئي ڇڏيائون تہ سندن نماز نہ ڀڃندي، ڇوتہ اهو ذڪر آهي، نماز کان پوءِ مٿن تڪبير ٻيهر چوڻ واجب ناهي.

## ڪسوف (سج گرهڻ) جي نماز جو بيان

(١) ڪسوف يعني سج گرهڻ وقت ٻه رڪعتون نماز ادا ڪرڻ سنت موڪده آهي، چار رڪعتون پڙهڻ افضل آهي، ان کان وڌيڪ پڙهڻ به جائز آهي، اها نماز جماعت سان ادا ڪرڻ مستحب ۽ افضل آهي، پر شرط هي آهي ته امام وقت جو حاڪم يا سندس عيوضي هجي، يعني اهو شخص امام هجي جيڪو جمعي ۽ عيد نماز جو امام آهي. (امام بابت وڌيڪ تفصيل جمعي جي بيان ۾ ڏسو) هڪ روايت موجب هر هڪ مسجد جو امام پنهنجي مسجد ۾ ڪسوف نماز پڙهائي سگهي ٿو، زائفون پنهنجي پنهنجي گهر ڌار ڌار نماز پڙهن، ننڍي ڳوٺ جا رهاڪو پڻ اڪيلي سر نماز پڙهن.

(٢) سج گرهڻ جي نماز عام نفل وانگر آهي، جو هر رڪعت ۾ هڪ رڪوع ۽ ٻه سجدا آهن، ۽ منجهس اذان ۽ تڪبير نه آهي، مشهور ۽ صحيح قول مطابق ان ۾ خطبو به ناهي، جيڪڏهن ماڻهن کي گڏ ڪرڻو هجي ته ڪين هنن لفظن وسيلي سڏ ڪجي: "الصلاة جامعة".

(٣) ان نماز ۾ قراءت ڏاڍيان نه، پر هوريان ڪجي.

(۴) ان نماز ۾ مرضي موجب ڊگهي قراءت ڪري سگهجي ٿي، ٻنهي رڪعتن ۾ ڊگهي قراءت ڪرڻ افضل آهي، جيڪڏهن سوره بقره، آل عمران ۽ اهڙيون ٻيون ڊگهيون سورتون ياد اٿس ته اهي پڙهي، رڪوع ۽ سجدا پڻ ڊگها ڪري.

(۵) نماز کان پوءِ سج جي نروار ٿيڻ تائين دعا ۾ رڌل رهي، امام دعا گهري ۽ مقتدي آمين آمين چون، نماز ڊگهي پڙهڻ ۽ دعا هلڪي گهرڻ يا دعا ڊگهي گهرڻ ۽ نماز هلڪي پڙهڻ، ٻئي طريقا جائز آهن.

(٦) اها نماز عيد گاهہ يا جامع مسجد ۾ پڙهڻ افضل آهي، ڪنهن ٻئي هنڌ پڙهڻ بہ جائز آهي، جيڪڏهن سڀ گڏجي نماز نہ پڙهن ۽ رڳو دعا گهري ڇڏن تڏهن بہ جائز آهي، پر نماز پڙهڻ افضل آهي. امام ڪي ڪپي تہ دعا لاءِ منبر تي نہ چڙهي.

(٧) ان نماز جو وقت اهو آهي جڏهن سج گرهڻ ٿي رهيو هجي، جيڪڏهن گرهڻ جي وقت اها نماز نہ پڙهي وئي ۽ سج نروار ٿي ويو تہ هاڻ نہ پڙهجي. ٻيو تہ اهو وقت اهڙو هجي جنهن ۾ نفل نماز پڙهڻ جائز هجي، تنهن ڪري جيڪڏهن سج گرهڻ اهڙي وقت ٿئي جنهن ۾ نفل نماز مڪروه آهي تہ نماز نہ پڙهجي پر دعا ۾ مشغول رهجي، جيڪڏهن گرهڻ جي حالت ۾ سج لهي وڃي تہ دعا ختم ڪري مغرب جي نماز پڙهجي، اهڙيءَ طرح جنهن بہ نماز جو وقت ٿي وڃي دعا ختم ڪري اها ادا ڪجي.

(٨) جيڪڏهن سج گرهڻ وقت ڪو جنازو اچي وڃي تہ نماز جنازه ادا ڪجي.

## خسوف (چنڊ گرهڻ ۽ اهڙين ٻين حادثن ۽ واقعن) جي نماز جو بيان

(١) خسوف (چنڊ گرهڻ) وقت ٻہ رڪعتون نماز پڙهڻ مستحب آهي، پراها جماعت سان نہ پڙهجي، ڪٿي جمعي ۽ عيد جو امام موجود هجي يا نہ هجي، هر حالت ۾ اڪيلي سر پڙهجي، مسجد ڏانهن وڃڻ بہ سنت ناهي بلڪہ پنهنجي پنهنجي گهر ۾ پڙهڻ گهرجي. جيڪڏهن امام ڪان سواءِ ٻہ يا ٽي ماڻهو ٻيا هجن تہ جماعت سان ادا ڪرڻ بناڪراهت جي جائز آهي، ان ڪان وڌيڪ ماڻهن جي جماعت

مڪروه تحريمي آهي، جيئن ٻين نفلن جو حڪم آهي. باقي مسئلا ساڳيا اهي ئي آهن جيڪي سج گرهڻ جي نماز متعلق مٿي بيان ڪيا ويا.

(٢) جيڪڏهن دل ڏاريندڙ حادثا پيش اچن جهڙوڪ ڏينهن يا رات جي وقت سخت طوفان اچي، يا لاڳيتو مينهن وسندو رهي ۽ بند نه ٿئي، يا ڳڙا ۽ برف تمام گهڻي ڪرڻ لڳي ۽ بند نه ٿئي يا آسمان ڳاڙهو ٿي وڃي، يا ڏينهن ۾ سخت اونده ڇانئجي وڃي يا زلزلا ٿين يا ڪنوڻ، گاج ۽ وڄون گهڻو ڪڙڪن يا ڪرن يا تارا گهڻو ڏار ٿيڻ لڳن يا ڪو مرض، طاعون ۽ ڪالرا وغيره گهڻو پکڙجڻ لڳي يا دشمن جو ڏاڍو ڏپ هجي وغيره وغيره ته انهن حادثن کي ٽارڻ لاءِ اڪيلي سر گهرن يا مسجدن ۾ ٻه رڪعتون نماز پڙهجي، جماعت سان ادا نه ڪجي، نماز کان پوءِ ان جي ٽارڻ لاءِ دعائون گهرجن. انهن موقعن لاءِ حديث ۾ جيڪي دعائون آيل آهن انهن جو پڙهڻ مستحب آهي.

## نماز استسقاء جو بيان

(١) نماز استسقاء جو مطلب آهي ذڪار جي وقت الله تعالىٰ کان برسات طلبڻ لاءِ سنت طريقي مطابق نماز پڙهڻ ۽ استغفار ۽ دعا ڪرڻ. اها نماز ۽ دعا اهڙي هنڌ لاءِ ثابت آهي جتي ڍنڍ، تلاءُ، نهرون، شاخون ۽ اهڙا کوه نه هجن جتان کان ماڻهو پاڻ پاڻي پين ۽ پنهنجي جانورن کي پيارن ۽ ٻني ٻاري کي ڏين، يا ڪٿي هجن ته سهي پر پورا نه ڪن.

(٢) نماز استسقاء جماعت سان پڙهڻ سنت مؤڪده ناهي، البت جائز بلڪ مستحب آهي، ۽ ان ۾ خطبو به ناهي پر رڳو دعا ۽ استغفار آهي، جيڪڏهن الڳ الڳ نفل پڙهجن، تڏهن به ڪو حرج ناهي، جيڪڏهن جماعت سان ادا ڪن ته امام عيد نماز وانگر اذان ۽ تڪبير

کان سواءِ ٻہ رکعتون نماز استسقاء پڙهائي، ٻنهي رکعتن ۾ ڏاڍيان قراءت ڪري. افضل هي آهي تہ پهرين رکعت ۾ سورت ق ۽ ٻي ۾ سورت القمر پڙهي، يا پهرين ۾ سورت الاعليٰ ۽ ٻي ۾ الغاشيہ پڙهي، عيد نماز وانگر زائد تڪبيرون چوڻ ۾ اختلاف آهي، پر مشهور روايت موجب، نہ چوڻ ڪپن.

(٣) نماز کان پوءِ امام ماڻهن ڏانهن منهن ڪري هيٺ زمين تي بيهي، ۽ امام محمد رح جي راءِ مطابق ٻہ خطبا پڙهي، جن ۾ الله تعاليٰ جي ذڪر، تسبيح (سبحان الله ۽ تهليل (لا اله الا الله) وغيره کان پوءِ دعا ۽ استغفار گهڻو هئڻ گهرجي، ٻنهي خطبن جي وچ ۾ ويهي. امام ابويوسف رح وٽ رڳو هڪ خطبو پڙهي، خطبي جو ڪجهہ حصو پڙهڻ کان پوءِ پنهنجي چادر کي ڦيرائي، ان جو طريقو هي آهي تہ مٿيون حصو هيٺ ۽ هيٺيون حصو اهڙيءَ طرح مٿي ڪري جو ٻئي هٿ پويان پٺيءَ ڏانهن نيئي پنهنجي ساڄي هٿ سان کاٻي پاسي جي هيٺاهين ڪنڊ کي وٺي ۽ کاٻي هٿ سان ساڄي پاسي جي هيٺاهين ڪنڊ کي وٺي ۽ ٻنهي هٿن کي پٺيءَ جي پويان اهڙيءَ ريت گهمائي جو ساڄي هٿ وارو حصو ساڄي ڪلهي تي ۽ کاٻي هٿ وارو حصو کاٻي ڪلهي تي اچي وڃي، ان ۾ حالت مٽجڻ بابت نيڪ فاليءَ ڏانهن اشارو آهي، مقتدين کي چادرنہ ڦيرڻ گهرجي.

(٤) جڏهن امام خطبي مان فارغ ٿئي تہ جماعت ڏانهن پٺي ڪري قبلي ڏانهن منهن ڪري وري پنهنجي چادر کي ڦيرائي، ۽ بيهي ٻئي هٿ گهڻو مٿي کڻي استسقاء جي دعا ۾ مشغول ٿي وڃي، مقتدي امام جي دعا تي 'آمين' چوندا رهن، حديث ۾ آيل دعائون پڙهڻ افضل آهن، پنهنجي لفظن ۾ دعائون گهرڻ بہ جائز آهي، ضروري ناهي تہ دعائون عربي زبان ۾ هجن، جيڪڏهن امام کي حديث ۾ آيل دعائون ياد نہ

هجن تہ پنهنجي زبان ۾ اهڙي مفهوم جون دعائون گهري.

(۵) مستحب هي آهي تہ امام ماڻهن سان لاڳيتي ٽن ڏينهن تائين استسقاء جي نماز لاءِ ٻاهر نڪري، ٽن ڏينهن کان وڌيڪ نہ نڪري، ڇوتہ ان کان وڌيڪ ثابت ناهي، منبر نہ کڻي وڃڻ گهرجي. مستحب آهي تہ نماز استسقاء لاءِ وڃڻ کان پهريان ماڻهو ٽي ڏينهن روزا رکن ۽ گناهن کان سچي توبہ ۽ استغفار ڪن ۽ چوٿين ڏينهن امام انهن سان گڏ نڪري، سادا يا ڇتيون لڳل ڪپڙا اوڍن، الله تعاليٰ جي سامهون هيٺائپ، عاجزي ۽ مسڪيني جي صورت ٺائن، عاجزي ۽ نوڙت سان ڪنڌ جهڪائي هلن، پيرين اگهاڙو هئڻ بهتر آهي، روزانو نڪرڻ کان پهريان خير خيرات ڪرڻ مستحب آهي، روزانو نئين سر توبہ، استغفار ڪن، حقدارن جا حق ادا ڪن يا کانئن معاف ڪرائن، مسلمانن لاءِ مغفرت جي دعا ڪن، پوڙهن، مردن ۽ عورت ۽ ٻارن کي ساڻ نين، ڪين اڳيان ڪن تہ جيئن اهي دعا گهرن ۽ جوان آمين چون، ٻارن کي سندن مائرن کان الڳ رکيو وڃي، تہ جيئن انهن جي دانهن ڪوڪن سان خدا جي رحمت جوش ۾ اچي، پنهنجي جانورن کي پاڻ ساڻ نيڻ مستحب آهي، مطلب تہ خدا جي رحمت جي متوجہ ٿيڻ جا سڀ وسيلا ڪرڻ کپن.

(٦) جيڪڏهن امام (حاڪم) پاڻ نہ ڪري سگهي تہ ماڻهن کي نڪرڻ لاءِ چوي، جيڪڏهن سندس اجازت کان سواءِ نڪرن تڏهن بہ جائز آهي، ڪنهن ڪافر کي ان وقت گڏ نہ نيڻ گهرجي.

(۷) مڪي پاڪ جا رهواسي نماز استسقاء لاءِ مسجد الحرام ۾ گڏ ٿين، بيت المقدس وارا مسجد اقصيٰ ۾ ۽ مديني منوره وارا مسجد نبوي ﷺ ۾ گڏ ٿين، ۽ پنهنجي جانورن کي انهن مسجدن جي دروازن تي ٻيهارن، ٻين جڳهن وارا وسنديءَ کان ٻاهر ميدان ڏانهن نڪرن.

(٨) جيڪڏهن نڪرڻ کان پهرين، يا هڪ ڏينهن نماز پڙهڻ کان بعد برسات ٿئي تڏهن بہ ٽئي ڏينهن پورا ڪن، ۽ ان انعام تي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪن.

(٩) مستحب آهي تہ ساوڪ ۽ سڪار واري علائقي جا رهواسي ڏڪاريل ماڻهن لاءِ دعا ڪن.

## نماز خوف جو بيان

(١) اها ڪا الڳ نماز ناهي، پر جهاد ڪرڻ وقت جڏهن فرض ۽ واجب نماز جو وقت ٿي وڃي ۽ سڀني جي جماعت سان نماز پڙهڻ ۾ دشمن جي حملي جو خطرو هجي يا ڪنهن ٻئي دشمن کان اهڙو خطرو هجي تہ جماعت جا ٻہ ٽولا ڪري هڪ ٽولو امام سان نماز پڙهي ۽ ٻيو دشمن جي مقابلي ۾ رهي، جنهن جي ترڪيب اڳتي اچي ٿي. اها نماز قرآن ۽ سنت مان ثابت آهي.

(٢) ان نماز جو سبب خوف (ڊپ) آهي ۽ دشمن جو يقيني طرح سان موجود هئڻ شرط آهي، دشمن ڪٿي انسان هجي جهڙوڪ ڪافر وغيره. يا درندو جانور يا وڏو نانگ هجي يا باهہ لڳڻ يا ٻڏڻ جو ڊپ هجي، سڀ لاءِ ان نماز جو حڪم برابر آهي.

(٣) دشمن جي يقيني طرح موجود هئڻ جو مطلب هي آهي تہ ايترو ويجهو ۽ سامهون هجي جو ڏسڻ ۾ اچي رهيو هجي ۽ يقين سان اهو ڊپ هجي تہ جيڪڏهن سڀ جماعت سان شامل ٿي ويندا تہ اهو پڪ سان حملو ڪري ڇڏيندو، جيڪڏهن دشمن پري هجي تہ نماز خوف جائز ناهي.

(٤) نمازخوف جو طريقو هي آهي تہ جيڪڏهن سڀ ماڻهو هڪ ئي امام جي پٺيان نماز پڙهڻ لاءِ زور نہ ڀرن، پر ان ڳالهہ تي

راضي ٿين ته ڪجهه بعد ۾ ٻئي امام جي پٺيان نماز پڙهندا ته امام (حاڪم) لاءِ افضل هي آهي ته ٻه ٽولا ٺاهي، هڪ کي دشمن جي مقابلي لاءِ موڪلي ڇڏي ۽ پاڻ ٻئي ٽولي سان گڏ پوري نماز پڙهي ڇڏي، پوءِ اهو ٽولو دشمن جي مقابلي لاءِ هليو وڃي ۽ پهريون ٽولو واپس اچي ۽ پاڻ منجهان ڪنهن شخص جي امامت ۾ پوري نماز پڙهي. پر جيڪڏهن سڀ هڪ ئي امام جي پٺيان نماز پڙهڻ لاءِ زور ڀرن ته ٻه ٽولا ٺاهي نماز پڙهڻ جا ڪيئي طريقا حديث ۾ آيل آهن، اهي سڀ طريقا مجيل ۽ جائز آهن، پر فقيهن جو ان ڳالهه ۾ اختلاف آهي ته ڪهڙو طريقو وڌيڪ بهتر آهي. امام ابوحنيفه رح وٽ حضرت عبدالله بن عمر رضه جي روايت تي عمل ڪرڻ بهتر آهي، ڇوته اها قرآن شريف جي ٻڌايل طريقي سان وڌيڪ ٺهڪي ٿي، جيڪا هي آهي ته هڪ ٽولو دشمن جي مقابلي ۾ بيهي ۽ ٻيو امام سان گڏ نماز پڙهي، جيڪڏهن اها نماز ٻن رڪعتن واري آهي يعني فجر، جمعي، عيد، يا قصر نماز هجي ته جڏهن ٻيو ٽولو امام سان گڏ هڪ رڪعت پوري ڪري وٺي ۽ سجدي ڪان متو ڪٽي ته اهو دشمن جي مقابلي ۾ هليو وڃي ۽ پهريون ٽولو مقابلي ڪان واپس اچي، امام ايترو وقت ويهي سندن انتظار ڪري ۽ انهن جي اچڻ تي بيهي ٻي رڪعت شروع ڪري، اهو ٽولو امام جي پٺيان ٻي رڪعت ادا ڪري ۽ امام سان گڏ التحيات ۾ ويهي، جڏهن امام سلام ورائي ته اهو سلام نه ورائي پر اٿي دشمن جي مقابلي ۾ هليو وڃي ۽ ٻيو ٽولو نماز جي جڳهه تي واپس اچي ٻي رڪعت "لاحقانه" نموني يعني بناقراءت جي پڙهي ڇوته اهو ان رڪعت ۾ "لاحق" آهي، پوءِ التحيات پڙهي سلام ورائي ڇڏي ۽ دشمن جي مقابلي ۾ هليو وڃي، ۽ پهريون ٽولو نماز جي جڳهه تي واپس اچي اڪيلي سر مسبوقانه نموني يعني قراءت سان (رهيل) هڪ رڪعت پڙهي، ڇوته اهي سڀ مسبوق آهن ۽

مسبوق منفرد (يعني اڪيلي سر نماز پڙهندڙ) جي حڪم ۾ هوندوآهي، پوءِ التحيات پڙهي سلام ورائي ڇڏن. جيڪڏهن عيد نماز هجي تہ ٻئي ٽولي جي هر شخص کي پنهنجي ٻي رڪعت ۾ قراءت جي اندازي جيترو قيام ڪرڻ کان پوءِ پنهنجون پنهنجون زائد تڪبيرون چوڻ گهرجن ان کان پوءِ چوٿين تڪبير چئي رڪوع ڪن، ۽ جڏهن پهريون ٽولو پنهنجي مسبوقانہ (نڪتل) پهرين رڪعت ادا ڪري تہ اهو بہ قراءت کان پوءِ رڪوع ۾ وڃڻ کان پهريان ٽي زائد تڪبيرون چوي ۽ چوٿين تڪبير چئي رڪوع ۾ وڃي. جيڪڏهن امام ۽ مقتدي ٻئي مقيم هجن ۽ نماز چئن رڪعتن واري هجي تہ پهريون ٽولو دشمن جي مقابلي ۾ وڃي ۽ ٻيو امام سان گڏ ٻہ رڪعتون پڙهي، ان لاءِ ٻہ رڪعتون امام سان گڏ پڙهڻ واجب آهي، جيڪڏهن اهو (ٽولو) هڪ رڪعت پڙهندو تہ سندس نماز نہ ٿيندي، پوءِ 'قعدو' ڪري ۽ التحيات پڙهي، التحيات پڙهڻ کان پوءِ اهو دشمن جي مقابلي ۾ هليو وڃي ۽ پهريون ٽولو واپس اچي، امام ان وچ ۾ ويهي سندن انتظار ڪري، پوءِ انهن سان گڏ ٻہ رڪعتون پڙهي ۽ التحيات، درود ۽ دعا پڙهي سلام ورائي ڇڏي، پهرين ٽولي وارا مقتدي امام سان گڏ سلام نہ ورائن ۽ دشمن جي مقابلي لاءِ هليا وڃن ۽ ٻيو ٽولو نماز جي هنڌ واپس اچي ٻہ رڪعتون قراءت کان سواءِ (يعني لاحقانہ نماز طور) پڙهي ۽ التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي ڇڏي ۽ دشمن جي مقابلي ۾ هليو وڃي ۽ پهريون ٽولو واپس اچي ٻہ رڪعتون قراءت سان (يعني مسبوقانہ نماز طور) پڙهي ۽ التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي ڇڏي.

اهو مستحب ۽ افضل طريقو آهي، ان کان سواءِ ٻيا طريقا پڻ آهن. جيڪڏهن امام مقيم هجي ۽ جماعتي مسافر هجن يا ڪي مقيم ۽ ڪي مسسافر هجن تہ ان صورت ۾ اهو ساڳيو ئي طريقو آهي جيڪو

سين جي مقيم هجڻ جي صورت ۾ مٿي بيان ڪيو ويو. پر جيڪڏهن امام مسافر هجي ۽ مقتدي مقيم هجن تہ هڪ ٽولو امام سان هڪ رڪعت پڙهي دشمن جي مقابلي لاءِ هليو وڃي، ۽ ٻيو دشمن جي مقابلي وارو ٽولو واپس اچي هڪ رڪعت امام سان پڙهي دشمن جي مقابلي لاءِ هليو وڃي. امام التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي ڇڏي ۽ پهريون ٽولو واپس اچي ٽي رڪعتون لاحقانہ يعني قراءت کان سواءِ پڙهي ۽ التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي دشمن جي مقابلي لاءِ هليو وڃي، ۽ ٻيو ٽولو واپس اچي ٽي رڪعتون مسبوقانہ پڙهي، يعني پهرين رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهي جڏهن تہ ٻي ۽ ٽين رڪعت ۾ رڳو الحمد پڙهي ۽ التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي ڇڏي.

جيڪڏهن چئن رڪعتن واري نماز ۾ امام پهرين ٽولي سان گڏ هڪ رڪعت پڙهي ۽ اهي هليا ويا، وري ٻئي ٽولي سان هڪ رڪعت پڙهي، سي بہ هليا ويا، وري پهريان اچي ويا ۽ امام سان ٽين رڪعت پڙهي هليا ويا وري ٻئي ٽولي وارا آيا جن امام سان چوٿين رڪعت پڙهي ۽ هليا ويا تہ سين مقتدين جي نماز فاسد ٿي ويندي.

اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مقتدين کي چئن ٽولن ۾ ورهائي، امام هر ٽولي سان هڪ هڪ رڪعت پڙهي تہ پهرين ۽ ٽين ٽولي جي نماز نہ ٿيندي، ٻئي چوٿين جي ٿي ويندي، تنهن ڪري ٻيو ٽولو پنهنجيون رهيل ٽي رڪعتون هن ريت پڙهي جو پهرين ٻن رڪعتن ۾ قراءت نہ ڪري، انهن ۾ هو لاحق (يعني حڪما امام جي پٺيان) آهي، ۽ ٽين رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهي ڇوتہ ان ۾ هو مسبوق آهي، جڏهن تہ چوٿون ،ٽولو پنهنجيون ٽي رڪعتون قراءت سان هن ريت پڙهي جو پهرين هڪ رڪعت ۾ الحمد ۽ سورت پڙهي قعدو ڪري، وري ٻي رڪعت ۾ بہ الحمد ۽ سورت پڙهي ۽ ان تي قعدو نہ ڪري، پوءِ ٽين رڪعت ۾ رڳو

الحمد پڙهي ۽ قعدو ڪري التحيات وغيره پڙهي سلام ورائي ڇڏي.

جيڪڏهن ٽن رڪعتن واري نماز هجي تہ امام پهرين ٽولي سان ٻہ رڪعتون پڙهي ۽ ٻئي سان هڪ رڪعت پڙهي، جيڪڏهن پهرين ٽولي سان هڪ رڪعت ۽ ٻئي سان ٻہ رڪعتون پڙهيائين تہ سڀن جي نماز فاسد ٿي ويندي (وڌيڪ تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو).

(٥) نماز خوف ۾ نماز جي حالت ۾ دشمن جي مقابلي ۾ وڃڻ وقت يا نماز پوري ڪرڻ لاءِ اتان ڪان واپس اچڻ وقت يا وضو ڀڃي پوڻ جي صورت ۾ وضو ڪرڻ لاءِ اچڻ وڃڻ ۽ پيادو هلڻ ضروري آهي، ۽ اهو هلڻ، گهڻي چرپر (عمل ڪثير) هوندي بہ معاف آهي، انهن حالتن ۾ سوار ٿي هلڻ سان نماز ڀڃي پوندي. انهن حالتن ڪان علاوه نماز ۾ ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري پيادي هلڻ سان بہ نماز ڀڄي پوندي.

(٦) نماز جي حالت ۾ جنگ ڪرڻ سان نماز ڀڄي پوندي، تنهن ڪري جيڪڏهن نماز ۾ اهڙي صورت پيش اچي وڃي تہ نماز ڀڃي جنگ ڪجي ۽ بعد ۾ وقت هجي تہ ادا نہ تہ قضا نماز پڙهي.

(٧) نماز خوف ۾ جيڪڏهن سجده سهو پئجي وڃي تہ جيڪي مقتدي ان وقت امام جي پٺيان هجن (يعني ٻيو ٽولو) سي سجده سهو ۾ امام جي پيروي ڪن ۽ لاحق (يعني پهرين ٽولي وارا) پنهنجي نماز جي پڇاڙي ۾ سجده سهو ڪن.

(٨) جيڪڏهن ڪو دشمن جي ڊپ ڪان ڀڄي پيدل هلي رهيو هجي ۽ نماز جو وقت ٿي وڃي تہ پيدل هلندي نماز نہ پڙهي بلڪہ نماز کي پوئتي ڪري ڇڏي، وقت ختم ٿي وڃي تہ قضا پڙهي.

(٩) (دشمن جي) خوف جي ڪري نماز قصر ڪرڻ جائز نہ آهي.

(١٠) جيڪڏهن خوف ايترو تہ سخت هجي جو مٿي بڌايل
طريقي مطابق بہ جماعت سان نماز نہ پڙهي سگهجي ۽ دشمن سوارين
تان لهڻ جي بہ مهلت نہ ڏئي تہ سواري تي ويٺي ويٺي اڪيلي سر نماز
پڙهڻ گهرجي، ۽ رڪوع ۽ سجدا اشارن سان ادا ڪجن. جيڪڏهن قبلي
ڏانهن رخ ڪرڻ ممڪن نہ هجي تہ جيڏانهن وس پڄي اوڏانهن منهن
ڪري نماز پڙهجي. سوار تي جماعت سان نماز نہ پڙهجي، پر
جيڪڏهن بہ يا وڌيڪ ماڻهو هڪ سواري تي هجن تہ جماعت ٿي
ويندي. سواري تي پڙهيل نماز بعد ۾ ٻيهر پڙهڻ واجب ناهي. سواري
تي فرض يا واجب نماز تڏهن جائز آهي جڏهن دشمن سندن پٺيان لڳل
هجي، پر جيڪڏهن مسلمان دشمن جو پيڇو ڪري رهيا هجن تہ
سواري تي فرض نماز نہ ٿيندي.

(١١) جيڪڏهن نماز دوران امن ۽ اطمينان ملي وڃي، مثال طور
دشمن هليو وڃي تہ نماز خوف کي پورو ڪرڻ جائز نہ آهي، بلڪ
جيڪا نماز رهيل هجي سا عام دستور موجب پڙهجي، مثال طور
جيڪڏهن خوف جي ڪري قبلي ڏانهن منهن نہ ٿي ڪري سگهيو تہ
هاڻ رهيل نماز قبلي ڏانهن منهن ڪري پوري ڪري، نہ تہ نماز فاسد
ٿي ويندي، يا جيڪو ٽولو ان وقت اچ وڃ ڪري رهيو هجي تہ هاڻ امن
امان ٿي وڃڻ جي صورت ۾ ان لاءِ اچ وڃ ڪرڻ جائز نہ ٿيندو، هر
ٽولو جتي آهي اتي پنهنجي نماز پوري ڪري ڇڏي.

(١٢) جن ماڻهن جو سفر ڪنهن نافرماني جي ڪم لاءِ هجي
تہ انهن لاءِ نماز خوف پڙهڻ جائز نہ آهي.

(١٣) نماز خوف شروع ڪرڻ کان پهريان جيڪي ماڻهو
جنگ ۾ رڌل آهن، مثال طور تلوار هلائي رهيا آهن ۽ ان وچ ۾ نماز جو
وقت ختم ٿيڻ تي هجي تہ نماز کي پوئتي ڪري ڇڏن ۽ جنگ کان

فارغ ٿي نماز پڙهن.

(١٤) ترڻ وارو شخص ترندي نماز نہ پڙهي، جيڪڏهن نماز جو وقت ختم ٿيڻ وارو هجي ۽ ان لاءِ اهو ممڪن آهي تہ ٿوري جهڙ لاءِ هٿ پير نہ چوري سگهي ۽ انهن کي ڇڏي سگهي تہ اشارن سان نماز پڙهي ڇڏي، نماز ٿي ويندي، جيڪڏهن اهو ممڪن نہ هجي تہ نماز نہ ٿيندي.

# جنازو نماز ۽ ان سان لاڳاپيل ڳالهين جو بيان

## سڪرات واري شخص بابت احڪام:

(١) روح نڪرڻ کان پهريان واري اها حالت جنهن ۾ انسان تي بيهوشي اچي ويندي آهي، ان کي سڪرات يا نزع واري حالت چيو ويجي ٿو.

(٢) سڪرات جون نشانيون هي آهن: منهن جي کل ڇڪجي (تڻجي) ويندي آهي ۽ ان ۾ نرمي نہ لڳندي آهي، بدن جون سڀ رڳون ڇڪجڻ لڳنديون آهن، ساهہ تڻڻ لڳندو آهي ۽ تيز تيز هلڻ لڳندو آهي، نڙي ۽ سيني ۾ "غرغره" يعني غرغر ڪرڻ جو آواز پڌڻ ۾ ايندو آهي، هٿ پير ٿڌا ۽ بيحس (ساٽا) ٿيڻ لڳندا آهن، ٻئي پير ڍلا ٿي ويندا آهن ۽ ايا بيهي نہ سگهندا آهن، رنگ مٽجي ميرو ٿي ويندو آهي، نڪ لڙي ويندو آهي، چپ سڪي ويندا آهن، اکين جا دوڏا مٿي ٿيڻ لڳندا آهن، ٻئي لونڊڙيون اندر هليون وينديون آهن ۽ انهن ۾ ڪڏا پئجي ويندا آهن.

(٣) جڏهن ڪنهن ماڻهو تي سڪرات جون نشانيون ظاهر ٿيڻ لڳن تہ مستحب هي آهي تہ سندس منهن قبلي ڏانهن ڪري ڇڏجي ۽ ڪيس ساڄي پاسي تي ليٽائي ڇڏجي، اونڌو ليٽائڻ بہ جائز آهي، ان جي

صورت هي آهي تہ سندس ٻئي پير قبلي ڏانهن هجن، ۽ مٿي جي هيٺان وهاڻو يا ڪا ٻي شيءِ رکي مٿي کي ڪجهہ مٿي ڪجي تہ جيئن سندس منهن قبلي ڏانهن ٿي وڃي ۽ آسمان ڏانهن نہ رهي. اڄڪلهہ اهائي صورت پڪڙيل آهي، ڇوتہ ان سان روح نڪرڻ ۾ سولائي آهي. اهي ٻئي صورتون ان وقت اختيار ڪجن جڏهن مريض کي تڪليف نہ ٿئي ۽ جڳهہ ۾ بہ گنجائش هجي، نہ تہ جنهن ريت ڪيس آرام ملي يا جڳهہ جي ان لحاظ کان جنهن طرح مناسب هجي ان نموني ڪيس ليٽيل رهڻ ڏجي ۽ پنهنجي حال تي ڇڏي ڏجي.

(۴) ان وقت مستحب هي آهي تہ سندس آڏو ڪلمہ شهادت اشهد ان لا الہ الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله يا ڪلمہ طيبہ لا الہ الا الله محمد رسول الله جو ورد ڪجي ۽ اهو سندس ويجهو ويهي ايڏي آواز سان پڙهجي جو مريض ان کي ٻڌي پاڻ بہ پڙهي، ان کي پڙهڻ لاءِ نہ چئجي ۽ نہ وري مٿس زور ڀرجي، ۽ جڏهن مرڻ وارو شخص هڪ ڀيرو ڪلمو پڙهي وٺي يا اشاري سان پڙهڻ جي تصديق ڪري ڇڏي تہ هاڻ پڙهڻ وارو چپ ٿي وڃي اها ڪوشش نہ ڪري تہ هو هرهر چوندو رهي، ڇوتہ مقصد هي آهي تہ ان جي وات مان جيڪو آخري ٻول نڪري اهو ڪلمو پاڪ هجي، پر جيڪڏهن ان کان پوءِ مرڻ وارو ڪا دنيائي ڳالهہ ٻولهہ ڪري تہ سندس آڏو ٻيهر ڪلمو پڙهجي ۽ جڏهن ٻيهر پڙهي ڇڏي تہ پڙهڻ وارو پڙهڻ بند ڪري ڇڏي، ايستائين جو ساهہ نڪرڻ کان پهريان سندس آخري ٻول ڪلمو پاڪ يا ڪلمہ شهادت هجي، سڪرات واري شخص جي آڏو ڪلمو پڙهڻ (جنهن کي "تلقين" چئجي ٿو) سڀني عالمن جي اتفاق سان مستحب آهي.

(۵) تلقين ڪندڙ (ڪلمو پڙهندڙ) نيڪ شخص هجي ۽ مرڻ واري بابت سٺو گمان رکندڙ هجي.

(٦) ڪلمي جي تلقين سان گڏوگڏ مرڻ واري جي پرسان سورت يٰسين ۽ سورت رعد پڙهڻ بہ مستحب آهي.

(٧) ان وقت سندس پرسان اهڙي ڪا ڳالهہ نہ ڪجي جنهن سان ان جي دل دنيا ڏانهن مائل ٿي وڃي، پر اهڙا ڪم ۽ ڳالهيون ڪجن جو سندس دل دنيا کان هٽجي الله تعاليٰ ڏانهن مائل ٿي وڃي. ان وقت نيڪن صالحن جو موجود هئڻ چڱو آهي، سندس مٽن مائٽن ۽ پاڙيسرين جو وٽس اچڻ مستحب آهي. گهر ۾ فوٽو يا ڪتو هجي تہ ڪڍي ڇڏجي، پنهنجي لاءِ ۽ ان لاءِ خير جي دعا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪا خراب ڳالهہ ۽ ٻول زبان کان نہ ڪڍجي.

(٨) سڪرات واري جي پرسان خوشبو رکڻ گهرجي يا لوبان يا اگربتي ٻاري ڇڏجي.

(٩) جيڪڏهن مرڻ مهل ڪنهن مسلمان جي واتان (خدا نہ ڪري) ڪو ڪفر جو ٻول نڪري وڃي تہ ان جو اعتبار نہ ڪيو ويندو ۽ مٿس ڪفر جو حڪم نہ لڳايو ويندو بلڪہ سندس معاملو الله ڪريم جي حوالي ڪيو ويندو، ڇوتہ ان وقت سندس هوش حواس سلامت نہ رهندا آهن، تنهنڪري الله سائين جي رحم ڪرم ۽ ٻاجهہ تي ڀاڙيو وڃي تہ ان تي پنهنجو رحم فرمائي ڪيس ايمان ۽ يقين تي موت ڏنو آهي ۽ هر لحاظ کان مسلمان مردي وانگر سندس ڪفن دفن جو انتظام ڪيو وڃي ۽ ان ڳالهہ کي نہ ڦهلايو وڃي ۽ الله تعاليٰ کان سندس مغفرت لاءِ هميشہ دعا ڪجي.

## روح نڪرڻ کان پوءِ جا احڪام

(١) جڏهن ڪو شخص فوت ٿي وڃي ۽ روح سندس بدن کان نڪري وڃي تہ ان جا سڀ عضوا سڌا ڪري ڇڏجن، اکيون ڪليل رهجي

ويون هجن تہ جيتري قدر سولائي ۽ نرميءَ سان ٿي سگهي اوتري قدر سندس اکيون بند ڪري ڇڏجن، اکيون اهو شخص بند ڪري جيڪو سندس مٽن مائٽن مان سڀ کان وڌيڪ مهربان هجي، اکيون بند ڪندي هي دعا پڙهي: " بسم الله الرحمٰن الرحيم، بسم الله وعلىٰ ملة رسول الله، اللهم يسّر عليه امره وسهّل عليه ما بعده، واسعده بلقائک، واجعل ما خرج اليه خيرا مما خرج عنه. " پوءِ ڪپڙي جي هڪ ويڪري پٽي ڪاڏيءَ جي هيٺان ڪڍي ان جا ٻئي سرا مٿي ڏانهن نيئي ڳنڍ مٿي ڇڏي تہ جيئن وات پٽيل نہ رهي، پوءِ سندس عضوا ڌ ڳهيڙي ۽ ڍلا ڪري ڇڏجن، ۽ پيرن جا ٻئي آڱوٺا ملائي ٻڌي ڇڏجن تہ جيئن ٽنگون نہ پکڙجن.

(٢) مستحب هي آهي تہ جڏهن روح نڪري وڃڻ جي پڪ ٿي وڃي تہ مرڻ وقت جيڪي ڪپڙا سندس بدن تي هجن سي جلدي نرمي ۽ آرام سان لاهي ڇڏجن ۽ سمورو بدن ڪنهن هڪ ڪپڙي (چادر وغيره) سان ڍڪي ڇڏجي. ڪن جي راءِ موجب اهي ڪپڙا غسل ڏيڻ مهل لاهجن ۽ ڪيس ڪنهن مٿانهين تختي يا کٽ تي رکڻ گهرجي، سندس پيٽ تي ڪو لوهہ، آلي مٽي يا ڪا ٻي ڳري شيءِ رکي ڇڏجي تہ جيئن پيٽ نہ سڄي، پر ضرورت کان وڌيڪ وزن نہ رکجي، غسل ۽ ڪفن دفن ۾ وس آهر جلدي ڪجي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن جي وفات بنهہ اوچتي موت سان ٿئي تہ ڪيس غسل وغيره ڏيڻ ۾ ايتري دير ڪجي جو سندس وفات جي پڪ ٿي وڃي، ڇوتہ بعضي سڪتو يا بيهوشي وغيره ٿيندي آهي ۽ ماڻهو اڃان زندهہ هوندو آهي.

(٤) مستحب هي آهي تہ جلد ئي سندس مرتبي جو اطلاع مٽن

مائٽن، پاڙيسرين ۽ دوستن کي ڏجي ته جيئن سندس جنازو نماز پڙهي ۽ دعا گهري ان جو حق ادا ڪن، بازارن ۽ وڏي رستي تي پڻ سندس موت بابت اطلاع ڪرڻ لاءِ وڏي واڪي اعلان ڪرڻ جائز بلڪه مستحب آهي، خاص ڪري ان صورت ۾ ته فوتي عالم زاهد ۽ برڪت ڀري شخصيت هجي، پر اهڙو اعلان وڏائي فخر طور نه هئڻ گهرجي.

(٥) مستحب آهي ته ميت جو قرض ادا ڪرڻ ۾ جلدي ڪجي ۽ ان ذميواري کان ڪيس آجو ڪجي.

(٦) غسل ڏيڻ کان پهريان ميت جي ڀرسان ڏاڍيان قرآن شريف پڙهڻ مڪروه آهي، اڪثر فقيهن جي اها فتويٰ آهي، جيڪڏهن آهستي پڙهجي يا ميت کان پري ڏاڍيان پڙهجي ته سڀن وٽ ان ۾ ڪا ڪراهت ناهي، جڏهن ته روح نڪرڻ کان پهريان تائين ان جي ڀرسان تلاوت ڪرڻ سڀن فقيهن وٽ، بناڪراهت جي جائز آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪا پيٽ واري عورت گذاري وڃي ۽ سندس پيٽ ۾ جيئرو ٻار چرپر ڪري رهيو هجي ته عورت جو پيٽ ڪاهي پاسي کان چيري ٻار کي ڪڍڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن ان جي ابتڙ پيٽ واري عورت جي پيٽ ۾ ٻار مري ويو هجي ۽ عورت زنده هجي ۽ ان سان عورت جي مرڻ جو ڊپ هجي ته ٻار کي ڪپي ڪڍي ڇڏجي (اڄڪلهه ته اسپتالن ۾ آپريشن ۽ انجيڪشن وغيره سان سولائي سان ڪڍرائي سگهجي ٿو).

(٨) ميت جي ڪٽ جي ڪنڊن تي عطر لڳائي يا لوبان وغيره ٻاري خوشبوءِ ڪجي، مرد يا زائفون ناپاڪائي جي حالت ۾ ميت جي ڀرسان نه اچن، ڪن عالمن وٽ ماهواري ۽ نفاس واري عورت جي سندس ڀرسان ويهڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

## ميت کي غسل ڏيڻ جو بيان

(١) ميت کي غسل ڏيڻ زندهہ مسلمانن تي فرض ڪفايہ آهي، اهڙيءَ طرح تجهيز تڪفين، جنازو نماز پڙهڻ ۽ دفن ڪرڻ بہ فرض ڪفايہ آهي.

(٢) هڪ ڀيرو غسل ڏيڻ فرض آهي ۽ ٽي ڀيرا سنت.

(٣) ميت جي غسل جو سنت ۽ مستحب طريقو هي آهي تہ ڪاٺي جو وڏو تختو جنهن تي ميت کي غسل ڏيٺو هجي، غسل ڏيڻ جي جڳهہ تي ڊيگهہ ۾ اولهہ اوپر طرف رکجي، ڪن وٽ قبر وانگر اتر ڏکڻ ۾ رکجي، پر معتبر قول مطابق جيئن سولو لڳي اونءَ رکجي، جيڪڏهن ٻي صورت ۾ سولائي هجي تہ اها وڌيڪ بهتر آهي، ان کان پوءِ ميت کي ان تختي تي رکڻ کان پهريان ڪَلَ (سِڱري) وغيرهہ ۾ مشڪ صندل، لوبان يا اگربتي ٻاري اڪي ڀيرا يعني هڪ، ٽي، پنج يا ست ڀيرا ان تختي جي چوڌاري ڦيرائي ان سان واس ڏنو وڃي، ان کان وڌيڪ نہ ڪجي. مستحب آهي تہ ميت کي غسل ڏيڻ واري هنڌ پردو ڪجي تہ جيئن غسل ڏيڻ واري ۽ انهن جي مدد ڪرڻ واري کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ اچي، پوءِ ميت کي ان تختي تي ليٽائجي ۽ سندس اوگهڙ دن کان گوڏن تائين ڪنهن ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏجي، جيڪڏهن ميت جا ڪپڙا پهريان نہ لاٿا ويا هجن، جيئن تہ ڪن وٽ ڪپڙا غسل ڏيڻ وقت تختي تي ليٽائي لاهڻ ئي وڌيڪ بهتر آهي، تہ هاڻ نرميءَ سان لاهي ڇڏجن، پاجامون، سٿڻ يا گوڏ وغيره احتياط سان لاهجي تہ جيئن اوگهڙ ظاهر نہ ٿئي، يعني دن کان گوڏن تائين هڪ ڪپڙو رکي پوءِ سٿڻ وغيرهہ ڇڪي لاهڻ گهرجي. غسل لاءِ پاڻي پهريان ئي تيار رکجي، گرم پاڻي سان غسل ڏيڻ افضل آهي، پر وچولو گرم هجي،

غسل لاءِ پاڻي ۾ٻير جا پن، اشنان (هڪ وڻ يا ٻوٽو آهي) خطمي، گل خيرو، يا نم جا پن وجهي گرم ڪجي، جيڪڏهن انهن مان ڪا به شيءِ نه هجي ته سادو گرم پاڻي ئي ڪافي آهي، ان سان صابڻ هٽي غسل ڏئي سگهجي ٿو، هاڻ پهريان مٽيءَ جي ٽن يا پنجن پٿرن سان ميت جي نجاست صاف ڪري پاڻي سان استنجو ڪرائجي، ان جو طريقو هي آهي ته ڌوئڻ وارو پنهنجي کاٻي هٿ تي ڪپڙي جي ڪا ٻوٿري وغيره ويڙهي ان ڪپڙي جي اندران جيڪو دن ڪان گوڏن تائين ميت جي مٿان آهي نجاست جي هنڌ کي ڌوئي، ڇوته ميت جي اوگهڙ ڏسڻ حرام آهي ۽ ان جي اوگهڙ کي بنااوٽ جي ڇهڻ به حرام آهي، پر ٻارن لاءِ ٻوٿري ويڙهڻ ضروري ناهي، مرد غسل جي وقت مرد جي ران کي پردي کان سواءِ نه ڏسي، ساڳئي طرح زائفان پڻ زائفان جي ران کي پردي کان سواءِ نه ڏسي، پوءِ هٿ تان ٻوٿري لاهي ڦٽو ڪري ڇڏي ۽ هٿ ڌوئي ميت کي نماز جي وضو وانگر وضو ڪرائي، پر وضو ۾ ڪرڙي نه ڪرائي، نه نڪ ۾ پاڻي وجهي، پر پنهنجي شهادت آڱر کي ڪپڙو ويڙهي ان کي پسائي يا ڪپهه پسائي سندس وات ۾ ڏندن، ڇپن، مهارن ۽ تارون کي مهٽي، ان ريت ٽي ڀيرا ڪري، ۽ ڪپهه يا ڪپڙي کي وٽي ان کي پسائي نڪ جي ناسن ۾ ٽي ڀيرا گهمائي، سندس وات، نڪ ۽ ڪنن تي ڪپهه ڏئي ڇڏي ته جيئن غسل ڏيڻ مهل انهن ۾ پاڻي نه وڃي، پوءِ سندس منهن ڌوئي ڇڏي، پوءِ ٻئي هٿ ٺونٺين سوڌا ڌوئي مٿي جو مسح ڪري ڇڏيس، جيڪڏهن ميت جي مٿي جا وار ۽ ڏاڙهي هجي ته "خطمي" يا ميٽ يا صابڻ وغيره يا نج پاڻي سان مهٽي ڌوئي، هاڻ ميت کي کاٻي پاسي ليٽائي ڇڏي ۽ مٿي کان پيرن تائين ٽي ڀيرا پاڻي وجهي ڌوئي، ايستائين جو تختي سان لڳل حصي تائين پهچي وڃي، هر ڀيري بدن کي مهٽيندو وڃي، پر اوگهڙ واري جڳهه کي ڪپڙي جي

ڳوٿري وغيره پهرڻ بنا هٿ نہ لائي، ان کان پوءِ ميت کي ساڄي پاسي ليٽائي ساڳئي طرح ٽي ڀيرا بدن کي مهنيندي پاڻي وجهي، ايستائين جو پاڻي تختي سان لڳل حصي تائين پهچي وڃي، پوءِ ميت کي پنهنجي هٿن، گوڏن يا سيني جي ٽيڪ ڏئي ٿورڙو ويهاري ۽ سندس پيٽ تي هوريان هٿ گهمائي، جيڪڏهن ڪا گندگي نڪري تہ ان کي ڌوئي ڇڏي، پر ٻيهر وضو ڪرائڻ يا غسل ڏيڻ جي ضرورت ناهي، رڳو پليتي نڪرڻ واري جڳهہ جو ڌوئڻ ڪافي آهي، پوءِ ميت کي کاٻي پاسي ليٽائي مٿس ڪافور (خوشبوءِ) وڌل پاڻي مٿي کان پيرن تائين ٽي ڀيرا وجهي، هاڻ غسل پورو ٿي ويو، ان ريت بدن تي ڀيرا ڌوئجي ويندو جيڪو مسنون انگ آهي، يعني هڪ ڀيرو کاٻي پاسي، ٻيو ڀيرو ساڄي پاسي ٻير وغيره جي پنن پيل پاڻي سان ۽ ٽيون ڀيرو کاٻي پاسي ڪافور (خوشبوءِ) پيل پاڻي سان، اهوئي طريقو افضل آهي، هر پاسي تي هڪ ڀيرو سموري بدن تي پاڻي وجهڻ فرض آهي ۽ ٽي ڀيرا سنت آهي، ان کان وڌيڪ بناضرورت جي مڪروه آهي، ضرورت خاطر جائز آهي، هاڻ سمورو بدن ڪپڙي سان اگهي ڇڏي، جيڪڏهن ان کان پوءِ بہ بدن مان ڪا گندگي نڪري تہ ان کي ڌوئي ڇڏي، ٻيهر غسل ڏيڻ جي ضرورت نہ آهي، هاڻ گوڏ مٿائي ڇڏجي، ۽ ڪفن پهرائي ڇڏجي، جنهن جو تفصيل اڳتي ڏنل آهي.

(۴) غسل ڏيڻ وقت پاڻي جي اندر وڃڻ کان بچاءَ لاءِ ميت جي منهن ۽ سوراخن يعني پيشاب پائخاني جي هنڌن، ٻنهين ڪنن، نا‌سن ۽ وات تي ڪپهہ ڏئي ڇڏڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

(۵) جيڪڏهن مردو سجي يا ڳري ويو هجي تہ ان کي هٿ نہ لائجي، پر مٿس پاڻي وهائي ڇڏڻ ڪافي آهي، بلڪہ پاڻي وهائڻ واجب آهي.

(٦) زائفان جي غسل جو پڻ اهو ساڳيو ئي طريقو آهي جيڪو مرد جي غسل جو بيان ٿيو، عورت جا وار گڏائي سيني تي وجهي ڇڏجن، پٺيءَ ڏانهن ڇڏي نه ڏجن.

(٧) ميت جي مٿي خواهه ڏاڙهي کي ڦڻي نه ڏجي، ننهن، وار ۽ مڇون نه ونجن، بغلن جا وار نه پٽجن، هيٺيان وار نه ڪوڙجن، طهر نه ڪجي، ڪو ٻيو سرمون سينگار به نه ڪجي، ائين ڪرڻ ناجائز ۽ مڪروه تحريمي آهي، جيڪڏهن ننهن يا وار ڪٽي ڇڏيا ويا ته ميت سان گڏ ڪفن ۾ رکي ڇڏجن، البت خوشبوء لڳائڻ جائز آهي، جيڪو ننهن ٽٽل هجي ان کي الڳ ڪرڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

(٨) بندن کان غسل جو فرض ادا ٿيڻ لاءِ بندن جي طرفان ان فعل جو هئڻ ضروري آهي، نيت شرط ناهي، پر ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ نيت ڪرڻ گهرجي، تنهن ڪري جيڪڏهن مردي کي گهٽي پاڻي مثال طور درياء مان ڪڍيو وڃي تڏهن به کيس غسل ڏيڻ فرض آهي، پر جيڪڏهن پاڻيءَ مان ڪڍڻ مهل غسل جي نيت سان پاڻي کي چوريو پوريو ويو ته غسل ادا ٿي ويندو ۽ ٽي ڀيرا چورڻ پورڻ سان سنت غسل ادا ٿي ويندو. غسل ڏيڻ واري جو مڪلف (عاقل بالغ) هئڻ به شرط ناهي، تنهن ڪري نابالغ يا ڪافر جي غسل ڏيڻ سان به غسل ادا ٿي ويندو، ساڳئي طرح ڪنهن بيگاني مرد زائفان کي يا بيگاني زائفان مرد کي غسل ڏنو ته فرض پورو ٿي ويندو ڪٿي سندس غسل ڏيڻ جائز نه هو.

(٩) مردي جا ٻه قسم آهن، هڪ اهو جنهن کي غسل ڏنو ويندو آهي، ٻيو اهو جنهن کي غسل نه ڏنو ويندو آهي. پهرين جا وري ٻه قسم آهن، هڪ اهو جنهن تي نماز پڙهڻ لاءِ غسل ڏنو ويندو آهي ۽ اِهو اُهو آهي جيڪو جيئرو ڄمي مرندو آهي، ٻيو اهو جنهن کي غسل

ڏنو ويندو آهي پر مٿس نماز نہ پڙهبي آهي، اهو اهو آهي جيڪو مٿل ٿي چائو هجي، اهڙو دارالحرب ۾ رهندڙ ڪافر بہ انهيءَ حڪم ۾ آهي جنهن جو ولي وارث مسلمان هجي، جنهن کي غسل نہ ڏنو ويندو آهي ان جا بہ قسم آهن هڪ اهو جنهن کي بيعزتي جي خيال کان غسل نہ ڏنو ويندو آهي، مثال طور مارجي ويل باغي ۽ ڌاڙيل، ٻيو اهو جنهن کي عزت احترام ۽ فضيلت مرتبي جي ڪري غسل نہ ڏنو ويندو آهي جهڙوڪ شهيد (شهيد جو بيان اڳتي ايندو).

(١٠) جنهن ٻار جي ڄمڻ وقت سندس اڪثر حصو ٻاهر اچڻ کان پوءِ ڪو آواز، ساهہ يا ڪنهن عضوي جي چرپر يا اک پٽڻ ٻوٽڻ وغيره جهڙي ڪا نشاني ڏٺي وڃي جنهن مان سندس زندهہ هئڻ جي خبر پوي تہ سندس نالو رکيو ويندو ۽ کيس غسل ۽ ڪفن ڏئي جنازو نماز پڙهي ويندي، پر جيڪڏهن اڪثر حصو ٻاهر اچڻ کان پوءِ زندهہ هئڻ جي ڪا نشاني محسوس نہ ٿئي تہ کيس غسل ڏجي، نالو رکجي، ۽ ڪنهن ڪپڙي ۾ ويڙهي دفن ڪري ڇڏجي مگر جنازو نماز نہ پڙهجي. جيڪڏهن ڪو ٻار مٿي جي طرف کان پيدا ٿئي تہ سيني تائين نڪرڻ کي بدن جي اڪثر حصي جو نڪرڻ ليکيو ويندو، ۽ جيڪڏهن پيرن جي طرف کان ڄمي تہ دن تائين نڪرڻ کي اڪثر حصي جو نڪرڻ سمجهيو ويندو. سندس زندهہ هئڻ بابت ٻار ڄڻائيندڙ دائي يا ٻار جي ماءُ جي چوڻ کي معتبر مڃيو ويندو. جيڪڏهن ٻار جا سڀ عضوا هٿ پير، وات نڪ وغيرهہ مان ڪابہ شيءِ نہ ٺهي هجي ۽ ٻار ڪري پويس تہ مٿس پاڻي وجهي وهنجاري ڇڏجي ۽ سندس نالو بہ رکجي، جيڪڏهن منجهس ڇوڪرو يا ڇوڪري هئڻ جي ڪابہ نشاني نہ هجي تہ اهڙو نالو رکجي جيڪو مرد ۽ عورت ٻنهي لاءِ گڏيل هجي، جهڙوڪ بسم الله، رحمت وغيرهہ، پوءِ کيس ڪپڙي ۾ ويڙهي دفن ڪري

ڇڏجي، سنت مطابق ڪفن جو خيال نہ رکجي.

(١١) جيڪڏهن ڪنهن مردي جو اڌ ڪان وڌيڪ بدن ملي وڃي ڪٽي مٿي ڪان سواءِ هجي تڏهن بہ ان کي غسل ۽ ڪفن ڏجي ۽ نماز پڙهجي، مٿي سان گڏ اڌ بدن ملڻ جو پڻ اهوئي حڪم آهي، جيڪڏهن ان ڪان پوءِ بدن جو رهيل حصو بہ ملي وڃي تہ مٿس نماز نہ پڙهجي، جيڪڏهن اڌ جسم مٿي ڪان سواءِ ملي يا اڌ ڪان گهٽ ملي ڪٽي مٿي سان گڏ هجي يا مٿي ڪان سواءِ هجي، يا اڌ جسم ڊيگهہ ۾ چيريل هجي تہ ان کي غسل نہ ڏجي ۽ مٿس نماز نہ پڙهجي، پر ڪنهن ڪپڙي ۾ ويڙهي دفن ڪري ڇڏجي.

(١٢) ڪافر مردي لاءِ مسلمانن تي غسل ۽ ڪفن دفن فرض ناهي.

(١٣) جيڪڏهن ڪو مردو ملي ۽ اها خبر نہ هجي تہ مسلمان آهي يا ڪافر، تہ جيڪڏهن سندس مسلمان هئڻ جي ڪا نشاني هجي، جهڙوڪ طهر ٿيل هئڻ، ميجون ڪتريل هئڻ وغيره تہ کيس غسل ڏجي ۽ مٿس جنازو نماز پڙهجي.

(١٤) جڏهن مسلمانن ۽ ڪافرن جا مردا رلجي وڃن ۽ مسلمانن کي ڪنهن نشاني سان سڃاڻي سگهجي تہ ڪين غسل ۽ ڪفن ڏجي ۽ مٿن جنازو نماز پڙهجي، جيڪڏهن ڪابہ اهڙي نشاني نہ هجي جنهن سان ڪين سڃاڻي سگهجي تہ گهڻائي جو لحاظ رکيو ويندو، جيڪڏهن مسلمان وڌيڪ هجن تہ سڀن مردن کي غسل ۽ ڪفن ڏنو ويندو ۽ سڀن تي جنازو نماز پڙهي ويندي ۽ ڪين مسلمانن جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويندو، اها صورت جهاد ۾ ممڪن آهي جو مسلمانن جي سراسري انگ مان جيئري بچڻ وارن جو انگ ڪٽي ڄاڻ وٺي سگهجي ٿي. وڌيڪ تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو.

(١٥) جيڪو شخص جهاز يا ٻيڙيءَ ۾ فوت ٿي وڃي ته ڪيس غسل ۽ ڪفن ڏجي ۽ مٿس جنازو نماز پڙهجي، ۽ ڪٿي ڪيس دفن نه ڪري سگهجي يعني زمين جو ڪنارو پري هجي ۽ لاش جي خراب ٿيڻ جو ڊپ هجي ته ٿورو وزن ٻڌي درياء يا سمنڊ وغيره ۾، جتي سفر ٿي رهيو هجي، وجهي ڇڏجي. جيڪڏهن ڪنارو ايترو پري نه هجي ۽ جلدي لهڻ جي اميد هجي ته لاش ڪي رکي ڇڏجي ۽ زمين ۾ دفن ڪجي.

(١٦) جيڪڏهن ڪو مسلمان باهه ۾ سڙي ڪوئلا ٿي وڃي ته ڪيس ڪپڙي ۾ ويڙهي دفن ڪري ڇڏجي، سندس غسل ۽ جنازو نماز ناهي.

(١٧) چئن قسمن جي ماڻهن لاءِ غسل ۽ جنازو نماز ناهي: ١- باغي. ٢- رستي تي ڌاڙا هڻندڙ. ٣- اهي ماڻهو جيڪي رات جو هٿيار کڻي يا بنا هٿيارن جي ۽ ڏينهن جو هٿيار کڻي ڦر ڪن، اهي به ڌاڙيلن جي حڪم ۾ آهن. ۴- ماڻهن کي گهٽو ڏئي ماريندڙ، جيڪڏهن ان هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ائين ڪيو هجي، اهو باغي جي حڪم ۾ آهي.

(١٨) جيڪو شخص آپگهات ڪري، يعني ڦاهو وجهي، يا ڪنهن اوزار يا هٿيار سان يا زهر پي، يا ڪنهن ٻئي نموني سان پنهنجو پاڻ کي ماري ڇڏي ته ڪيس غسل ڏجي ۽ مٿس نماز پڙهجي.

## غسل ڏيڻ واري لاءِ احڪام

(١) مستحب اهو آهي ته غسل ميت جو سڀ کان وڌيڪ ويجهو مائٽ ڏئي، جيڪڏهن ڪيس غسل جي طريقي جي ڄاڻ نه هجي يا چڱيءَ طرح غسل نه ڏئي سگهندو هجي ته پوءِ ڪو اهڙو نيڪ پرهيزگار ماڻهو غسل ڏئي جيڪو ان جي مسئلن جي ڄاڻ رکندڙ هجي.

اها ڳالهہ پڻ مستحب آهي تہ غسل ڏيڻ وارو پروسي جوڳو ماڻهو هجي جو هڪ تہ غسل چڱيءَ طرح ڏئي، ٻيو تہ جيڪڏهن ميت ۾ ڪا وڻندڙ شيءِ ڏسي جهڙوڪ منهن جو نور، مرڪ يا خوشبوءِ وغيره تہ ان لاءِ مستحب آهي تہ ماڻهن کي ٻڌائي ڇڏي، ۽ جيڪڏهن ڪا اڻ وڻندڙ شيءِ ڏسي جهڙوڪ منهن جو ڪارو ٿي وڃڻ، بدبوءِ اچڻ، شڪل مٽجڻ وغيره تہ ڪنهن بہ شخص آڏو ان کي بيان ڪرڻ جائز ناهي. پر جيڪڏهن ميت پڌريءَ طرح بدعتي هجي يا ڪليو ڪلايو گناهہ، ڳائڻ وڄائڻ يا بدڪاري جو ڌنڌو وغيره ڪندڙ هجي تہ سندس اهڙي ڳالهہ ماڻهن جي آڏو بيان ڪرڻ ۾ حرج ناهي تہ جيئن ماڻهو عبرت وٺن. غسل ڏيندڙ کي ضرورت کان سواءِ ميت جي ڪنهن بہ عضوي کي نہ ڏسڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن سندس ڪنهن عضوي ۾ ڪو عيب ڏسي، جنهن کي هو پاڻ زندگي ۾ لڪائيندو هو تہ اهو ڪنهن کي نہ ٻڌائي.

(٢) غسل ڏيڻ واري کي پاڪائي سان هئڻ گهرجي، تڙ وارو شخص، حيض نفاس واري عورت يا غيرمسلم غسل ڏئي تہ ڪٿي جائز تہ آهي پر مڪروه آهي، بناوضو جي ڏيڻ مڪروه ناهي، پر وضو سان هئڻ مستحب آهي.

(٣) مستحب آهي تہ غسل ڏيڻ واري جي پرسان سگري ۾ خوشبو دکائي ڇڏجي.

(۴) افضل هي آهي تہ ميت کي بنامعاوضي جي غسل ڏجي، جيڪڏهن ان کان سواءِ ڪو ٻيو غسل ڏيڻ وارو موجود هجي تہ ان لاءِ معاوضي تي غسل ڏيڻ جائز آهي، پر جيڪڏهن ڪو ٻيو غسل ڏيڻ وارو موجود نہ هجي تہ ان لاءِ اجرت وٺڻ جائز ناهي، ڇوتہ ان صورت ۾ ميت کي غسل ڏيڻ مٿس فرض ٿي ويو آهي، اهو ساڳيوئي حڪم ڪفن سبڻ، جنازو کڻڻ، قبر کوٽڻ ۽ دفن ڪرڻ وارن جي اجرت بابت

پڻ آهي.

(٥) غسل ڏيڻ واري لاءِ هڪ شرط هي به آهي ته ان لاءِ ميت کي ڏسڻ جائز هجي، تنهن ڪري مردن کي مرد ۽ زائفن کي زائفون غسل ڏين، ان جي ابتڙ يعني مرد زائفن کي ۽ زائفون مردن کي غسل نه ڏين، پر جيڪڏهن ڏئي ڇڏن ته غسل ٿي ويندو، ڇوته اهو شرط، غسل جي صحيح ٿيڻ ۾ رنڊڪ نه بڻبو آهي، جيڪڏهن ڪا اهڙي ضرورت پئجي وڃي ته ان جو حڪم اڳيان اچي پيو.

(٦) مڙس پنهنجي زال کي غسل نٿو ڏئي سگهي ۽ نه ڪيس ڇهي سگهي ٿو، ڇوته مرڻ پڄاڻان هاڻ اهو مڙس ان لاءِ بيگانو آهي.

(٧) زال پنهنجي مڙس کي غسل ڏئي سگهي ٿي، ڇوته عدت واري مدي تائين اها سندس نڪاح ۾ رهندي.

(٨) جيڪڏهن ڪا جوان يا پوڙهي زائفان سفر ۾ مردن جي وچ ۾ فوت ٿي وڃي ۽ ڪا ٻي مسلمان توڙي ڪافر زائفان موجود نه هجي ۽ نه وري ڪو ننڍو ڇوڪرو هجي ته جيڪڏهن سندس ڪو محرم موجود هجي ته اهو ڪيس پنهنجي هٿ سان تيمم ڪرائي ڇڏي، ان لاءِ سندس تيمم جي عضون کي ڇهڻ جائز آهي، تنهن ڪري سندس هٿ تي ڪپڙو ويڙهڻ جي ضرورت ناهي ۽ جيڪڏهن ڪو محرم موجود نه هجي ته ڪو بيگانو شخص پنهنجي هٿ تي ڪپڙو ويڙهي ڪيس تيمم ڪرائي ۽ سندس ٻانهن تي نظر پوڻ مهل اکيون بند ڪري ڇڏي. جيڪڏهن مڙس پنهنجي زال کي تيمم ڪرائي تڏهن به هٿن تي ڪپڙو ويڙهي ڪرائي، پر ان لاءِ اکيون بند ڪرڻ جو حڪم ناهي. ساڳئي ريت جيڪڏهن ڪو مرد زائفن جي درميان فوت ٿي وڃي ۽ اتي ڪو مسلمان يا ڪافر مرد نه هجي، نه وري سندس زال يا ڪا ننڍي ڇوڪري هجي نه سندس ڪا محرم عورت هٿ تي ڪپڙو ويڙهڻ کان

سواءِ ڪيس تيمم ڪرائي ڇڏي ۽ جيڪڏهن محرم عورت بہ نہ هجي تہ ڪا بيگاني عورت هٿ تي ڪپڙو ويڙهي ڪيس تيمم ڪرائي ڇڏي. مرد جي غسل جي حالت ۾ جيڪڏهن ڪو ڪافر مرد موجود هجي ۽ مسلمان مرد نہ هجي تہ اهي زائفون ڪافر مرد کي غسل ڏيڻ جو طريقو ٻڌائن ۽ اهو اڪيلي سر، پردي ۾ ڪيس غسل ڏئي ۽ جيڪڏهن ڪافر مرد تہ نہ هجي پر ڪا ننڍي ڇوڪري هجي تہ زائفون ڪيس غسل جو طريقو سيکارن ۽ اها اڪيلي سر، پردي ۾ ڪيس غسل ڏئي، ساڳئيءَ طرح جيڪڏهن مردن ۾ عورت جو ميت هجي ۽ ڪا مسلمان عورت نہ هجي تہ ڪافر عورت کي سيکاري، نہ تہ ننڍي ڇوڪري کي سيکاري غسل ڏيارجي.

(٩) جيڪڏهن شهوت جي حد کي نہ پهتل ڪو ڇوڪرو يا ڇوڪري فوت ٿي وڃي تہ ان کي مرد توڙي زائفان مان ڪوبہ غسل ڏئي سگهي ٿو، پر شهوت جي حد کي پهتل نابالغ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري، بالغ جي حڪم ۾ آهن.

(١٠) جنهن جو مرداڻو عضوو ڪپيل هجي يا خصي هجي، سو بہ مرد جي حڪم ۾ آهي.

(١١) جيڪڏهن ڪو شخص سفر ۾ فوت ٿي وڃي ۽ اتي پاڪ پاڻي نہ هجي تہ ميت کي تيمم ڪرائي جنازو نماز پڙهجي پوءِ جيڪڏهن دفن ڪرڻ کان پهريان پاڻي ملي وڃي تہ امام ابويوسف رح جي قول موجب غسل ڏئي ٻيهر جنازو نماز پڙهڻ جو حڪم آهي، پر امام ابوحنيفہ رح وٽ غسل تہ ٻيهر ڏجي پر نماز ٻيهر نہ پڙهجي.

(١٢) جيڪڏهن احتلام وارو شخص يا حيض نفاس واري عورت فوت ٿي وڃي تہ هڪ غسل ئي ڪافي آهي.

(١٣) غسل ڏيڻ واري تي ميت کي غسل ڏيڻ کان بعد نہ

غسل واجب آهي نہ وضو، غسل ڏيڻ کان پهريان جيڪو وضو ڪيو هيائين، سوئي جنازي نماز لاءِ ڪافي آهي، پر ان لاءِ غسل ڪرڻ مستحب آهي.

(١۴) جيڪڏهن ميت کي غسل کان پوءِ ڪفن ڍڪايو ويو ۽ سندس ڪو عضوو بنا غسل جي رهجي ويو هجي تہ رڳو ان عضوي کي غسل ڏجي، پر جيڪڏهن هڪ آڱر جيترو رهجي ويو هجي تہ ان کي غسل نہ ڏجي.

## ميت جي تجهيز تڪفين جو بيان

**ڪفن جو حڪم ۽ تفصيل:** (١) ميت کي ڪفن ڏيڻ فرض ڪفايہ آهي.

(٢) ڪفن جا ٽي درجا آهن: ١- ڪفن سنت ٢- ڪفن ڪفايت ٣- ڪفن ضرورت.

(٣) مرد لاءِ 'سنت ڪفن' ٽي ڪپڙا آهن: ١- ازار (گوڏ). ٢- ڪفني (قميص- ڪرتو). ٣- لفافہ (ويڙهڻ لاءِ چادر). عورت لاءِ سنت ڪفن پنج ڪپڙا آهن، ٽي اهي جيڪي مرد لاءِ بيان ڪيا ويا، انهن کان علاوه: ۴- پوتي يا رئو ۵- ڇاتي ٻڌڻو.

(۴) "ڪفن ڪفايت" مرد لاءِ ٻہ ڪپڙا گوڏ ۽ "لفافو" ۽ عورت لاءِ ٽي ڪپڙا گوڏ، لفافو ۽ رئو، يا هي ٽي ڪپڙا ڪفني، لفافو ۽ رئو، عام حالتن ۾ ايترو ڪفن واجب آهي، ضرورت کان سواءِ ان کان گهٽائڻ، يعني مرد لاءِ رڳو هڪ ڪپڙو ۽ عورت لاءِ ٻہ ڪپڙا رکڻ، مڪروه آهي، پر ضرورت وقت بناڪراهت جي جائز آهي.

(۵) "ڪفن ضرورت" ٻنهي لاءِ اهو آهي جيڪو ملي وڃي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ايترو هجي جو سمورو بدن ڍڪجي وڃي، ڪٽي نئون

ڪپڙو هجي يا پراڻو. جيڪڏهن ايترو بہ نہ هجي تہ پين ماٺهن کان وٺي پورو ڪجي. جيڪڏهن اهو بہ نہ ٿي سگهي ۽ ڪپڙو گهٽ هجي تہ مٿي ڏانهن ويڙهي پيرن ڏانهن جيترو اڻ ڍڪيل رهي ان کي گاهہ وغيره سان ڍڪي ڇڏڻ واجب آهي.

(٦) "لفافو" يعني ويڙهڻ جي چادر ميت جي قد کان ايترو وڌيل هجي جو ان کي مٿي ۽ پيرن ڏانهن ٻڌي سگهجي، تقريبا هڪ هٿ وڌي هجي. "ازار" (گوڏ) ميت جي قد جيتري يعني مٿي کان پيرن تائين ڊگهي هجي. "ڪفني" ڳلي کان پيرن تائين هجي ۽ اڳيان ۽ پويان هڪ جيتري هجي، مرد ۽ زائفان ٻنهن لاءِ هڪ ئي مقدار آهي، البت مرد جي ڪفني ڪلهي وٽان چيرجي ۽ زائفان جي سيني وٽان. زائفان لاءِ رئو ٽي هٿ (ڏيڍ گز) هجي ۽ ڇاتي ٻڌڻي لاءِ افضل هي آهي تہ ڇاتيءَ کان گوڏن تائين ويڪرو هجي، دن تائين هجي تڏهن بہ ٺيڪ آهي، ۽ ايترو ڊگهو هجي جو ٻڌجي وڃي.

(٧) بلوغت کي اوڏو پهتل ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ (يعني جيڪي شهوت جي عمر کي پهچي چڪا هجن) جو حڪم بالغ مرد ۽ زائفان وانگر آهي، ان کان گهٽ عمر جي ٻار لاءِ ڪفن ۾ هڪ ئي ڪپڙو هئڻ جائز آهي، پر ٻہ ڪپڙا ڏيڻ وڌيڪ بهتر آهي. سڀ کان بهتر هي آهي تہ ننڍي ٻار کي بہ، ڪٿي، ڇوڪرو هجي يا ڇوڪري، پورو ڪفن ڏجي جيتوڻيڪ عمر ۾ ڪيترو بہ ننڍو هجي. جنهن جا عضوا پورا نہ ٺهيا هجن ۽ ڪري پوي تہ ان کي سنت ڪفن نہ ڏجي پر وهنجاري هڪ ڪپڙي ۾ ويڙهي نماز پڙهڻ کان سواءِ دفن ڪري ڇڏجي.

(٨) مرد کي ٽن کان وڌيڪ پنجن ڪپڙن تائين ڪفن ڏيڻ مڪروهہ ناهي، پر ڪن وٽ مڪروهہ آهي.

(٩) ڪفن سنو هئڻ گهرجي، مرد کي گهٽ وڌ ايتري قيمت

جي ڪپڙي جو ڪفن ڏيڻ گهرجي جهڙو اهو جمعي ۽ عيد براد تي پنهنجي حياتي ۾ اوڍيندو هو، ۽ عورت کي اهڙو ڏيڻ گهرجي جهڙا ڪپڙا پهري اها پنهنجي پيڪين ويندي هئي. بهتر اهو آهي ته ڪپهه جي سوٽي ڪپڙي جو ۽ اڇو هجي، پراڻو هئڻ جي صورت ۾ ڌوتل هجڻ گهرجي، عورتن لاءِ ريشمي ڪپڙي ۽ زعفران وغيره ۾ رنگيل ڪپڙي جو ڪفن جائز آهي، مردن لاءِ جائز ناهي، جهڙوڪ جيئرن لاءِ پڻ حڪم آهي.

## ڪفن ڪير ڏئي؟ ان سان لاڳاپيل ڳالهيون

(١) جيڪڏهن ميت ترڪو ڇڏيو هجي ۽ ان ۾ ڪنهن ٻئي جو حق نه هجي ته ڪفن سندس ترڪي مان ڏجي، سنت جيتري ڪفن جو نمبر قرض، وصيت ۽ وارثن ۾ ورهاست کان پهريان آهي، جيڪڏهن ترڪو قرض جيترو هجي ته پهريان ان مان "ڪفن ڪفايت" ڏجي، پوءِ قرض ادا ڪجي، جيڪڏهن ترڪو وڌيڪ هجي ته "سنت ڪفن" ڏيڻ افضل آهي.

(٢) جنهن ميت جو ڪوبه ترڪو نه هجي ته ان جو ڪفن ان شخص تي واجب آهي جنهن تي سندس خرچ پکو واجب هو. معتبر قول مطابق زال جو ڪفن مڙس تي واجب آهي، ڪٿي زال کو ترڪو ڇڏيو هجي يا نه ڇڏيو هجي ۽ ڪٿي مڙس مالدار هجي يا سيو ۽ تنگدست. پر جيڪڏهن مرد مري وڃي ۽ سندس ڪو ترڪو نه هجي ته زال تي ان جو ڪفن، اجماع سان، واجب ناهي، جيتوڻيڪ زال مالدار هجي.

(٣) جيڪڏهن اهڙو شخص موجود نه هجي جنهن تي ميت جو خرچ پکو واجب هو ته ڪيس بيت المال مان ڪفن ڏجي، پر جيڪڏهن بيت المال نه هجي يا منجهس ڏوڪڙ يا جنس نه هجي ته سندس ڪفن

مسلمانن تي واجب آهي، يعني جنهن کي ان بابت ڄاڻ هجي ان تي فرض کفايہ آهي ۽ جيڪڏهن اهي پڻ لاچار ۽ تنگدست هجن تہ ٻين کان کفايت جيتري کفن جو ڪپڙو يا ڏوڪڙ گهرن ۽ جيڪڏهن اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ ضرورت جيتري ڪفن لاءِ سوال ڪن، جيڪڏهن اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ کيس وهنجاري گاهہ ۾ ويڙهي دفن ڪري ڇڏن ۽ سندس قبر تي جنازو نماز پڙهن.

(۴) جيڪڏهن ماڻهن کان ورتل ڪپڙي يا ڏوڪڙن مان ڪجهہ بچي وڃي ۽ خيرات ڏيڻ واري بابت ڄاڻ هجي تہ کيس واپس ڏئي ڇڏجي، جيڪڏهن ڄاڻ نہ هجي تہ ڪنهن ٻئي محتاج جي ڪفن ۾ ڪتب آڻجي، جيڪڏهن اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ فقيرن کي خيرات طور ڏئي ڇڏجي.

فائدو: جيڪا چادر جنازي جي مٿان وڌي ويندي آهي اها ڪفن ۾ شامل ناهي، اهڙيءَ طرح ڪن علائقن جي رواج موجب هڪ مصلي جو ڪپڙو هوندو آهي، اهو بہ ڪفن ۾ شامل ناهي، اهي ٻئي ميت جي ترڪي مان نہ هئڻ گهرجن، پر جيڪڏهن وارث اجازت ڏين ۽ بالغ بہ هجن تہ جائز آهي. اهڙيءَ طرح جيستائين سڀ وارث بالغ نہ ٿين ۽ سڀن جي اجازت نہ هجي تہ ميت جي ترڪي مان ٻيا اجايا سجايا خرچ بہ نہ ڪرڻ گهرجن. اهو مسئلو چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي، اڪثر جڳهن تي ان جي ابتڙ ڪيو پيو وڃي، ان کان بچڻ گهرجي.

## ڪفن پهرائڻ جو طريقو

پهريان ڪفن کي لوبان (خوشبوءِ) وغيره سان هڪ، ٽي، پنج يا ست ڀيرا واس ڏيڻ گهرجي، ان کان وڌيڪ نہ. پوءِ مرد لاءِ پهريان "لفافو" (مٿان ويڙهڻ واري چادر) کٽ تي وڇائجي، ان جي مٿان "ازار"

وڃائجي، ان کان پوءِ ميت کي غسل ڏيڻ ۽ اگهڻ کان پوءِ ڪفني پهرائي "ازار" جي مٿان ليٽائي ڇڏجي يا ازار جي مٿان ڪفني کي پهريان پيٽائي وچان وارو چير کولي ڇڏجي ۽ اهڙيءَ ريت وڃائجي جو ان جو مٿانهون اڌ حصو گڏ ڪري وهاڻي ڏانهن رکي ڇڏجي، پوءِ ميت کي وڇايل ڪفن تي ليٽائي ڪفني يعني ڪڙتي جو ڇاتيءَ وارو حصو مٿي ۾ وجهي ان جو مٿانهون حصو جيڪو گڏ ڪيو ويو هو بدن تي ڦهلائي ڇڏجي تہ جيئن ڪلهن کان پنين تائين اچي وڃي، هاڻ گوڏ آهستي ڪڍي ڇڏجي، اهو سولو طريقو آهي ۽ عام طرح سان هر هنڌ هلندڙ آهي، پوءِ سندس مٿي، ڏاڙهي ۽ سموري بدن کي خوشبوءِ لڳائجي، اهو مستحب آهي. مرد لاءِ زعفران ۽ "ورس" کان سواءِ هر قسم جي خوشبوءِ جائز آهي، گاڏڙ خوشبوءِ وڌيڪ بهتر آهي، پوءِ سندس سجدي وارن عضون يعني پيشاني، نڪ، ٻنهين هٿن، گوڏن ۽ پيرن تي ڪافور هڻجي، ڪٿي احرام جي حالت ۾ فوت ٿيو هجي يا بنااحرام جي، ٻنهين صورتن ۾ جهجي خوشبوءِ ۽ ڪافور لڳائڻ جائز بلڪہ مستحب آهي، احرام واري جو مٿو بہ ڍڪڻ گهرجي، پوءِ ازار کي کاٻي پاسي کان مٿس ويڙهجي پوءِ ساڄي پاسي کان ويڙهجي تہ جيئن ساڄو پاسو مٿان رهي، پوءِ لفافو يعني مٿان ويڙهڻ جي چادر ساڳئي طرح پهريان کاٻي پاسي کان ۽ پوءِ ساڄي پاسي کان ويڙهجي، جيڪڏهن ڪفن کلي وڃڻ جو خطرو هجي تہ ڪپڙي جي ڄڱريءَ سان مٿي ۽ پيرن جي پاسي کان ٻڌي ڇڏجي، ميت جا ٻئي هٿ سندس پاسن ۾ رکجن، سيني تي نہ رکجن.

زائفان جو ڪفن بہ مرد جي ڪفن وانگر پهريان لوبان وغيره سان واس ڏيڻ کان پوءِ، پهريان "سينہ بند" (ڇاتي ٻڌڻو) وڇائجي،

پوءِ ان جي مٿان لفافو ۽ پوءِ ان تي ازار وڇائجي ۽ ميت کي ڪفني پهرائي مٿس ليٽائجي يا مٿس ڪفني وڇائي ۽ ڪفني جو مٿيون حصو ويڙهي وهاڻي تي رکي ان تي ميت کي رکجي ۽ ڇاتيءَ وارو حصو مٿي ۾ وجهي ڪفني پهرائي گوڏ ڪڍي وٺجي. هيستائين عورت ۽ مرد لاءِ ساڳيو طريقو آهي. پوءِ سندس وارن جا ٻه حصا ڪري سيني تي ڪفني جي اندر رکي ڇڏجن. هڪ حصو ساڄي پاسي ۽ ٻيو کاٻي پاسي ۽ ان جي مٿان رئو (سربند) مٿي تي ۽ وارن تي وجهي ڇڏجي. اهڙيءَ طرح جو اڌ پٺيءَ جي هيٺان وڇائي مٿي تي آٿي نقاب وانگر سيني تي وجهي ڇڏجي. ان کي ٻڌڻ ۽ ويڙهڻ نه گهرجي. ان جي ڊيگهه سيني کان پٺيءَ تائين يعني تقريبا ٻه هٿ آهي ۽ ويڪر هڪ ڪن جي پاپڙي کان ٻئي ڪن جي پاپڙي تائين يعني تقريبا ٻه گرائيون آهي. پوءِ ازار کي پهريان کاٻي پاسي کان پوءِ ساڄي پاسي کان ويڙهجي. پوءِ لفافي کي ان طرح ويڙهجي جيئن مرد لاءِ بيان ٿيو. پوءِ سمورن ڪفن جي مٿان "سيني بند" کي بغلن کان ڪڍي گوڏن جي هيٺان تائين سيني جي مٿان پهريان کاٻي پاسي کان پوءِ ساڄي پاسي کان ويڙهي ان جي ڪناري کي ڳنڍ ڏئي ٻڌجي ته جيئن ڪفن رانن تان نه اڏري. ڪن وٽ: دن تائين ٻڌجي. جيڪڏهن "سيني بند" (ڇاتي ٻڌڻي) کي رئي کان پوءِ "ازار" ويڙهڻ کان پهريان ئي ٻڌو ويو ته به جائزآهي. ۽ جيڪڏهن "ازار" ويڙهڻ کان پوءِ لفافه يعني مٿان واري چادر ويڙهڻ کان پهريائين ٻڌو ويو ته به جائز آهي. پوءِ ڪنهن اڳڙي سان مٿي ۽ پيرن وٽان ڪفن کي ٻڌي ڇڏجي ۽ هڪ ڳنڍ چيلهه وٽان پڻ ڏجي ته جيئن واٽ تي ڪٿي کلي نه وڃي.

## ڪفن ۽ ان سان لاڳاپيل شين جو تفصيلي نقشو

| ڳاڻاٽو نمبر | مرد/ عورت | ڪپڙي جو نالو | ڊيگهه | ويڪر | ماپ جو اندازو | ڪيفيت |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١ | مرد ۽ عورت ٻنهي لاءِ | ازار | اڍائي گز | هڪ گز ڪان ٻن گزن تائين | مٿي ڪان پيرن تائين | چوڏهن، پندرهن يا سورهن گراٺ ويڪر جو ڪپڙو هجي ته ڏيڍ ٿان مان ٿيندو. |
| ٢ | = | لفافو | پوڻا ٽي گز | هڪ ڪان ٻه گز | ازار ڪان چار گرائون وڌيڪ | = = = |
| ٣ | = | قميص (ڪفني) | اڍائي يا پوڻا ٽي گز | هڪ گز | ڪلهن ڪان اڌ پنيءَ تائين هيٺ مٿي (هيٺو) | چوڏنهن گرائن يا هڪ گز ويڪر مان تيار ٿيندي آهي، ٻه هڪ جيترا حصا ڪري ڳچيءَ وٽان چيري ڳچيءَ ۾ وڌي ويندي آهي. |
| ٤ | رڳو عورت لاءِ | سيني ٻڌڻو | ٻه گز | سوا گز | بغلن جي هيٺان ڪان گوڏن تائين | |
| ٥ | = | مٿي ٻڌڻو | ڏيڍ گز | ٻارهن گرهه (منو گز) | جيستائين اچي | مٿي جي وارن جا ٻه حصا ڪري ساڄي ۽ کاٻي پاسي سيني تي رکي ڇڏجن ۽ مٿان مٿي ٻڌڻو وجهي ڇڏجي |
| ٦ | جيڪو ڇوڪرو وهيءَ کي پهچڻ جي ويجهو هجي يعني شهوت جي حد کي پهچي چڪو هجي ته ڪيس مرداڻي ڪفن وانگر، پر جيڪڏهن گهٽ ننڍو هجي ته رڳو هڪ ڪپڙو ڏجي. ڇوڪري جيڪا وهيءَ کي پهتل هجي، کي عورتن جي ڪفن وانگر ۽ گهٽ ننڍي هجي ته رڳو ٻه ڪپڙا ڏجن. مئل ٻار کي رڳو هڪ ڪپڙو ڏجي. | | | | | |

## ڪفن سان لاڳاپيل شيون:

غسل لاءِ گوڏ بدن جي ٿولهه کان ٽي گرهه وڌيڪ يعني وڏي ماڻهو لاءِ سوا وال ڪافي آهي، ۽ ويڪر ۾ دن کان پنيءَ تائين يعني چوڏهن گرائون ڪافي آهي، اهي ٻه هئڻ گهرجن. دستانن لاءِ ڇهه گرائون ڊيگهه ۽ ٽي گرائون ويڪر جيترو ڪپڙو هٿ جي چنبي جيترو ناهجي، اهي ٻه ٻه هئڻ گهرجن. عورت جي پينگهي جي چادر، وڏي عورت لاءِ ساڍا ٽي گز ڊيگهه ۽ ٻه گز ويڪر ڪافي آهي، ٻيو سامان: گهڙا ٻه عدد، لوٽو، غسل جو تختو، لوبان هڪ تولو، ڪپهه اڌ آنو، گل خيرو (خطمي) هڪ آنو، ڪافور ڇهه ماسا، قبر جي پراءِ لاءِ ڪچيون سرون وغيره گهرج آهر، مرد جي ڪفن ۾ ڪل ڪپڙو اندازي طور ڏهه يارهن گز لڳندو آهي ۽ عورت لاءِ پينگهي جي چادر سوڌو ساڍا ايڪيهه گز (وال).

## جنازو کڻي هلڻ جو بيان

(١) جنازو کڻڻ مسلمانن تي فرض ڪفايه آهي، مزدوري تي جنازو کڻائڻ جائز آهي پر مزدوري وٺندڙ کي جنازي کڻي هلڻ جو ثواب نه ملندو. بهتر هي آهي ته ميت جا پنهنجا جنازو کڻي هلن.

(٢) جنازي کي ڪلهو ڏيڻ عبادت آهي، هر شخص کي ان ۾ اڳرائي ڪرڻ گهرجي، سنت هي آهي ته چار مرد کٽ يا پلنگ وغيره جي چئن ئي پاون کي ڪلهي تي رکي هلن.

(٣) جيڪڏهن جنازو کڻندڙ گهڻا هجن ته واري واري کڻي هلن. واري واري کڻي هلڻ ۾ ٻه شيون آهن، هڪ سنت ۽ ٻي ڪمال سنت، اصل سنت هي آهي ته کڻي کو شخص کهڙي به پاسي کان شروعات

ڪري ڪيس ڪٽ جا چارئي پاوا واري واري سان ڪلهي تي رکڻ گهرجن ۽ هر پاسي کان ڏهه ڏهه وکون هلي ۽ "ڪمال سنت" هي آهي تہ پهريان ميت جي سراندي واري پاسي جو ساڄو پائو کڻي، پنهنجي ساڄي ڪلهي تي ان جي پٺي کڻي ۽ ڏهہ وکون هلي، پوءِ پيراندي جي ساڄي پائي کي وٺي ان جي پٺي کي پنهنجي ساڄي ڪلهي تي رکي ڏهہ قدم (وکون) هلي، پوءِ سراندي جي کاٻي پائي کي وٺي ان جي پٺي پنهنجي کاٻي ڪلهي تي رکي ڏهہ وکون هلي پوءِ پيراندي جي کاٻي پائي کي وٺي ان جي پٺي پنهنجي کاٻي ڪلهي تي رکي ڏهہ قدم هلي، ان ريت ڪل چاليهہ قدم هلي. اهو "ڪمال سنت" طريقو هر شخص کان ادا نہ ٿي سگهندو تنهن ڪري جيترو ادا ڪري سگهي مستحب آهي. ڪڻندڙ جو ساڄو پاسو اهوئي آهي جيڪو ميت جو ساڄو پاسو آهي ۽ اهو ڪٽ جو کاٻو پاسو ٿيندو ۽ کاٻو پاسو ان جي ابتڙ ٿيندو، يا هيئن ڪٺي سمجهجي تہ جيڪڏهن ڪٽ جي اڳيان ان ڏانهن پٺي ڏئي وچ ۾ بيٺو هجي تہ ان جو ساڄو پاسو ڪٽ جو ساڄو پاسو ۽ ميت جو کاٻو پاسو هوندو، ڇوتہ ان پاسي جي پٺيءَ وٽ ميت جو کاٻو هٿ هوندو، ۽ ان شخص جو کاٻو پاسو ڪٽ جو کاٻو پاسو ۽ ميت جو ساڄو پاسو هوندو، ڇوتہ ان پاسي ميت جو ساڄو هٿ هوندو، تنهن ڪري ان پاسي جي سراندي وٽان ڪڻڻ سنت آهي ۽ ڪڻڻ مهل ڪڻڻ واري جو پڻ ساڄو ڪلهو ان پاسي ڏانهن هوندو.

(٣) جيڪڏهن انبوهہ گهٽي هئڻ جي صورت ۾ هر شخص ڪلهو ڏيڻ گهرندو هجي تہ ضرورت خاطر ڇئن ئي ڪندن وٽان بانس جا لڪڙا ٻڌي هڪ ئي وقت ڪئي ماڻهو ڪلهو ڏئي سگهن ٿا. بنان ضرورت جي ائين ڪرڻ سنت جي خلاف ۽ مڪروهہ آهي. ضرورت خاطر، مثال طور قبرستان پري هجي تہ ڪنهن جانور يا گاڏي تي رکي

ڪٽي وڃڻ، بنان ڪراهت جي جائز آهي، عذر کان سواءِ ائين ڪرڻ مڪروهہ آهي.

(٥) ميت صفا ننڍڙو ٻار هجي، جنهن کي ڪو هڪ ماڻهو هٿن تي کڻي وڃي تہ ڪو حرج ناهي. ان ريت واري واري ماڻهو ڪيس وٺي پنهنجي هٿن تي کڻندا هلن. سوار ٿي پنهنجي هٿن تي کڻن تہ بہ ڪو حرج ناهي.

(٦) سنت هي آهي تہ جنازو کڻي وقارسان تيز وکون کڻندي هلڻ گهرجي پر ڊوڙجي نہ، ۽ ايترو بہ تيز نہ هلجي جو ڪٽ کي لوڏا اچن، جو اهو مڪروه آهي.

(٧) جنازي سان گڏ هلڻ وارن لاءِ افضل هي آهي تہ ان جي پٺيان هلن، ساڄي ڪاٻي هلڻ بہ جائز آهي، پر بهتر ناهي، پٺيان هلڻ بهتر آهي.

(٨) جنازي کڻڻ وقت ان جي سراندي اڳيان رکجي.

(٩) جيڪڏهن جنازو پاڙيسري، مٽ مائٽ، يا ڪنهن مشهور نيڪ صالح شخص جو هجي تہ ان سان گڏ وڃڻ نفل پڙهڻ کان افضل آهي.

(١٠) جنازي سان هلڻ وارن کي ماٺ رهڻ ۽ قبر جي حالتن بابت سوچ ويچار ڪرڻ گهرجي. دنيا جون ڳالهيون نہ ڪرڻ گهرجن. ڏاڍيان قرآن شريف پڙهڻ ۽ ذڪر وغيره ڪرڻ مڪروه آهي، دل ۾ الله پاڪ جو ذڪر ڪجي، منهن تي ڏک غم جو اثر ۽ دل ۾ خدا جو خوف هجي.

(١١) جنازي سان انگيٺي ۾ باهہ ۽ بتي نہ کڻڻ گهرجي.

(١٢) جنازي سان گڏ يا ميت جي گهر ۾ روڄ راڙو ڪرڻ، ڪرتو ۽ گريبان ڦاڙڻ، داهون ڪوڪون ڪري مصيبت بيان ڪرڻ ۽ اهڙا

پيا ڪم مڪروه تحريمي ۽ جهليل آهن، قدرتي روئڻ داهن ڪوڪن ۽ بلند آواز سان نہ هجي تہ حرج ناهي پر صبر ڪرڻ افضل آهي.

(١٣) جنازي کي ڪلهن تان لاهي زمين تي رکڻ کان پهريان ان سان گڏ هلڻ وارن لاءِ بناضرورت جي ويهڻ مڪروه تحريمي آهي. ضرورت هجي تہ پوءِ ڪو حرج ناهي.

(١٤) جنازي کي نماز لاءِ زمين تي پنهنجي ملڪ ۾ اتر ڏکڻ ڏانهن رکجي يعني سراندي اتر ڏانهن هجي.

(١٥) جيڪي ماڻهو جنازي سان گڏ هجن تن کي جنازو نماز پڙهڻ تائين واپس نہ وڃڻ گهرجي، نماز کان پوءِ ميت جي وارثن جي اجازت کان سواءِ واپس نہ وڃڻ گهرجي، جڏهن تہ دفن ڪرڻ کان بعد اجازت کان سواءِ واپسي جي موڪل آهي.

## جنازي نماز جو بيان

**جنازي نماز جو حڪم:** جنازو نماز فرض ڪفايہ آهي جيڪڏهن ڪنهن هڪ مسلمان ادا ڪري ڇڏي تہ سڀ تان فرض لهي ويندو ڪٿي مرد ادا ڪري يا عورت، يا ڀانهو ۽ ٻانهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ ادا نہ ڪئي تہ ميت بابت ڄاڻ رکندڙ سڀ ماڻهو گنهگار ٿيندا. جيڪو جنازي نماز جي فرض هئڻ کي نہ مڃي سو ڪافر آهي.

**جنازو نماز واجب هئڻ جا شرط:** جنازي نماز جي واجب هئڻ جا شرط اهي ئي آهن جيڪي ٻين نمازن جي واجب هئڻ جا آهن يعني سگهہ رکڻ، بالغ مسلمان ۽ عقل سان هئڻ وغيره. ان ۾ هڪ شرط ٻيو بہ آهي يعني ان شخص جي فوت ٿيڻ بابت ڄاڻ هئڻ، تنهن ڪري جنهن کي ڄاڻ نہ هجي تنهن تي جنازو نماز فرض ڪفايہ طور واجب ناهي.

## جنازي نماز صحيح ٿيڻ جا شرط:

جنازو نماز صحيح ٿيڻ جا شرط ٻن قسمن جا آهن: هڪ قسم جا شرط اهي آهن جيڪي نماز پڙهڻ واري سان لاڳاپيل آهن ۽ اهي، وقت کان سواءِ، اهي ساڳيائي آهن جيڪي عام نماز پڙهڻ واري سان لاڳاپيل آهن، يعني حقيقي ۽ حڪمي طهارت، اوگهڙ ڍڪڻ، قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، نيت. ان نماز ۾ تڪبير تحريمہ بہ شرط ناهي پر رڪن آهي. نماز نہ ملڻ جو ڊپ هجي تہ تيمم سان پڙهڻ جائز آهي. جيڪو جتي بوٽ وغيره پهري جنازو نماز پڙهي ان لاءِ ضروري آهي تہ جتي ۽ ان جي هيٺان واري زمين ٻئي پاڪ هجڻ گهرجن، نہ تہ نماز نہ ٿيندي، جيڪڏهن ڪو جتي لاهي ان جي مٿان بيهي نماز پڙهي تہ رڳو جتيءَ جو پاڪ هجڻ ضروري آهي، ڪٿي ان جي هيٺان واري زمين پاڪ هجي يا نہ هجي. ٻئي قسم جا شرط اهي آهن جيڪي ميت سان واسطو رکن ٿا. اهي ڇهہ آهن:

(١) ميت جو مسلمان هئڻ جيڪڏهن اهو جيئرو پيدا ٿيڻ کان پوءِ فوت ٿيو هجي. هر مسلمان جي جنازو نماز صحيح آهي ڪٿي اهو فاسق هجي يا بدعتي، يا توڙي ان آپگهات (خودڪشي) ڪئي هجي، سواءِ انهن ماڻهن جي جن جو ذڪر غسل جي بيان ۾ ٿي چڪو آهي ۽ اڳتي بہ اچي پيو. ڪافر ۽ مرتد جي جنازي نماز صحيح ناهي.

(٢) طهارت، يعني ميت جي بدن، ڪفن ۽ جڳهہ جو حقيقي پليتي (نجاست) کان ۽ ميت جي بدن جو حڪمي نجاست کان پاڪ هئڻ. ميت جي بدن جو نجاست کان پاڪ هئڻ جو مطلب هي آهي تہ ڪيس غسل ڏنو ويو هجي ۽ غسل ممڪن نہ هجڻ جي صورت ۾ ڪيس تيمم ڪرايو ويو هجي، جيڪڏهن غسل ڏيڻ کان بعد ڪا پليتي

نڪري تہ اها معاف آهي، ان کي ڌوئڻ جي ضرورت نہ آهي، جيتوڻيڪ سمورو بدن پليت ٿي وڃي. ڪفن پاڪ هئڻ جو مطلب هي آهي تہ پاڪ ڪپڙي جو ڪفن ڏنو ويو هجي، ان کان پوءِ جيڪڏهن ميت کان نجاست نڪرڻ سبب ڪفن پليت ٿي ويو هجي تہ ڪا ڳالهہ ناهي ۽ نماز صحيح ٿي ويندي. جڳهہ پاڪ هئڻ مان مراد هي آهي تہ ميت پاڪ کٽ، پلنگ يا تختي تي هجي، جنهن جڳهہ تي پلنگ، کٽ يا تختو رکيل هجي ان جو پاڪ هجڻ شرط ناهي. کٽ وغيره کان سواءِ ميت کي ناپاڪ زمين تي رکيو ويو تہ ڪن وٽ نماز ٿي ويندي ۽ ڪن وٽ نہ ٿيندي.

(٣) اوگهڙ ڍڪڻ، يعني بدن جي جنهن حصي جو زندگي ۾ ڍڪڻ فرض آهي، ميت جو بہ اهو حصو ڍڪيل هئڻ گهرجي، نہ تہ جنازي نماز نہ ٿيندي.

(۴) ميت جو سمورو جسم يا ان جو اڪثر حصو امام جي اڳيان قبلي ڏانهن هئڻ، نہ تہ جنازي نماز نہ ٿيندي. جيڪڏهن جنازي کي ابتو رکيو ويو يعني امام جي ساڄي پاسي ميت جا پير ۽ کاٻي پاسي سندس مٿو هجي تہ نماز تہ ڪٿي ٿي ويندي، پر ڄاڻي ٻجهي ائين ڪرڻ، سنت متوارثہ جي خلاف هئڻ ڪري گناهہ آهي. ميت جي بدن جو ڪجهہ حصو امام جي آڏو هجڻ بہ شرط آهي، ڪٿي ٿورڙوئي هجي.

(۵) ميت جو سڄو جسم يا مٿي سان گڏ يا مٿي کان سواءِ جسم جو اڪثر حصو، يا مٿي سان گڏ جسم جو اڌ حصو موجود هئڻ، نہ تہ جنازي نماز نہ ٿيندي. تنهن ڪري غائبانہ نماز جنازه صحيح ناهي.

(٦) ميت جو يا ميت جي کٽ پلنگ يا تخت وغيره جو زمين تي رکيل هئڻ، جيڪڏهن ميت ڪنهن گاڏي يا چوپائي تي هجي يا ماڻهن جي هٿن تي هجي تہ نماز نہ ٿيندي. پر ڪنهن مجبوري سبب،

مثال طور زمين تي گپ هجي تہ جائز آهي.

**فائدو:** جنازي نماز ۾ جماعت جو هجڻ شرط ناهي، ڪنهن اڪيلي شخص جنازي نماز پڙهي ڇڏي تہ بہ سڀ جي ذمي تان فرض لهي ويندو، ڪٿي اهو اڪيلو نمازي زائفان ۽ سابہ ٻانهي هجي، پر جماعت سان پڙهڻ جي صورت ۾ مقتدي جي نماز جي صحيح ٿيڻ لاءِ هر مقتدي ۾ ان سان واسطو رکندڙ نماز جي صحيح هجڻ جي شرطن جو پڻ موجود هئڻ ضروري آهي، جڏهن تہ جنازي نماز جي فرضيت ادا ٿيڻ لاءِ رڳو امام ۾ انهن شرطن جو موجود هجڻ ڪافي آهي. امام جو بالغ هجڻ بہ ڪن وٽ شرط آهي، تنهن ڪري نابالغ جي پٺيان جنازي نماز نہ ٿيندي ۽ ماڻهن جي ذمي تان اهو فرض ڪفايہ ادا نہ ٿيندو. جيڪڏهن نابالغ اڪيلي سر جنازي نماز پڙهي تڏهن بہ فرض ڪفايہ ادا نہ ٿيندو.

**جنازي نماز جا رڪن:** جنازي نماز ۾ بہ رڪن آهن:

١- تڪبير تحريمہ سوڌو چار تڪبيرون چوڻ. مطلب تہ تڪبير تحريمہ بہ اتي رڪن آهي شرط ناهي.

٢- قيام، يعني بيهي نماز ادا ڪرڻ. بناعذر جي ويهي يا ڪنهن سواري تي جنازي نماز پڙهڻ سان نماز نہ ٿيندي، پر ڪنهن عذر ۽ مجبوري سبب جائز آهي.

**جنازي نماز جون سنتون:** جنازي نماز ۾ ٽي شيون سنت مؤڪده آهن:

١- پهرين تڪبير ڪان پوءِ الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا ڪرڻ يعني سبحانڪ اللهم...... آخرتائين پڙهڻ.

٢- ٻي تڪبير ڪان پوءِ نبي سائين ﷺ تي درود شريف پڙهڻ.

٣- ٽين تڪبير ڪان پوءِ ميت لاءِ دعا ڪرڻ. انهن ٽنهين سنتن ۾ ترتيب رکڻ بہ سنت آهي.

**جنازي نماز جو وقت:** جڏهن جنازو اچي وڃي تہ اهوئي ان جو وقت آهي. پر نماز جي ٽن مڪروه وقتن (سج ايرڻ، لڙڻ ۽ لهڻ) ۾ جنازي نماز پڙهڻ مڪروه تحريمي آهي، تنهن ڪري اهي وقت ٽاري پڙهجي. البت وچين (عصر) جي مڪروه وقت ۾ جيڪو جنازو تيار ٿيو هجي، ان جي جنازو نماز انهيءَ وقت پڙهي ڇڏجي، اهو مڪروه ناهي.

**جنازي نماز ڪي ڀڃندڙ ڳالهيون:** جن شين سان ٻيون نمازون ڀڄي پونديون آهن، انهن سان جنازي نماز بہ ڀڄي پوندي آهي، پر عورت جي "محاذاة" (سامهون بيهڻ) سان هي نماز نہ ڀڄندي آهي.

## جنازي نماز جو پورو طريقو:

ميت کي صفن جي اڳيان وچ ۾ رکجي ۽ امام ميت جي سيني جي ،سامهون قبلي ڏانهن منهن ڪري بيهي ۽ ماڻهو (اڳتي ايندڙ تفصيل موجب) صفون ٻڌن. امام ۽ ٻيا نمازي جنازي نماز جي هن ريت نيت ڪن: "مان جنازي نماز پڙهڻ جي نيت ڪريان ٿو، منهن ڪعبي شريف ڏانهن آهي، نماز الله لاءِ آهي ۽ دعا ميت لاءِ" . مقتدي امام جي پيروي جي نيت پڻ ڪري. پوءِ ٻئي هٿ ڪنن جي پاپڙين تائين مٿي ڪٽي امام ڏاڍيان تڪبير (الله اڪبر) چئي ۽ مقتدي هوريان چون، امام ۽ مقتدي سڀ عام نمازن وانگر دن جي هيٺان هٿ ٻڌن ۽ ٻين نمازن وانگر ثناء (سبحانڪ اللهم) آهستي پڙهن. پر "ثناء" ۾ "وتعالىٰ جدڪ" کان پوءِ "وجل ثناؤڪ" جو واڌارو ڪرڻ بهتر آهي. پوءِ هٿ ڪڻڻ کان سواءِ امام ڏاڍيان ۽ ان کان پوءِ مقتدي آهستي الله اڪبر چون ۽ درود شريف پڙهن. بهتر اهو ئي درود شريف آهي جيڪو عام نمازن ۾ آخري "قعدي" ۾ پڙهيو ويندو آهي. پوءِ ٽين تڪبير ساڳئي طرح هٿ مٿي

ڪڻ ڪان سواءِ امام ڏاڍيان ۽ مقتدي آهستي چون ۽ پنهنجي لاءِ ۽ ميت ۽ سڀني مومن مردن ۽ عورتن لاءِ دعا ڪن. بهتر اهو آهي ته حديث پاڪ ۾ آيل دعائون پڙهجن. مشهور دعا جيڪا عام طرح سان پڙهي ويندي آهي سا هي آهي: اللهم اغفر لحيِنا وميّتنا وشاهدنا وغائبنا وصغيرنا وكبيرنا وذكرنا واُنثانا. اللهمَ مَن اَحييتَه منا فاَحيِه علي الاسلام ومَن تَوَفَيته منا فتوفَّه علي الايمان. جيڪڏهن ڪنهن کي اها دعا ياد نه هجي ته جيڪا دعا ياد هجيس سا ئي پڙهي ڇڏي، پر اها دعا آخرت بابت هجي. جيڪڏهن بنهه ڪابه دعا ياد نه هجيس ته هي دعا پڙهڻ ڪافي آهي: اللهم اغفر للمومنين والمومنات. جيڪڏهن ميت ڪنهن اهڙي ڇرئي مرد جو هجي جيڪو بالغ ٿيڻ کان پهريان ڇريو ٿي ويو هجي يا نابالغ ڇوڪر جو هجي ته مٿين دعا بدران هيءَ دعا پڙهجي: اللهم اجعله لنا فرطاً واجعله لنا اجراً وذخراً واجعله لنا شافعاً ومُشفَّعا. ڇرئي عورت يا نابالغ ڇوڪريءَ لاءِ پڻ ساڳئي دعا مؤنث جا صيغا مٽائي هينئن پڙهجي: اللهم اجعلها لنا فرطا واجعلها لنا اجرا وذخرا واجعلها لنا شافِعة ومُشفَّعة ـ دعا کان پوءِ هٿ ڪڻ کان سواءِ چوٿين تڪبير امام ڏاڍيان ۽ مقتدي آهستي چون. ان کان پوءِ ٻي ڪابه دعا نه پڙهجي بلڪه سلام ورائي ڇڏجي، جيئن ٻين نمازن ۾ ورايو ويندو آهي. ٻئي سلام کان پوءِ هٿ ڇڏي ڏجن. ساڄي پاسي جي سلام ۾ ساڄي پاسي وارن مقتدين ۽ ملائڪن جي ۽ کاٻي پاسي جي سلام ۾ کاٻي پاسي وارن مقتدين ۽ ملائڪن جي ۽ امام ۽ ميت جنهن پاسي هجن اوڏانهن سلام ڦيرڻ مهل انهن جي پڻ نيت ڪجي. سلام ۾ ميت جي نيت ڪرڻ ۾ اختلاف آهي ۽ ٻئي قول صحيح آهن، پر نيت ۾ ميت کي به شامل ڪرڻ وارو قول وڏيڪ معتبر لڳي ٿو. چار تڪبيرون ۽ سلام امام ڏاڍيان چوي، ٻيو سلام پهرين کان ڪجهه آهستي هجي ۽ مقتدي هر شيءِ آهستي چون.

امام ۽ مقتدي رڳو پهرين تڪبير وقت هٿ کڻن، ان کان پوءِ هٿ نہ کڻن. جنازي نماز ۾ نہ قرائت آهي ۽ نہ وري رڪوع، سجدو ۽ تشهد.

## مسبوق ۽ لاحق لاءِ جنازي نماز جو طريقو:

(١) جيڪڏهن ڪو اهڙي وقت آيو جڏهن امام پهرين تڪبير چئي چڪو هو تہ کيس انتظار ڪرڻ کپي ۽ جڏهن امام ٻي تڪبير چئي تہ هو بہ ان سان گڏ تڪبير چئي نماز ۾ شامل ٿي وڃي ۽ جڏهن امام سلام کان فارغ ٿي وڃي تہ اهو مسبوق جنازي کڻڻ کان پهريان پنهنجي رهيل تڪبير چئي وٺي. جيڪڏهن ڪو اهڙي وقت آيو جڏهن امام ٻہ يا ٽي تڪبيرون چئي چڪو هو تڏهن بہ انتظار ڪري ۽ جڏهن امام اڳين تڪبير چئي تہ ان وقت هو بہ تڪبير چئي شامل ٿي وڃي ۽ رهيل تڪبيرون امام جي سلام کان پوءِ ادا ڪري. جيڪڏهن ڪو امام جي اڳين تڪبير لاءِ نہ ترسيو ۽ فورا شامل ٿي ويو تڏهن بہ سندس نماز ٿي ويندي، پرامام جي تڪبير کان پهريان ادا ڪيل ڪابہ شيءِ شمار ۾ نہ ايندي.

(٢) جيڪڏهن ڪو اهڙي وقت آيو جڏهن امام چارئي تڪبيرون چئي چڪو هو ۽ اڃان سلام نہ ڦيريو هئائين تہ معتبر قول موجب تڪبير چئي نماز ۾ شامل ٿي وڃي ۽ امام جي سلام ورائڻ کان بعد جنازي کڻڻ کان پهريان ٽي ڀيرا الله اڪبر چئي سلام ورائي ڇڏي چوتہ اهو چوٿين تڪبير ۾ شامل سمجهيو ويندو.

(٣) "مسبوق" کي جيڪڏهن پنهنجون رهيل تڪبيرون چوڻ ۾ اهو ڊپ آهي تہ درود ۽ دعا وغيره پڙهڻ ۾ ايترو وقت لڳندو جو ان وچ ۾ ماڻهو جنازي کي ڪلهن تي کڻي وٺندا تہ رڳو تڪبيرون چئي ۽ دعا وغيره ڇڏي ڏئي ۽ جيستائين جنازو ڪلهن تي نہ رکيو وڃي ان وقت

تائين تڪبيرون نہ ڇڏي بلڪہ پوريون ڪري، پر جيڪڏهن جنازو کلهن تي رکڻ تائين سندس تڪبيرون پوريون نہ ٿين تہ باقي رهيلن کي ڇڏي ڏئي.

(۴) جيڪڏهن مسبوق کي اها ڄاڻ ٿي سگهي تہ امام جي اها کهڙي تڪبير آهي تہ اهو بہ اهو ئي مسنون ذڪر پڙهي، پر جيڪڏهن ڪيس اهڙي ڄاڻ نہ ٿي سگهي تہ پوءِ ترتيب وار ذڪر ادا ڪري يعني پهريان ثناء پوءِ درود ۽ پوءِ دعا پڙهي.

(۵) "لاحق" يعني شروعات ۾ شامل ٿيڻ ڪان پوءِ جنهن جون ڪجهہ تڪبيرون وچ ۾ رهجي ويون هجن، مثال طور پهرين تڪبير ۾ امام سان شامل ٿيو، پوءِ ڪنهن سبب خاطر ٻي ۽ ٽئين تڪبير رهجي ويس تہ اهو امام جي چوٿين تڪبير ڪان پهريان اهي ٻئي چئي وٺي، پوءِ چوٿين تڪبير امام سان چئي.

## صفن جي ترتيب ۽ هڪ ڪان وڌيڪ جنازن جي نماز جو بيان

(۱) مستحب هي آهي تہ امام ميت جي سيني جي سامهون بيهي ۽ ميت ڪان پري نہ هجي، ڪٿي ميت مرد هجي يا عورت، بالغ هجي يا نابالغ.

(۲) مستحب هي آهي تہ جنازي نماز ۾ مقتدي ٽي صفون ٺاهن، مثال طور جيڪڏهن ست ماڻهو آهن تہ انهن مان هڪ امام بڻجي، جڏهن تہ ٽي ماڻهو پهرين صف ۾، ٻہ ٻي صف ۾ ۽ هڪ ٽئين صف ۾ بيهي. جيڪڏهن ماڻهو گهٽا هجن تہ اڪي انگ ۾ يعني پنج يا ست وغيره صفون ٺاهڻ مستحب آهي.

(۳) جنازي نماز ۾ ٻين نمازن جي ابتڙ پوئين صف کي سڀني صفن تي فضيلت آهي ڇوتہ ان ۾ نياز نئڙت وڌيڪ آهي.

(۴) جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ جنازا گڏ ٿي وڃن تہ افضل هي آهي تہ هر هڪ جنازي جي نماز الڳ الڳ پڙهجي، هونئن ڪٺي سڀن جي گڏيل نماز پڙهڻ بہ جائز آهي ۽ ان ۾ سڀن لاءِ نيت ڪري ڇڏجي. جيڪڏهن الڳ الڳ نماز پڙهجي تہ افضل هي آهي تہ جيڪو شخص سڀ کان افضل آهي پهريان ان جي جنازي نماز پڙهجي، پوءِ ان کان گهٽ فضيلت واري جي ۽ پوءِ ان کان گهٽ واري جي (عليٰ هذا القياس). جيڪڏهن سڀن جنازن جي نماز گڏ پڙهي وڃي تہ انهن جي رکڻ جون ٽي صورتون آهن ۽ ٽيئي جائز آهن. بهتر صورت هي آهي تہ سڀ جنازا هڪ ٻئي جي پاسي ۾ رکي ڇڏجن، اهڙيءَ ريت جو سڀن جا مٿا قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ وارن جي ساڄي پاسي کان هجن، پهرين کان اڳيان ٻيو ۽ پوءِ ٽيون جنازو هجي (عليٰ هذا القياس)، سڀن جو سينو امام جي سامهون رهي، ان جو طريقو هن ريت آهي:

جيڪڏهن سڀ جنازا هڪ ئي جنس جا هجن مثال طور سڀ مرد هجن يا سڀ عورتون هجن تہ انهن مان جيڪو سڀ کان افضل هجي سو امام جي ويجهو هئڻ گهرجي، ان کان پوءِ گهٽ درجي وارو (عليٰ هذا القياس). جيڪڏهن فضيلت ۾ سڀ برابر هجن تہ جنهن جي عمر وڌيڪ هجي ان کي امام جي ويجهو رکجي. پر جيڪڏهن جنازا ڌار ڌار جنسن جا هجن تہ جهڙيءَ طرح زندگيءَ ۾ امام جي پٺيان صفن جي ترتيب هوندي آهي ساڳي ترتيب جنازن جي رکڻ ۾ اختيار ڪئي وڃي.

## جنازي نماز پڙهائڻ جو وڌيڪ حقدار ڪير آهي؟

(۱) سلطان، يعني وقت جو مسلمان بادشاهہ. جيڪڏهن اهو موجود هجي، نہ تہ سندس عيوضي (نائب). جيڪڏهن اهو بہ نہ هجي تہ شرعي قاضي، جيڪڏهن اهو بہ نہ هجي تہ حاڪم افضل آهي. پر اڄ

ڪلهہ گهٽي ياگي اها شيءِ ناهي، اهو حڪم اتي لاءِ آهي جتي شرعي حڪومت قائم هجي.

(٢) بادشاهہ يا سندس عيوضي وغيره جي نہ هئڻ جي صورت ۾ محلي جو امام جيڪڏهن ميت جي ولي وارث ڪان بهتر هجي تہ اهو افضل آهي، پر جيڪڏهن محلي جو امام نہ هجي تہ ميت جي مرد وارثن مان جيڪو سندس وڏيڪ ويجهو مائٽ هجي سو افضل آهي. ولي ۽ وارث جو مرد، بالغ ۽ عقل سان هئڻ شرط آهي.

(٣) ويجهي وارث جي هوندي پري واري وارث کي امامت جو حق ناهي، پر ويجهي وارث کي اختيار آهي تہ اهو پري واري وارث کي امامت لاءِ اڳيان بيهاري، ڪيس اهو پڻ اختيار آهي تہ ڪنهن بيگاني کي اڳيان بيهاري يا اجازت ڏئي ڇڏي. جيڪڏهن ويجهو وارث موجود نہ هجي تہ پري وارو وارث، جيڪو موجود هجي سو حقدار آهي.

(۴) جيڪڏهن ميت وصيت ڪئي هجي تہ فلاڻو ماڻهو منهنجي جنازي نماز پڙهائي يا فلاڻو ماڻهو غسل ڏئي تہ اهڙي وصيت پوري ڪرڻ ضروري ناهي، وارث جو حق پنهنجي جاءِ تي موجود رهندو.

(۵) مڙس ولي وارث ناهي پر جتي ان ڪان سواءِ ڪو ٻيو نہ هجي تہ بيگاني ماڻهو ڪان هي وڏيڪ حقدار آهي.

(٦) ميت جي جنازي نماز رڳو هڪ ڀيرو پڙهجي، پر جيڪڏهن ميت جي ولي وارث جي اجازت ڪان سواءِ ڪنهن اهڙي بيگاني ماڻهو نماز پڙهائي جيڪو وارث ڪان وڏيڪ حقدارنہ آهي ۽ اتي موجود هوندي وارث سندس پٺيان نماز نہ پڙهي تہ جيڪڏهن اهو گهري تہ ٻيهر نماز پڙهي سگهي ٿو، جيتوڻيڪ ان سان فرض ادا نہ ٿيندو، ڇوتہ فرض نماز تہ ان بيگاني جي پڙهڻ سان ادا ٿي وئي آهي. تنهن ڪري

جيڪڏهن وارث پيهر نماز نہ پڙهي تہ مٿس ڪو گناھہ ناهي. جيڪي ماڻهو پهرين نماز ۾ شامل هئا، سي وارث سان شامل ٿي سگهن ٿا ۽ جيڪي شامل نہ هئا سي شامل ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن ويجهي مائٽ جي هوندي ڏورانهين مائٽ نماز پڙهائي ڇڏي تہ هاڻ ويجهي مائٽ کي پيهر نماز پڙهڻ جو حق نہ آهي.

## جنازي نماز جا ڌار ڌار مسئلا

(۱) جيڪڏهن امام جنازي نماز ۾ پنج تڪبيرون چئي ۽ مقتدي ڪانئس اهي تڪبيرون ٻڌي تہ اهو امام جي پيروي نہ ڪري پر ماٺ ڪري بيٺو رهي ۽ امام جي سلام سان سلام ورائي ڇڏي، ۽ جيڪڏهن امام جي پويان تڪبيرون چوندڙ ڪان ٻڌي تہ سين تڪبيرن ۾ پيروي ڪري.

(۲) جماعت واري مسجد ۾ جنازو نماز پڙهڻ هر صورت ۾ مڪروه تحريمي آهي، پر مينهن برسات ۽ اهڙي ڪنهن ٻي مجبوري خاطر مسجد ۾ جنازي نماز پڙهڻ مڪروه ناهي. جيڪا مسجد خاص ڪري جنازي نماز لاءِ جوڙايل هجي ان ۾ جنازو نماز پڙهڻ مڪروه ناهي.

(۳) عام روڊ رستي ۽ پرائي زمين ۾ مالڪ جي مرضي کان سواءِ جنازي نماز پڙهڻ مڪروه آهي.

(۴) قبرستان ۾ جنازي نماز پڙهڻ، بنان ڪراهت جي جائز آهي.

(۵) جيڪڏهن سانجهي (مغرب) جي نماز مهل جنازو اچي وڃي تہ فرضن ڪان پوءِ سنتن ڪان پهريان پڙهجي، اهڙيءَ طرح ظهر، جمعي ۽ عشاء جي فرضن ڪان پوءِ واري سنتن ڪان بہ پهريان پڙهڻ گهرجي.

## قبر، دفن ۽ مڙهه هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ جو بيان

(١) ممڪن هئڻ جي صورت ۾ ميت کي دفن ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي. جيڪڏهن ممڪن نہ هجي، مثال طور ساموندي جهاز ۾ مري وڃي ۽ ڪنارو يا زمين ويجهي نہ هجي تہ غسل، ڪفن ۽ جنازي نماز کان پوءِ ڪا ڳري شيءِ ٻڌي سمنڊ ۾ وجهي ڇڏجي.

(٢) قبر ٻن قسمن جي هوندي آهي، هڪ کي لحد يا پاسائتي قبر چئجي ٿو، اها سنت آهي. ٻي کي "شق" يا صندوقي قبر چئجي ٿو. جتي زمين سخت هجي اتي لحد واري پاسائتي قبر ٺاهڻ سنت آهي، جيتوڻيڪ "صندوقيءَ" ۾ بہ ڪو حرج ناهي، پر جتي زمين نرم هجي ۽ پاسائتي قبر ٺاهڻ ممڪن نہ هجي تہ پوءِ صندوقي قبر ٺي ٺاهجي. پاسائتي قبر ٺاهڻ جو طريقو هي آهي تہ ميت جي قد کان ڪجهہ ڊگهي ۽ اڌ قد جيتري ويڪري ۽ اڌ قد يا ان کان وڌيڪ يعني سيني تائين يا سموري قد جيتري اونهي کڏ کوٽي ان جي هيٺين سطح تي قبلي جي پاسي کان اندر زمين ۾ اوتري ڊيگهہ جي هڪ ڏڪ وانگر کڏ ٺاهجي جيڪا ايتري ويڪري هجي جو ميت ان ۾ سولائي سان رکي سگهجي، ان پاسائتي ڏڪ کي لحد چئجي ٿو. اهو ٺن پاسن کان بند ڇت وارو ڪمرو هوندو آهي ۽ جيڪو پاسو کليل آهي ان مان ميت کي اندر ليٽائي ان جي منهن کي ڪچين سرن وغيره سان بند ڪري ڇڏيندا آهن. ان کان پوءِ ٻي کڏ کي مٽي سان ڀري قبر کي اٺ جي ٿوهي وانگر ٺاهي ڇڏيندا آهن. صندوقي قبر جو طريقو هي آهي تہ پهريائين ميت جي ڊيگهہ کان ڪجهہ ڊگهي، اڌ ڊيگهہ جيتري ويڪري ۽ اڌ قد جيتري اونهي کڏ کوٽجي، پوءِ ان کڏ جي وچ ۾ نالي واهي وانگر ميت کي رکڻ لاءِ تقريبا اڌ قد جيتري اونهي کڏ کوٽجي جنهن کي "حوض" چئجي ٿو

۽ ان جي ٻنهي پاسي ڪچيون سرون يا پٿر رکجن، ٻنهين حصن جي اونهائي گڏجي ماڻهو جي قد جيتري ٿي وڃي. بغلي قبر ۾ ميت جي رکڻ جي لحد پاسي ۾ ٺاهي ويندي آهي، جڏهن ته صندوقي ۾ ساڄي کاٻي تقريبا هڪ گراڻ جيتري جڳهه ڇڏي وچ ۾ ٺاهي ويندي آهي ۽ ميت کي ان ۾ رکڻ کان پوءِ ان کي ڪچين سرن يا پٿر جي بلاڪن وغيره سان ۽ مٿين حصي کي مٽي سان ڀري اٺ جي ٿوهي وانگر قبر ٺاهي ويندي آهي. قبر جي اونهائي ماڻهو جي قد کان وڌيڪ نه هئڻ گهرجي. صندوقي قبر جو هڪ طريقو هي آهي ته هڪ ٺي ڪڏ اڌ قد يا سيني تائين يا سڄي قد جيتري کڏ کوٽي قبر جي ڊيگهه ۾ ساڄي ۽ کاٻي ڪچين سرن وغيره سان زمين جي مٿاڇري کان هڪ هٿ گهٽ تائين ڀتيون ٺاهجن ته جيئن ميت کي قبر ۾ سمهارڻ کان پوءِ انهن ڀتين تي ڪچين ڀتين جو ٻنجو يا پٿر جا بلاڪ وغيره رکي بند ڪري ڇڏجي. جيڪڏهن زمين وڌيڪ نرم يا آلي هجي ته ميت کي تابوت (صندوق) ۾ رکي قبر ۾ دفن ڪجي، تابوت ڪٺي ڪاٺي جو هجي يا پٿر جو يا لوهه وغيره جو، ضرورت وقت اهو بنان ڪراهت جي جائز آهي. ضرورت کان سواءِ تابوت استعمال ڪرڻ مڪروه آهي. سنت هي آهي ته تابوت ۾ مٽي وڇائجي ۽ ڍڪڻ جي اندرين پاسي به مٽي جي گاري سان ليپو ڏجي ۽ ساڄي کاٻي پاسي به سنهيون سرون لڳائجن يا گاري سان ليپو ڏجي ته جيئن اهو لحد وانگر بنجي وڃي.

(٣) لحد ۾ ميت سان بالڪل لڳ پڪيون سرون لڳائڻ مڪروه آهي.

(٤) مستحب هي آهي ته قبر ۾ لاهڻ وارا پڪا پختا مسلمان، ديانتدار ۽ نيڪ هجن، اڪي يا ٻڏي هجڻ جو حڪم ساڳيو آهي. عورت کي قبر ۾ لاهڻ وارا محرم مٽ ٻين کان افضل آهن، اهي نه هجن

تہ غير محرم مٿ بيگانن کان افضل آهن، جيڪڏهن اهي بہ نہ هجن تہ بيگانا لاهي سگهن ٿا، ان ۾ ڪراهت ناهي. ميت ڪي لاهڻ لاءِ عورت قبر ۾ نہ گهڙي.

(۵) مستحب هي آهي تہ ميت ڪي قبلي جي رخ کان لاٿو وڃي، يعني ميت جي کٽ قبر کان قبلي ڏانهن رکجي ۽ پوءِ يا وڏيڪ سگها ماڻهو قبر ۾ لهي سيراندي، پيراندي ۽ وچ ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪري بيهن، هاڻ مٿي بيٺل ماڻهو ميت ڪي ادب احترام سان ڪٽي آهستي هيٺان وارن ڪي ڏين جيڪي ڪيس آهستي قبر ۾ رکي ڇڏن. مستحب آهي تہ ميت ڪي رکڻ وارا هي لفظ چون: بسمِ الله وعلیٰ ملةِ رسول الله. ميت ڪي قبر ۾ ساڄي پاسي قبلي رخ تي ليٽايو وڃي ۽ پٺيءَ ڏانهن مٽي يا نرم پٿر رکي ٽيڪ ڏيارجي تہ جيئن ميت ساڄي پاسي تي بيٺو رهي، پٺيءَ ڀر ليٽائي قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جو جيڪو عام رواج آهي اهو سنت جي خلاف آهي، ان ريت منهن قبلي ڏانهن نٿو رهي پر هتجي وڃي ٿو. قبر ۾ رکڻ کان پوءِ ڪفن جون ڳنڍيون کولي ڇڏجن، ۽ مستحب آهي تہ کولڻ وارو هي دعا پڙهي: اللهم لا تحرِمنا اَجره ولاتفتنا بعده ـ عورت جو جنازو قبر ۾ لاهڻ کان لحد ۾ بند ڪرڻ تائين ڪنهن ڪپڙي وغيره سان قبر تي پردو ڪجي. جيڪڏهن سندس بدن جو ڪو حصو ظاهر ٿيڻ جو گهڻو گمان هجي تہ اهڙو پردو واجب آهي، نہ تہ مستحب آهي.

(٦) ميت ڪي قبر ۾ رکڻ کان پوءِ اندر وارا ٻاهر اچي وڃن ۽ لحد يا "حوض" کي ڪچين سرن، پٿر جي سرن يا بانس جي لڪڙن سان بند ڪجي، پڪين سرن ۽ ڪاٺي جي تختن سان بند ڪرڻ مڪروه تحريمي آهي، پر جيڪڏهن زمين نرم ۽ ڪمزور هجي تہ مڪروه ناهي.

(۷) سرن وغيره سان لحد بند ڪرڻ کان پوءِ مٽس مٽي وجهجي، هٿن، ڪوڏر يا بيلچي وغيره سان، هر طريقي سان جائز آهي.

قبر کان نڪتل مٽي ڪان وڌيڪ وجهڻ مڪروه آهي. مستحب آهي تہ
جيڪي اتي موجود هجن سي سڀ مٽي وجهن ۽ هر هڪ پنهنجي ٻنهي
هٿن سان ٽي ڀڪ مٽي وجهي ۽ اها مٽي ميت جي مٿي جي پاسي وٽان
وجهي، پهريون ڀڪ وجهڻ سان منها خلقناڪم، ٻئي ڀڪ وقت وفيها
نعيدڪم ۽ ٽئين ڀيري ومنها نخرجڪم تارة اخرىٰ پڙهي. پوءِ رهيل مٽي
ڪوڏر وغيره سان قبر تي وجهي ڇڏجي. مستحب آهي تہ قبر ڪي ٿوهي
وانگر لهوارو هڪ گراٺ يا ان ڪان ڪجھہ مٿانهون رکجي، ٿلهي وانگر
چورس نہ ٺاهجي، ان ڪان پوءِ قبر تي پاڻي جو ڇنڊو ڏيڻ بهتر ۽
مستحب آهي. سيرانديءَ کان پيرانديءَ تائين پاڻي جو ايترو ڇنڊو ڏجي
جو مٽي ڄمي وڃي، وڌيڪ پاڻي وجهڻ جنهن سان گارو ٿي وڃي
مڪروه آهي.

(٨) قبر ڪي چوني سان ليپ نہ ڏجي، قبر خراب ٿي وڃي تہ
مٽيءَ سان ليپو ڏيڻ جائز آهي مڪروه ناهي، قبر تي سينگارڻ جي ارادي
سان ڪا اڏاوت ڪرڻ حرام آهي ۽ دفن کان پوءِ مضبوطيءَ لاءِ هجي تہ
مڪروه آهي، پر پهريان ڪان ڪنهن اڏاوت ٿيل جڳهہ ۾ دفن ڪرڻ
مڪروه ناهي. ڪچين سرن سان قبر جو ٿوهو ٺاهڻ جائز آهي ۽ ان ڪي
چڱو سمجهيو ويو آهي. ڪن عالمن وٽ مشائخن، عالمن ۽ ساداتن جي
قبرن تي قبو ٺاهڻ يا اڏاوت ڪرڻ بنان ڪراهت جي جائز آهي، پر
صحيح هي آهي تہ حديثن سڀورين ۾ اڏاوت ڪرڻ کان هر حالت ۾ منع
ٿيل آهي، تنهن ڪري ان کان پاسو ڪرڻ ضروري آهي. قبرن تي وڃڻ،
ايصال ثواب ۽ دعا ڪرڻ سنت آهي جيئن اڳتي الڳ بيان اچي پيو، ان
کان وڌيڪ شيون ثابت ناهن. ضرورت هجي تہ نشاني لاءِ ڪتبو وغيره
لڳائي سگهجي ٿو، پر اهڙي هنڌ نہ هجي جنهن سان بي ادبي ٿئي، ائين
نہ ڪرڻ بهتر آهي. قرآن شريف جون آيتون ۽ ٻيا تعظيم جا ٻول ۽

ڪلما لکڻ هر حال ۾ مڪروه آهي.

(٩) قبر تي ويهڻ، ان جي پرسان سمهڻ، ان تان ٽپ ڏيڻ، اورانگهڻ، يا ان جي پر ۾ پيشاب پائخانو يا جماع ڪرڻ، ان جي مٿان چڙهڻ يا ان ڏي منهن ڪري نماز پڙهڻ وغيره مڪروه آهي ۽ انهن مڙني ڪمن کان منع ڪئي وئي آهي.

(١٠) رات جي وڳڙي ۾ دفن ڪرڻ ۾ حرج ناهي پر ڏينهن جو دفن ڪرڻ مستحب آهي.

(١١) پنهنجي لاءِ قبر تيار ڪري رکڻ، صحيح روايت موجب مڪروه ناهي، پوءِ جيڪڏهن قبرستان ڪشادو هجي تہ پين لاءِ ان قبر ۾ پنهنجي ميت کي دفن ڪرڻ مڪروه آهي، پر جيڪڏهن قبرستان تنگ هجي تہ جائز آهي، پر پهرين ماڻهو کي سندس خرچ ڏيڻو پوندو.

(١٢) ميت کي اهڙي قبرستان ۾ پورڻ افضل آهي جتي نيڪن صالحن جون قبرون هجن.

(١٣) دفن کان پوءِ مستحب آهي تہ ماڻهو قبر وٽ ايترو وقت ويهن جيتري وقت ۾ هڪ اٺ ذبح ڪري ان جو گوشت ورهائي سگهجي، ان وقت ۾ قرآن پاڪ، درود شريف ۽ ميت لاءِ دعا ۽ استغفار جاري رکجي ۽ اها دعا ڪجي تہ ميت منڪر نڪير جي سوالن جي جوابن ۾ ثابت قدم ۽ اڏول رهي. ان سان ميت کي جواب ڏيڻ ۾ انشا الله گهبراهٽ نہ ٿيندي.

(١٤) مستحب آهي تہ دفن کان پوءِ قبر جي سيراندي وٽ سورة البقرة جي شروعات يعني الٓمٓ کان المفلحون تائين ۽ پيراندي وٽ ساڳئي سورت جو آخري حصو يعنيٰ آمن الرّسولُ کان سورت جي پڇاڙي تائين پڙهن.

(١٥) هڪ قبر ۾ ضرورت کان سواءِ هڪ کان وڌيڪ ميتن

کي دفن ڪرڻ جائز ناهي، ضرورت هجي تہ جائز آهي، اهڙي صورت ۾ مرد کي لحد ۾ قبلي ڏانهن رکجي، ان جي پٺيان ٻار کي ۽ پوءِ عورت کي رکجي، ۽ هڪٻئي جي وچ ۾ ٿورڙي مٽي جي اوٽ ڏجي. جيڪڏهن هڪ ئي جنس جا هجن، مثال طور ٻہ يا وڌيڪ مرد هجن يا عورتون هجن تہ قبلي ڏانهن افضل کي پهريان رکجي پوءِ درجي وار گهٽ مرتبي وارن کي رکجي.

(١٦) جڏهن ميت ڳري مٽي ٿي وڃي تہ ان قبر ۾ ڪنهن ٻئي ميت کي دفن ڪرڻ يا ان تي پوک ڪرڻ يا (گهر يا دڪان جي) اڏاوت ڪرڻ جائز آهي.

(١٧) مستحب هي آهي تہ جيڪو جنهن شهر ۾ فوت ٿيو هجي کيس انهيءَ شهر جي قبرستان ۾ ئي دفن ڪجي، پر دفن کان پهريان ٻئي شهر ڏانهن کڻي وڃڻ ۾ بہ ڪو حرج ناهي. دفن ڪرڻ کان پوءِ ضرورت کان سواءِ اتان ڪڍي ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ عالمن جي اتفاق موجب صحيح ناهي ۽ قبر کي ٻيهر کوٽڻ کان منع ڪيل آهي، جيئن اڳتي اچي پيو.

(١٨) دفن ڪرڻ ۽ مٽي وجهڻ کان پوءِ ميت کي قبر کان ٻاهر ڪڍڻ يا قبر کي کوٽڻ عالمن جي اتفاق سان جائز ناهي، پر ڪنهن جي حق خاطر ائين ڪرڻ جائز آهي، تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو.

<u>فائدو:</u> ڪن ماڻهن جي جيڪا اها عادت آهي تہ ميت کي قبر ۾ امانت رکندا آهن ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ اتان ڪڍي ڪنهن ٻئي هنڌ دفن لاءِ کڻي ويندا آهن اهو ناجائز ۽ رافضين جو طريقو آهي.

(١٩) قبرستان ۾ قرآن شريف ڏسي يا ياد، ڏاڍيان يا هوريان هر طرح پڙهڻ بنان ڪراهت جي صحيح آهي. پر اجرت تي قرآن شريف جي تلاوت لاءِ حافظن کي قبر وٽ ويهارڻ ناجائز آهي، ۽ اهوئي حڪم

قبر کان علاوه ٻئي هنڌ اجرت تي قرآن شريف پڙهائڻ جو بہ آهي، بنان اجرت جي، رسم رواج طور ڏيڻ وٺڻ کان سواءِ جائز آهي.

(٢٠) قبرستان مان سائو گاهہ يا کو ٻيو اوٻڙ کٽڻ مکروه آهي، سکل هجي تہ کٽڻ ۾ کو حرج ناهي.

## قبرن تي وڃڻ جو بيان

(١) مومن جي قبرن تي وڃڻ ۾ انهن لاءِ دعا ڪرڻ مستحب آهي ۾ حضور سائين ﷺ جي زماني کان اڄ تائين سموري امت جو ان تي عمل آهي. قبرن کي لتاڙيندي قبرستان ۾ گهمڻ ڦرڻ مکروه آهي، تنهن ڪري احتياط سان گهمجي. قبرستان وڃڻ سان دل نرم ٿيندي آهي، موت ياد ايندو آهي، ماڻهو دنيا کي فاني سمجهندو آهي، مئلن لاءِ دعا ۽ استغفار ڪيو ويندو آهي. ٻيا بہ انيڪ فائدا آهن. هر هفتي هڪ ڏينهن قبرن تي وڃڻ مستحب آهي. مستحب آهي تہ اهو ڏينهن جمعي، ڇنڇر، سومر يا خميس جو هجي. سڀ کان افضل ڏينهن جمعي جو ۽ وقت صبح جو آهي. شب برات، ذوالحج جي پهرين ڏهي، ٻنهي عيدن ۽ محرم جي پهرين ڏهي ۾ بہ قبرن تي وڃڻ افضل آهي. عورتن لاءِ بہ ميجيل قول موجب، قبرن تي وڃڻ ان صورت ۾ جائز آهي جڏهن اهي غيرشرعي ڪمن جو ارتڪاب نہ ڪن. پر وڌيڪ صحيح هي آهي تہ عورتون ڪٿي پوڙهيون هجن يا جوان، ڪين بزرگن جي قبرن توڙي عام قبرستان ڏانهن وڃڻ کان هرحالت ۾ منع ڪيو وڃي، خاص ڪري اسان جي دور ۾، جيئن تہ جهالت، بدعتون ۽ شرڪيہ رسم رواج چوٽ چڙهيل آهن ۽ غيراخلاقي ۽ غيرشرعي ڳالهيون ۽ بگاڙ نهايت ڦهليل آهي، تنهن ڪري ڪين سختي سان منع ڪرڻ گهرجي.

(٢) قبرن تي وڃڻ جو طريقو هي آهي تہ گهر يا مسجد ۾ ٻہ رڪعتون نماز پڙهجي، هر رڪعت ۾ سورة الفاتحہ کان پوءِ هڪ ڀيرو آية الڪرسي ۽ ٽي ڀيرا سورة قل هو الله احد پڙهجي، يا مرضيءَ مطابق سورتون پڙهجن ۽ ان جو ثواب ميت کي بخشي ڇڏجي، ان کان پوءِ قبرستان وڃجي، قبرستان ۾ داخل ٿيڻ وقت جوتا لاهي ڇڏجن ۽ اندر وڃي هيءَ دعا پڙهجي: السلام عليكم دارَ قومٍ مُؤمنين وإنّا انشاءالله بكم لاحقون، ونسألُ اللهَ لنا ولكم العافية ـ يا هيئن چوي: السلام عليكم يا اهلَ القبور، يَغفِرُ اللهُ لَنا ولكم انتُمَ سلَفُنا ونحنُ بالاثر ـ حديثن ۾ ٻيا لفظ بہ آيا آهن. پوءِ جڏهن ڪنهن خاص قبر تي وڃي تہ پيرانديءَ ڏانهن وڃي ميت جي منهن جي سامهون بيهي، اهڙيءَ ريت جو سندس پٺي قبلي ڏانهن ۽ منهن ميت ڏانهن هجي، پر جيڪڏهن ائين نہ ڪري سگهي تہ جيڏانهن اچي سگهي ۽ جتي بيهي سگهي اونءَ ڪري. قبر واري جي ويجهو يا پري مرتبي جو خيال ڪندي اونءَ ويهي جيئن زندگي ۾ سندس خيال رکندو هو. ۽ مٿيون مسنون سلام پڙهي، ان کان پوءِ توفيق مطابق قرآن شريف جو ڪجهہ حصو يا سورتون پڙهي. بهتر هي آهي تہ الم کان المفلحون تائين، پوءِ آية الڪرسي،آمن الرسول کان سورت جي پڇاڙي تائين، سورت يلس، سورت الملک، سورت الهاڪم التڪاثر هڪ هڪ ڀيرو ۽ سورت اخلاص، ١٢، ١١، ٧ يا ٣ ڀيرا پڙهي. يا جيترو ۽ جتان ٿي سگهيس قرآن شريف جي تلاوت ڪري ۽ ان جو ثواب ان ميت کي ۽ ان قبرستان جي سمورن مردن کي پهچائي.

(٣) حنفي فقيهن وٽ ميت کي نفلي عبادت، جيتوڻيڪ بدني، مالي يا ٻنهين قسمن جي هجي يعني نماز، روزو، زڪوات، حج ۽ ٻئي هر چڱي ڪم جو ثواب پهچندو آهي. ان بابت فقيهن ۾ اختلاف آهي تہ جيترن مئلن کي ثواب بخشيو ويو آهي اهو ڪين ورهائجي ملندو آهي يا

هر هڪ کي ان عمل جو سمورو ثواب ملندو آهي. ٻئي قول صحيح آهن، پر ٻئي قول ۾ وسعت آهي. اصل ۾ اهو الله سائين جو ڪم آهي، اسان کي ان بحث ۾ نہ پوڻ گهرجي.

(۴) قبر کي چمڻ منع ۽ حرام آهي. قبر جو طواف بہ، جيتوڻيڪ تعظيم خاطر هجي، منع آهي. پر جيڪڏهن ڪو شخص محبت جي چاڙهہ ڪان مغلوب ٿي قبر جي چوڌاري ڦرڻ لڳي تہ اهو معذور آهي. عام ماڻهن کي ان ڪان منع ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙي مغلوب الحال مست ماڻهو کي بہ عام ماڻهن جي سامهون اتي نہ اچڻ گهرجي.

(۵) قبر تي گل رکڻ، چادر (پوش) چاڙهڻ ۽ جاهليت جون اهڙيون ٻيون رسمون ڪرڻ منع ۽ بدعت آهن، انهن کان بچڻ ضروري آهي. خوشبوءِ ۽ ساوڪ ايڙڻ جي نيت سان گل وجهڻ مڪروه ناهي جيڪڏهن ائين ڪنهن رسم رواج ۽ عقيدي جي خرابي جي ڪري نہ ڪيو وڃي، پر اڄڪلهہ ان کان پاسو ڪرڻ ضروري آهي.

(٦) قبرن تي وڃڻ لاءِ سفر پنڌ ڪري وڃڻ ۾ اختلاف آهي. ڪن وٽ اوليا الله جي مزارن تي وڃڻ لاءِ سفر ڪرڻ جائز بلڪ مستحب آهي، البتہ غيرشرعي عرسن وغيره ۾ وڃڻ منع آهي.

فائدو: امام نووي رح قبرن تي وڃڻ جا ڪيئي قسم بيان ڪيا آهن جيڪي هي آهن: ۱- رڳو موت ۽ آخرت جي ياد خاطر. ۲- دعا وغيره لاءِ. ۳- برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ، اهو نيڪ ۽ صالح ٻانهن جي قبرن تي وڃڻ آهي. ۴- دوستي ۽ مٽي مائٽي جو حق ادا ڪرڻ لاءِ. ۵- مهرباني ۽ ورونهہ ڏيڻ لاءِ.

## تعزيت/ عذرخواهي جو بيان

(۱) تعزيت/ عذرخواهي جو مطلب آهي ميت جي گهروارن کي

تسلي ڏيڻ ۽ صبر تي اپارڻ ۽ پڻ انهن لاءِ صبر جي ۽ ميت لاءِ بخشش جي دعا ڪرڻ،

(٢) مصيبت واري ۽ ميت جي گھر وارن سان تعزيت ڪرڻ مستحب آهي.

(٣) تعزيت جو وقت وفات ڪان تي ڏينهن پوءِ تائين آهي، ان ڪان پوءِ مڪروه تنزيهي آهي، پر ٻاهران اچڻ واري لاءِ، يا جنهن کي ڄاڻ نہ هجي ڪيس خبر پوڻ تي دير سان عذر خواهي ڪرڻ ۾ ڪراهت ناهي.

(٤) دفن ڪان پهريان عذرخواهي ڪئي جائز تہ آهي پر دفن ڪان پوءِ افضل آهي، البت جيڪڏهن ميت جي مائٽن کي بيقراري وڏيڪ هجي دفن ڪان پهريان تعزيت ڪجي ۽ کين دلاسو ڏيارجي.

(٥) تعزيت رڳو هڪ ڀيرو ڪجي، ٻيهر ڪرڻ مڪروه آهي.

(٦) مستحب اهو آهي تہ ميت جي سڀني مٿن مائٽن سان عذرخواهي ڪجي، پر جوان عورت سان رڳو سندس محرم مائٽ عذرخواهي ڪن.

(٧) تعزيت لاءِ هي لفظ چوڻ مستحب آهي: اِنّ لله ما اخذ وله ما اعطيٰ وڪل شيءِ عنده باجل مسميٰ يا هينئن چوي: اَعظمَ اللهُ اجرڪ واحسن عزاڪ وغفر لميتڪ. ڪتابن ۾ ٻيا لفظ بہ آيل آهن، يا انا لله وانا اليه راجعون پڙهي پنهنجي زبان ۾ عذرخواهي جا ٻول چوي.

(٨) جيڪڏهن ميت جا پونئير پنهنجي گھر ۾ يا مسجد ۾ ٽن ڏينهن تائين عذرخواهي لاءِ ويهڻ جو بندوبست ڪن ۽ وٽن ماڻهو ايندا رهن تہ ڪو حرج ناهي، پر ائين نہ ڪرڻ افضل آهي. دفن ڪان پوءِ ميت وارن جي گھر گڏ ٿيڻ جو شريعت ۾ ڪو ثبوت ناهي، بلڪہ هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي وڃڻ گھرجي، البت ڌار ڌار موقعي

مطابق عذرخواهي لاءِ اچڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

(٩) مستحب آهي ته ان ڏينهن ۽ رات لاءِ ميت جا پاڙيسري يا مٽ مائٽ سندس پونئيرن کي کاڌو کارائن، هڪ ڏينهن رات کان پوءِ مڪروه آهي ڪن وٽ ٽي ڏينهن راتيون کاڌو موڪلڻ بنان ڪراهت جي جائز آهي.

(١٠) وڏي واڪي پار ڪيڻ ۽ ميت جا گڻ ڳڻائي ڏاڍيان روئڻ ۽ ساڳئي نموني عورتن جو گڏجي گڻ ٻڌائي پار ڪيڻ حرام ۽ منع آهي. قدرتي طرح سان دل نرم ٿيڻ ڪري روئڻ ۾ ڪو حرج ناهي. مردن لاءِ ڪارو ويس پهرڻ ۽ مردن عورتن لاءِ ڪپڙا ڦاڙڻ، منهن پٽڻ ۽ مٿي تي مٽي وجهڻ وغيره منع آهي. ٽن ڏينهن کان وڌيڪ سوڳ ڪرڻ جائز ناهي. زالئان مڙس جي وفات تي چار مهينا ڏهه ڏينهن سوڳ ڪري يعني عدت ۾ ويهي.

## فوتين ۽ قبرن جا ڌار ڌار مسئلا

(١) جيڪڏهن ڪنهن تي مصيبت پوي ته ڪڏهن به موت جي خواهش نه ڪري، پر جڏهن ڪيس دين ايمان جي بگڙجڻ جو ڊپ هجي ۽ فتنو فساد پکڙيل هجي يا آخرت جي شوق وچان موت جي خواهش ڪري ته جائز آهي.

(٢) موت کي ياد ڪرڻ ۽ ان لاءِ تياري رکڻ گهرجي.

(٣) موت طبعي لحاظ کان ته سين کي ڳرو لڳندو آهي پر عقلي لحاظ کان ڳرو نه لڳڻ گهرجي، ان جو علاج چڱي عملن جي پابندي ۽ خراب ڪمن کان بچڻ آهي.

(٤) پنهنجي گناهن کان ڊڄڻ ۽ الله سائين کان چڱيون اميدون رکڻ گهرجن.

(٥) بري حشر (خاتمي) جا چار ڪارڻ آهن: نماز ۾ سستي، شراب پيئڻ، پيءُ ماءُ جي بيفرماني ڪرڻ ۽ ڪنهن مسلمان کي تڪليف ڏيڻ.

(٦) جيڪو ڏندڻ گهٽو ڪندو ان جو روح سولائيءَ سان نڪرندو.

(٧) جڏهن روح نڪري ٻئي جهان ۾ ويندو آهي ته اتان جي روحن سان سندس ملاقات ٿيندي آهي ۽ اهي هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا آهن.

(٨) ميت پنهنجي غسل ڏيڻ وارن، ڪفن پهرائڻ وارن ۽ جنازو کڻي هلڻ وارن کي سڃاڻيندو آهي ۽ سندن ڳالهيون ٻڌندو آهي.

(٩) مومن جي وفات تي زمين ۽ آسمان روئيندا آهن جڏهن ته ڪافر جي مرڻ تي نه روئيندا آهن.

(١٠) روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته قبرن ۾ مردا هڪ ٻئي سان محبت رکندا آهن، نماز ۽ قرآن شريف پڙهندا آهن ۽ ملاقاتون ڪندا آهن.

(١١) مستند ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي ته نيڪ پرهيزگار ماڻهن سان ڪڏهن ڪڏهن روح ملاقات ڪندا آهن ۽ ڳالهائيندا آهن. (!!!)

(١٢) جيئرن جا عمل مئلن کي ڏيکاريا ويندا آهن، تنهنڪري الله کان ڊڄڻ ۽ چڱا عمل ڪرڻ گهرجن.

(١٣) ماءُ پيءُ سان چڱائي ڪرڻ جا چار طريقا آهن: سندن حق ۾ دعا ڪرڻ، سندن وصيت ۽ نصيحت تي پورو بيهڻ، سندن دوست احبابن جي عزت ڪرڻ، ۽ سندن مٽي مائٽي وارن سان ملڻ جلڻ.

(١٤) جيئرن کان مئلن کي تڪليف پڻ پهچندي آهي، تنهن ڪري مئلن جي گلا غيبت نه ڪجي ۽ ڪين گهٽ وڌ نه چئجي.

(١٥) مومن جو عمل مرڻ سان ختم ٿي ويندو آهي، پر ستن شين جو ثواب کيس مرڻ کان پوءِ بہ ملندو رهندو آهي: دين جو علم جيڪو هن سيکاريو هو، نيڪ صالح اولاد جيڪا ان جي لاءِ دعاءِ ايصال ثواب ڪندي رهي، قرآن شريف ڏنو هيائين جيڪو ماڻهو پڙهندا رهن ٿا، مسجد جوڙائي هيائين، مسافرخانو ٺهرايو هيائين، کوهہ يا نهر کوٽائي هيائين، يا ڪو ٻيو صدقہ جاريہ.

(١٦) نبين سڳورن عليهم السلام، شهيدن، ولين، قرآن مجيد جي ان حافظ ۽ موذن جيڪي دين جا پابند هجن ۽ گناهن کان بچندا هجن، (انهن سڀن) جا بدن ڳرڻ ۽ مٽي ٿيڻ کان محفوظ رهندا آهن، انهن کان سواءِ ٻئي هر ميت جو مڙهہ ڳري مٽي بنجي ويندو آهي.

# شهيد جو بيان

## شهيد جا قسم:

(١) ڪامل شهيد، جنهن کي فقهي شهيد بہ چئجي ٿو، اِهو اُهو مسلمان آهي جنهن کي ظلم سان (ناحق) ڪنهن ڦٽيندڙ اوزار مثال طور تلوار يا ڇري وغيره سان قتل ڪيو ويو هجي.

(٢) ناقص شهيد، ان کي ثواب جي لحاظ کان شهيد يا آخرت جو شهيد چئجي ٿو، ان جو تفصيل اڳتي اچي پيو.

(٣) دنيا جو شهيد، جيڪو ڪنهن دنيائي مقصد خاطر قتال (جنگ) ڪري.

## ڪامل شهيد جا احڪام:

(١) ڪامل شهيد کي غسل نہ ڏجي، کيس رت سان ئي دفن

ڪري ڇڏجي.

(٢) سندس پهريل ڪپڙا نہ لاهجن، بلڪ انهن رتڙن ڪپڙن سان ئي ڪيس دفن ڪري ڇڏجي. باقي احڪام ٻين فوتين وانگر آهن، يعني سندس جنازي نماز پڙهجي، خوشبوء لڳائجي ۽ قبر ۾ باقاعده سنت طريقي مطابق دفن ڪجي، وغيره.

## ڪامل شهيد جا شرط:

(١) مسلمان هئڻ. (٢) مڪلف يعني عاقل بالغ هئڻ. (٣) حدث اڪبر يعني احتلام ۽ حيض نفاس ڪان پاڪ هئڻ. (٤) بي گناهہ قتل ٿيڻ. (٥) دارالحرب جي ڪافرن، باغين يا ڌاڙيلن ڪيس قتل ڪيو هجي ڪٽي وڍيندڙ اوزار استعمال ڪيو ويو هجي يا ڪنهن ٻئي طريقي سان ماريو ويو هجي، يا ڪنهن مسلمان يا ذمي ڪافر جي هٿان ناحق وڍيندڙ اوزار سان قتل ڪيو ويو هجي. (٦) جنگ جي ميدان ۾ ڪيس قتل ٿيل حالت ۾ لڌو وڃي ۽ سندس جسم تي ڦٽن جا نشان هجن. (٧) زخمي ٿيڻ ڪان پوء دنيا مان ڪو حظ نہ ماڻڻ يعني ڪاڌو پيتو يا علاج وغيره نہ ڪرائڻ.

## اڻ پوري شهيد جو تفصيل:

اهي صورتون جن ۾ شهادت جو ثواب ملندو آهي ڪيئي آهن، جهڙوڪ:

١- پيٽ جي بيماريء ۾ مرڻ. ٢- پاڻي ۾ ٻڏي مرڻ. ٣- ڀت وغيره جي هيٺان چيپاتجي مرڻ. ٤- ذات الجنب (سيني جي ڦٽ جي بيماريء) سان مرڻ. ٥- سلهہ جي بيماريء ۾ مرڻ. ٦- سفر ۾ مرڻ. ٧- مرگهي جي بيماريء سان مرڻ. ٨- بخار سان مرڻ. ٩- جان، مال،

اهل عيال يا ڪنهن حق جي بچاءَ ۾ مرڻ. ١٠- ناحق قتل ٿيڻ. ١١- جذام/ ڪوڙهه وگهي مرڻ. ١٢- ڪنهن درندي جانور جي ڦاڙڻ سان مرڻ. ١٣- ڪنهن بادشاهه ناحق مارائي ڇڏيس يا سندس ڊپ کان ڪنهن هنڌ لڪل رهيو ۽ اتي مري ويو. ١٤- ڪنهن موذي جانور جهڙوڪ نانگ وغيره جي ڏنگڻ سان مرڻ. ١٥- ديني علم پرائڻ ۾ مرڻ. ١٦- موذن جيڪو بناپگهار جي رڳو ثواب خاطر اذان چوندو هجي. ١٧- سچ ڳالهائيندڙ واپاري. ١٨- شريعت مطابق پاڻ ۽ پنهنجي اهل عيال لاءِ حلال روزي ڪمائيندڙ. ١٩- سامونڊي سفر ۾ الٽي ۽ قيءِ وگهي مرڻ وارو. ٢٠- هيءَ دعا پڙهندڙ: اللهم بارک لي في الموت وفيما بعد الموت. ٢١- اهو ماڻهو جيڪو چاشت نماز پڙهندو رهي، هر مهيني جا ٽي روزا رکي ۽ وتر نماز ڪڏهن به نه گسائي. ٢٢- امت جي عام بگاڙ وقت سنت تي عمل ڪرڻ واري کي ١٠٠ شهيدن جو ثواب ملندو آهي. ٢٣- جيڪو بيماريءَ ۾ چاليهه ڀيرا "لا اله الا انت سبحانک اني کنت من الظالمين" چوي ۽ انهيءَ بيماري ۾ فوت ٿي وڃي. ٢٤- هر رات سورت يٰسٓ پڙهڻ وارو. ٢٥- جيڪو سچي دل سان هي سوال ڪري ته مون کي الله جي واٽ ۾ قتل ڪيو وڃي. ٢٦- جيڪو مسلمان جمعي ڏينهن فوت ٿي وڃي. ٢٧- جيڪو ڪافرن جي سرحد تي گهوڙو ٻڌي (يا جهاد لاءِ اتي ڪو ٻيو هٿيار ڪٽي ويهي- مترجم). ٢٨- جيڪو سواري تان ڪري فوت ٿي وڃي. ٢٩- جيڪو طاعون جي بيماري سان مري وڃي. ٣٠- جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ تي ٽي سو ڀيرا درود شريف پڙهي. ٣١- جيڪو سڙي فوت ٿئي. ٣٢- جيڪا عورت ٻار جي ڄم سبب فوت ٿئي. ٣٣- جيڪا عورت ڪنوارپ ۾ مري وڃي. ٣٤- جنهن پاڪائي سان رات گذاري ۽ انهيءَ حالت ۾ مري ويو. ٣٥- جنهن جي زندگي ڪنهن ٻئي تي ڏاڍ ۽ تشدد کان آجي هجي- وغيره.

<u>فائدو:</u> اڻ پوري شهيد کي عام مردن وانگر غسل ۽ ڪفن ڏنو ويندو، دنيا ۾ مٿس شهيد جا احڪام لاڳو نہ ٿيندا، البت آخرت ۾ ڪيس شهيد جو اجر ۽ ثواب ملندو.

دل پر ہاتھ رکھکر ١١١ مرتبہ سبحان اللہ وبحمدہ پڑھکر دم کرنے سے انشاءاللہ بہت فائدہ ہوگا آزمایہ ہوا ہے.

اسلام بلند اخلاق وکردار کی تعلیم دیتا ہے گھٹیا اخلاق ننگے سر بازاروں اور گلیوں میں نکلنا اسلام کی نظر میں ایک عیب ہے جو شرافت کے خلاف ہے اس لیے فقہاء کرام فرماتے ہیں اسلامی عدالت میں ایسے شخص کی شہادت قبول نہیں.

٧٨٦ مرتبہ بسم اللہ طلوع آفتاب کے وقت پانی دم کرکے پئیں تو ذہن کھل جائے گا اور حافظہ قوی ہوگا.

---

الله جي توفيق سان زبدة الفقہ پاڱو ٽيون (ڪتاب الصلاة) پورو ٿيو. الله تعالىٰ قبول فرمائي، عاجز (ليکڪ) ۽ سڀني واسطيدارن جو خاتمو خير سان ايمان تي فرمائي ۽ دارين ۾ پنهنجي راضپي سان نوازي. آمين

رضيت بالله ربا وبالاسلام دينا وبمحمد ﷺ نبيا ورسولا

---



---

(الحمد لله سنڌي ترجمو اڄ ١٨ ذوالحج ١٤١٣ھ مطابق ١٠ جون ١٩٩٣ع تي پورو ٿيو. مترجم)

## دعوة اڪيڊمي جا مقصد

* دعوت ۽ تبليغ جي ميدان ۾ تعليمي، تربيتي ۽ تحقيقي پروگرامن جي رٿابندي ڪرڻ ۽ انهن کي وڌائڻ. * مسجدن جي امامن ۽ زندگي جي ٻين شعبن سان واسطو رکندڙن لاءِ تربيتي پروگرام تيار ڪرڻ. * دعوت و تبليغ ۽ امامن جي پروگرامن جو طريقه ڪار مقرر ڪرڻ. * دعوتي ميدان ۾ اسلامي لٽريچر جي تياري ۽ ان کي ڦهلائڻ لاءِ مناسب رٿابندي ڪرڻ. * دعوتي نقطہ نظر سان سمعي ۽ بصري (ڪيسٽن جو) پروگرام رٿڻ. * ملڪ جي اندر ۽ ٻاهر اسلامي دعوت سان لڳاءُ رکڻ وارن ٻين ادارن سان سهڪار ۽ لاڳاپو رکڻ. * خط ۽ ڪتابت جي وسيلي عام ماڻهن تائين دين جي دعوت پهچائڻ. * دعوت ۽ تبليغ جو هڪ بين الاقوامي معلوماتي مرڪز قائم ڪرڻ. * اڪيڊمي جي مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ دعوتي ڪتابن، رپورٽن، تعليمي جائزن ۽ ٻئي اهڙي مواد جي اشاعت جو بندوبست ڪرڻ جيڪو دعوتي ڪم ۾ مددگار ثابت ٿئي. * اڪيڊمي جي پروگرامن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ علائقائي مرڪز قائم ڪرڻ.




## دعوة اڪيڊمي

بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد